# سَتگرو

# ٽيئون رام مهاراج

## جن جو جيون چرِتر

اوم
شري ستنام ساکي
ياگو ڀريون
ي پريم پرڪاش سمپرداياچاريه پوجيه پاد
برهم نشٺ برهمشروترِيه شري شري
١٠٨ ستگرو سوامي ٽيئون رام مهاراج جن
جو جيون چرتر

پرڪاشڪ- پريم پرڪاش منڊل ٽرسٽ،
امراپور آستان، جئپور-١

ڀريون ڇاپو
جلد ٢٠٠٠

سنبت ٢٠٣٠ چيت
اپريل ١٩٧٣

سڀ حق واسطا قائم
قيمت ٥ روپيه

## ڪتاب ملڻ جا هنڌ

سوامي ٽيئون رام جي مهاراج، امراپور استان، جئپور-١
١. سوامي ٽيئون رام جي مهاراج، پرپت والا، هريدوار (يو-پي).
٢. پريم پرڪاش آشرم، پرپت والا، هريدوار (يو-پي).
٣. سوامي بسنت رام جي، پريم پرڪاش آشرم، دهلي گيٽ، اجمير.
٤. سوامي مادوداس جي، پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير.
٥. سوامي شانتي پرڪاش جي، پريم پرڪاش آشرم، ڪلياڻ ڪئمپ نمبر ٥ - (بمبئي).
٦. سوامي چندن پرڪاش جي، پريم پرڪاش پڙن، اگروال ڪالوني، پونا - ٢.
٧. سوامي جڳ پرڪاش جي، پريم پرڪاش آشرم، ملڪا گنج، دهلي - ٣.
٨. سوامي مرليڌر مهاراج، پريم پرڪاش آشرم، ٣ ڪاٽجو ڪالوني، اندور ٢.
٩. سوامي جيون مڪت جي، پريم پرڪاش آشرم، ڪيرٿل منڊي (الور).
١٠. پريم پرڪاش آشرم، جمادار جي گوٺ، لشڪر گواليار
١١. پريم پرڪاش آشرم، شري پورا، ڪوٽا (راجسٿان).
١٢. پريم پرڪاش آشرم، گلاب خانو، آگرا (يو-پي).
١٣. پريم پرڪاش آشرم، بلاڪ ٦٥٠، سردار نگر، احمد آباد
١٤. پريم پرڪاش منڊلي، پاڳيہ نگر، سنڌي لائيٽ سنگما جي نياڻ، مهيم، بمبئي - ١٦.
١٥. پريم پرڪاش پون، نارودخانا، لکنو (يو-پي)

هي پستڪ جي ڇپائي شيوا شري اڳوالداس هيرانند دادلاڻيءَ ڪئي آهي.

اوم

شري ستنام ساکي

# ڀومڪا

مهان آتمائون جي پنهنجي گيان، ويراڳ، يوگ برهمچريه جي ساڌنائن ساڻ ڪانپوءِ ڪنهن اوچ پدوي کي پهتيون آهن، تن مان سنڌو ديش جو ١٠٨ **ستگرو سوامي ٽيئُون رام مهاراج جن** پڻ پرسد هستي ٿي گذريا آهن. سنڌ جي گر ديو جو نالو **سوامي آسورام** هو.

ستگرو جن جو جنم سنبت ١٩٤٤ ۾ حيدرآباد ضلع جي ڪنڊوءِ نالي ڳوٺ ۾ ٿيو هو. ٻالڪپڻي کان ئي، هو اُپار شڪتيءَ جا مالڪ هئا. هنن لکڻ جي پٽي ڇڏي، ويراڳ ۽ تياڳ وارو جيون گهارڻ وڌيڪ پسند ڪيو جو هنن ايشور ڀڳتيءَ جي رهسيه کي چڱيءَ ريت ڄاتو هو.

گيان پراپت ٿيڻ کانپوءِ هنن پنهنجي هڪ ساڌ منڊليءَ ناهي ۽ اُنجو 'پريم پرڪاش' نالو رکي هڪ اُتم وچار کي ساکي ڪيو. هن منڊليءَ جو مٿو آهي نه هر جيوَ، هر ڌرم ۽ هر پنٿ کي عزت ۽ پريم سان پسڻ، صرف آڪاس ورتيءَ اُلوسار داڻ سويڪار ڪرڻ، ڌارمڪ ايڪتا ۽ اُکنڊتا بنائي رکڻ.

جوڻين اوستا ۾ هنن ڪنڊوءَ جو ڳوٺ ڇڏي، پنهنجي ساڌ منڊليءَ سان اچي ٽنڊوآدم وسايو. سنڌن سادگي، سچائي، نرمل سڀاءَ ۽ عملي جيون، ڪنهن اُلوڪ شڪتيءَ جيان انيڪ منش جو اچي اُڌار ڪيو. هنن ايشوري راهه ۾ اِيڪ اوچ ڪوٽيءَ وارا مهاتمائون ۽ سوين گرهستي ساڌڪ پيدا ڪيا. هر ڪنڀ جي ميلي تي، هنن ساڌن ۽ سنتن جي

چاوٽي لڳائڻ آرلب ڪئي. چاوٽي لڳائڻ جي پرونا هن وقت ۾ چالو رهندي آئي آهي. نه رڳو ايترو پر سالن ويڪ ڌرم جو پرچار سنڌ ۾ ان وقت جو ايترو ڦهليل ڪونه هو، الڪي خوب ڦيلايو. جنهن ڪري سنڌ جي سنسڪرتي ۽ سماج جو ڏانچو ئي چمڪي پيو.

٥٥ ورهين جي عمر ۾ سوامي جن حيدرآباد سنڌ جي 'پرم پرڪاش' آشرم ۾ سوامي ماڌوداس جن وٽ سنبت ١٩٩٩ ۾ برهم ليِن ٿيا. سنت منڊل سنڌن شهر ڪي ٽنڊي آدم جي آمرا پور (پرڌان آستان) ۾ آٿي سماڌي ۾ رکيو. جنهن بعد ستگرو مهاراج جن جي برهم ٿيا سان سنت منڊل ۽ جگياسين سوامي سروانند مهاراج جن کي سنڌن گادي لشن ٺاهيو.

دڙپاڻي وس سنه ١٩٤٧ع ۾ ڀارت جي ورهاڱي ڪارڻ سنڌ پراڻت پاڪستان جي حصي ۾ آيو. ملڪ ۾ لڏپلاڻ سبب ستگرو مهاراج جن جا پوئرسنگ ڌڪيو ۾ آمراپور استان ڦاهي، سماڌيءَ اندر رکيا ويا آهن. جنهنڪري هي استان، جگياسين لاءِ حق نه هڪ ليرڪ استان ٺجي پيو آهي. غنا اندر، سا ليڪن جي من موهيندڙ سماڌي ۽ سنگمرمر مان ٺهيل سنڌن دلڪش مورتي استاپت ٿيل آهي. آن ڪانسواءِ پنجن سٺن هزار ماڻهن جي وهڻ لاءِ، اولين گنمڊن سان دل لبائيندڙ ستسنگ هال ۽ يالرين لاءِ سوين ڪمانون ڏسي، هي استان حق سرڳ سمان پيو ڀاسي. جيڪ ۾ لڳندڙ چئن ڏينهن وارو اتهاسڪ سالبانو ملو جو اڄ ٽنڊي آدم (ڏ.پ) ۾ لڳندو هو، سو هينئر هتي ئي لڳندو آهي ۽ واقع ئي ڪنهن يگيہ سمان ڀاسندو آهي.

هن استان کانسواءِ، سڄي هندستان ۾ ستگرو جن جا پيا هسار آشرم سنڌن سنڌو آپديش جو پرچار پيا ڪن. سنڌن

آدرش سادِيو نيي رهيو آهي . آشرم ۾ اينڌڙ پريمين ۽ سنتن
لاءِ لنگري (ڀوڄن) هميشه چالو رهي ٿي ۽ اهو ئي سبب
آهي جو سندي ۽ ٻين سمپردائن جا مهاتمائون پڻ اَچي
نواس ڪن ٿا .

جهڙوڪ: سوامي بسنت رام (اجمير)، سوامي ماڌوداس
(آدرش نگر ۽ پشڪر راج) اجمير، سوامي شانتي پرڪاش
(ڪلياڻ بمبئي)، سوامي چندن پرڪاش (پونا ۽ ناسڪ)،
سوامي جيه پرڪاش (دهلي)، سوامي جيون مڪت (ڪيرٿل)،
سوامي مرليڌر (الدور)، سوامي گڻيشانند (گواليار) وغيره
انهن مهاتمائن کانسواءِ ٻيا سوامي سوير پرڪاش، سوامي گنگارام،
سوامي ڪرشنداس، سوامي ڌرمداس، سوامي ستيه پرڪاش،
سوامي وديا پرڪاش، سنت ڀڄن داس ۽ سنت تيرٿ پرڪاش
پڻ پرسڌ آهن .

ازانسواءِ ديولوڪ واسي سوامي گوال لعل، سوامي گرمکداس،
سوامي آتمانند، سوامي پريمانند، سوامي اوڌوداس، سوامي
هرپرڪاش، سوامي ارجن ديو، سنت هيرانند، سنت گوبند
پرڪاش، سنت اوم پرڪاش، سنت سنتداس، سنت ڀڳوانداس،
سنت پريتمداس، سنت هريرام، سنت ڪيئارام، سنت نامديو،
سنت ڪملداس، سنت هسراج، سنت هرداس، سنت چرلداس،
ساڌ جيوڻ لعل برهمڻ، ڀڳت ايسرداس، ڀڳت ٻولڻداس،
برهمچاري نانڪرام، سرو سنت لتيه پرڪاش، واڌورام،
ڀيري ڀڳت، ليلارام، ڳوپالداس، وانورام، هزاريرام، مينگهنداس،
ڪيولرام (گوپو)، هنس پرڪاش، ڀڳت پرڪاش، ڪلياڻ
پرڪاش ۽ شنڪرلعل گرمتو جو ڪائون دان وني امرديس
وڃي وسايو .

**ڀڄاڙيءَ ڇا ۾ اڪر:** سوامي سروانند جي مهاراج جن جي هن وقت ستگروجن جا گادي نشين آهن سي پريم پرڪاش منڊل ٽرسٽ جا پرڌان پڻ آهن. هنن ستگروجن جي الوڪي ۽ اپوروي جيوني ۽ سندن اُپديش سنگره وارو هي ڀاڳو ڀرپور اَمولڪ پستڪ، ڀرپور ڏنعو پيش ڪري، نه رڳو ستگروجن جو مها شبوا ڪاريه پورو ڪيو آهي، پر هند ۽ سنڌ ۾ ستگرن جي پرامين لاءِ آلمڪ پرڪاش ڏاهن اڳتي وک وڌائڻ جي وات کولي آهي ۽ سنڌي ساهتيه جي شوا پڻ ڪئي آهي.

هن پستڪ جي ڇپڻ کان اڳ 'پريم پرڪاش' گرنٿ جنهن ۾ ستگرو مهاراج جن جي سموري واڻي (ديوناگري سنڌي ٻولي ۽ هنديءَ ۾ لکيل) ۸۰۰ صفحن جي هڪ وڏي گرنٿ جيان پرڪاشڪ ٿيل آهي. هنن ٻنهي پستڪن پڙهڻ سان محسوس ٿئي ٿو ته ستگروجن هڪ اَدڀت شڪتي جا مهاپُرش آهن جن پرماتما جي اکنڊ جوتي، سنسار جي ڪڙ ۽ چيتن جيون ۾ ڏٺي هئي.

اپريل ۱۹۷۳

پريم پرڪاش منڊل ٽرسٽ،
اَمراپور اَستان،
ايم. آءِ. روڊ، ڄئپور (راجستان)

ڇپيندڙ- سنڌ پرنٽنگ پريس، ڪيسرگنج اجمير.

ॐ

اوم

# شري ستنام ساکي

## شري گرو پرماتمني نمه

## ست شري ١٠٨ ستگرو سوامي ٽيئونرام مهاراج

## جن جو جيون چرتر

### ڀاڱو پهريون ـ باب ١

منگلا چرڻ ـ

وندؤ سري گرديو کو ـ جو هئم سر کا تاج
جانکي ڪرپا درشٽ تي ـ هوؤن پورن ڪاج.

سنتن درويشن جي ڀومي سنڌ ديش ۾ حيدرآباد جو ضلع، ٽنهن ۾ سنڌو درياهه جي ڪنڌي تي، سر سبز ميدانن ۾ موهيندڙ باغن باغيچن وچ ۾ هو ڪنڊيو ۽ ٽالي هڪ ڳوٺ. ان ڳوٺ ۾، سنبت ١٩٤٤ متي آکاڙ ٤، تٿي چيٽ شڪل پکش ۾، برابر سن ١٨٨٧ع ۾ جولاءِ مهيني جي ٦ تاريخ، ڇنڇر ڏينهن ٩ بجه صبوح جو ستگرو سوامي ٽيئونرام صاحب جن جو جنم، ڪول ونشي کتري ڪل جي ڀڳت چيلارام جي گهر ۾ ٿيو.

سندن پتا ڀڳت چيلارام ۽ ڏاڏو آسنداس وڏا هري ڀڳت هئا. ڀڳت چيلارام ته اهڙو سنت سيوي هو، جو ڪنهن به سنت مهاتما ڏسندو هو ته ان کي پنهنجي استان تي آڻي، پريم سان رسوئي پاڻي ڪرائي، پوءِ ڇڏيندو هو. مهمانن ۽ مسافرن جي پڻ پريم ۽ آدر سان سيوا ڪندو هو. سندس

پنهنجي پتي ديو کان آگيا وٺي چاليهن ڏينهن جو ورت شروع ڪيائين. اٺين پهر صرف آنو ڪڻ جل ورتائيندي هئي ۽ سمورو وقت پرماتما جي ڌيان ۾ رهندي هئي.

ورت جا چاليهه ڏينهن پورا ٿيا ته رات جو پرماتما سپني ۾ ڪيس درشن ڏيئي چيو، ماتا، اسين تنهنجي تپ تي پرسن ٿيا آهيون، تنهنجو سنڪلپ پورو ٿيندو. اهو ٻڌي ماتا گد گد ٿيڻ لڳي. ماتا جو ورت سڦل ٿيو. ايڪيتاليهين ڏينهن صبوح جو ۷ بجي ورت ڇوڙيائين. انڪاپوءِ ئي بالڪ ٽيئون رام سندس گود پيو. ڇهين ڏينهن دستوري ريت موجب ڇٺي ڪئي وئي. سنگت بالڪ جو درشن ڪيو. ڪٽنب ۾ واڌايون وري ويون. مهراج جيرامداس بالڪ جا گره ۽ راس ريکا ڏسي چيو ته بالڪ هونهار آهي ۽ ڌرم اوتار ٿيندو ۽ سندس نالو ٽيئون رام رکيو.

ڀڳت چيلارام کي اڳ ۾ ٻه پٽ ۽ ٻه ڌياٽيون هيون. پٽن جا نالا هئا ويرسي مل ۽ ٽهلرام ۽ ڌياٽين جا گيالي ٻائي ۽ ايشوري ٻائي. سڀني جي شادي ٿي وئي هئي. ويرسي مل ڀڳت چيلارام جي جيئري ئي جدا ٿي ويو هو. باقي ٽهلرام گهر جو ڪم ڪار ۽ دڪان جو ڪاروبار سنڀاليندو هو.

بالڪ ٽيئونرام سڄي گهر ۾ سورج سمان هو. جئن سورج اڀرڻ سان اونده هلي ويندي آهي ۽ باغيچن ۾ گل ٽڙي پوندا آهن، تئن ئي سيئي گهر جا ڀاتي، پاڙيوارا، مٽ مائٽ ۽ سنگي بالڪ جو شوڀيڪ ۽ ڪلمک چهرو ڏسندا هئا ۽ سندس طوطيلي ٻولي ٻڌندا هئا ته سندن چنتا روپي انڌيرو مٽي ويندو هو. سڀ انهن محسوس ڪندا هئا ته اسانجي گهر ساکيات ويڪنٺ ناٿ اوتار ڌاري آيو آهي، سڀني جي دل گلاب جي گل وانگر ٽڙي پوندي هئي.

ماتا ڪرشنا کيس کير پيئاريندي، گود ۾ وهاري مٿي سر سان ٿوڌڙي جي لولي ڏيئي جتي ته ڪٿي سمهاريندي هيس يا وهاريندي هيس ته اتي ئي شانتيءَ سان سمهي پوندو هو يا ويهي رهندو هو. ڪڏهن به ٻين ٻارن جيان اجايو سجايو ڪين روئندو هو. سياءُ سدائين نرمل، ساتيڪو ۽ ٽلمڪ ڏولندو هوس. ٻن سالن جو ٿيو ته ماتا کيس ڳالهائڻ سيکارڻ لڳي. پهرياڻين سيکاريائينس رام جو نالو ۽ پوءِ ڏيري ڏيري ٻيا نالا.

منڍ ستسنگار جو سمو آيو ته آڪاڙ جي پورنماسي ٿي، وڏي ڌام ڌوم سان ٿائي جوهر ڪر جي باغيچي واري ڪوه ٿي ٻالڪ جو منڍ لهرايو ويو.

ماتا ڪرشنا هر روز لڪ ليپ سان پرڀات جو ۴ بجي اٿي چنڊ پيهندي هئي. ننڍڙي ليکراڪي گود ۾ وهاري ڪبير صاحب جو هيليون پڻ ڳائيندي هئي.

## لاڳي لاڳي شبد کي چوٽ ڏن ۾

ٻالڪ ماتا کي چوندو هو: آما 'ڏن ۾' ڳاءِ. ماتا به هر روز کيس ڳائي ٻڌائيندي هئي.

ستگرو مهاراج جن جو راند ڪرڻ جو طريقو ئي نرالو هو ٻارن کي ڪٺو ڪري آسڻ لڳائيندا هئا. پاڻ به اکيون بند ڪري ۽ ٻين ٻارن کان به اکيون ٻوٽائي، واهي ٻولم سان رام نام جي ڌني لڳائيندا هئا. جتي به ستسنگ ٿيندو هو، اتي ٻارن کي ساڻ ڪري ويندا هئا.

سهڻي ٻارن کي اهڙو ته پريم جي ڏور ۾ ٻڌي قابو ڪيو هئائون، جو هر روز صبوح جو لنبه مان اٿڻ سان ئي سيڌي



لاگي لاگي شبد کي چوٹ تن پر

بار ونن هليا ايندا هئا ۽ سارو ڏينهن مساڻن ۾ مهاراج جن سان
گڏ رهندا هئا. وچ ۾ صرف هڪ دفعو روٽي کائڻ لاءِ گهر
ويندا هئا.

ان نموني ستن ورهين جا ٿيا ته هڪ ڏينهن سيٺي
ڇوڪرن کي چوڻ لڳا ته اچ هلو ته درياهه تي هلي راند
ڪريون. سيٺي گڏجي درياهه تي ويا. اُتي سيٺي کي چيائون
ته اچ سيڪو پنهنجو پنهنجو گهر ٺاهيون. تنهنتي جيڪي
١٥-١٦ ڇوڪرا آيا هئا تن سيٺي گڏجي وڻن جون ٽاريون
ڀڳيون. ڪن ٽاريون زمين ۾ کوڙيون ۽ مٿان وجهي پنهنجا
گهر ٺاهيا ۽ ستگرو مهاراج جن پنهنجو هڪڙو گهر ٺاهي تيار
ڪيو. پوءِ سيٺي کي چيائون ته هاڻي هرڪو پنهنجي پنهنجي
گهر ۾ آسڻ لڳائي ۽ اکيون بند ڪري رام جو نالو جپي.
ايترو ٻڌي سيٺي ڇوڪرا آسڻ ٻڌي اکيون ٻوٽي رام نام
جپڻ لڳا. اڌ ڪلاڪ کانپوءِ ستگرو مهاراج جن سيٺي کي
سڏي پنهنجي گهر اڳيان وهاري چيو ته هاڻي درياهه شاهه
۾ اشنان ڪري پوءِ گهر هلنداسون. رهجوءَ نالي هڪ ڇوڪرو
چوڻ لڳو ته ڪپڙا ته لاهي رکون ڀر ڪو کڻي نه وڃي. تنهن
تي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته اوهان چنتا نه ڪريو.
مان ڪپڙن جي سنڀال ڪندس. توهان وڃي ڀلين اشنان
ڪري اچو ته پوءِ مان ويندس. سيٺي ڇوڪرا ڪپڙا لاهي
ستگرو مهاراج جن کي ڏيئي وڃي اشنان ڪرڻ لڳا. هڪ
ڇوڪرو ڪلاءُ ڪجهه چنچل سڀاءَ جو هو، سو اشنان ڪندي
درياهه ۾ ڪجهه اڳتي هليو ويو جتي پاڻي تمام وڏو هو ۽
يڪدم ٻڏي ويو. ڪلاءُ کي ٻڏي ويل ڏسي سيٺي ڇوڪرا ٻاهر
نڪري دانهون ڪرڻ لڳا. دانهن تي ستگرو ڊوڙندا آيا
۽ ڇوڪرن کان دانهن جو سبب پڇڻ لڳا. هُتن جو اشارو

ڪري ڇوڪرن جيو تہ ڪلؤ ٻڌي ويو. ستگرن ڇوڪرن کي چيو تہ دانهون نہ ڪريو، مان ڪيس ڪڍي ٿو اچان. ائين چئي وني ڪپڙن سڌو درياہ ۾ ٽپو ڏنائون ۽ الله هليا ويا. اهو حال ڏسي ڇوڪرا وڏيڪ رونڻ لڳا ۽ دانهون ڪرڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا تہ هاءِ، ٻئي جڻا ٻڏي ويا. پر اُن مهل ڪاٻوءِ ستگرو ڪلؤءَ کي ٻانهن کان وٺي ڪنڌيءَ تي ڪڍي آيا. ڇوڪرا ڪلؤءَ کي ڏسي خوشيءَ مان ٽاڙيون وڄائڻ لڳا. ڪلؤءَ کي ڪپڙا پارائي سڀئي ڇوڪرن سان گڏجي اچي دڪ وٽ هيٺان ويٺا. ڇوڪرا ستگورن کان پڇڻ لڳا تہ ڪلؤءَ کي ڪٿان ڪڍي آيا؟ سواميءَ جن چيو تہ ڪلؤءَ کان پڇو. ڇوڪرن ڪلؤءَ کان پڇيو. ڪلؤ ستگورن ڏانهن نهاري چوڻ لڳو تہ جنهن وقت غوطا کائي رهيو هوس تنهن وقت انهن ئي هٿڙي. ديوتا مون کي ٻانهن کان وٺي گود ۾ وهاريو. ايتري ۾ سائينجن اچي ويا ۽ اهو ديوتا ٿل ٿؤل ڪٽي سائينجن جي اڳيان رکي پيرن پيو ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو، تہ ٿي ٻريو منهنجا وڏا ڀاڳ آهن جو اوهان اچي درشن ڏنو آهي. هن وقت ٿي ڪهڙي اوهان جي شيوا ڪريان؟ هن داس جي وينتي آهي تہ جڏهن بہ ڪو هن داس ۾ ڪم پوي تہ داس کي شيوا ڪرڻ لاءِ آڳيا ڪندا. انهيءَ تي سائينجن ان ديوتا کي چوڻ لڳا تہ مان بہ اوهان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان جو گهڻي ڏينهن کانپوءِ ميلو ٿيو آهي. ايترو ٻڌي ديوتا سائينجن کي پيرين پئي انتردان ٿي ويو. تنهن کانپوءِ سائينجن مولکي ٻانهن کان وني ٻاهر ڪڍي آيا.

ڇوڪر هٿ جوڙي پڇڻ لڳا تہ سائين، اهو ديوتا ڪير هو؟ تنهن تي ستگورن مشڪي چيو تہ اهو اسانجو پرنتر ورن ديوتا هو.

ڪلاڪ ۽ ٻين کن ڇوڪرن گهر اچي پنهنجن ماڻٽن سان اها ڳالهه ڪئي جي ٻڌي ڏاڍي اچرج ۾ پئجي ويا. اهڙيءَ طرح سڀڪو ڇوڪرن سان ڪڏهن باغن ۾، ڪڏهن گهر ۾، ڪڏهن درياه تي ۽ ڪڏهن اهر جي ڪنٺي تي وڃي رام نام جو جاپ ڪندا هئا ۽ پروليون ڇاهي ڇوڪرن کي ڏيندا هئا. جيڪو ڇوڪرو پرولي سلجهندو هو تنهنکي تول ڏيئي سڀني جو اڳوان بڻائيندا هئا.

هڪ ڏينهن راند ڪندي وڃي مکي جهامراء جي باغ ۾ ويٺا. اتي سڀني ڇوڪرن کي وهاري ڇوڙڻ لڳا ته اڄ اوهان لاءِ هڪ ڳجهارت ڇاهي آيو آهيان، جيڪو ٻڌندو تنهنکي ٻاءُ پيڙن جو ملندو.

اها ڳالهه ٻڌي سڀئي ڇوڪرا خوشيءَ مان ناڙيون وڄائڻ لڳا ۽ ساوڌاني سان ويهي مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته جلد ٻڌايو.

سوامي جن هيءَ پرولي ڇاهي ڇوڪرن کي ڏني:

اکر ٻکي ڏچي، راند جا کي ڪرتا ڏتا تو.

اهو ٻڌي ڇوڪرا ٻڌڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. ڪلاڪ کن متو هڻيائون پر ڪير به ٻڌي نه سگهيو. تڏهن سڀئي کين چوڻ لڳا ته توهان ٻڌي ٻڌايو. مهاراج جن چيو ته چڱو اڌ مان تو ٻڌان باقي اڌ اوهان ٻڌي ٻڌائجو. جيڪو اڌ به ٻڌي ٻڌائيندو تنهنکي به ٻاءُ پيڙن جو ملندو. انهن جڏهن چيائون ته چڱو هاڻي ٻڌو. اکرن جي نالن ۾، ٻکين جي نالن ۾، برتڻن جي نالن ۾، راندين جي نالن ۾، ماڻهن جي نالن ۾ هيءَ پرولي ٻڌندي. ايترو ٻڌي وري سڀئي ناالا وٺي ٻڌڻ لڳا. پيو ڪلاڪ به متو ماريائون پر ٻڌي کين سگهيا. تڏهن

ستگرو مهاراج چوڻ لڳا، ڇاڪي ساوڌان ٿي ڪن ڏئي ٻڌو. اڪر گرمکي - پکي هنس، برنڻ مت، رالدڀ گيان ۽ ماڻهن جي ڳالهه ساڌو. مطلب - گرمک هنس، مت گيان جا - ڪي ساڌو ڏنا ٿو.

اهو ٻڌي ڇوڪرا خوش ٿيا ۽ هڪ ڇوڪري ڪي هزار موڪلياڻون جنهن پاءِ پيڙن جو آڻي ستگرن کي ڏنو. سوامي ڄن منگهن کي چيو تہ پيڙا ڪٺي سڀني کي ورهائي ڏي. منگهن پيڙا سڀني کي ورهائي ڏنا. پيڙا کائي ڪوه تان پاڻي پي سڀئي پنهنجي پنهنجي گهر ويا.

اهڙيءَ طرح راڌيون ڪندي جڏهن ستگرو اُن ورهين ها ٿيا تہ سنڌن پتا کين سڪول ۾ وهاري آيا.

ٻهرين ڏينهن ماستر ستگرن کي ٻتيءَ تي اکر لکي ڏنا ۽ چيائون تہ پڪا ڪر. ستگرو ٻتي کڻي ايڪالت ۾ وڃي ٻتي پاسري رکي ويٺا پڄن ناهي پنهنجي موج ۾ ڳالهڻ. پڄن ٻڌي اسڪول جا سڀئي ڇوڪرا ۽ ماستر اچي ڪٺا ٿيا ۽ پڄن ٻڌڻ لڳا. ماستر اهڙو تہ مگن ٿي ويا جو ڇوڪرن کي پڙهائڻ ئہ وسري وين.

ٻئي ڏينهن ئہ ماستر مهاراج ڄن کي ٻتي لکي ڏني چيو تہ وڃي اکر پڪا ڪر. ستگرو مهاراج ٻئي ڏينهن ٻتي کڻي ايڪالت ۾ وڃي ڄنُ پڄن ڇوڪرن کي سڏ ڪري پڇيو تہ توهان ڇا ڇا پڙهيا آهيو. ڇوڪرن جيڪي پڙهيو هو سو ٻڌايائون. تڏهن ستگرو مٺڪي چوڻ لڳا تہ اوهان ڏاڍو سنو پڙهيا آهيو، پر هڪ اکر اجا ڪونہ پڙهيا آهيو. تنهن تي ڇوڪرا پڇڻ لڳا تہ اهو اکر ڪهڙو آهي؟ ستگورن هيٺيون شبد ڳاتو.

## شبد سُر هُرو

پڙهو اکر سو هڪڙو پياري - جنهن مان هي جنسار تيو
۱- بنگلا ماڙيون باغ باغيچا - سارو هي سنسار تيو
۲- چوراسي لک جوُٽي جنهن مان - اَديت هي اِسرار تيو
۳- اَکر اهو تا سنت سڏائن - جنهن مان جڳ اظهار تيو
۴- کهي نيٺون هي آهي اوهو -
جنهنجو چئن طرف چمڪار تيو.

ڏيڻ ڳالهه لڳا ته وري به ٻهراڻ ڏينهن واري ڪار تي.
اها وارتا ساري شهر ۾ پکڙجي وئي ته ٻن ٽن ڏينهن
کان اِسڪول ۾ ماستر ڇوڪرن کي پاڙهين ئي ڪو نه تا.
انهيءَ ڪري شهر جا ٻه چار پنچ، مکيءَ سان گڏجي اِسڪول ۾
ويا. ماسترن کي چيائون ته اِها ڳالهه ٻڌي ڪين لهي جو سڄو
ڏينهن اِسڪول ۾ ستسنگ لڳائي ويٺا آهيو ۽ ڇوڪرن کي
پاڙهيو ئي ڪو نه ٿا. ڇوڪرن کي چڱيءَ طرح پاڙهيو نه واهه
نه ته آفيسرن کي درخواست ڪري ٻيا ماستر گهرايون. پنچن
جو دڙڪو ٻڌي، ماسترن چيو ته توهان ڪو به خيال نه ڪريو،
آئينده اسين ڇوڪرن کي چڱي طرح پاڙهيندا سون. انهيءَ
خاطريءَ تي مکي پنچ موٽي پنهنجي جاءِ تي آيا.

ٽئين ڏينهن به ماستر ڪين پڙهي ڏني. ستگرن پڙهي وئي
آهستي آهستي اِسڪول جي دروازي کان ٻاهر نڪري سڌو
ٻاني ٺاڪر گر جي باغ ۾ ويا ۽ اَنب جي وڻ هيٺان پڙهي
گوڏي هيٺان رکي، اکيون بند ڪري پرڀوءَ جي ڌيان ۾
ويهي رهيا. ڪنهن مهل پرڀوءَ جي ڌيان ۾ ته، ڪنهن مهل
ڀڄن ڳائڻ ۾ گذاريائون. اِئين ڪندي منجهند جا ٻارهن
لڳا، ته به منجهند جي روٽي کائڻ گهر ڪو نه ويا. ٻه لڳي

ويا ته به ڪونه ويا. گهر جا ڀاتي ۽ مالا ڪرشنا وڏلوڙ
وڃڻ لڳا. آس پر ته اڄيو لو اچي، انهن لي پنج لڳي ويا.
پنجين ٻجي ڀڳت چيلارام ٻنهيءَ ڪان موٽيو ته مالا ڪيس ٻڌايو
ته ڇوڪرو اسڪول مان موٽيو ڪونهي. اوهين وڃي
سڌ سماءُ ته لهي اچو.

ڀڳت صاحب اتا خبر ٻڌي سڌو اسڪول ويو. وديارٿي
سڀ هليا ويا هئا ۽ ماستر به وڃڻ لي هئا. ڀڳت چيلارام
ماستر کي چيو ته اڄ اسالجو ڇوڪرو گهر موٽي ڪانه به ڪين
آيو آهي، ڪٿيڙي ڳالهه آهي؟ اهو ٻڌي ماستر چوڻ لڳو
ته ڀڳت صاحب مون ته اوهان جي ڇوڪري کي صبوح جو
ٻٽي لڪي ڏٺي چيو ته ونڃي پڙهه، ٻوءِ جي مولڪي خبر
ڪانهي ته ڪيڏانهن هليو ويو. مون انهن ٿي سمجهيو ته ضرور
گهر آيو هوندو. اهو جواب ٻڌي ڀڳت صاحب پٽ کي ڳولڻ
نڪتو. درياهه، ٽيرون، باغ باغيچا ڳوليندي سج لٿي مهل
بالي ناڪر گر جي باغ ۾ اچي پهتائون. ڪنهن بريميءَ کين
ٻڌايو ته اوهان جو ڇوڪرو باغيچي جي ڪنڊ ۾ هڪ ألب
جي وڻ هيٺان ويٺو آهي. ڀڳت صاحب باغ ۾ اندر وڃي
پٽ جي ويجهو ويٺا. ستگرو انهي کين بيرين پيا. ڀڳت صاحب
مهاراج جن کي ٻاهين کان وٺي چوڻ لڳا ته ابا اسڪول ڇڏي
ڇو اچي هتي باغ ۾ ويٺو آهين ۽ منجهند جو گهر موٽي ڪانه
ڇو ڪين آئين؟ ماستر توکي گهڻو ڳالهايو آهي ڇا؟
مهاراج جن نمرتا سان چوڻ لڳا ته بابا، مولکي ماستر ٻٽي
لڪي ڏٺي چيو ته ويهي پڪي ڪر. اسڪول ۾ ته گوڙ ڏاڍو
لنهڪري هتي ايڪانت ۾ اچي ويٺس. ٻوءِ مون کي وقت
جي ڪا خبر نه پيئي. اهڙو ٻڌي ڀڳت صاحب، مهاراج جن
کي گهر وٺي آيو. مالا ڪرشنا مهاراج جن کي پيار مان ڀاڪرڙي!

پاڻي ۾ گود ۾ وهاري ڇڏڻ لڳي ته پڻ اڄ سڄو ڏينهن ڪٿي هئين؟ مهاراج جن ٿورو مشڪيو. جيڪو جواب پتا کي باغ ۾ ڏنو هئائون سوئي جواب ماتا کي ڏنائون. ٻڌي ماتا ۾ گهر جا ڀاتي کلڻ لڳا. ٻوءِ ماتا ڪرشنا مهاراج جن کي روئي ڪارائي ۽ پاڻ به کاڌي.

ٻئي ڏينهن ڀڳت صاحب سوامي جن کي پاڻ اسڪول وٺي ويو. ماستر کي پارت ڪري چيائين ته سائين، ڇوڪري جو خيال رکجو، جئن اڄ به ڪيڏانهن نڪري نه وڃي.

ماستر مهاراج جن کي وري پٺي لڪي ڏيئي چيو ته ويهي اکر ٻڪا ڪر. پر مهاراج جن پٺي ڪٽي ڏيري ڏيري اسڪول کان ٻاهر نڪري باغ باغيچا گهمندا وڃي درياه جي ڪناري تي نڪتا. اتي هڪ پپل جي وڻ هيٺان پٽي رکي ويهي پريوءَ جو ڌيان ڌرڻ لڳا. ڪلاڪن ڌيان لڳائي اتي درياه مان ٿورو پاڻي پي وري به ساڳي جاءِ تي ويهي، درياه شاهه ڏانهن نهاري هينئون پڇن ناهي ڳائڻ لڳا:-

## راڳ ڌناسري

ٿل- پيار وڃڻ مولڪي آهي ضروري-
وشيون واٽڙ وانن لي آهن گهٽا

١- هڪڙا مٺي پيا ڪي ٿيون واڳون (واڳهو) تا وڙهن
چوتون ڪُن ڪُڙڪن- پنجون لهرون لعل جو وٺي ڇڪيان

٢- هڪڙو ڪام، ٻيو ڪرود، ٽيون لوڀ تو لياڻي
چوٿين چنتا تي چُڪائي، پنجون پوڙ الهيءَ ۾ ايئي پُٽان

٣- هڪڙي رات ٻي ٽات، ٽين منگان تي ذات
چوٿين تي پرڀات، پنجون سڌ سڄڻ جا پيئي سٺان

٤- هڪڙو موه، ٻي ممتا، ٽيون ٽيٺون لڄا ٽيئي
چوتون پند پڇان پيئي، پنجون ڦر پنهنجي کي شال وڻان.

۾ ٻهتو، جتي ڀڳت آئل رام جن رهندا هئا. ڀڳت صاحب کي سموري حقيقت ٻڌايائون. سنت آئلرام کين چيو ته چنتا نه ڪريو، ڇوڪر ٻاڻيهي گهر ايندو. ڀڳت صاحب موٽي ڪنڊوءِ آيو. گهڻي گهٽي گهميا، پريمين جي گهرن مان پڇا ڪياءِ پر پتو ڪونه پيو. اڌ راتجا ڏهه ٻارهن اچي ٿيا. تراس تي گهر آيو ۽ سربستي ڳالهه ماتا ڪرشنا کي ڪري ٻڌايائين. ماتا صاحب بيحد وياڪل ٿيڻ لڳي. ان رات گهر جي ڪنهن به پاڻيءَ روٽي نه ڪاڍي. سندن ساري رات چنتا ۾ گذري ۽ ڪنهن به ننڊ ڪانه ڪئي.

ٻئي ڏينهن صبوح جو وري ڀڳت چيلارام پاڻ سان ٻئي جڻا وٺي ڳولا لئي نڪتو. لهر جي ڪناري تي پهتا، هڪ ڏنار بيٺو هو، جنهن کان ڀڳت صاحب پٽ بابت پڇيو. ڏنار چيو تہ ڪالهه سج لٿي مهل ڪڇي مان پور ڪاهيو پئي آيس ته توهان جي ڇوڪر کي درياه جي ڪناري تي پپل جي وڻ هيٺان ڳائيندو ڏٺم. ڏنار جي ڳالهه ٻڌي سيئي اوڏانهن ويا. ڏسن تہ برابر مهاراج جن ڪنڌ هيٺ ڪري پنهنجي ڌيان ۾ ويٺا آهن. ڀڳت چيلارام مهاراج جن جي ويجهو اچي کين سڏ ڪيو. مهاراج جن ڪنڌ مٿي ڪري پنهنجي پتا کي ڏسي اُٿي اچي کين پيرين پيا. ڀڳت، صاحب جن کي پرير سان ڀاڪرڙي پائي چيو، پٽ اٽي ڇو اچي ويٺو آهين؟ ڪالهه کان وٺي اسان توکي سارو شهر، باغ باغيچا، لهر جي ڪناري ۽ پريمين جي گهرن ۾ ڳوليندا رهيا آهيون. تنهنجي چنتا ۾ رات گهر ۾ نه ڪنهن روٽي ڪاڍي آهي ۽ نه وري ڪنهن ننڊ ئي ڪئي آهي. ايترو چئي مهاراج جن کي گهر وٺي آيو. مهاراج جن ماتا کي پيرين پيا ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيا. ماتا کين ٻانهن کان وٺي پنهنجي گود ۾ وهاري

ٻچا لڳي، ٻٽ ڪالهه سارو ڏينهن راهه ڪٿي هئين؟
ورني ڪاڏي اُلڻي؟ اهڙو ڇٽي ٻابا کي اکين ۾ پاڻي اچي
ويو. مهاراج جن اُصل چپ رهيا ۽ ڪجهه نه چيائون.

ٻئي صاحب سنوري هيٺ پنهنجي ڏوم ٻنهيءَ کي
ٻڌائي. ٻابا ڪرشنا ٻئي صاحب کي وڏي ڪٿي نه اڪٿي
جوڪري کي اسڪول نه موڪلجي.

ٻئي ڏينهن صبح جو ٻئي چيلارام، مهاراج جن کي سڏي
ٻرهم سان چيو نه ٻٽ! اڪٿي لوڻ گهر رهي، ٻرهم سان سنتن
مهاتمائن ۽ مسافرن جي شيوا ٽهل ڪر ۽ گهر جو پاڻي نه ڀرو.
اُها اسان جي آڳيا اُلڻي. ٽولارام پنهنجي دڪان جو ۽ ڳالهين
جو ڪم سنڀاليندو. مان پاڻ ۽ ٻنهيءَ جي سنڀال لئي لڳو وڃان.
پتا جي آڳيا انوسار ستگرو مهاراج سنتن ۽ مهاتمائن جي شيوا
۾ لڳا رهيا ۽ ڪوهه تان پاڻي نه ڀريندا رهيا. ٻنهجائي ڪوهه
تي پاڻي ڀرڻ ويندا هئا ۽ دلا رکي نار هلائيندا هئا. اوڏي
مهل جوڪڏهن ڪنهوءَ جي ڪا مالي يا ڪو پاڻي ڪين ڇوڙدو
هو نه جوڪر، نار کي اٿي ڦيرا نه ڏج نه اسين ۾ پاڻي ڀرڻ
نه ٻرهم سان پيا نار هلائيندا هئا جيستائين سڀيئي پاڻي ڀري
وڃن. پوءِ پنهنجو پاڻي ڀري گهر ايندا هئا. پاڻي ڀري وري
اچي سنتن جي شيوا ۾ لڳي ويندا هئا. سنت رسوئي ڪري
آرامي ليندا هئا نه ٻرهم سان ڪين پنکو هڻندا هئا، سنت
جڏهن اُلي پاڻ ۾ روح رهاڻ ڪندا هئا نه اها ڏيان سان
ويهي ٻڌندا هئا. شام جو سنتن کي کهاڻي سڀ ليئي واپس
اچي ستسنگ لاءِ آسڻ وڇائيندا هئا.

ٻئي چيلارام جن اچي ستسنگ ڪندا هئا. ڪيترا شهر
جا پريمي اچي ستسنگ ٻڌندا هئا.

اهڙي طرح هر روز سنتن مهاتمائن جي شيوا ڪندي

جڏهن ستگورو مهاراج جن جي اوستا ٻارهين ورهين جي ٿي لڳي، تاريخ ١٣ آکاڙ، سنبت ١٩٥٤، ڏٿي پورنماسي، برابر ٦ جولاءِ سنه ١٨٩٧ع، ڀڳت چيلا رام جي گهر پنجين پٽر سوامي گوال رام جو جنم ٿيو. ڏوم ڏام سان ڇٺي ڪئي ويئي. مهراج گرڌاري لال ٻالڪ جون ريکائون ڏسي چيو ته هي ٻالڪ به وڏو هري ڀڳت ٿيندو.

ٻالڪ گوال لال جو سڀاءَ به ننڍڙي هوندي کان ئي نرمل ۽ ساتيڪو هوندو هو. اِنڪري سارو گهر سرڳ سمان ٿي پيو:

**دوهرو- آگياڪاري پٽر هو، پتورتا هو نار**
**ڌن سچ ڪا، سنتوش من، چار سرڳ سنسار.**

**ارٿ:-** جنهن گهر ۾ پٽر آگياڪاري، استري پتورتا، ۽ ڌن، سچ جي ڪمائيءَ جو آهي؛ جتي من ۾ سنتوش ۽ شانتي آهي، اُتي اُنهيءَ ٻهر سرڳ آهي؛ يعني اُتي سک آنند سان وقت گذري ٿو.

پر جتي اِنهن ڳالهين سان گڏ، ستسنگ ۽ هري ڀڄن هجي، ته اُهو گهر وري مها سرڳ بڻيو پوي. سو ڀڳت چيلا رام جن جي گهر اِهي سيئي ڳالهيون موجود هيون، ۽ ڀڳوان جي ديا سان چارئي پدارٿ پراپت هئا.

هڪ ڀيري، سنت پد پوري سنياسي لاڙ جي پاسي جو تنبوري تي ڀڄن ڪندو هو، سو گهمندو گهمندو ڪنڊياري ۾ ڀڳت صاحب جن جي آستان تي آيو. ستگرو مهاراج سنت کي ڏسي خوش ٿي، وڏي آدرستڪار سان سنت جي شيوا ۾ لڳي ويا. منجهند جو سنت آرام ڪري اُٿيو، ته پاڻي پي تنبورو ڪڍي، ويٺو ڪيرتن ڪرڻ. ستگرو مهاراج به ڪنجهيون ڪڍي ويٺا وڄائڻ. سنت اِهڙو ته پريم سان ڪيرتن ڪيو، جو شهر جا ڪيترا ماڻهو ڀڄن ٻڌڻ آيا ۽ برابر ٻه ڪلاڪ ڪيرتن

جي موج ورتائون. وري رات جو ٻه سمت ڏاڍي پريم سان ٽيهوُ ري لي ستسنگ ڪيو. اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج پريم سان سنتن جي شيوا ڪندا رهيا، ۽ هري ڀڄن ۾ چولڊا ويا. ٻارهن ورهين جا ليا ته ڪين وڏي پور پڪ جٽيو ٻالو ويو. ستگورو مهاراج تيرهن چوڏهن سالن جا هئا جو سائين آسُو رام صاحب جن ڪنڊوءَ جي اسڪول ۾ هيڊ ماستر لي آيا. ڀڳت چيلارام جن جي شيوا ۽ پريم جي هاڪ ٻڌي آستان لي آيا. ڀڳت صاحب سائين آسُو رام جن کي آدرسڪار سان آسڻ لي وهاري، پريم ۽ شرڌا سان سندن شيوا ۾ لڳي ويا. سائين آسورام صاحب اُن وقت ۽ وري رات جو ڏاڍيءَ موج سان ستسنگ ڪيو. سندن پريم ۽ اُتڙ وارو ستسنگ ٻڌي، ڀڳت چيلارام جن کين پرارٿنا ڪئي ته ڪرپا ڪري، روزانو هتي اچي، پنهنجي مڌر وچنن جي امرت ورکا ڪريو، جو اسان کي ۽ ستسنگين کي ڏاڍو آنند اچي رهيو آهي. اها پرارٿنا سائين آسورام جن سوڪار ڪئي ۽ روزانو ڀڳت صاحب جي آستان لي ستسنگ ڪرڻ ايندا هئا. ستگورو مهاراج جن به وڏي چاهه ۽ ڌيان سان ستسنگ ٻڌندا هئا.

قدرت سان اُن رات، ستسنگ ۾ ٻه ستگرو ڪرڻ جي وارتا هلي. سنتن چيو ته ستگروءَ ڪانسواءِ آتما جو ساکياتڪار ڪين ليندو ۽ ديهه ڌاري ستگرو ڪرڻ بلڪل ضروري آهي. ستگرو برهم نيشٽي ۽ برهم سروتري هجي، يعني ڪيس شاسترن جو به گيان هجي ۽ پنهنجي آتما ۾ به نيشٽا هجي. اهڙي گروءَ جي سنگ سان جگياسوءَ جو جلد اڌار ٿئي ٿو. اها ڳالهه سنتن ڀڄن ۾ درشٽانت پرماڻ ڏيئي سِڌ ڪيا. اِها وارتا ساريءَ سنگت ٻڌي. ٻئي ڏينهن سوامي آسورام صاحب کان وڏيءَ اُتسار نام جو اپديش ولي کين ستگرو ڪيو. ماتا ڪرشنا ۽ ڀڳت چيلارام جن ٻه ڏاڍو مجوش

تيا. سوامي آسورام صاحب جن اسڪول جي ڪمر ڪان فار
تي هر روز اچي ستسنگ ڪندا هئا.

ستگرو مهاراج به نت نيم سان گهر جو ٻاٽي پري ڏاڍي
پريم ۽ شرڌا سان سنتن مهاتمائن، مهمانن ۽ مسافرن جي شيو
ڪندا رهيا ۽ جيڪو وقت شيوا کان بچندو هون سو ڪڏهين
باغيچي ۾، ته ڪڏهين درياهه جي ڪناري تي، يا شمشان
يومي ۽ قبرستان ۾ ويهي ايڪانت ۾ نام جو ابياس ڪندا
هئا. ڪڏهن ته ويهي پنهنجي ناهي ڳائيندا هئا. اهڙيءَ طرح،
سنتن جي شيوا پنهن ڪندي، ستگرو مهاراج جن جي اوستا
سورهن ورهين جي تي ته ڀڳت چيلارام جن جو سرير پ.ا.و
تيرٿ لڳو ۽ تاريخ ١١ ڪتي سنبت ١٩٦٠ تي ڀڳت صاحب سيني
ستسنگين ۽ پريمين کي گهرائي چيو ته ابا تاريخ ١٧ ڪتيءَ
جي پرڀات جو ۴ بجه، اسين هيءَ ديهه روپي جونو گهر
تياڳي، پنهنجي امر ابناسي گهر ڏانهن ويندا سون. هن شرير
جي ياترا اچي پوري تي آهي. جنهن ڪم لاءِ هن سنسار ۾
آيا هئاسون، سو پورو ڪري چڪا آهيون. تنهن ڪري
اوهان ڪوئي خيال نه ڪجو. توهان به جنهن ڪم لاءِ آيا
آهيو، سو پورو ڪري اچي اسان سان ملجو. باقي ڇهه ڏهاڙا،
اوهان سڀ ستسنگي، جيڪي سنت مهاتمائون هتي رهيل
آهن، تن سان ملي رات ڏينهن ستسنگ جي موج مچايو، ۽
ٺهلرام سان ملي ٻاهرين سنتن ساڌن ۽ مٺن مائٽن کي چٺيون
لکي گهرايو، ته پڇاڙيءَ جو اچي درشن ميلو ڪن.

اها ڳالهه ٻڌي ستگرو مهاراج، ستسنگي ۽ گهر جا ڀاتي
ڳهبرائجي ويا. پر پوءِ ٺهلرام سان ملي سيني سنتن مهاتمائن
مٺن مائٽن کي چٺيون لکيون ويئون. ان ٽن ڏينهن ۾ اچي
ٺي گڏ تيا. ڀنڊارو ۽ ستسنگ برابر ١٥ تاريخ تائين، ۵

٢- ڇا تو آڻدو ڇا نيندين اُدا - سڀ ماڙيون محل ڇڏيندين اُدا
ڪجهه ساڻ ڪڻي نه ويندين اُدا -
ڪر ايڏو ڪين پسارو تون

٣- هي جهُونو سڀ جنسار اٿي - سڀ مطلب جو پروار اٿي
سچو ساڪي سرجڻهار اٿي - جنهن پانهنجو موکيو دوارو تون

٤- چوي چيلو سندر ويلو ٿئي - مليو مانش جنم سُهيلو ٿئي
هٿ گهڙي پلڪ جو ميلو ٿئي -
وٺ ساڌ سنگت جو لاڙو تون •

هن پڇين ۾ مهاراج جن پنهنجي پتا کي عزت ڏيڻ لاءِ
جڏهن سندن لالو وجهي ڳائي بس ڪيو، تڏهن سيئي ستسنگي
ڏاڍو خوش ٿيا • تنهن کانپوءِ، يڪت چيلارام جن هٿ جوڙي
ساريءَ سنگت کان موڪلايو • پوءِ پٽ تي آسڻ وڇائي
سمهي پيا ۽ مٿان چادر پائي ”شووهم“ ڌني وٺي لڳائي •
پوري ڇهين بجه پرڀات جو پرلوڪ پڌاريا • بارهين بعد،
ٿهلرام مهاراج جن کي چيو ته هينئر دوڪان ۽ گهر جو ڪم
تون سنڀال • مان پنهنجي ۽ باغن وغيره جي سنڀال ڪندس •
ستگورو انهن ئي ڪرڻ لڳا • رات جو ستگرو مهاراج جن
تلهي تي ويهي ستسنگ ڪرڻ لڳا • اڳ ۾ ڪڏهن به انهن
ڪلي طرح ستسنگ ۾ ويهي ڪونه ڳائيندا هئا • هاڻي پاڻ
ستسنگ ۾ ڳائڻ لڳا • ستگرو مهاراج يڪتاري تي ڳائيندا
هئا • پائي آسورام سولارو ۽ ٻيا ستسنگي دلا ڪرتال
ڪنجهيون ۽ ڍولڪ وڄائيندا هئا • هر روز رات جو ستسنگ
جي اهڙي ته موج مچندي هئي جو سارو تلهو ته خلق سان
ڀرجي ويندو هو، پر ساري بزار به ڀرجي ويندي هئي •
هڪ ته ستگرو مهاراج جن جو آواز هوندو هو تمام مٺي، منو
۽ سريلو، ٻيو وري ستسنگ ۾ چوندا هئا پنهنجا تاهيل ويراڳ

۽ مستيءَ پريا ٻچن، سو جيڪي ٻه ٻڌلدا هئا، سي پنهنجا ڪر ڪاراون ڇڏي اچي اُلي پيهندا هئا.

جيڪي جوڪرا لنڊي هولدي ستگورن سان رالدا ون ڪندا هئا، سي ٻه لب لبر سان ستسنگ ۾ اچي شامل ٿيندا هئا، ۽ سويل صبح جو اچي مهاراج جن سان گڏجي پاٺي پڙهندا هئا. ٿهن ڪاڻءِ سنتن جي شيوا ڪري وڃي پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳندا هئا. ستگرو مهاراج جن ٻه گهر جو پاڻي ڀري، سنتن جي شيوا ڪري، پوءِ وڃي دوڪان کوليندا هئا.

ٻر چمت جا اهڙا آڌار هئا، جو جيڪو دوڪان تان سودو ولڻ ايندو هو، ٿنهن کي شيون مرنديءَ آگهه ۾ ئي ڏيئي ڇڏيندا هئا. ساڌن، شيون کي ٻه ٻدا تور تڪ جي، جيڪي گهرلدا هئا، سو ڏيندا هئا. اوڌر ٻاڌر لکندا ئي ڪونه هئا. جي ڪوئي پاڻيهي پيسا ڏيئي وڃي ته واهه، نه ته سڪرءِ ڪنهن کان گهرلدا ڪونه هئا. ڪو ساڌو سنت اچي لڪتو ته گراهڪ کي ڇڏي ٻه وبهي اُن سان رهاڻ ڪندا هئا؛ گراهڪ کي چولدا هئا ته جيڪي آلدو اليئي سو آسڻ ئي ڇڏي، جيڪي کپيئي سو ٻاڻ توري ڪڻي وڃ. ٻاڻ ڏالهدس نهاريندا ٻه ڪونه هئا.

چور ستت مهنا گذريا. ساري شهر ۾ ڳالهه وار نه پيمت ڄبلارامجي دوڪان ئي هرڪا شيءِ سنيءَ سستي پيئي ملي؛ بعلي نه تور تڪ جو حساب ٻه ڪولهي. اوڌر ٻه ڏي يا نه ڏي. الين گراهڪ وڌي ويا. شيون جو تعداد ٻه وڌي ويو. آخر، ڪن وڃي ٽهلرام جا ڪن ڀريا نه ڀائين دوڪان ئي لٽاني ڇڏيو اليئي. ٽهلرام جاچ ڪئي. ڳالهه ته سچي ٿئي. کيس ڪاوڙ لڳي، ۽ وڃي ماتا ڪرشنا کي ٻڌايئون

ته جهڳي جي ڪا خبر ئي اٿيئي ته دوڪان ڪيئن پيو هلي. تنهنجو ڀڳت پٽ سدا وقت لڳائي ويٺو آهي. دوڪان لٽي، سڀ ڪري ڇڏيو اٿس. فقيرن جا ٽولا ويٺا ٿي ونيا اٿس. اوهان ڪي جي ڀڳتي ڪرڻي آهي ته ٻئي ماءُ پٽ وڃي ٽڪاڻي ۾ ويهو.

ماتا ڪرشنا ٺهلرام کي ڪاوڙ مان ڏسي چوڻ لڳي، پٽ، تون ڪو خيال نه ڪر. ڀڳت کي ڪجهه نه چئج. مان کيس ڀاڳيهي سمجهائي ڇڏينديس. تون دوڪان تي مال جاچي ڏس ته ڪيئن آهي. ٺهلرام دوڪان تي وڃي سمورو مال نظر مان ڪڍيو، ۽ دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته مال ته وڌيڪ، بلڪ ايٽو ڏيٺو نظر پيو اچي. ڪٿي اوڌر تي ته مال ڪين وٺي آيو آهي. مهاراج جن کان پڇڻ لڳو ته هيترو مال پئسا ڏيئي وٺي آيو آهين يا ڪنهن وٽان اوڌر تي آندو اٿيئي؟ مهاراج جن مشڪي چيو ته هيءُ سڀ مال دڪان جي وڪري جي پئسن مان ئي آندل آهي؛ اوڌر هڪ پائي به ڪنهن وٽان ڪانه ورتي اٿئون. ستگرو مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي، ٺهلرام حيرانيءَ ۾ پئجي ويو ته سدا ورت هلائيندي به ڪو نقصان ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي. جيائين هاڻي جيئن وڻيس تيئن پيو دوڪان هلائي.

ستگرو مهاراج جن بلڪل ساڳئي نموني دوڪان جو ڪاروبار هلائيندا رهيا. سنتن جي شيوا ۽ ستسنگ به ڪندا رهيا. اهڙيءَ طرح ڪجهه وقت گذري ويو ۽ جيئن پوءِ تيئن ستگرو مهاراج جن جو چت ڀڳتي، ويراڳ ۽ ڌيان جي ڌيان ۾ وڌندو رهيو.

روز شام جو ٥ بجه دوڪان بند ڪري، درياهه جي ڪنڌي تي وڃي ايڪانت ۾ ويهي سماڌي لڳائيندا

هئا. جيئن مٿيل سماڌي کلندي هئي، تيئن مٿيل واڄي ٻُڌن لاهيندا هئا. سڀ ٽي گهر اچي آسڻ وجهائي، ستسنگين کي چوندا هئا ته ڍولا، ڪتارا ۽ سارنگي آڻيو ته ستسنگ ڪرايون. ستسنگي سارنگي آڻيندا هئا ۽ ستسنگ شروع ٿيندو هو. ٻه ٽي ڪلاڪ کن پيا هلائون. ستسنگ ڪندا هئا، ۽ پوءِ ستگرو مهاراج جن پنهنجي موج مچائيندا هئا.

سوامي گوپال لال جن، ڀائي ڀالڻ رام ۽ پيا پرامي مهاراج جن کي ٻليان وڄائيندا هئا. ائين، ستسنگ جي رونق وڌندي ويئي.

هڪ ڏينهن سڀئي ستسنگي ۽ آنالند، پرمانند، منگهن رام، اوم پرڪاش، لالو رام، ڀالو رام، راڄو رام، ٺاڪر رام ۽ آسو رام سونارو ۽ رامون مل اچي مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته، هي ٻيراڳ، هي ٿلهو ستسنگ لاءِ تمام ننڍو آهي. آگيا ڏيو ته ٿلهي کي ٻاهر جي پاسي ٽورو وڌايون. ستگرو مهاراج جن فرمايو ته، ”ابا، جيئن اوهان جي مرضي ۽ ڀلي وڌائي ڇڏيو.“

سڀني ستسنگين پاڻ ۾ مٽي صلاح ڪئي ته ڏينهن جو هرڪو وڃي پنهنجو پنهنجو ڪم ڪري، باقي رات جو ۱۰ بجه ستسنگ سماپت ٿيڻ بعد ٿلهي جو ڪم شروع ڪيو وڃي. ٿلهي لاءِ گهربل سامان وغيره کٺو ڪري رکيو ويو. رات جو ۱۰ بجه ستسنگ سماپت ٿيڻ کانپوءِ، اٽڪل ڏهه ستن کن پريمي مليا، ٿلهو ٺاهڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن اچي ڏسڻ لڳا. ڪلاڪ کن کانپوءِ سڀني ستسنگين ستگرو مهاراج جن کي عرض ته ڪرپا ڪري، اوهين وڃي آرام ڪريو. اسين ٿلهو تيار ڪري، اوهان کي سڏ ڪنداسون. مهاراج جن وڃي آرامي ٿيا، ساري رات ڪم ڪري، پرڀات جو ۵ بجه ڌاري ٿلهو ٺاهي

ستسنگين وچي مهاراج جن کي هٿ جوڙي چيو ته، پريڀو، ٽلهو تيار آهي؛ ڪرپا ڪري هلي ڏسو. ستگرو مهاراج جن ٽلهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا، ۽ سڀني کي آسيس ڪري چيائون ته آبا، هاڻي اشنان ڪري، روٽي کائي پوءِ پنهنجي جاءِ تي وڃجو. ائين ئي ٿيو. ستگرو مهاراج ٻه لوٽو کڻي، درياهه جي ڪناري تي ايڪانت ۾ ڀڄن ڪري جاءِ تي آيا. صبح جو، ماڻهو نئون ٽلهو ڏسي، اچرج ۾ پئجي ويا، ۽ سوچڻ لڳا ته هيءُ ٽلهو راتو رات ۾ ڪيئن نهي تيار ٿيو. ڪي پريمي ته ڏاڍو خوش ٿيا، پر ڪن کي ايرکا سبب ڳالهه ڪين وڻي. ان وچي شهر جي مکيءَ، پنهنجن ۽ ٽپدار کي چيو ته، سڀني بي قاعدي ٽلهو ٺهرايو آهي، جنهن ڪري بازار ۾ سوڙهه ٿي پيئي آهي؛ سو هاڻي روبرو ڏسو. بس- ئي مکيه پنچ ۽ مکي، ٽپدار سان گڏجي، ٽلهو ڏسي هليا ويا. جڏهن ١١ بجي ڌاري مهاراج جن دوڪان کولي اچي ويٺا، ته ٽپدار اچي کين چيو ته توهان هي ٽلهو بي قاعدي ٺهرايو آهي؛ سو اڄوڪي ڏينهن ۾ ئي ڍهرائي ڇڏيو، نه ته، قاعدي جي ڪارروائي ڪئي ويندي. ايترو چئي، ٽپدار هليو ويو. سڀ لئي مهل ستسنگي آيا ته مهاراج جن کين سموري حقيقت کان واقف ڪيو، ۽ ڪالهه سندن رايو پڇيو. ستسنگين هٿ جوڙي چيو ته، هي پريڀو، چئو ته انهيءَ باري ۾ مکيءَ سان ڳالهايون يا نون هالن جي مختيارڪار کي درخواست ڪريون. ستگرن چيو ته هينئر ستسنگ جي مهل ٿي آهي. ساز کڻي اچو ته ستسنگ شروع ڪريو. ستسنگ بعد، اوهان کي ٻڌائيندا سون. ستسنگ پوري ٿيڻ تي، پريمين کي سڏي چيائون، ته مکي ۽ ڪي پنچ ته ٽپدار سان ساڻ آيا هئا. ونن وڃڻ جو ڪو ضرور ڪونهي. اوهين ڪوئي خيال نه ڪريو.

ٻئي ڏينهن، صبح جو ستگرو مهاراج جن ١١ بجي درياهه

ٽان اشنان پاڻي ڪري، موٽي گهر اچي ڏسن ته ٽلهو ڏلو
پيو آهي، ۽ ماتا ڪرشنا ڏر ٿي پيلي ٿيا ري. بابا ڪان
ڇپيائون ته ٽلهو ڪهڙ ڏاهي رکو. ماتا چيو ته پٽ، ٽنهنجي
وڃڻ ڪاڻ پوءِ، ٽهدار، ان ٽن ٻڌڻ کي ساڻ ڪري، ٧-٨
مڙد ولي آيو ۽ ٽلهو ڏهرائي ويو. مون گهڻو ئي منع ڪئي مان،
پر هنن منهنجي هڪ به نه ٻڌي. ماتا جي اها ڳالهه ٻڌي،
ماتا کي چيائون ته ڪالهه چنتا نه ڪريو. پوءِ پاڻ وڃي دڪان
کوليائون. ٽلهي ڏهڻ جي خبر ساري شهر ۾ ڦهلجي ويئي.
شام جو سيئي ستسنگي ستگرو مهاراج جن کي پيران پئي چوڻ
لڳا، ته هي ٻرهؤ، ٽاهر ته ڏاهي ويا، هاڻي جتي آڳيا
ڪريو اُتي ستسنگ لاءِ آسڻ وڇايون. چيائون ته آيا، ان جاءِ
لي ٽي سرؤن پري ڪري پٽ سنئون ڪري فراش وڇايو.
اها آڳيا پائي، ستسنگي ١٠-١٥ منٽن اندر، پٽ سنئون
ڪري، فراش وڇائي، ساز کڻي آيا. پوءِ واهي ستسنگ
شروع ڪيائون، ۽ هيءُ ٽئون پٽڻ لاءِ ڳائڻ لڳا.

## راڳ اوڙاٿو پيروي

ٽل- ٽون سرؤ وياپڪ آهين- ڪٿي ڇوان ٽون ٽاهين
١- ڪالي پوڳ وشيه کي پوڳين- ڪالي جوڳ ڪمائين
ڪالي مون ڪرين آو مولي- ڪالي هرگن ڳائين
٢- ڪالي ٽاڪر ٻڄي ويهين- ڪالي پروڳ لڳائين
ڪالي ديول مڙهيون پوڄين- ڪالي مندر ڏاهين
٣- ڪالي در در ڀيک منگين او- ڪالي شاهه سڏائين
ڪالي لوڙت نيار ڪرين ٽو- ڪالي حڪم هلائين
٤- ڪالي نياڻ ٽسي ٽڪرهي- ڪالي ڪرم ڪمائين
ڪالي پرگهٽ ٻاڻ ڪرين او- ڪالي ٻاڻ ڇپائين
٥- ڪالي گيان گرو ٽسي ويهين- ڪالي چيلو چوائين
ڪهي ٽيئون هر رنگ روپ ٽي- بابا کيل کيلائين.

سنگت پڇڻ سٺي، ٻئي ڀيرو ٻه مکڻ تي ويٺي ۔ ستسنگ کان
پوءِ ساري سنگت ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته آڳيا
ڪريو ته وري رات تي رات ۾، ٿلهو ناهي تيار ڪري
ڇڏيون ۔ تنهن تي ستگرو مهاراج جن فرمايو، ته ڀلا، جيڪا
اوهان جي مرضي، ٿلهو رالو رات وري نهي ويو ۔

ٻئي ڏينهن شام جو ٻه چار پنچ ۽ ٽيپدار، گدڙجي مهاراج جن
جي دوڪان تي آيا ۔ پنچ مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته ٽيپدار
ٿلهو ٻڌرائي ويو هو ۽ اوهان وري ڪٺي نهرايو ۔ انهيءَ لاءِ
هو اسان کي وٽي آيو آهي ته اسين اوهان کي سمجهايون ۔
اهو ڪم ٺيڪ نه آهي ۔ ڪرپا ڪري ٿلهو ٻڌرائي ڇڏيو،
نه ته اجايو بکيڙو ٿي پوندو ۔ سوامي جن کو جواب ڪونه
ڏنو ۔ ڪين وهاري، جل پان ڪرايائون ۔ پوءِ ته هو هليا ويا ۔
رات جو ستسنگين کي سمورو قصو ٻڌايائون ۔ هنن چيو ته
سائين، ٿلهو نهيو پيو هجي ۔ جي ڪٺي هوڏ تي چڙهيا ۽
ٻاهي ڇڏيائون ته وري ناهڻ ۾ گهڙي ويرم لڳندي ۔
صرف اوهان جي آسيس گهرجي ۔ سوامي جن مشڪي چيو
جيئن اوهان جي مرضي ۔

ستسنگي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي پنهنجي پنهنجي
گهر ويا ۔ صبوح ٽيڻ سان ستگرو مهاراج جن گهر جي ساري
شيوا پوري ڪري، درياهه جي ڪناري تي وڃي ايڪانت
۾ ويهي پڇڻ ڪرڻ لڳا ۔ هوڏانهن پائي نهلرام به بنين تي
هليو ويو ۔ پر ڪنهن ڪم سبب ٨ بجي ئي گهر موٽي آيو ۔
ڏسي ته دڪان جي ٻاهران فقيرن جون ٽوليون ويٺيون آهن ۔
گراهڪن کيس چيو ته اوهان جو ڀڳت ياءِ دڪان تمام دير
سان ٿو کولي، جنهن ڪري اسان کي ڏاڍي تڪليف ٿي
ٿئي ۔ توهان ڀڳت کي سمجهائي ڇڏيو ته آئينده دوڪان

صبح جو سويرو کولي، ۽ شام جو ٧ بجي تائين کليل رکي. گراهڪن جي دانهن ٻڌي، ٽهلرام ڏمرجي گهر آيو ۽ اچي ماتا ڪرشنا کي چوڻ لڳو ته هيڪس دڪان ١١ بجي ٿو کولي ۽ شام جو ٤ بجي ٿو بند ڪري، ڪيڏانهن ٿو وڃي ۽ ڇا ٿو ڪري؟ ائين ته دوڪان جو ڪم ڪيئن هلي سگهندو. مان هي هن کي چوان ٿو ته اوهان سدائين سندس پاسو ٿا کڻو. اڄ شام جو انهيءَ ڳالهه جي صفائي ڪبي. ائين چئي ٽهلرام هليو ويو. هوڏانهن ستگرو مهاراج جن ١١ بجي اچي دوڪان کوليو. اول نمبر کي ۽ پوءِ گراهڪن کي سودو ڏيئي روانو ڪيائون. ايتري ۾ ماتا ڪرشنا به دوڪان تي آئي ۽ اچي مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته ابا، هاڻي ڀائين ٽهل دوڪان بند ڏسي، اچي مون تي ڪاوڙيو. تنهن ڪري توهان دوڪان صبح جو سوير اچي کوليندو ڪر ۽ شام جو ستسنگ جي مهل کٽي بند ڪندو ڪر، جنهن ۾ هُو به راضي رهي.

ماتا جا اهي وچن ٻڌي، ستگرو مهاراج هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي ماتا، جي سچ ڪري پڇو، ته هاڻي منهنجو چت، هن وهنوار ۾ بنهه نٿو لڳي. مرضي آلم ته ڪٿي ايڪانت ۾ وڃي پرڀوءَ جو ڀڄن ڪريان. وري به جئن توهان آڳيا ڪريو تئن ڪريان. ماتا چيو ته چڱو، شام جو ٽهل گهر اچي ته صلاح ڪنداسون. ائين چئي ماتا گهر هلي وئي.

رات جو، ستسنگ کانپوءِ، ٽهلرام ماتا کي چيو ته هيڪس کي سڏ ڪريو ته پڇون ته دوڪان چڱيءَ طرح سان هلائيندو يا نه. ماتا مهاراج جن کي سڏ ڪيو. ستگرو ماتا ۽ ٽهلرام کي پيرين پئي، پرسان تي ويٺا. ٽهلرام مهاراج جن کي چيو ته هاڻي توهنجي ڪهڙي مرضي آهي؟ چڱيءَ طرح سان

ڪم ڪنديون يا فقط پڄتي ڪندين؟ تي ڪلاڪ مس تو دوڪان کولين ۽ گراهڪ پيا دانهون ڪن. ٻداءِ نه پيو سارو وقت ڪيڏانهن تو وڃين؟ دوڪان چڱيءَ طرح سنڀالين نه، واهه، نه نه اسين پيو ڪو بندوبست ڪريون. مهاراج جن ڪند هيٺ ڪري بلڪل ماٺ ۾ رهيا. تنهن تي ماتا، ٽهلرام کي چيو ته پٽ، نيٺون دوڪان جو ڪم برابر چڱي طرح لتو سنڀالي. انهيءَ ڪري منهنجي مرضي آهي ته هن تي پيو ڪو ڪم رک. ماتا جي اها ڳالهه ٻڌي، ٽهلرام مهاراج جن کان پڇيو ته پلا، ٻنين ۽ باغيچن جي سنڀال ڪندين؟ مهاراج جن جواب ڏنو ته جيئن اوهان چئو. ٽهلرام چيو ته چڱو سياڻي کان وٺي ٿورن ٻنين ۽ باغن جي سنڀال ڪج ۽ گهر جو پاڻي به پرج، گوال سنڀت ۽ مهمانن جي شيوا ڪندو ۽ مان دوڪان جو ڪاروبار سنڀاليندس. ڪڏهين ڪڏهين ٻنين ۽ باغن جي لگهباني به ڪري ايندس.

ٻئي ڏينهن، صبح جو سوير اٿي، گهر جو پاڻي پري، ماتا ۽ ٽهلرام کي پيرين پئي، جڏهن ستگرو ٻنين ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ٿيا، ته ٽهلرام کين چيو ته هاري لارين کان چڱيءَ طرح ڪم وٺج. باغ جي مهندارن کي به چڱيءَ ريت ڪم ۾ لڳائج، جيڪي وڻ ۽ ٻوٽا آنب وڻ اچن تنکي ٻريم سان رونبي ڪارائجو. باغ جي بلڪل ساوڌاني سان سنڀال ڪجو، جئن انب نه ڪاڄي وڃن. روٽي لوکي هر روز گوال اچي پيو پهچائي ويندو.

باغ شهر کان ميل کن دور هو ۽ ٻنيون وري باغ کان ميل کن پري هيون. ستگرو مهاراج جن سڌو باغ ڏانهن ويا ۽ ويٺڪ ۾ وڃي وينا. مهاراج جن سيٺي کي چيو ته اڄتي مان توهان وٽ رهي ڪم ڪندس. توهان هاڻي پنهنجي پنهنجي ڪم

جي سنڀال ڪرڻ. مون کي ۽ هڪ گليل ڏيو ته مان ۽ اوهڪ
ٻاسي وچي سنڀال ڪريان. نوڪرن چيو ته، سائين، اسين جو
وڻنا آهيون. اوهين وڻنا آلند ڪيو. سوامي جن چيو ته، ته،
مان ۽ ڪم ڪندس. آڳيا پالي سيٺي وڃي ڪم ڪي لڳا.

ستگرو مهاراج جن ٻه هڪ وڏي آلب جي وڻ هيٺان
گوڏي هيٺان گليل رکي ٻچن لاهي ويهي ڳائڻ لڳا. رکي
رکي پکين جي هڪلڻ جو آواز ۽ ٻئي خيالون ته جئن سيٺي
سمجهن ته پکين کي ٻيا نا هڪلين. اُئين ڪندي ۱۱ اُچي
لڳا، ته گوال لال روٽي ڪٽي باغ ۾ آيو. سوامي جن سيٺي
کي سڏي، گڏجي ويهي روٽي کاڌي. شام ٿي، موٽي گهر
آيا. آسڻ لڳل هو ۽ ستسنگ شروع ٿيو. باغ ۾ لاهيل ٻچن،
پنهنجي مڌر، پريم ۽ ويراڳ ڀرئي آواز ۾ ڳايائون. سنگت
۾ آلند جي لهر ڇانجي وئي.

ستسنگ سماپت ٿيو. آماللد ۽ ٻيا ستسنگي سوامي جن
کي چوڻ لڳا ته، سوامي جي، اوهان ته وڃي باغ وسايو ۽
اسين هتي درشن کان رهت رهجي وياسون، پر اسين اُلي
۾ ايندا سون.

بيو ته پراڻ، للهي لاء اُج وري پنهنجن اسان کي چيو ته
دهرائي چڏيو ۽ ڪٿ پٽ ته ڪريو. سوٽي هالي جئن اوهين
آڳيا ڪريو. اسان ته جئون نا ته ته ڏاهجي. مهاراج جن چيو ته
چڱو، جئن اوهان جي اِڇا. پوء، سيٺي موڪلائي، وڃي
گهرن پهڙي ٿيا. صبوح جو ستگرو ٽيئر پڻالدر باغ ڏانهن
ويا ۽ وڃي پنهنجي ڪرت کي لڳا. اُن ڏينهن ٽهلرام روٽي
ڪٽي آيو. سيٺي کي سڏي، روٽي کارايائين. روٽيء کان
پوء ٻيا سڀ هليا ويا، باقي سوامي جن ترسيا.

ٽهلرام کين ٻاڻ وت وڻاري چيو، ڏادوسنو. اُهڙيء طرح

باغ جي خبرداري ڪبج. ڀڳوان جي ڪرپا سان هن سال
ڦل به سٺا لڳا آهن.

ٻي ڳالهه ٻڌ، ٻنيءَ ڏانهن به ٿي آيو آهين؟ مهاراج جن
وراڻيو ته اڄ ٿي آيو آهيان. سيئي تمام سٺي نموني ڪم
پيا ڪن. اوهين ڪو خيال نه ڪريو. گرو مهاراج سڀ ڀلي
ڪندو. تنهن تي ٽهلرام چيو ته ٻنيون ٿورو ٻري آهن. توکي
ضرور تڪليف ٿيندي. ڀائي هاسارام جي ٻني اسان جي
ٻنيءَ ويجهو آهي. هو نه پيو ويندو. مان کيس چٺي ڇڏيندس
ته اسان جي ٻنيءَ جي به پيو سنڀال ڪبج. مان به ٽئين چوٿين
ڏينهن پيو ويندس. تون فقط باغ جي نگهباني پيو ڪبج.
ايترو چئي ٽهلرام موٽي دوڪان تي ويو.

شام جي ستسنگ کان پوءِ، سوامي جن آلمانند کي چيو
ته سياڻي به يڪتارا هٿ ڪري، باغ ۾ پهچائي وڃج. دلن
وڃائڻ وارا آئي آهن. ڪنهن مهل ويهي پڄن ڪبو.

سياڻي تي يڪتارا باغ ۾ پهچي ويا. ڪيرتن منڊلي لڳي
ويئي. سوامي جن پينگ ۾ ويٺي، رسيلي آلاپ ۾، سائينءَ
جا گڻ ڳائڻ شروع ڪيا. چنبڪ جي ڪشش تي؛ باغ جا
ڪمي ڪاسبي ڪم ڦٽو ڪري، اچي ويٺا رنگ ۾ رنگ
رچائڻ. باغ جو واهي ڀڳوان. سورج ديوتا پنهنجو تيج گهٽ
ڪيو. شام ٿي، موٽي گهر آيا. ڏسن ته ٽلهو ٻنو پيو آهي.
چيائون مڙيو ٽي ستسنگ ڪرڻو آهي؛ پٽ تي به ڇگو پيو
ٽئي. هيٺر ڳالهه کي ڇڏي ڏيو. جنهن ٻانو آهي، سو ڏاهيندو
به پاڻ.

هيٺر سوامي جن جي ادا روزاني ڪار تي پيئي. باغ ۾
وڃڻ، انب جي وڻ هيٺان ويهڻ، گليلا گوڏي هيٺان ڪري
ويهي گيت ڳائڻ، ڳائڻ ۽ رام کي ريجهائڻ.

ٻئي ڏينهن ساڍي ١١ بجي گوپال لال روئي ڪٽي آيو.
هميشه جيان سڀئي روئي ڪالي وڃي ڳڙ ڪري لڳا. مهاراج جن
گوپال لال کي چيو ته ڇيٽر گهر نه وڃج. ڪلاڪ کن آرام ڪري،
ڪلاڪ ڏيڍ ستسنگ ڪنداسون. تنهن ڪانپوءِ ڏينهن ۽ لڏندو،
پوءِ ڀلي گهر وڃج. جي پالو ٽيلارام ٻيئي نه چئجانس ته
ڏينهن لٿل هو، تنهن ڪري باغ ۾ آرام ڪيم. گوپال لال
چيو جنهن اوهان جي آڪيا. تنهن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج ۽
گوپال لال جن ڪلاڪ ڏيڍ آرام ڪري ستسنگ شروع ڪيو.
ڊڪ ٻڪتارو مهاراج جن ٻاڦ وڃائڻ لڳا ۽ پيو گوپال لال
کي ڏنائون. مزور ميهدار به ڪم ڇڏي اچي ٻڌڻ ويٺا.
ستگرو مهاراج جن ٻڌڻ جي موج ۾ اچڻ ته مدد لي ويا، جو
ڪالهي ڪم ڪار ٻيئي پوڙهن نه شهر ۾ آهيون يا باغ ۾.
ستسنگ کان پوءِ مهاراج جن گوپال لال کي چيو ته هاڻي ڏينهن
لڙيو آهي، تون ڀلي گهر وڃ. اهترو چئي ٽليل ڪٽي وڃي سائين
آپ جي وڏ ڪيان ٻڌڻ لاهي ڳالهه لڳا. اهتري ۾ آلهالند
سان ڪل شهر جا ١٠-١٥ برهمڻ باغ ۾ آچي لڪتا. ڏسن ته
ستگرو مهاراج جن ٻڪتارو ڪٽي ٻڌڻ ويٺا ڳائين. باغ جا
مهندار، مزور ڪم ڇڏي ويٺا دلا وڄائين ۽ ڳائين. ٻکي به
باغ جا آپ ڪالي ويٺا منيون منيون ٻوليون ٻولين. رمڻيڪ
نظارو هو. سڀئي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي ٻڌڻ ٻڌڻ
لڳا. ڪلاڪ ڏيڍ ڪانپوءِ ستسنگ سمايت ٿيو، ته مزور ۽
مهندار هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا ته جلدي ڪريو، آئو، ٻکي
باغ جا آپ ٿي ڪاٽي ويا. جي اتا ڪم پاڻي ٽيلارام کي
ٻڌي ته اساجو خير ڪولهي. پوءِ ته سڀئي دوڙ پاڻي ٻڪين
کي هڪلڻ لڳا.

ستگرو مهاراج جن سڀني برهمڻ کان پڇڻ لڳا ته، آپ،

توهان هيڏيءَ مهل باغ ۾ ڪيئن آيا آهيو. پريمي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته، هي پريڀُو، آنمانند ڳالهه ڪئي ته اوهان هر روز باغ ۾ به ستسنگ ڪندا آهيو. سو اسان اڄ پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته هلي باغ ۾ ستسنگ ٻڌون ۽ اوهان جو درشن به ڪريون. پريڀُو، هٿ ته اهڙو آنند لڳو پيو آهي جو هاڻي اسين به روز هتي ستسنگ ٻڌڻ ايندا سون. مائٽ ته اڳيئي پيا گهٽ وڌ ڳالهائين ۽ چون ته ڀڳت وٺي نه وڃو، پر اسان جي دل ته لائين ٿي چاهي ته سدائين اوهان سان گڏ وينا هجون. ايترو چئي مهاراج جن ڪنان آگيا وٺي سيئي پنهنجي گهر آيا. اُن بعد، ستگرو مهاراج جن به لهر جو ڪنارو ڏئي گهمندا ڦرندا، سڀ لئي مهل گهر موٽي اچي ڏسن ته تلهي جون سرون به ڪولهن، مٿي به نئري پڪڙي پيئي آهي ۽ ستسنگي مٿي گڏ ڪري وينا پٽ کي سنئون ڪن. اهو رنگ ڏسي ستگرو مهاراج جن مشڪي پريمين کان پڇڻ لڳا ته، اَبا اڄ به سرون ڪٽي ويا آهن ڇا؟ تنهن تي پريمي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته سائين اڄ منجهند جو تپدار گاڏي وٺي آيو ۽ سرُون ڪٽائي ويو. چئي ويو آهي ته حد دخلي ڪري وينا آهيو. مان اها رپورٽ سپاٽي هالن ۾ وڃي مختيارڪار کي ڪندس. مهاراج جن ڇهو خيال نه ڪريو. جيئن ايشور جي اڇا هوندي تيئن ٿي ٿيندو. توهان فراش وڇائي ساز ڪٽي اچو ته ستسنگ شروع ڪيون. ستسنگي ساز ڪٽي آيا ۽ ستگرو مهاراج جن ستسنگ شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن باغ جي سنڀال به ڪندا هئا ۽ نت نيم سان ٽي دفعا، صبح شام ۽ رات جو ستسنگ به ڪندا رهيا.

هوڏانهن، نهلرام دڪان جو پورتاميل ڪرڻ لڳو ته ڏسان ته نفعو آهي يا نقصان آهي. تن ڏينهن ۾ مال سنيالي، ايڪو

ناهي ڏسي ته اڳين سال کان ڏيڍوڻو نفعو ٿيو آهي. ايترو فائدو ڏسي، اچرج ۾ پئجي، دل ئي دل ۾ پڇتائڻ لڳو ته اجايو ماتا ۽ ڀڳت کي پٺي ڳالهايو اٿم. وڏي ڀل ڪئي اٿم. گهر وڃي، ماتا ڪرشنا کي پيرين پئي ٻڌائڻ لڳو ته ماتا، دڪان ۾ ڏيڍوڻو نفعو ٿيو آهي. مون اجايو اوهان ٻنهي کي پٺي ڳالهايو آهي. مونکي معاف ڪريو، پر نفعي جي ڳالهه ڀڳت سان نه ڪجو؛ دل ۾ رکجو.

ڏهن پندرهن ڏينهن کانپوءِ ڪن ماڻهن وڃي ٺهلرام کي چيو ته توهان جي باغيچي ۾ ساڌو رهيا پيا آهن. سڄو ڏينهن ستسنگ لڳو پيو آهي. ڪم ڪتو ڪري وٺا ستسنگ ٻڌن. پنهنجي مرضيءَ ئي ڪو ڪم ڪن ته واهه، نه ته اهس. سڄي باغيچي جي ميوات پکين کائي ناس ڪري ڇڏي آهي. توهان کا خبر به لڌي آهي ته باغ جا ڪهڙا حال ٿيا آهن؟ اعتبار نه اچيو ته اچ ٢ بجه منجهند جو وڃي باغ ۾ وڃي ڏسجو، ته ڪهڙو نه تماشو لڳو پيو آهي. ٺهلرام اهو ٻڌي وڏي ويچار ۾ پئجي ويو. چيائين چڱو، اچ مان پاڻ وڃي باغ مان گهمي ڦري ايندس. ٺهلرام جو آواز ٻڌڻ سان باغ جا مزور ۽ مهندار گليليون کڻي، ڊوڙ پائي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ويهي پکين کي ڌڪاڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن ۽ سواءِ گوال لال يڪتارا پٽ تي پاسيرا رکي، ڪنڌ هيٺ ڪري، چپ ڪري ويهي رهيا. ايتري ۾ ٺهلرام گهٽ وڌ ڳالهائيندو اچي ٻنگلي جي جاءِ تي پهتو. مهاراج جن ۽ گوال لال کيس پيرين پئي پاسيرا ٿي ويٺا. ٺهلرام ڪاوڙ مان ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته سارو باغ پکين کان کارائي ناس ڪري ڇڏيو اٿئي. هتي به سڄو ڏينهن ستسنگ لڳائي ويٺو آهين. توهان پئي پاڻ ته ڪم ڪونه ٿا ڪريو، پر مزورن ۽ مهندارن جو

۽ خالو خراب ڪري ڇڏيو اٿو. دل ۾ ويچار ڪري ڏسو ته لائين ڪاروبار ڪيئن هلندو. ايترو ڇٽي، مزورن ۽ مهندارن کي گهرائي سخت ڇنڊ ڪڍيائين ۽ چتاءُ ڏنائين ته جي اڳتي ڪم ڇڏي اچي ستسنگ ۾ ويندا ته هڪڙي پائي به اوهان کي ڪين ڏيندس. جيڪو نقصان پوندو سو به اوهان کان ڀرائي وٺندس. جي اوهان کي ستسنگ ڪرڻو آهي، ته وڃي نڪاڻو وسايو اڄ ٻون کي پنهنجي سڄي ليت ٻڌايو، ته ڪم ڪرڻو اٿو يا نه.

سيٺي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته سائين، اڄ اسان کي معافي ڏيو، آئينده اسان لائين ڪو نه ڪنداسون. تنهن ڪالپوءِ ٺهلرام سارو باغ گهمي ڏٺو. ڏٺائين ته پکين تمام گهڻو نقصان ڪيو آهي. سو دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته هاڻي ڇا ڪجي. ويچار ڪندي، گهر موٽي آيو. ماتا ڪرشنا کي سارو حال ٻڌائي چيائين ته جي اوهان جي مرضي هجي ته باغ ۽ ٻنيون وڪڻي ڇڏيون. ماتا ڪرشنا چيو ٻچڙا، تون ڪوئي خيال نه ڪر. شام جو ڇوڪرا گهر اچن ته ڪين سمجهائيندس. ٺهلرام پوءِ دڪان ڏي هليو ويو.

هوڏانهن ستگرو مهاراج ڄڻ گوال لال کي چيو ته اوڻ هاڻي جلدي گهر وڃي سنتن جي شيوا ڪر. پاڻ گليل کڻي، هڪ انب جي وڻ هيٺان وڃي ويٺا. ڇا ڏسن ته هڪ طوطو وڻ جي هڪ ٽاريءَ تي وينو مٺي ٻولي ٻولي. ستگرو طوطي ڏي نهاري هيءَ پڇڻ لاهي ڳائڻ لڳا.

## راڳ ڪلسو پڙهن

ٿل - ٻڌن جي ٻـاغ ۾ طوطو - مٺـا لـٽ ٻـول ٿـو اولي
١- ٻـڪي ڦـن ٻـار جو آهي - آيـو ڦريڻون هٿي ڪاهي
ڏلڪ ٿنهنکي نه لو لـاهي - اڱـي ٻـارهـن ٻـن اولي
٢- ٻکي مهمان جماڻج لـون - وڃن وڄهـو ـچاڻـج لـون
ملي ڪا موج ماڻج لون - اڱـي جبين آنـدر جولي
٣- ڪٿي آيـو خبر ڪـالـي - ٻتراڻ جي ٻـار جي ٻـالـي
لنوڻن ڏينهن رات جا لالي - ٻـڌج سـا ڪن ٻئي ڪولي
٤- ڪهي ٽيئون نپي ڏئي - ٻسج سـو ٻـاڻ ۾ ٻيهي
ڏسي هڏ ماس جي ڏيهي - ٻـاسي نا لـون ٻڃ ٻولي ٠

ر اهو پڙهن جڏهن ٻرلم ۾ اچي مڏر سر سان ڳائڻ لڳا تڏهن سڀ هاري ، مزور وري ۽ ڪم ڇڏي ڊوڙي اچي پڙهن ٻڌڻ لڳا . جڏهن ستگرو مهاراج جن پڙهن ڳائي بس ڪيو تڏهن ڪين چوڻ لڳا ته ٻاني هيٺئر اچا ٻائي نهلرام جن اوهان سڀني کي گهمت ۽ڏ ڳالهاڻي ۽ سمجهائي وڃا آهن تـڏهن ۽ اوهان ڪم ڪار ڇڏي وري اچي پڙهن ٻڌڻ وڃا آهيو ؛ تـڏهن سيئي هاري مزور ، مهندار مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي ٻريو، سچ ڪري ٻڇو ته جئن ۾ ڄ ۾ سري ڪرشن ڀڳوان جنهن وقت مڏر مرلي ڪٽي وڄائيند هو تنهن وقت ساري ٻرج جون گوپيون ، ڳوال ٻـال ڀڳوان جي مرلي ٻڌڻ سان گهر ٻار ۽ سڀ ڪم ڪار ڇڏي ، لوڪ لڄا لاهي ٻرابر ۾ مکن لي اچي ڀڳوان جي مرلي ٻڌندا هئا جن کي رات ڏينهن ۽ سرابر جي سڌ ڪانه ٻولدي هئي ته گهر ۾ آهيون يا ٻن ۾ تهڙيءَ طرح هي ٻريو لوهان ۽ جنهن وقت پڙهن رُٻي مرلي ٿا وڄايو تنهن وقت اسان سيني جو ۽ اهڙو ساڳيو حال ٿيو واسين جهڙو ٿي ٿـو وڃي ۽ ٻاڻ لي

ڪوبہ وس هلي نہ سگهي. بس، ايترو چئي ۽ ٻوڙ ٻائي وڃي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي پکين کي هڪاڻ لڳا.

ان ڏينهن ستگرو مهاراج جن باغ ۾ شام جو ستسنگ ڪونہ ڪيو ۽ سوير ئي باغ مان روانا ٿي نهر جو ڪنارو ورتائون. نهر جي پرسان هڪ وڏو مقام هوندو هو. مقام ۾ اندر هڪ وڏي ڪٻڙ جي وڻ ۾ جاءِ ٺاهي ويهي نام جو ابياس ڪرڻ لڳا ۽ ائين ئي سماڌيءَ ۾ اچي ويا.

هوڏانهن سڄ لٿي ٧ بجہ ڌاري ستسنگين آسڻ وڇائي ساز آڻي رکيا. ڪلاڪ کن بعد پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ چو اڄ اڃا ستگورو مهاراج باغ مان ڪونہ موٽيا آهن. گوال لال کي چيائون تہ جيسين مهاراج جن اچن تيسين توهان ئي هڪ ٻہ پدن سنگت کي ٻڌايو. گوال لال ٻئي پدن ڳاتا تہ بہ اڃا ستگرو مهاراج ڪين موٽيا. ساري سنگت، ماتا ڪرشنا ۽ ڀائي ٿهلرام ويچار ۾ پئجي ويا. ڀائي ٿهلرام ٻن ٽن ستسنگين کي چيو تہ وڃي ڏسو تہ باغ ۾ تہ ڪونہ وينا آهن. باغ جي مالهين کين ٻڌايو تہ مهاراج جن تہ اڄ هتان سوير ئي گهر ويا آهن. اهو ٻڌي پٺتي پير ڪيائون. رستي تي هيڏانهن هوڏانهن ڳوليندي ڪلاڪ ڏيڍ کاپوءِ موٽي اچي سڀني کي ٻڌايائون تہ باغ ۾ ڪونہ هئا ۽ نہ ڪٿي رستي تي ئي ڏسڻ ۾ آيا. اهو ٻڌي سڀني جون ٻہ ٻہ ويئون تہ ڇهہ ٿي ويئون. ڪنهن کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو. آخر سواءِ ڪن ٽورن ستسنگين جي ٻيا سڀ هليا ويا. ستسنگين ٿهلرام کان پڇيو تہ سائينجن کي ڪنهن ڪجهہ چيو هو ڇا؟ تنهن تي ماتا ڪرشنا پريمين کي چيو تہ اُٻا، برابر اڄ ٿهل ڳالهائي آيو آٿس. تنهن ڪري توهان سڀ ٿهل سان گڏجي وري ڳولڻ وڃوس، ضرور ڪنهن باغ ۾ يا درياهہ جي ڪناري تي، ڪنهن وڻ

هيٺان وڌيڪ هوندو. ڪٿي نه ڳولي ولي آڇوس.

ٿهلرام ۽ ڪيترا ستسنگي لاڳيتا ڪٿي ڳولڻ لڳا. گوال لال ساڌ بيلي جي شهر ۾ سنت گهنڊو رام وٽ ٻڌيم لنگر ۾ وڃو ۽ اسان جو سڄڻ سائين ڪٿي ٿو ملي؟ نه لهر، نه درياهه، نه باغ ۾ چوڌاري ڳولا ڪئي، پر ٻڌم جو پتو ڪٿي نه مليو. ماتا کي چيائون ته وڌيڪ ڳولا صبح جو ڪنداسون. اهڙو ڄڻ ته ستسنگي پنهنجي پنهنجي گهر هليا ويا. گهر جي سڀني ڀاتين ۽ ماتا ڪرشنا، سواءِ ڪاڪي ڀيڻي، ساري رات ستگرو مهاراج جن جي انتظار ۾ ويٺي گذاري.

ٻئي ڏينهن سوير صبح جو ٿهلرام ڳولا ۾ لڳو. ستسنگي به لڳا پر شام تائين ڪجهه ڪونه ورتو. اتي ماتا ڪرشنا گوال لال کان پڇيو ته توهان جو ڪالهه باغ مان آئين نه ٿو ڪي نه ڪجهه ڪونه چيو هئائين؟ گوال لال چيو ته ماتا مونکي صرف ايترو چيائون ته توهان هاڻي گهر وڃي ستن جي شيوا ڪر. وڌيڪ مونکي ڪونه چيائون. ايترو ٻڌي ماتا سڀني کي چوڻ لڳي ته هڪڙو ستسنگي شاهه جي پٽ موڪليو، متان اتي پهتو هجي. ماتا جي آگيا تي آنالعد کي گهوڙي تي چاڙهي شاهه جي پٽ روانو ڪيو ويو. اهو ڏينهن به ائين گذريو.

ٽئي ڏينهن ٥ بجه صبح جو ٿهلرام لڳو، لڳو ماندو ١١ بجه گهر موٽيو. ائين ئي آنالعد به شام جو پٽ کان واپس آيو پر خالي. ڏينهن گذرندو ويو. جيڪي به ستسنگي ڳولا ۾ ويا هئا تن به شام جو اچي چيو ته مهاراج جن جو ڪو پتو ڪونهي. سڀاويڪ ماتا ڪرشنا جي اندر جهل نه ڏني. سندس اکين ۾ آنسو ڇلڪي پيا. ستسنگ نه ليم آلوسار ٿيو، ليڪن اها

مؤج ڪتي؟ اهو رنگ ڪتي؟ اهو رس ڪتي؟ پرين ۽ ڪانسواءِ ساز ۽ راڳ سڀ. دلبر ڏاران، دل جوئي ۽ دلپذيري ڪير ڪري؟

رات جو روئي ۽ ڪانپوءِ ماتا ڪرشنا، ٿهلرام کي چيو ته پٽ تو پڳت کي ڪجهه. چيو آهي جا جو هو ڪاوڙجي خبر ناهي ڪيڏانهن هليو ويو آهي؟ توکي مون اڳ ۾ به سمجهايو آهي ته ٻيلي يلائي ۾ ڀڳت کي ڪجهه نه چوندو ڪر. اني ماتا جي اکين ۾ جل ڀرجي آيو.

وري ٽئين ڏينهن صبح جو ٿهلرام ۽ ستسنگي ستگرو مهاراج جن کي ڳولڻ ويا. سارو ڏينهن ڳوليندي ڳوليندي وياڪل ٿي شام جو اچا نهر جي ڪناري تي اچي ويٺا ته هڪ ڀڪرار، ٿهلرام کي اچي ٻڌايو ته توهان جو هڪ ساڌ هن مقام ۾ هڪ وڏي ڪٻڙ جي وڻ ۾ ويٺو آهي. مون ڪالهه ٻڪريون چاريندي ڪيس ڏٺو هو. اهو ٻڌي ٿهلرام ۽ ستسنگي مقام ۾ اچي ڏسن ته برابر ڪٻڙ جي وچ ۾ اکيون بند ڪري مهاراج جن ڌيان ۾ ويٺا آهن. ٿهلرام ستگرو مهاراج جن کي سڏ ڪيو. ستگرو مهاراج جن ڪٻڙ مان ٻاهر نڪري آيا. ٿهلرام کي پيرين پئي ڪند هيٺ ڪري بيهي رهيا. ٿهلرام کين چوڻ لڳو ته ٽن ڏينهن کان وٺي اسان توکي ڪيترو نه ڳوليو آهي. شاهه جي پٽ پڻ ماٺو چاڙهي موڪليو سين، پر تون اچي هتي ويهي رهيو آهين. ڪيتري نه سيني کي تڪليف ڏني اٿيئي. ماتا ته ٽن ڏينهن کان روئي به ڪاني ڪاڍي آهي. انهن چئي مهاراج جن کي گهر وٺي آيا. ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن کي پيار مان پنهنجي ڀرسان وهاري چوڻ لڳي:-

## گهڻا شري چلد

ڪهي ماس ڪرشنا، سن پڙهه ميرا
جڳت ڏُک لي لم ڪهون دُک سهتا
ڪهو اِساڪي ايسا ڪام ڪرلو
جهڙون جڳت ڪرنا، هنه وبد ڪهتا.

ارٿ- ماتا ڪرشنا چوڻ لڳي تہ هي پٽ تون پنهنجي سرير کي ايترو ڪشٽ ڇو ٿو ڏين. جيئن ٻيا سنساري ماڻهو ٻيا ڪالهہ ۽ وهنوار ڪن ٿا تون بہ گهر ۽ وهنوار بہ ڪر ۽ ڀڳتي بہ ڪر. جيئن تنهنجا وڏا، پتا، ڏاڏو ۽ ٻيا ڪيترا سنت گرهست ۾ رهي ڀڳتي ڪري ويا آهن تيئن تون بہ ڪر. اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن ماتا کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا:-

سن ماتا ميري ڪهون ساس ساچي
جين ڪال ڪي دلت سي بهت ڏرتا
ڪهي ڪيئون ڏکيا مان سوچ ڪرڪي
سک ساڌو جڳت ۾ هر ڏيان ڌرتا.

ارٿ- هي منهنجي سچي ماتا، ڪال جو ڏاڍو راڪس ڏينهن ڏيهي وهنو آهي جو اندي مان سدائين ڏڪان ٿو ۽ سو ٿر ڪشي اوهه مون جهڙي طرح جاڳي ڏاڍو آهي تہ سڀئي سوارٿ ٻيا ۽ متر آهن، سنسار ۾ ڪو سک ناهي. هميشہ سنسار کان من اپرام ٿيو پيو آهي.

ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن جا هي وچن ٻڌي چوڻ لڳي، پٽ، جي لوڪن لاءِ جي سنڀال ٿي پيڇي تہ ٻين جي سنڀال ڪر. مان تو کي جوان ٿي تہ ٻاهتي جي سنڀال لاءِ ٿي ڪڏهن ٿي چوڻي. ايترو چئي ماتا، نيلرام

کي سڏ ڪري پنهنجي پرِ ۾ وهاري چوڻ لڳي ته اُبا، باغ
جي سنڀال لاءِ هاسارام يا واڌورام کي ڪٺي ڇڏ. باقي ٻنهين
تي ساڌ کي زوانو ڪر. مان هاڻي گهڻو ئي سمجهايو تي مانس
۽ اڳتي لائين ڪونه ڪندو. ٺهلرام چيو ته چڱو لائين نه
ڪندس. اِتي اچي سڄ لٿو. مهاراج جن ستسنگ شروع
ڪيو. اهڙا ته نوان نوان پڇن ويراڳ مان ڳائون جو ساري
سنگت پريم ۾ اکين مان جل وهائڻ لڳي. ستسنگ سماپت
ٿيڻ ڪانپوءِ سڀئي پرساد وٺي گهر ويا.

صبح جو مهاراج جن ٦ بجه گهوڙي تي چڙهي ٻنهين ڏانهن
ويا. انهي سيٺي هاريءَ کي گهرائي، سمجهائي ڪم تي
موڪليائون. پوءِ پاڻ ساري ٻني گهمي اچي نار تي ويٺا،
جتي ڪنهن مهل پڇن ناهي پيا آهستي آهستي ڳائين ته
ڪنهن مهل اُنترمک ٿي نام جو ابياس پيا ڪن. اهڙي طرح
سڄو ڏينهن گذاري، سڄ لٿي گهوڙي تي چڙهي گهر اچي
ستسنگ ڪيائون.

ستسنگ سماپت ٿيڻ بعد ستسنگين مهاراج جن کي ٻڌايو
ته جنهن تپيدار ٻئي دفع ٿلهو ڊهرايو هو سو هاڻي سعدآباد
بدلي ٿي ويو آهي. ان جي جاءِ تي ٻڌو اٿئون ته حيدرآباد
جو تپيدار واحد بخش بدلي ٿي آيو آهي. ستسنگي ۽ سنت
شيوڪ ٿو ٻڌجي. اسان جي مرضي آهي ته سڀاڻي ڪيس
ستسنگ ۾ وٺي اچون ۽ ٿلهي بابت ۾ ساڻس ڳالهه ٻولهه
ڪيون. ستگرو مهاراج جن فرمايو ته اُبا ستسنگ ۾ ڀلي وٺي
اچوس باقي ٿلهي لاءِ ڪجهه به نه چئجوس. تنهن ڪانپوءِ
سڀئي ستسنگي پنهنجن گهرن ڏانهن روانا ٿي ويا.

ٻئي ڏينهن پرڀاتي، تپيدار واحد بخش کي ستسنگ ۾ وٺي
آيا. ستسنگ ۾ اهڙي ته موج لڳي جو واحد بخش به هڪڙي

سٽسنگيءَ کان دلو ولي وڃائڻ لڳو. اهڙي نه پورهر سان
دلو وڄايائين جو ساري سنگت جهوري لڳي. مهاراج جن نه
موج ۾ اچڻ ڳائڻ لڳا. ستسنگ ڪانپوءِ واحد بخش مهاراج جن
کي چوڻ لڳو ته درويش سائين، ڪا شيوا ٽهل هجي ته هي
غلام حاضر آهي. مان اوهان جو راڳ ٻڌي تمام گهڻو خوش
ٿيو آهيان. اٿين پيو سمجهان ته منهنجي ڪا تقدير جاڳي
آهي جو هتي ڪنڊوءِ ۾ ٻڌڻ لي آهي. تنهن تي مهاراج جن
واحد بخش کي مرڪي چيو ته ڏاڍو سٺو. روزانو ستسنگ
۾ دلو وڄائجو ۽ ڪجهه ڪلام ٻڌائجو.

ٻئي ڏينهن واحد بخش ستسنگ ۾ اچي دلو وڄايو ۽
ستسنگ پوري ٿيڻ ڪانپوءِ مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ
لڳو ته درويش سائين، ٻڌو آهي ته اوهين ٻڌار اٿي دعا
اوهانجو ٿلهو ٺهرايو هو. پر مان ڏسان ٿو ته ستسنگين کي
وهڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿي ٿئي، جيڪڏهن حڪم ڪريو
ته مان سياڻي ٿي روڊ ٺهي اچي ٿلهو ٺهرايان. مهاراج جن
چيو ته جيئن اوهان جي مرضي. واحد بخش چيو ته سائين،
مرڪي ٿلهه سان نشان ڪري ڏيو ته ڪيترو ٿلهو ٺهرائجي.
مهاراج جن اٿي ڪيس اُتي ٿلهي جو نشان ڏيکاريو. تنهن
هوندي به اوهان جي جا مرضي هجي اوڏو ٺهرايو. ٻڌار چيو،
سائين، پنج فوٽ ٻيا وڌائي ٿلهو وڏو ڪجي. ان باري
۾ پوءِ جيڪي ڪجهه ٿيو ته هيءَ غلام پاڻهي مدهن ڏيندو.
حالن ۾ منهنجو چاچو مختيارڪار آهي ۽ حيدرآباد ۾ هن غلام
جو ڀاءُ ڊپٽي ڪليڪٽر آهي. تنهن ڪانسواءِ هي ته ڌرم جو
ڪم آهي. جيڪو خرچ ايندو سو به مان ڪندس. تنهن تي
ستگرو مهاراج جن چيو ته، پنج فوٽ اوهان چئو ٿا سي ٻاي
وڌايو پر ٻهراڙ لاءِ رستو ڇڏي ڏجو. ٻڌار چيو ته چڱو سائين،

اِلين ٿي ڪنداسون.

صبح جو ٺيڪيدار واحد بخش پاڻ سان ڪاريگر ۽ مزور وٺي گهربل سامان کڻائي اچي ٽلهي جو ڪم شروع ڪرايو. ٻن ڏينهن ۾ سڄو ٽلهو پڪين سرن جي فرش سان ٺهرائي تيار ڪرايائين. مهاراج ڄن سندس شيوا ۽ شرڌا تي پرسن ٿي کيس آشيرواد ڏني.

شام جو لڳين نهيل ٽلهي تي ستسنگ ٿيو. انهيءَ رات ستسنگ جي اهڙي ته موج لڳي جو سارو ٽلهو ته پرڇي ويو پر ڪيتري خلق ٻزار ۾ بيهي ستسنگ ٻڌڻ لڳي. ستسنگ پورو ٿيو ته انهن ڪاٻوءَ هڪ پريميءَ چيو ته، مون ٻڌو آهي ته شهر ۾ پنچائت ڪني ٿي هئي. سياڻي ٽوڻ هالن وڃي مختيارڪار کي درخواست ڏيندا ته ٽلهو ڊهرايو وڃي. اها ڳالهه ٻڌي ٺيڪيدار چيو ته فڪر نه ڪريو، فقير سائين چڱي ڪندو.

ٻئي ڏينهن پرڀات جو ۵ بجي آئي واحد بخش گهوڙي تي چڙهي ٽوڻ هالن ويو. پنهنجي چاچي مختيارڪار کي ساري ڳالهه سمجهائي چيائين ته ٻزار جو رستو اڃا ڪافي پيو آهي ڪائي سوڙهه ڪانهي. ماڻهن کي سنتن لاءِ ايرکا آهي. چيائين، چاچا سائين، فقير درويش آهي. ڪنهن مڙل لوهان به ڪندو ۽ اچي اهڙي درويش جو ديدار ڪري وڃو. پنچائت طرفان ڪا دانهن اچي ته اُن تي ڌيان نه ڏيندا. ٽلهو مون درويش سائينءَ کي خيرائي ٺهرائي ڏنو آهي. ڪيتري خلق آرام سان ويهي سک پائيندي. پنهنجي چاچي کي چئي ٺيڪيدار ڪنڊوءَ واپس اچي پنهنجو ڪم سنڀالڻ لڳو. اِها خبر ڪنهن کي ڪانه رهي.

هو ڏانهن ستگرو مهاراج ڄن صبح جو آئي ٻنين ڏانهن وٺا

۽ پنڊت ۾ هڪ لنبي درخواست هڪ ماڻهو هٿ لون هالن ڏانهن مختيارڪار وٽ موڪلي. هو ماڻهو مختيارڪار کي چوڻ لڳو، حضور اوهان جي راڄ ۾ هيڙو ڏنڌو، اوهانجو ڦيدار پاڻ ٽلهو لهرالي براڙ جو رستو بند ڪري ڇڏي! ماڻهن کي براڙ ۾ اچڻ وڃڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿي پيئي آهي. مهرباني ڪري اوهين پاڻ هلي ڏسو ۽ اُن لي اهڙو حڪم ڪندو ته اهو ٽلهو ڊهرايو وڃي.

مختيارڪار درخواست ولي ماڻهو کي چيو ته هاڻي لوهان وڃو. اهيءَ ڳالهه جي جاچ ڪنداسون، پنڊت کي ڇڏجو نه لوهان ڪوئي خيال نه ڪريو. مڙيو ئي ڏاڍي ڇگي ڪندو، ماڻهو واپس اچي پنڊت کي سموري ڳالهه ٻڌائي.

هاڻي سنگرو مهاراج جن جو چت ٻگتي، وتراڳ ۾ ٻڄندو ويو ۽ سنساڪان ڪتو ليندو ويو. هڪ ڏهاڙي صبح جو سوير هيءُ لي ڏسن ته هاري ڏاندن ۽ اُٺن کي نار ۾ لام زور سان پيا وهائين. اهو حال ڏسي سنگرو مهاراج جن هارين کي چيو ته چو ٿا جانورن کي ايترو مارپو، پلي ڏيري پيا هلن. لنهن تي هاري لمرتا سان چوڻ لڳا ته سائين هيئنر سانگهارو لڳو آهي، پاڻي هيٺي کن ۾ سڪي ويندو. لنهنڪري پوک کي ڪجهه پاڻي ڏيئي ولون نه ته پوک سڪي ويندي. مهاراج جن اُلي هيٺون پڇن لاهي ڳائڻ لڳا.

## پڇن سر جوگهه

راڳ- ليٽي نار هڪل هردم- آهي عاشق اُصل سانگهارو

١- مدوبکالو کوڙ لاهي- مکڙو ڪاڄ سان ملالي

هڪر شب ڪر چت سي چال-

ڙر وبڃارو وبڃار جو رکجاڻ نارو

۲- لوٺا مالهه تي ٻڌجاڻ ٽاڻي- ڏاڍن جوڙو ٽڪڙو آڻي
ٻڌي هردم ٿيءُ هوشيار- ٻاڻي آهي وڃڻ سو وارو
۳- ڏينهن جو تيرو رات وهاڻي-
پوک پنهنجيءَ کي ڏئي ڦٽ ٻاڻي
غافل ٿي تون ستنت سجاڳ- پوُرب پاسي آيريو تارو
۴- ڪهي ٽيئُون ڪر هاڻي هوشياري-
پوک ٻچائي ڪٽي وٽ ساري
جاڳي ڦهائج نيهه نسان لاڙ- وري نه ملندو اهڙو وار.

## ڪوڙا چند

ست چت ڪاڪر منا پڪالنا-
ڌيرج ڌرا ڌراوو آنند پاوو جي
سرلتا ڪاڇڻ لتا پر راکو-
مکوڙي شبد ملائو- آنند پاوو جي
ديهه چڪر ڪي چال سڌاري-
آلد ريان آرا لڳاوو- آنند پاوو جي
لر لي ليسر، پريتي پاڙج-
رهتي سات رکاوو، آنند پاوو جي
مالهه سر تي پر سواسين لوٺا-
ٻنڌن ٻوک ٻڌاوو- آنند پاوو جي
بٺل گيان وئراڳ باند ڪي-
چيتن چوُڪي لائو آنند پاوو جي
پريم نديءِ ڪي لت پر پياري-
آئسا ارت چلائو آنند پاوو جي
ڪهتا ٽيئُون گيان گڻ ڪا رس-
پورڻ کيت پڪائو آنند پاوو جي.

مهاراج جن مٺيون ٻچن ۽ ڇند اوچي آواز ۽ مٺي سر
مان ڳائڻ شروع ڪيو. ڀرماتما جاٽي سڌن آواز ۽ ٻاٽيءَ
۾ ڪهڙو جادو ڀريل هو جو ڪن لي ٻرلاءِ ٻوڙ سان ٿي
ڀاري ٿاري ڪر ڇڏي مؤج ۾ موج وڌائڻ لڳا. ڪن ڪنيان دلاءِ
وڃائڻ لڳا ته ڪي مهاراج جن پٺيان ڳائڻ لڳا، انسان ته
پنهنجي جاءِ رهيا پر پکي ۽ پکين به اڏر ڪان آجا نه رهيا. ٻلار ۾
وهندڙ ڏانڊ ۽ اٺ به جي جتي هتا اُتي بيٺي رهيا. ڳالهيون
ميٺيون ٻوڌ ۾ اچي. گهڙي ٻيئون ڪيمت ۾ ۽ خوب جاوا
ڪرڻ لڳيون.

اُنهيءَ وقت ٻروءِ جي ليلا اهڙي ٿي جو نهلرام جي
دل ۾ ويچار آيو ته سالگهاري جا ڏينهن آهن، گهڻا ڏينهن
ٿيا آهن جو هيءَ لي ڪين ويو آهيان، سو اڄ ضرور وڃي
هيءَ ڪان لي اچان. اهو ويچار ڪري نهلرام هٽيءَ لي وڃي
اڪتو. پري کان ڏسي ته هٽيءَ ۾ ڳاليون ميٺيون ٻيون ڇرن،
اجا ٿورو وڃهو اچي ڏسي ته اٺ ۽ ڏانڊ ٿاڻ ۾ ٿڌا ٿيا
آهن ۽ ڪين هڪلڻ وارو ڪوبه ڪونهي. اهو حال ڏسي
سوچڻ لڳو ته اڄ ٻيي ڇڏي سڀ ڪيڏانهن ويا آهن. اجا
ٿورو هلي ٿاڻ لي اچي ته ڏسي ته ٻچن پيو ٿئي ۽ هاري
اري ۽ مزور سڀ اُتي ويٺا آهن، ڪي پيا دلا وڄائين ته
ڪي پيا راڳ ٻاڻ ۽ ڀگت يڪتاري تي ويٺو ڳائي. اهو
رنگ ڏسي نهلرام سخت ڪاوڙجي سيٺي کي چوڻ لڳو ته،
هي لوهان ڇا ڪري رهيا آهيو؟ اوهالکي پنهنجو خيال
ڪونه آ يوي ته سالگهاري جا ڏينهن آهن، ٻاٽي سڪي
ويندو ۽ پوک جي ستياناس ٿي ويندي. تنهن کان ته جيئن
اڄ چيو آ آمر ته وڃي نڪاٽا وسايو. نهلرام ٻوءِ ستگرو مهاراج جن
کي چوڻ لڳو ته توکي دڪان لي وهارڻو سين ته دڪان تٽاٽي

چڙهيءَ، باغ ۾ چڙهيو سين ته باغ اُجڙ ڪري ڇڏيءَ. وري ماتا جي
چوٽي تي ٻنيءَ تي وڪيو سين ته ٻني به ساري ناس ڪري ڇڏيءَ.
لوڪن کي خيال ٿي ڪونه ٿو ٿئي. سارو چمن ڦتائي ڇڏيو
آٿيئي. گوال ڪي به ڪاري چٽ ڪري ڇڏيو آٿيئي. هو به
ٿورو متاڇرو ڪم ڪري ڪنڊ هيٺ ڪري ويهي ٿو رهي.
مان هاڻي ڏسان ٿو ته توکان ڪو به ڪم ڪونه ٿيندو. ڀلا جيڏانهن
وٺيئي تيڏانهن هليو وڃ. وڏيڪ مان توکي ڇا چوان. جي
ڪجهه چوان ٿو ته ماتا تي رنج ٿئي. مان وڃان سو ڪيڏانهن
وڃان؟ اڪيلو ڪهڙو ڪم سنڀالي ڪهڙو ڪم سنڀاليان.
مان به ٿو گهر ويهان. پوءِ اوهان سڀني کي جئن وڻي تئن
ڪريو، ڦتايو يا وسايو اوهانجي مرضي. ڀائي ٺهلرام ايترو
چئي ٻنيءَ جي نظرداري ڪري هارين مزورن کي تنبيهه
ڪري گهر هليو ويو.

ٺهلرام جي وڃڻ کانپوءِ ستگرو مهاراج جن چپ ڪري
جهنگل جو رستو ورتو گهمندا گهمندا سج لٿي مهل شاهه جي
پٽ پهچڻ پينرڻ وقت ڀائي وشنداس جي گهر وڃي پهتا.
ڀائي وشنداس سنت- شيوي هري- ڀڳت هولدو هو. سندس
پٽ لکميچند، شيوڪرام، ٽيڪچند، ليرتداس، ٻصرام به
هري ڀڳت ۽ سنت شيوي هوندا هئا. ٽيڪچند ۽ ليرتداس
ته تياڳي اوڌوت هئا ۽ لکميچند ۽ شيوڪرام گرهستي هئا.
هنن ڀڳت چيلارام جن جي گهران شادي ڪئي هئي. سڄو
ڪٽنب هري ڀڳت هو. روز نيم سان رات جو ستسنگ
ڪندا هئا. جنهن وقت مهاراج جن وٽن پهتا تنهن وقت
لکميچند جو پٽر گرمکداس ۽ شيوڪرام جو پٽر سرق آنند ۽
شيوڪرام پساڻ ۽ چيتارام، ڪرشنداس سڀ ملي ستسنگ
ڪري رهيا هئا. شهر جا پيا به ڪيترا ٻراني ستسنگي ويٺا

هئا. مهاراج جن کي ڏسي سڀئي خوش ٿيا. آدرستڪار ۽
ارام سان کين وهاريائون ۽ چيائون ته اوهين ٻه چار ڏينهن ٻڌايو.

ستگرو مهاراج جن ٻيڪتارو ڪٿي ڀڄن شروع ڪيو.
سروآنند ۽ گرمکداس کين ٻليان ولايو. موج لڳي رهي.
ساري سنگت پريم ۾ گد گد ٿيڻ لڳي. ستسنگ سماپت ٿيڻ
کانپوءِ ساري سنگت پرساد وٺي پنهنجي گهر وئي.
ان بعد ڀڳت لکميچند، ڀڳت شيوڪرام شريمتي گيالي ٻائي
۽ شريمتي ايشوري ديوي اچي مهاراج جن کان خبرچار پڇڻ
لڳا. ستگرو مهاراج جن چيو ته اڄ ٻيءَ ۾ ويٺو هوس ۽ چت
۾ آيو ته شاهه جي پٽ کان گهمي ڦري اچان. سو ٽانگو ڪري
سڌو هليو آيس. سڀ سمجهي ويا ته شايد ٽهلرام کين ڪاليايو
آهي جنهن ڪري هيءَ ٽان برباهرو هتي هليو آيو آهي.
اها ڳالهه اسان کان لڪائي ٿو. انهيءَ ڪري مهاراج جن کان
وڌيڪ ڪجهه ڪين پڇيائون.

صبح جو سوير سنت مينگهو رام ٻيراڳي وارا پنهنجي
منڊليءَ سان اچي لٿا. لکميچند ۽ شيوڪرام سنتن کي ڏسي
ڏاڍو خوش ٿيا ۽ پريم سان کين آسڻ تي وهاريائون. ستگرو
ٽيئون رام جن به سنتن سان ملي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ سارو ڏينهن
روح رهاڻ ڪيائون. رات جو ستسنگ ٿيو. پهرين ڀڳت
ڇڳنارام ۽ ڪرشنداس ڀڄن چيو، پوءِ ڀڳت لکميچند ۽ ڀڳت
شيوڪرام ڀڄن ڪيو ان بعد سنت مينگهو رام پنهنجي منڊليءَ
سميت ڀڄن ڪيو. آخر ۾ ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪيو.
ڀڳتيءَ اوان اوان لاهيل ڀڄن پريم ۽ وئراڳ سان ڳايائون.
ستسنگ اهڙي موج ۾ ڪنهن کي به وقت جي خبر ڪانه پيئي.
ٻاران اچي ۱۲ لڳا. ٿلهن کانپوءِ رام نام جي ڌني لڳائي
ستسنگ سماپت ڪيائون.

سنت مينگهو رام جن، لکميچند ۽ شيوڪرام کان پڇڻ لڳا ته هي ساڌ ڪٿي جو آهي. هي ته پورن وئراڳي مهاتما ٿو ڏسجي. جنهنجي درشن ڪرڻ سان ئي آنند پيو اچي. ساکيات ڀڳوان جي مورتي آهي.

لکميچند ٻڌايو ته مهاتما ڪندڙ نواسي ڀڳت چيلارام جن جو پٽ آهي. هيتي اسان وٽ گهمڻ آيو آهي. ننڍي هوندي کان وٺي ٻرڀوءَ جي لار لڳل اٿس. اهو ٻڌي سنت مينگهورام جن تمام گهڻو خوش ٿيا.

صبح جو ٻئي ڪلاڪ ستسنگ ۽ پاڻ ۾ رهاڻ ڪري روٽي کائي آرام ڪيائون. شام جو سيٺي ستسنگي ۽ سنت مليِ شهر گهمڻ ويا. رات جو ستسنگ ڪيائون. مهاراج جن ۽ سنت مينگهورام جن جو ٻڌي شهر جا ڪيترا ماڻهو آيا هئا. رات جو هڪ ڏيڍ وڳي ويو. ڪنهن کي به ٻرڀم ۾ وقت جي خبر ڪانه پيئي. سيٺي کان پنهنجو گهر ٻار وسري ويو.

سنت مينگهورام جن ٻئي ڏهاڙا رهي پنهنجي منڊليءَ سميت ٻيراٽيءَ روانا ٿي ويا. انهيءَ موقع تي چيتارام ۽ ڪرشنداس، ڏنارام ۽ ٻولارام ۽ ٻيا ڪيترا ٻريمي ستگرو مهاراج جن کان گر منتر وٺي سنڌن شش ٿيا.

هوڏانهن ڪندڙ ۾ ٿهلرام ٻنيءَ تان موٽي اچي ماتا کي سموري روئداد کان واقف ڪيو. شام جو ستگور مهاراج جن کي ستسنگ ۾ نه ڏسي ٻريمي، گوال لال کان پڇڻ لڳا ته ڇو اڃا مهاراج جن ٻنيءَ تان ڪونه موٽيا آهن. گوال لال چيو خبر ڪانهي ته ڇو ايتري دير لاتي اٿن. جيسين ستگرو مهاراج جن اچن تيسين اسين تا ستسنگ ڪريون. ستسنگ شروع ٿيو. واحد بخش تپدار به آيل هو.

ٻهرائين گوال لال ۽ ٻوءِ ٻين ٻرامين ستسنگ ڪيو. رات

جو ١٠ ٻڄي ستسنگ سماپت ٿيو. سنگت ٻالي ٽهلرام کان پڇڻ
لڳي ته اڄ مهاراج جن کي ڪيڏانهن ٻاهر موڪليو اٿوَ ڇا؟
ٽهلرام جواب ڏنو ته مون ته ڪيڏانهن ڪونه موڪليو ٿي ماڻس.
خبر ناهي ته ڇو ٻيءَ ٽان ڪين آيا آهي. شايد سانگهاري
جي ڏينهن ڪري ٻيءَ لي اڪي ٻدو آهي ۽ سياڻي اچي.
ٻر سياڻي لي به مهاراج جن ڪونه آيا. ٽئين ڏينهن ٽهلرام
ٻاڻ ٻُولا ۾ لکتو ٻهرياڻين واو ٻيءَ اي. الي معلوم ٿيس
ته هتان ته اڇيءَ ڏينهن شام جو واٽر ڪورس جو ڪنلو ڏيئي
روانا ٿي ويا هئا. ٽهلرام ٻوءِ باغ ۾ ويو ۽ باغ وارن کي به
ڪا خبر ڪانه هئي. آخر جيڪي هند سڄهيس ٿي سي
ڳوليندو ڳوليندو واپس گهر آيو ۽ اچي ماتا ڪرشنا کي ٻڌايائين
ته پتو ڪونه پيو. سڀ ڏينهن انتظار ۾ ڪٽيو.

رات جو ستسنگ کانپوءِ گوال لال کان ستگرو مهاراج جن
بابت ٻرامي پڇڻ لڳا ته اي آسورام گوپالداس جي پٽ
جيوڻه ستگرو مهاراج جن کي مان شاهه جي پٽ پگهت وشنداس
جي گهر ستسنگ ڪندو ڏسي آيو آهيان. ٽن ڏينهن کان
وٺي سنت ميگهوورام جي منڊليءَ سان گڏ ستسنگ ڪري
رهيا هئا. مونکي خبر هئي ها ته مهاراج جن هتان ٻنا
موڪلائي ويا آهن ته مان ٻاڻ سان وٺي اچان ها. الي سڀني
کي دلجاءِ ٿي. سنگت ٽهلرام کي چيو ته اوهين ڪين وٺي
اچو ته اوهان جي مرضي، نه ته آگيا ٿئي ته اسان مان
ڪي وڃن.

صبح جو ٥ ٻڄي آتمانند ۽ منگهن رام گهوڙن لي چڙهي
شاهه جي پٽ ويا. ستگورن کي ماڻي اهال ٿيا. کين ٻڌايائون
ته ڪڻين ماتا سندن وڇوڙي ۾ ٽن ڏينهن کان روئي ٿي
ڪانه ڪاڍي آهي. گوال لال پڻ روئي ۽ ستسنگي سڀ اداس

آهن. همٿ جوڙي مهاراج جن کي وينتي ڪيائون ته سائين
ڪرپا ڪري جلد سڌيرو ته ڳوٺ هلون. ستگرن سندن اَرداس
اُنائي. سيني کان موڪلائي، اَچي ڪنڌوُءَ پهتا ۽ اَچي ماتا
جي چرنن ۾ همٿ ڏري ڪنڌ نوائي ويهي رهيا.

ماتا ڪرشنا اکين ۾ جل آڻي پريم سان ستگورو مهاراج جن
کي چوڻ لڳي ته اَبنا، هي لون ڇا تو ڪرين؟ بنا ٻڌائڻ
جي ڄڻان تو اَچڻ اَئان تو پڇي وڃين. هتي سڀ ستسنگي
۽ اسين ساري رات نهاري چنتائون پيا ڪريون
ٿيون، باغ ۽ پيو ڪم ڪار رلي ويو آهي. هڪڙو نهال ڇا
ڪري ڇا ڪري سگهندو، ڪيڏانهن وڃي ڪيڏانهن ويندو؟
لون پڳتي پلي ڪر ٻر گهر جي ٻه نه ڪجهه ڪر. جي لوڪان
ٻئي ۽ جو ڪم نه ٿي سگهي ته گهر ويهي سنتن ۽ گائڻ جي
شيوا ڪر.

ستگورو مهاراج همٿ جوڙي چوڻ لڳا ته ماتا، مان ته
رات ڏينهن پنهنجي گهر نــاهڻ ۾ لڳو پيو آهيان. ٻيو ڇا
ڪريان؟ تمام گهڻن ڏينهن کان گهر ڦٽل آهي. ڪوشش ته
تمام گهڻي تو ڪريان، وڏيڪ اوهانجي آسيس ٿيندي ته
ضرور جلد ٺهي پوندو، جنهن ۾ ويهي آرام ڪندس. وري
به جيئن آگيا ڪريو تيئن ڪريان.

ستگورو مهاراج جن جي اَيهڙا اهڙا پتارت وچن ٻڌي
خوش ٿي کين چوڻ لڳي ته پٽ، مان توکي اِهائي آسيس
ٿي ڪريان ته شل جلد ئي اُهوءَ اَبناسي گهر ۾ آرام پائين،
پر هن گهر جي به ڪجهه ڪار ڪر ته چڱو. نهال گهڻي ڪم
ڪرڻ ڪري ٿڪجي تو پوي ۽ تمام ناراض تو ٿئي. گوال
به پورو دل سان ڪم اٿو ڪري. تنهن ڪري اِها اِئين نه
ڪر. جنهن ۾ نهال خوش ٿي سوئي ڪر. ايترو چئي ماتا

اس ڪئي • انهن ڪاڻ ستگرو مهاراج جن ۽ گوال لال سنتن
کي روٽي کارائي ۽ پوءِ پاڻ به اڪاڻيون • ڪلاڪ کن آرام
ڪري سنتن سان ڳالهائڻ ڪرڻ لڳا •

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن جي آچڻ جي ڀر ڪندوءَ ۽
سالاڙي ۾ پکڙجي ويئي، سو ڪيترائي پريمي ستسنگي
مهاراج جن جي درشن لاءِ اچي ڪٺا ٿيا، ۽ ايترائي ڪلاڪ سنتن
جي گيان وارتا هلي • اِن بعد ستسنگي ستگرو مهاراج جن
کي چوڻ لڳا ته هي پريو، توهان جو چار چار ڏينهن ٻاهر
هليا ٿا وڃو، سو اسان تمام اداس ٿي ٿا پئون • ٻهينئن ٻه
ٻيجن ڏينهن ڪاڻ درشن ڪيو اٿئون • پر اهو پنجن ڏينهن
جو وڇوڙو پنجن ورهين برابر ٿا سمجهون • ڪرپا ڪري
ڪيڏانهن به نه وڃجو • جي وڃو ته آئينده اسان کي به ساڻ
وٺي هلجو • انهن تي ستگرو مهاراج جن مشڪي فرمايو ته ابا،
اها ڳالهه ڏکي آهي • پنڌ تمام ڏري آهي، متان اڪيجي
واٽ تان نه موٽي اچو يا ويهي رهو • انهن ڪري ڏاڍي
ڏکري ڳالهه چڪبو آهي • اهڙو چئي ستگرو مهاراج سنتن ۽
ستسنگين سان گڏجي باغيچي مان نڪتا، درياهه جي ڪناري
تي سير ڪرڻ لڳا • اتي ڪيمارام هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته
هي پريو، توهان جو اسان کي چيو ته ڳالهه ڏاڍي ڏکي آهي
۽ پنڌ به تمام ڏري آهي سو ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ڪهڙي
ڳالهه آهي ۽ ڪيترو ڏري آهي •

ستگرو مهاراج جن فرمائڻ لڳا ته ابا، ڳالهه ڏکي انهيءَ
ڪري آهي جو پريوءَ سان نيهه لڳائي انت تائين نباهڻو
آهي ۽ پڇاڙيءَ تائين نباهڻ ڏاڍو ڪٺن آهي • پيو ٽي لڄائون
لاڳيون آهن • ١• لوڪ لڄا ٢• ڪُل لڄا ٣• ويد لڄا • پهرين
لوڪ لڄا • ماڻهو مهڻا ڏيندا، طعنا هڻندا، ننڊا ڪندا، نعرون

وڙهندا ۽ گهٽ وڌ ڳالهائيندا. ڪنهن مهل نه گاريون به ڏيندا. اهو سڀ صبر سان سهڻو آهي. ٽئين، ڪانپوءِ ڪُل لڄا يعني گهر جا ڪٽنبي، مٽ مائٽ، چوندا ته تو اسان جو ڪُل ٻوڙي ڇڏيو آهي، اسان جا ڪنڌ نيچي ڇڏيا اٿيئي. ٻاهر ڪنڌ هيٺ ڪيو پيا هلون. ماڻهو اسان تي ڌتڪار ٿا وجهن ته توهان جو ڪُل ڪٿي ويو؟ اوهان شان مان وارا توهان جا ڇوڪرا پيا ساڌن وٽ ٻهاريون پائين، جتيون صاف ڪن ۽ جُوٺا ٻاسڻ ملين! توهان پنهنجن وڏن جي عزت ئي ٻوڙي ڇڏي آهي. اُنهيءَ ڪانپوءِ ٽين آهي- ويد لڄا يعني ڪرم ڪانڊي، مذهبي چوندا ته هي ڪرم ڌرم کان ڀرشٽ ٿي ويو آهي. پيا به ايڪ پرڪارن جا دک ڏيئي ستائيندا. پڇاڙيءَ ۾ اُنهن ٻوٻوءَ جي پيارن کي مذهبي مارڻ لاءِ به تيار ٿيندا آهن، سو هيءَ ڀڳتيءَ جي ڳالهه تمام ڏکي آهي. ٻيو پند پڙي آهي. يعني آتم تتو جي ڳالهه سوکيم ۾ سوکيم آهي. جا اول ته سمجهه ۾ ئي اچي ۽ وشواس به ڏکيو ٿو ٻڌجي. ڪيترا ٻڌي رستو ئي لتا وٺن، ڪيترا اهو رستو ڏسي موٽيو اچن، ڪي ته ٿورو پند ڪري ٿڪجي واٽ تي ويهيو رهن، ڪي وري اڌ تان موٽيو اچن، ڪي دروازي تي پهچي در لنگهڻو ڏسي موٽيو اچن. ڪوئي ڪوئي پرم ونراڳي ۽ وويڪي وڏ ڀاڳي، ستگرن جي ڪرپا سان انهيءَ اَبناسي آتم گهر ۾ وڃي پهچي ٿو. اهو ٻڌي سيٺي ستسنگي همت جوڙي چوڻ لڳا ته هي پريو، اهو رستو اسانکي به ڏيکاريو. توهان جي آشيرواد سان ڏکي ڳالهه به سولي ٿي پوندي ۽ ضرور پند ڪري وڃي پهچنداسون.

اها گيان چرچا ڪري سڀ اٿي مهل آستان تي موٽي اچي ستسنگ ڪيائون. اُنهي ڏينهن ستسنگ ۾ تمام گهڻي

خلق آئي هئي. ستگرو مهاراج جن به ڏاڍو رنگ رچائي
ڇڏيو. ستسنگ ڪالبوءِ لهڻدار واحد بخش مهاراج جن کي چيو
ته توهان کان سواءِ نماز پڙهائي ٿي ڀيٽي هئي. ٻيو ته ڪالهه
پنڇين وري مختيارڪار صاحب کي به درخواست ڪئي
آهي. مختيارڪار صاحب چيو آهي ته مان روبرو اچي ڏسندس،
سو سڀاڻي صبح جو ١٠ بجي مختيارڪار صاحب هتي ايندو.
اهڙو اطلاع موڪليو به آيو آهي. تنهن ڪري سڀاڻي توهان
ڪرپا ڪري ڪيڏاهين نه وڃجو. ستگرو مهاراج جن مشڪي
چيو ته ابا اسان چار پنج ڏينهن شاهه جي ڀٽ تي سنتن جو
ديدار ڪرڻ ويا هئاسون ۽ هاڻي هتي ئي آهيون. ڀلي
مختيارڪار صاحب اچي. توهان ڪوئي خيال نه ڪريو.

ٻئي ڏينهن صبح جو ١٠ بجي ڪن واحد بخش لهڻدار،
مختيارڪار ۽ ١٥-٢٠ ڄڻا ستگرو مهاراج جن جي آستان تي
آيا. لهڻدار، مختيارڪار کي ٿلهو ڏيکاريو ۽ هدايتون ته هتي
هر روز چار پنج ڪلاڪ ستسنگ لڳندو آهي جتي ڪنڊءِ
۽ سالاري شهرن جي گهڻي خلق ايندي آهي. ٻيا به ڪيترا
سنت فقير هن درويش جي ديدار لاءِ ايندا آهن. ڀنڊارو
به رات ڏينهن چالو رهندو آهي. جيڪي اچن سي روٽي
کائي وڃن. هي درويش درد وارو ۽ ڏٺيءَ سان ٻهتل آهي.

مختيارڪار اندر ٻڌي ستگرو مهاراج جن ڏانهن اهاريو
ته ستگرو مهاراج جن ٿورو مشڪي مختيارڪار کي چيو ته
اچو مٿي اچي ويهو. مختيارڪار ۽ سڀ ڄڻا مٿي ٽلهي
تي چڙهي مهاراج جن جي ڀرسان اچي ويٺا. ستگرو
مهاراج جن ستسنگين کي چيو ته ابا نڪري ۽ چٽڻي
کٽي اچو ۽ سڀني کي ڪارائي جل پياريو. تنهن کان پوءِ
مختيارڪار سر زمين ڏسي روانو ٿيو. ستگرو مهاراج جن
اڳيان رکي جوڙ لڳو ته هي فقير سالن هاڻي اسان وچون

ٿيا، دعا ڪجو. ٻي ڪا اسان لاءِ ڪار خدمت هجي ته
اسين حاضر آهيون. مهاراج جن مختيارڪار کي مرڪي چيو
ته اڄوڪو ڏينهن هتي رهو ۽ ٻڪري پاڻي ۾ اسان وٽ
کائو. ٽپيدار هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي سائين روٽيءَ جو
اسان اڳ ۾ ئي بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. اڄوڪو ڏينهن
مختيارڪار صاحب کي هتي ترسايون ٿا. رات جو اچي
اوهانجو ستسنگ ٻڌاسون. ايترو چئي سڀئي موڪلائي
پنهنجي جاءِ تي ويا. جيڪي ڳوٺاڻي ماڻهو مختيارڪار سان
گڏ آيا هئا تن اهو سارو رنگ ڏسي وڃي مکيءَ کي پڙڪائڻ
لاءِ چيو ته مختيارڪار پاڻ پيتا رکي مٿو پيو ٽيڪي ۽ چوي پيو
ته ٻي به ڪا خدمت هجي ته حڪم ڪريو، باقي ٽلهي
بابت ته مختيارڪار ڪجهه به ڪين چيو. تنهن ڪري توهان
اسان سان گڏجي ديري تي هلو ته روبرو مختيارڪار کي ٽلهي
بابت ڪيس ساري حقيقت ڌيان تي آڻيون. مکي، پنچن سان
گڏجي مختيارڪار کي ٽلهي بابت ساري ڳالهه ڪري ٻڌائي ۽
زور ڀرڻ لڳو ته اهو ٽلهو ضرور ڍهرايو وڃي. مختيارڪار کين
چيو ته مان ٽلهو ڏسي آيو آهيان، بزار کي ڪابه روڪ ڪانهي.
بزار لاءِ اڃا ڪافي رستو آهي. مختيارڪار مکيءَ کي چيو ته هي
ڌرم جو ڪم آهي. ڪيتري خلق درويش جي آستان تي روٽي
کائي ۽ ستسنگ ٻڌندي آهي. توهان ته پاڻ خوش ٿيو جو
توهانجي ڳوٺ ۾ هڪڙو ڪامل درويش پيدا ٿيو آهي. سچ
پچ ته توهانجي شهر جو ڀاڳ جاڳيو آهي. اسان ته درويش
جو ديدار ڪري ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. توهان ٿوريءَ ڳالهه
ڪري ناراض نه ٿيو. ڀل ٽلهو ٺهيو پيو هجي. مختيارڪار
جي اها ڳالهه ٻڌي سڀئي موٽي مکيءَ جي جاءِ تي آيا. پنچ
مکيءَ کي چوڻ لڳا ته ڊپٽي ڪليڪٽر کي درخواست ڪري
اهو ٽلهو ڍهرائجي. مکيءَ پنچن کي چيو ته ساري شهر جي

پنچائت ڪٺي ٿا ڪريون، پوءِ جنهن پنچن فيصلو ڪيو تنهن
ڪنداسون. ساري شهر جي پنچائت ڪٺي ٿي. اُتي مکيءَ
اُٿي چيو ته ڀائرو، سنت جيڪو پنهنجي قاعدي ٺاهيو آهي
تنهن بابت اسان به درخواستون ڏيون جي مختيارڪار
کي ڪئين ڏيون ۽ اُهي مختيارڪار پاڻ ٺاهيو روبرو ڏسي آيو
دربر ڪجهه ڪياڻين ڪوڙ. اُنهو ڇاڻين ته هي ڏرم جو ڪم
آهي ۽ توهان ناراض نه ٿيو، پر ٿاڻو ٺيڪ ٺيو ڏجي. تنهن
۾ ڪا ٿي ڀائرو توهانجو ڪهڙو ويچار آهي؟ جنهن فيصلو ڪريو
تن ڪريون. مکيءَ جي ڳالهه ٻڌي ڪي پنج ڇوڪرا لڳا ته
حيدرآباد هاڻي ڊپٽي ڪليڪٽر کي درخواست ڏنائون ڪيترن جي
جو جو اُها لوڙي جڳهه ڪيئن آهي، سواءِ ٿوري بزار جو
ٽڪرو ڪٽي وڃن ته ڇا ڪنداسون؟ تنهن ڪري ٻنهي ڄڻن
اچ ئي حيدرآباد روانا ڪريو. ڪي ڇوڪرا لڳا ته ڀائرو
توهان سنت ۽ ستسنگ جي ڀلائي چاهيو ٿا ۽ جيڪي مختيارڪار
چوي ٿو سو بلڪل ٺيڪ آهي. برابر ڏرم جو ڪم آهي،
ساري شهر واسطي سک آهي. سڀئي هر روز ست لهر سان
ستسنگ ٻڌي جنم سڦلو ڪن ٿا. تنهن ڪري ضد ڇڏي
ڏيو. ذرا ويچار ڪريو ته جيئن مختيارڪار جهڙو ماڻهو پيٺا
رکي متو ٽوڪي ويو آهي، اُتي جي حيدرآباد جو ڊپٽي
ڪليڪٽر به اچي پيٺا رکي متو ٽوڪي وڃي ته پوءِ پاڻ ڇا
ڪنداسون؟ اُلٽو جيڪي پيا ماڻهو ٻڌلدا سي پاڻ ٿي ڪلندا.
تنهن ڪري اُنهيءَ ڳالهه کي اُتي ڇڏي ڏيو جو جو سنت
کي رنجائڻ به ٺيڪ ڪين آهي.

مکي صاحب پنچن کي چيو ته اوهان ٻئي پاسا ٻڌا آهن.
ڪي چون ٿا ته ٺهيو دهرايو وڃي ۽ ڪي چون ٿا پل ٺيو
ٺيو ڏجي. سو ڀائي اهڙو فيصلو ڪريو جنهن پنچائت ۾ سڀ

بگاڙو نه ٿيو. ان تي ٻاٻي ولڀورام مکيءَ کي ڇيو ته وچ وٺي فيصلو ڪرايو. جنهن پاسي ووٽن جي گهڻائي هجي اهو فيصلو اسان کي قبول آهي. مکي صاحب پنهنجي ڪي ڇيو ته جيڪي پائر تلهي ڌهرائڻ جي فائدي ۾ هجن سي هٿ مٿي ڪن. اٽڪل ٽيهه سوڪن مائهن هٿ مٿي ڪيا. وري مکيءَ ڇيو ته هاڻي جيڪي پائر تلهي قائم هجڻ جي فائدي ۾ هجن سي هٿ مٿي ڪن. اٽڪل ٻوڙين ين سون مائهن هٿ مٿي ڪيا. اهڙيءَ طرح گهڻائيءَ جي راءِ ڏسي مکيءَ فيصلو ڏنو ته تلهو بدل ٿيو ٿيو هجي. رات جو ستسنگ ۾ تپدار ۽ مختيار ڪار به آيا. تلهو ته بجاءِ خود پر بزار ۾ خلق سان ڀرجي ويئي. ڀوڙين گوال لال ۽ ٻين ستسنگ ڪيو. تنهن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج جن جيڪي ٻهن ڳايا تن ۾ هيٺيون ٻهن پڻ هو.

## راڳ وهاڳ

ٽيل- چت ٻاهه ٻيڙي سا چاءِ چڙي-

دک درد ٻيا دانهن ڪير ڪري.

١- درد دکن جت ڪيڙا ديرا- جوش جلايا تن جا جيرا،

جان جنديءَ جيئن ڏيئي ڦيرا- ڏو لگر جن کي روز ڏري.

٢- درد دکن جا اُبريا ڏوُلهان- ستگر وچڻين تيرا ٻوُلهان،

عشق اَگن جون ساڙن لونهان- محبت جي مچ ۾ تہ مري.

٣- جنهن گهر جاڙايو تنهن گهر آسار ٿيو- صورت ۾ سو ساز لهاريو،

ديهه پنهنجيءَ ۾ ديپڪ ٻاريو- ڏيان تنهن جو روز ڏري.

٤- درد دکن جون بڌڇن دانهون- سر ڏئي سي سٽج سدائون،

٥- ڪَر جوڙ ڪر کهتا ٽيئون- پريم سندو آهه پيل پڙي.

اهڙي پريم ۽ وئراڳ سان ڳايائون جو سڀڪت ڪان پنهنجو گهر ٻار به وسري ويو. مختيارڪار کي پريم مان اکين ۾ جل

پڻ جي آيو. ستسنگ سڀا ۾ انڊ ڪاٺوءِ ساري سنگت پرساد وٺي پنهنجي گهر وئي. مختيارڪار ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته هي درويش سائين اسان توهان جو ستسنگ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. سڀاڻي صبح جو اسان هالن موٽي وينداسون. ٿلهي جو فيصلو ٿي ويو جو قائم رهندو. ٻي ڪا ڪار خدمت هجي ته اسين وڏي خوشيءَ سان ڪنداسون. توهان جو ڏنل ٻيو ٿي اسان لاءِ ڪافي آهي. ايترو چئي مختيارڪار ۽ ٽپيدار پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ويا.

ڪيترا ستسنگي هٿ جوڙي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته هي پريو اسان هر وقت توهان جي چرن ڪملن ۾ رهڻ ٿا چاهيون ڪرپا ڪري اسان کي پنهنجي شرڻ ۾ رکو. سنساري وهنوار ۾ هاڻي اسان جو چت نٿو لڳي. مرضي اٿيئون ته سدائين اوهان جي چرنن ۾ رهي سيوا ڪريون. ايترو چئي سڀئي پريمي مهاراج جن جي چرنن ۾ ڪري پيا. ستگرو مهاراج جن سندن اندر آ پريم ڏسي کين آٿت دلداري ڏيئي چوڻ لڳا ته اوهان ڪوئي خيال نه ڪريو، صبح جو سوير اٿجو، پرماتما سڀ ڀلي ڪندو. ستگرو مهاراج جن جا اهي دلداريءَ جا وچن ٻڌي سڀئي پريمي خوش ٿيا.

صبح جو سوير سڀئي ستسنگي پرساد ۽ پوڄا جي سامگري کڻي آيا ستگرو مهاراج جن جي پوڄا ڪري گرو منتر وٺي شش ٿيا. انهن مان ڪن مکيه ماڻهن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا - آسو رام، آتمانند، پرمانند، منگهن رام، مينگهراج، ٺاڪو رام، کيما رام، اوم پرڪاش، چيچن رام، آلو رام، رچهو رام، لالڊو رام، ڪنڊو رام، پاربا رام، چيلو ڀڳت، آسڙو مل سونارو، ٻائو جاليرام، ٽڪيا رام، ٽيڪو رام، واڌو رام، وسنڍي رام، ڪشن رام، راڄو راءِ، آنند رام ٿيا ۽ ڪيترا ڪنبڙ ۽ سالارن

جا پريمي پائي مائي ۽ واحد بخش لپدار ستگر مهاراج جن کان
نام جو اپديش وٺي شش بڻيا.

ڇٽن پوءِ لڳن ستگرو مهاراج جن جو چت وئراڳ ۽ ڀڳتيءَ
۾ پڪو ويو ۽ ڏاڍي پريم ۽ وئراڳ سان ستسنگ ڪندا هئا.

هڪ ڏينهن مهاراج هوندلداس اچي ستگورو مهاراج جن
جي ستسنگ ۾ ويٺو. ستسنگ سماپت ٿيڻ کانپوءِ هٿ جوڙي
ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته هيءُ داس بکيو اوهان جي
در تي آيو آهي. ڪرپا ڪري ڀنداري مان کو ڪٽڪو
ڪارايو، جو ڪاٿي من ۾ شانتي اچي. ائين ٿي پريم وچان اکين
۾ پاڻي ڀري آيس. ستگور مهاراج جن هوندلداس ڏانهن نهاري
چوڻ لڳا ته توهان پاڻ وڏا ودوان آهيو ۽ شاستر به پڙهيل
آهيو ۽ ڪٿائون به ڪندا آهيو. سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا. اسان
ته ايترو ڄاڻون ڪونه جو توهان کي وڌيڪ ڪجهه ٻڌايون.
تنهن تي مهاراج هوندلداس هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي
پريۇ، پڙهيا ته گهڻو آهيون، پر سڀ شاستر به چون ٿا ته
پورن ستگروءَ کان سواءِ آتما جو ساکيات ڪار نه ٿيندو ۽ نه
وري من کي شانتي ملندي. سو مان گهڻي وقت کان وٺي
ستگروءَ جي ڳولا ۾ هوس. گهڻن ئي مهاتمائن، ست پرشن
سان روح رهاڻ ڪيم پر منهنجو من ڪٿي به نه لڳو. اڄ
توهان جو ستسنگ ٻڌي منهنجي دل ۾ پورن وشواس ٿيو
آهي ته منهنجو اڌار اوهان وٽان ئي ٿيندو.

گنگا متّرا ڪاشي ڦريو- ڦريو تيرٿ ساري،
ڪهان نهين مُجهه پريو ملیا- آيو شرن تمهاري.

سو پريۇ مان اوهان جي شرن آيو آهيان. ڪرپا ڪري
ڀڳوان ملڻ جو رستو ڏيکاريو ته آتما جو درشن ڪري جنم مرڻ
جو ڦيرو مٽايان.

مھاراج ھولداس جو اھڙو ٻڌي ڏسي ستگرو مھاراج جن
جيس نه ڇڪيو آيا ھر روز صبح جو سوير اچي سنتن جي شيوا
ڪجو. ٻئي ڏينھن مڙيو ٿي پلي ڪندو. مھاراج ھولداس ڏاڍو
خوش ٿيو ۽ پيرن پئي پنھنجي گھر ويو.

رات جو روني ڪاٽي ستگرو مھاراج جن آرامي ٿيا نه
گوال لال کي چيائون ته اٿ، ھاڻي وڃي آرام ڪر. گوال لال
ھٿ جوڙي چوڻ لڳو ته ھي ٻڌاءُ، ھن داس ري ته ڪرپا
ڪري نام جو اپديش ڏيو. مھاراج جن چيس ته تون اڄا ٻار
آھين، ٻارھن سال سنتن جي شيوا ڪندو رھه، پوءِ توکي
نام ڏيندا سون. اڪين ۾ پاڻي آڻي گوال لال چيو ته ھي ٻڌاءُ
ڪرپا ڪري مونکي ھينئر ئي نام جو اپديش ڏيو جو پوءِ
متان سنساري مايا ڦاسائي ڇڏي. مان سدائين اوھان جي
چرنن ۾ رھي شيوا ڪندس.

گوال لال جو اھڙو پريم ڏسي چيائون ته اٿ، توکي به جلد
ئي نام ڏيندا سون، خيال نه ڪر. ھاڻي وڃي آرام ڪر.

صبح جو سوير مھاراج ھولداس آيو. ستگرو مھاراج جن
کي پيرن پئي ھٿ جوڙي چوڻ لڳو ته ٻڌاءُ داس حاضر
آھي، جيڪا شيوا ھجي سا آگيا ڪريو. ستگرو مھاراج جن
چيس ته ميٺ تيل ڪٺي سڀني سنتن کي اشنان ڪرائي،
نڪري ڪارائي پاڻي پيار يو. اھا آگيا پائي مھاراج ھولداس
ميٺ تيل ڪٺي سنتن کي ولي ڪوھه تان اشنان ڪرائي آيو
۽ نڪري ڪارائي جل پيار يائين تنھن کانپوءِ ستگورو مھاراج جن
کي چوڻ لڳو ته ٻي ڪا شيوا ڏيو. ستگرو مھاراج جن چيس
ته سنتن ونڊ وڃي ويھو ۽ جيڪا شيوا چون سا ڪجو. سنتن
کي روٽي کارائي پاڻ نه کائي پوءِ گھر وڃجو. شام جو ٦ بجي
اچي ستسنگ ۾ آسڻ وڇائجو. مھاراج ھولداس وڃي

سنتن جي شيوا ڪرڻ لڳو. سنتن کي روٽي کارائي، پاڻ بہ کائي پنهن جي گهر ويو. شام جو اچي ستسنگ جا فراش وڇايائين. اهڙي طرح ڪجهہ وقت ڏاڍي پريم سان شيوا ڪيائين.

جڏهن ستگرو مهاراج جن ڏٺو تہ هولداس کي ذات پا وديا جو ايمان ڪونهي ۽ ڪهڙي بہ قسم جي شيوا ۾ سنڪوچ ڪونہ ٿو ڪري، تمام گهڻي شردا ۽ پريم بہ اٿيل اٿس تڏهن کيس نام جو اڌڪاري سمجهي چيائون تہ، اٻا سڀاڻي ۸ بجہ اچجو تہ توهان کي نام جو رستو ٻڌائينداسون.

اوڏي مهل ستگرو مهاراج جن گوال لال کي چيو تہ سڀاڻي توکي بہ هولداس سان گڏ نام ڏينداسون.

ٻئي ڏينهن صبح جو ۸ بجہ گوال لال ۽ هولداس پوڄا جي سامگري ۽ پرساد کڻي آيا ۽ ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي اچي وينا ۽ گر منتر وٺي ستگرو مهاراج جن جا شش ٿيا. تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن کين چيو تہ هاڻي پرشارت ڪري پنهنجي آتم سروپ کي پايو. ٿورو ڳالهايو، ٿورو کائو ۽ ٿوري ننڊ ڪريو. رات ڏينهن اڀياس ڪريو ۽ سنتن جي شيوا پڻ چت لائي ڪريو.

پيا بہ ڪيترا جگياسو ۽ ستسنگي هر روز صبح جو سوير اٿي مهاراج جن وٽ ايندا هئا، ڪي کانئن جي شيوا ڪندا هئا، ڪي ٻهاري ڏيندا هئا، ڪي پاڻي ڀريندا هئا، ڪي باسڻ مليندا هئا تہ ڪي سنتن جي شيوا ڪندا هئا. شيوا ڪري وڃي پنهنجن گهرن جا ڪم ڪاريون ڪندا هئا ۽ وري بہ اچي سنتن جو گيان گوشت ٻڌندا هئا. رات جو ستسنگ سماپت ٿيڻ کانپوءِ ۱۰-۱۱ بجہ گهر موٽي ويندا هئا.

هڪ ڏينهن شام جو ٦ بجہ مهاراج هولداس ستسنگ

جي ٻلهي جي وڏي ڀاري ٻالي ته سندس هڪ پيارو ججمان
ڀڳمل ٻاسري رام اتان آيو لکيو. مهاراج هونددداس کي
ڀاري ٻالمندو ڏسي ٺٺو لڳو ته مهراج هي ڇا ونا ڪريو؟
توهان ٻار ونا ڀاري ڏيوا هي واڳيا توهان جي شيوا ڪن
يا توهان هنن جي شيوا ڪريو؟ ماڻهو ڇا چوندا؟ شهر جا
ماڻهو اوهان جي نندا ڪندا. تنهن تي مهاراج هونددداس
جهس ته سارو سنسار ته اسان جي وڏو شيوا ڪري پر اسان
جو ته ته ڌرم آهي ته ڪنهن جي شيوا ڪريون، سو هيءُ
جاءِ اسان جي شيوا ڪرڻ جي آهي. ستگرن ۽ سنتن جي
شيوا نه ڪريون؟ گرو گرنٿ صاحب اوهان روز پڙهندا
آهيو، صاحبن لکيو آهي ته 'چار پدارٿ جيڪو مانگي،
ساڌ جنا کي سيوا لاڳي.' سوئي پيارا جي توهان به پنهنجو
اڌار چاهيو ته هن در تي اچي شيوا ڪريو. اهو ٻڌي
ٻاسري رام، مهراج جي گهر اچي سندس وڏي ڀاءُ مهراج
گرڌاري رام کي ٻڌايو ته اوهان جو ننڍو ڀاءُ هونددداس،
نيڻون رام جن جي گهر وڏو ڀاري ٻالي، جوڻا ٻاسڻ ملي
۽ توهان جو ڪرم ڌرم ڀرشٽ ڪري. توهان اسان جا پوڄيه
گرو آهيو، اسين توهان جي شيوا ۽ پوڄا ڪريون ڪين توهان
اسان وارن جي ڪريو؟ ڪيترن ڏينهن کان ولي مهراج
هونددداس، نيڻون رام جو شش ٿيو شيوا پيو ڪري.
توهان کي شايد اها ۽ ڳالهه جي خبر ناهي، جي توهان برهمڻ
ٿي انهن ڪرڻ لڳندا ۽ پنهنجو ڪرم ڌرم وڃائيندا ته ڪير
اوهان جي پوڄا ڪندو؟ جي توهان کي اعتبار نه اچي ته
روبرو وڃي ڏسي اچو. مهراج گرڌاري لال اهو ٻڌي پنهنجي
جوڪري کي سڏي چيو ته، ٻنهي ڏسي اچ ته ڪاڪهين ڇا
وانو ڪري. جوڪري ڏسي اچي ٻڌايو ته ڪاڪو ٻاسڻ پيو

ملي. ٻڌي گرڌاري لال چپ ٿي ويو.

رات جو ستسنگ ٻڌي مهراج هولدلداس گهر موٽيو ته مهراج گرڌاري لال کيس چيو ته تون ٽيئون رام جي گهر جو ٿو وڃي شيوا ڪرين؟ مون ٻڌو آهي ته تو هن کان اُپديش ورتي هن جو شش ٿيو آهين. هنجي گهر ۾ ٻهارڻون ڏيو پائين، چؤنا پاسڻ پيو ملين ۽ فراش پيو وڇائين. ماٺهو ڇا چوندا؟ تون پنهنجي شان ڏانهن ڏس. اسين برهمڻ ٿي واڻين جي شيوا ڪريون؟ اها ڳالهه توکي سؤنهين ٿي؟ پنهنجو ڪرم ڌرم ڀرشٽ نه ڪر.

هولدلداس هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته پائؤ مون ابرابر ڪين ستگرو ڪيو آهي ۽ شيوا ٻه ڪندو آهيان، جو جگياسؤ جو ڌرم آهي ته گرو جي هر پرڪار شيوا ڪري. سڀيئي شاستر ٻه ائين ٿا چون ته ديهه ڌاري گروءَ کان سواءِ گيان جي پراپتي نه ٿيندي آهي ۽ گيان کان سواءِ مڪتي نه ملندي آهي. خالي شاستري پڙهڻ سان آتما جو ساکيات نه ٿيندو.

**سلوڪ – ويد آڌي اُڌ ڌي گربن لڳي – لاڳي لوڻ سمان باادل گرمک دوارني – امرت ٿي اڌ ڪان.**

**ارٿ:** – ويد شاستر باادل سمان آهن. گروءَ کان سواءِ کارا لڳندا، جئن سمنڊ جو پاڻي کارو آهي. پر اُهوئي پاڻي بادلن دوارا مٺو ٿي اُچي ٿو، تئن ويد گرنٿ پورن گروءَ دوارا پڙهبا ته امرت سمان ٿي جيوَ کي اَمر بڻائيندا. الهيءَ ڪري مون شاسترن جي آگيا پائي ستگرو ڪيو آهي. تنهن تي مهراج گرڌاري لال چوڻ لڳو ته تنهنجي ڳالهه برابر آهي پر ڪو مهاتما، ڪو وڏو سنياسي، ڪو وڏي نالي وارو گديسر گرو ڪرين ها ته تنهنجو نالو ٻه ٿئي ها. هيئنر جيڪو ٻڌندو سو اُلٽو لندا ڪندو. اسانکي ٻه ڪنڌ هيٺ ڪرڻو

ٻولدو. ماڻھو اُپجس ڪندا تہ توھان جا ڪيو آھي جو پنھنجي آلر برھمڻ ٻٽي کي ناس ڪري ڇڏيو. ڪل کي ڪلنڪ لڳايو. تنھن ڪري اڄ کان وٺي ٽيئون رام جو شش نہ ٿيئنج ۽ نہ سندس گھر وڃي شيوا ڪج. جي اسان جي ڳالھہ نہ مڃيندين تہ اسان توکي گور ۾ ڪونہ رھائينداسون. اھو ٻڌي ھوندلداس ٻاءُ کي ڇوڙ لڳو تہ توھان مون کي پتا سمان آھيو. ودوان ۽ شاسترن جا ڄاڻو آھيو سو توھان ڪھڙي تا صلاح ڏيو؟ سندر مھراج وڏو ودوان ھو، ٻوءِ سودر ذات جي پڄاري دادوءَ کي ڇو گرو ڪيو ھٿائين؟ ھنکي گرو ڪرڻ سان ڇا سندس برھمڻو ناس ٿي ويو؟ توھان ودوان آھيو. مون کي ناحق سمجھايو. مھراج گرڌاري لال ڇوڻ لڳو تہ سندر مھراج برابر برھمڻ ٿي ڪري دادو مھراج جو چيلو ٿيو ھو ۽ ڪمس برھمڻن جي پنچايت پنھنجي لياس مان ڪڍي ڇڏيو ھو. تنھن تي ھوندلداس ڇوڻ لڳو تہ پڻ مونکي بہ لياس مان ڪڍي ڇڏيو.

## دوھرو- گنگا ڪاشي گرنار تک- ڪوڄا چارون ڌام
## ھوندل کي من ڀائيا- ستگرو ٽيئون رام.

مون جيڪو ستگرو ڪيو آھي تنھن جو ٿي شش ڇوائيندس ۽ شيوا بہ ڪندس. اھو جواب ٻڌي مھراج گرڌاري لال ڳالھ چپ ڪئي ۽ دل ۾ ويچار ڪيائين تہ سمت کي وڃي چوندس تہ ھوندل کي ٻاڻ وٽ اُڄڻ نہ ڏيو. اھو ويچار ڪري ٻاھر ھليو ويو.

اٺي ٻاسي ستگرو مھاراج جن جا ٻيا بہ جيڪي ڇگياسو ۽ ٻڌي ھٿا ٽن کي بہ سمڻ مانت ڇوڻ لڳا تہ توھان گھر جو ڪو بہ ڪم دل سان نہ ڪريو ۽ سارو ڏينھن سائن وٽ ويٺا آھيو. رات جو ١٢ بجہ ڏڪا ڪالي گھر تا اُچو. اسان

توهان جا نوڪر ٿي در پٽي وينا ٿهاريون نه اچو ٿا اچن. پر توهان کي پنهنجو ڪو به خيال ڪونه ٿو ٿئي. اَڄ ڏينهن کان وٺي سنت وٽ نه وڃجو. جي ويندا ته ڀاڻ ڄاڻو ٿا. ڀيو به گهٽو ٿيو گهمڻ وڃڻ ڳالهائي مائٽن کين منع ڪئي. پر اُنهن ٻر يمين ۽ ستسنگين پنهنجي مائٽن جي سمجهائڻ يا دڙڪن تي ڪو به ڌيان نه ڏنو. جڏهن روزانه نت نيم سان ستگرو مهاراج جن وٽ ايندا ويندا هئا، تڏهن ٿي اُچڻ وڃڻ لڳا. آخر ڇوڪرن کي مائٽ مارڻ لڳا. ڪن کي ڪوٺين ۾ ٻُوڙي، تالا ڏيئي بند ڪيائون. ڪن کي نوڙين سان ٻڌي ڇڏيائون. پر جڏهن جڏهن مائٽ پيا مارين تڏهن تڏهن سندن وِرتي ويئي ويراڳي ٿيندي ۽ پريم ويو پختو ٿيندو ڇو جو سنسار جو دک به وئراڳ جو ڪارڻ آهي.

سلوڪ ـ جڏهن جڏهن ٿوڪي لوڪ ـ تڏهن تڏهن مون تاڪيد ٿئي.

اُنهيءَ ڪري ڀاڻ جيڪو سنسار ۽ مٽن مائٽن ۾ موهه هون سو نڪرندو وين. جڏهن بندرابن ۾ گوپيون گوال، ڪرشن جي مرليءَ جو آواز ٻڌي، لوڪ لڄا لاهي، پنهنجو ڪم ڪار ڇڏي ۽ ڪنهن جي پرواهه نه ڪري ڀڳوان جي چرنن ۾ پهچي مرليءَ تي مست ٿي ويندا هئا، ڪا به وهنوار يا سنسار جي خبر ڪانه پوندي هئن لهڙي طرح سيئي جڳياسُو ۽ پريمي ستگرو مهاراج جن جي پچن روُپي مرلي ٻڌندا هئا ته هڪدم ستگرو مهاراج جن جي چرنن ۾ اچي ستسنگ ٻڌندا هئا.

سلوڪ ـ نوَ نيڻر ڏهه ڏاوڻ ـ پندرهن پينڊ پيا،
جڏهن پرين ياد پيا ـ تڏهن چرڪ چيائون هيڪڙي.

ارٿ ـ جن کي سچو پريم ۽ وئراڳ ۽ پريوءَ جي ملڻ جي پياس آهي تنکي سنسار جو ڪو به بندن ٻڌي نٿو سگهي. ڇوڪرن جو اهڙو حال ڏسي، مائٽ منجهي پيا ته ڇا

ڪڍي. ڪيترو نه کين ماريون ٿا، بند ڪريون ٿا ته به پٽيون
نٿي هليا ٿا وڃن، اسان جي ڪا به پرواهه نٿا ڪن. جڏهن ڪي
ٿيهه ڄڻا اهڙا ڇوڪرا هئا تن جا مالڪ پاڻ ۾ گڏ ٿيا. اها
صبر مهراج گرڌاري لال جي ڪن تي نه پيئي، سو هو اُٿي
آيو ۽ اچي پڇندي پاڻ هوندل جي وارثن ته کين ٻڌايائون ۽
ٻڌائين ته هلو ته هلي سڌ ٿي رهون آئيون ته اسان جي ٻارن
کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏئي. سڀني چيو ته اسان پاڻ اهڙي
صلاح ڪري رهيا هئاسون. اها ڳالهه ته مڃي ته پوءِ مکي
صاحب کي هلي چونداسون.

اهو فيصلو ڪري سڀئي گڏجي ستگرو مهاراج جن وٽ
آيا. ستگرو مهاراج جن سڀني کي آدرستڪار ڏيئي ويهاريو
۽ پرامرسان پڇڻ لڳا ته توهان جو اڄ ڪيئن اچڻ ٿيو آهي.
تنهن تي مهراج گرڌاري لال چوڻ لڳو ته اسان سڀ اڄ
اڪٺا ٿي ڪري توهان وٽ آيا آهيون جو اسان جا ڇوڪرا
پڙهڻ گهر جو ڪم ڪار اصل نه ٿا ڪن، سارو ڏينهن توهان
وٽ ويٺا آهن ۽ رات جو ١٢ بجي تائين مس ٿا موٽن. اسان
کين گهڻو سمجهايو آهي پر اسان جي ڳالهه نه ٿا ٻڌن.
اسان جو نهٺڪري اوهان کي عرض آهي ته کين اوهين پاڻ
وٽ اچڻ نه ڏيو.

مهاراجن مشڪي چيو ته اسان وٽ جيڪو ايندو تنهن
کي ڪيئن چونداسون ته اسان وٽ نه اچ. توهان ڀلي پنهنجن
ٻچڙن کي جهليو. مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي سڀئي
چوڻ لڳا ته ڄڻ صاحب ڇوڪرا اسانجي ضابطي کان نڪري
ويا آهن، ڪرپا ڪري اوهان پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيون.
ستگرو مهاراج جن وري مشڪي چيو ته توهان ويچار نه ڪريو
ته اسان وٽ اچڻ نه ڪنهن لوڏي ڪڍون. اها ڳالهه ڪين

نهندي. اسان وٽ ڪو اچي يا ڪو وڃي اسان نه ڪنهن
کي به ڪو نه جهليندا سون. ايترو چئي مهاراج جن گوال لال
کي چيو ته ابا، اڪري ڪارائي سيني کي جل پيئاريو. انهيءَ
تي سيٺئي اٿي چوڻ لڳا ته اسان کي پاڻيءَ جي گهرج ناهي،
اسين وڃون ٿا.

ايترو چئي سيٺئي ڪاوڙجي اٿي هليا ويا ۽ سڌو مکي
وٽ ويا. مکيءَ کي پنهنجن ڇوڪرن ۽ مهاراج جن جي سموري
ڳالهه ڪري ٻڌايائون. ڳالهه ٻڌي مکي صاحب چوڻ لڳو ته
انهيءَ باري ۾ مون کي اڳ ۾ به سالاري شهر مان به ٽي
دانهون آيون آهن. برابر اها ڳالهه سٺي ڪانه آهي جو نوجوان
ڇوڪرا ڏ لڏا ڏاڙي ڇڏي، پنهنجا گهر ڦٽائي، سارو ڏينهن
سنت وٽ وينا هجن. تنهنڪري سڀاڻي ساري شهر جي
پنچات ڪٺي ڪري ويچار ڪنداسون. ايترو ٻڌي سيٺئي
پنهنجي پنهنجي گهر ويا.

رات جو ستسنگ کانپوءِ مهاراج جن ڇوڪرن کي چيو ته
ابا، ٻي خبر ٻڌي اٿو. اوهان جا مائٽ گڏجي اڄ صبح
جو اسان وٽ آيا هئا ۽ چوڻ لڳا ته توهان اسان جي ڇوڪرن
کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيو، ڇاڪاڻ ته ڇوڪرا ڪرجي پيا آهن.
گهر جو ڪم ڪار ڪو نه ٿا ڪن. ابا، توهان سڀ وڏن
جي آگيا ۾ رهو ۽ گهر جو ڪم ڪار به ڪريو. ستگرو مهاراج جن
جي ڳالهه ٻڌي آتمانند، هوندلداس، اوم پرڪاش ۽ ٻيا
پريمي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته سائين، اسين گهر
جو ڪم ڪريون به پيا تنهن هوندي به مائٽ پيا مارڪٽ
ڪن ۽ گهٽ وڌ ڳالهائين؛ چون ٿا ته ماڳهين ساڌن وٽ
وڃو ئي نه. اڄ توهان وٽان ٿي وڃي مکيءَ کي دانهن ڏني
اٿن. سڀاڻي انهي شهرن جي پنچات ڪٺي ٿيندي. وڌيڪ

چوڻ لڳا ته ”هي ٻڙهڙ، اسان کي مائٽ ڪيترا ٿا ڏک ۽ ڪشٽ ڏيندا ته ٿا لوهاڻ جو ڌرم ڪين ڇڏيندا سون. ڇت ته انهن لو چوي ته سدائين لوهاڻ جي چرڻن ۾ وڃنا رهون. مهاراج جن ٻنهن کي مشڪي چوڻ لڳا ته ”آبا! گهبرايو نه. جيڪي مائٽ چون يا دک ڏين ته ٿا مائٽن کي آڏو جواب نه ڏجو. سدائين سانت ۾ رهجو. هاڻي ڀلي گهر وڃو.“

ٻئي ڏينهن رات جو ڪنڊڙي ۾ سالاري جي پنچايت جو ميڙ ٿيو، جتي مکي صاحب سيٺي ٻنهي کي ڀڙايو ته ڪٿ ڪن ڇوڪرن جا مائٽ دانهن ڪٺي آيا هئا ته ڀڳت ٽيئون رام جي صحبت ۾، سندن ڇوڪرا ته ڏور ٿيا رهيا آهن ته گهات جا. انهيءَ لاءِ، هو ٽيئون رام وٽ ٻه وڃا هئا ۽ ڪيس عرض ڪيو هئائون ته اسان جي ڇوڪرن کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيو، پر هن ڪين ڪتو جواب ڏنو ته مان انهن ڪين ڪندس. اوهين ٻنهنجا ڇوڪرا پاڻ سنڀاليو. لراس ٿي، هو مون وٽ دانهين آيا هئا ته هيءَ ڳالهه نهي ڪين. پنهنج ڪجهه ڪن. انهيءَ لاءِ، اوهان کي تڪليف ڏني وئي آهي. هينئر اوهان جو جيڪو ويچار هجي.

ايترو چئي مکي صاحب بس ڪئي ته مهراج گرڌاري لال اٿي ڪڙڪ ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته ”دهڙ وظر ڪئي ڏنو، جو ڀڳت ٽيئون رام منهنجي ياءُ کان گهر جي ٻهاري ٻارائي، چولا پاسڻ ملائي، پاڻي ڀرائي ۽ ٻيو اهڙو ڪم ڪار ڪرائي؟ اسين ٻرهمڻ، اوهان جا ٻوجيه. ڀڳت ٽيئون رام کي اهو ته خيال ڪونه ٿو ٿئي. اوهين پنهنج مٿس زور آڻيو ته اسان جي ٻارن کي پاڻ وٽ اچڻ کان منع ڪري؛ نه جي چئو ته اسين اوهان جو شهر ڇڏي هليا وڃون.“

اٿي ڀڳت ٻانسري رام چوڻ لڳو ته منهنجي صلاح آهي

نه وڻ کي پاڙ کان وڍيو نه ڏار، ٽاريون ۽ پن پاٽهي سڪي ويندا. باقي جو توهان ڏار ۽ ٽاريون پيا وڍيندا ۽ پن پيا پٽيندا نه وري پيا ڦٽندا. تنهن تي مکي اُتي چوڻ لڳو ته ڪئن ڀائرو اِنهيءَ ڳالهه جو مطلب سمجهيو اُٿو؟ هن جي چوڻ جو مطلب اهو آهي ته ڇوڪرا آهن ڏار، ٽاريون ۽ پن، ڀر ڪي مارڪيٽ ڪري جي ڇپ ڪرائيندا ته وري پيا ڇوڪرا اُهڙا پيدا ٿيندا ۽ وڻ آهي ڀڳت ڪنور رام. جيڪڏهن ماڻهن سنت کي شهر مان لڏائي ڇڏيندا ته ڇوڪرا پاٽهي ڀڄڙا ٿي ڇپ ڪري وهندا. تنهن ۾ اوهان ڀائرن جو گهڻو رايو آهي.

هڪ سچڻ اُتي چيو ته ڀائرو، سنت کي ڪئن لڏائي سگهندا؟ هو وس وارو آهي، لڏي يا نه. اُنهيءَ تي پيو اُتي چوڻ لڳو ته سنت جي گهر کي پنچائت مان لاهي ڇڏجي. ڪنڌو ۽ سالاڙي جو ڪوبه ماڻهو هنن کي پاڻيءَ جي ڍ نه ڏئي. ڪوبه ساڻن لاڳاپو يا واسطو نه رکي. ڪير ڍ سندن گهر نه وڃي. جيڪو وڃي يا پنچن جي فيصلي جو الڳهن ڪري اُنهيءَ تي پنج روپيه ڏنڊ رکيو وڃي. سنت کي لڏائڻ جو اِهوئي هڪ طريقو آهي. اِئين ڪندا ته هو پاڻهي لڏي ويندو. اُنهيءَ تي پنچائت ۾ ڏاڍو اُچي گوڙ [illegible]ٿو. ڪي چون اِها راءِ ٺيڪ آهي ۽ ڪي چون ته اِئين [illegible]ڪ نه ٿيندو. سنتن کي ستائڻ معنيٰ لڱريءَ جو ناس [illegible]ڪرائڻ. مکي صاحب اُتي چيو ته شانتي ڪري ٻڌو. اوهان [illegible]يان ٻه رايا آهن. هاڻي فيصلو ڪريو. پائي ڦتورام اُتي [illegible]ڻ لڳو ته ووٽ ورتا وڃن. گهڻن جو رايو پيئو ته سنت [illegible] اڪيه کي ڦالهيون لاٿو وڃي. ٻئي ڏينهن مکي صاحب [illegible]لاري ۽ ڪنڌوءَ ۾ هوڪو ڏياريو ته ڀڳت ڪنور رام جي

گهر کي پنچائت تالهين لائو آهي، تنهن ڪري ڪير به سائن
وهنوار نه رکي. جيڪو هن فيصلي جي ڀڃڪڙي ڪندو
اُن تي پنج روپيه ڏنڊ رکيو ويندو. سڄ لڳي ڇيڪڙي برهمڻ
مهاراج جن وٽ ويا ۽ جيڪي پنچائت ۾ وهيو واپرو هو، سو
کين ٻڌايائون. سڀئي ماول ٿي چيو ته اسين اوهان کان سواءِ
ڪٿي رهي سگهنداسون.

برهمڻ جا اهي وچن ٻڌي ستگرو مهاراج جن مشڪي کين
دلداري ڏني چيو ته اُٻا، اسان سدائين توهان سان گڏ آهيون.
توهان ڪوئي خيال نه ڪريو. ايشور چڱي ڪندو. هاڻي
توهين ساز کڻي اُچو ته ستسنگ شروع ڪريون. برهمي ساڌن
کي سڏي ساز کڻي آيا. ستسنگ شروع ٿيو. ستگرومهاراج جن
پڇن ڪندي جڏهن موج ۾ آيا تڏهن هيٺيون پڇن ڳاهي
ڳائڻ لڳا.

## سر ڪوهياري

ٿل- هي وڻ نه وڻڻ کان اُڏو پري پري
اوهين ڏسجو دل ۾ ڏيان ڌري.
١- هن وڻ جي آه پاڙ پاتالي- آد اَنت مڌيہ آه اُڪالي
جل ٿل جنهن جي جوت ڀري.
٢- هن وڻ جا ٿي ڏار وڏائي- تنجي ڪر لون سبؤ سدائين
لس ڌ ن جو ايمان هري.
٣- هن وڻ جون ٿي شاخون سهاڻي- لنکي ڇاڻن ڪي وڏ ڀاڳي
اوگڻ پنهنجا دور ڪري.
٤- هن وڻ جا ٻن پارس آهن- چاه رکي جي لنکي چاهين
تنجي من جي مَل نري.
٥- هن وڻ جا ٿي ڪندا ڪرارا- دل ۾ درد وڏائڻ وارا
جنهن کي لڳي سو جيئري مري.

٦- هن ونءَ جا گل ڪن گلزاري - پيهه جن ۾ آهه بهاري سنگهڻ سان ٿو ڪارج سري •

٧- هن ونءَ جا ڦل جاڻ الستي - ڪاٽڻ ساڻ چڙهي خود مستي امر رهي، جم ڪان نه ڊري •

٨- هن ونءَ جي آهه سندر ڇايا - تنهن جي هيٺان جي جن آيا تن من تنجو لٽل نري •

٩- هن ونءَ جو ٻج آهه وڪاٽو - ملهه ڪان مهانگو اصل اٻاٽو وٺندو ڪو سر پيٽ ڌري •

١٠- هن ونءَ کي پڙ جي جن جوڙي - ڪهي ڏهڪون سڪ ٻائي سوڙي پڙ ساگر ڪان ترت ٽري •

اهو ڀڄن جڏهن ارت سهت ڳائي پورو ڪيائون تڏهن جيڪي مهاراج جن جا پريمي جگياسو اُتي ويٺا هئا سي ڀڄن دوارا دلداري ٻائي پريم منجهان وڏي آواز ستگرو مهاراج جن جي جئه مناٿڻ لڳا • تنهن ڪانپوءِ پريمي چوڻ لڳا ته اسين نه لٽ نيم سان پيا ايندا سون • ماٺت جاٽن پنڇات جاٽي سڀئي پيرين پئي گهر ويا •

ٻئي ڏينهن لي سڄو ڏينهن شهر جو ڪوبه ماڻهو ستگرو مهاراج جن جي دڪان يا گهر ۾ ڪونه آيو • شام جو ستسنگ جي سمي ڪن پريمين مهاراج جن کي ٻڌايو ته اڄ ماڻن پنهنجن ٻارن کي ٻڌي قابو ڪري وهاريو آهي • اسين توهان جي ديا سان ڪنهن نموني ڀڄي آيا آهيون • مهاراج جن ڪين منڪي چيو ته چنتا نه ڪريو • ايشور چڱي ڪندو • ايترو چئي ستسنگ شروع ڪيائون • واحد بخش ٽپدار دلو وڃايو • اُنهيءَ رات ستسنگ ۾ ٢٥-٣٠ ماڻهو مس آيا هئا • جڏهن ستسنگ سماپت ٿيڻ لي هو نه پنڇاتي نهليو، جيڪي ستسنگ ۾ آيل هئا تن جا نالا لکي ويو • تنهن ڪان پوءِ

ستگرو مهاراج جن ستسنگين کي چوڻ لڳا ته آيا، توهان ستسنگ ۾ آيا آهيو پر پنهنجالي ٽهليو اوهان جا لالا لڪي ويو آهي. سپاڻي ڏنهن پرتو پولندو. پر آيا ڪو خيال نه ڪريو. اهي سڀ ڀڳوان جا کيل آهن. پريڪيا ٿو وٺي. اُلٽ ۾ سولي ڪندو. هاڻي اوهين پل گهر وڃو. مانت ڪجهه به چوڻ نه غم ڪالي وڃجو.

پوءِ سيئي گهرن ڏانهن ويا. گهر پهتا ته ڏسن ته دروازا بند. در ڪڙڪائي، زور سان آواز ڪري مائن کي سڏ ڪرڻ لڳا پر جواب خير. ڪنهن ڪنهن کي اندران آواز آيو ته دروازو ڪوله ڪوليندا سون، توهان اساڪي ڪوله ڪيو. جيڏانهن ڏٺو تيڏانهن هايا وڃو. ڪن کي نه مائن جواب ني نه ڏنو. لاچار ٿي ڪي پنهنجي گهرن ٻاهران ئي سمهي پيا ته ڪي موٽي ستسنگ واري ٿلهي تي اچي سمهيا.

پرڀات جو ۴ بجي ستگرو مهاراج جن ٻاهر آيا ته ڇا ڏسن ته ١٠-١٥ ٻراهي سمهيا پيا آهن. انترجامي ستگرو ٻراهمڻ کي اٿاري چوڻ لڳا ته آيا، صبح ٿيو آهي، اٿي نام جپيو. ستگرو مهاراج جن جو مڌر آواز ٻڌي سڀ اٿي کڙا ٿيا ۽ پيرين پئي، آسڻ ٻڌي اڀياس ڪرڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن به ڏنڊ پاڻي ڪري پنهنجي ڌيان ۾ ويهي رهيا.

٦ بجي اڀياس مان اٿي مهاراج جن کي پيرين پئي اهاري ڪلڻ لڳا ستگرو مهاراج جن به مشڪي کين چوڻ لڳا ته آيا، رات توهان کي مائن در ڪوله ڪوليو ڇا؟ سڀئي ٻراهمڻ هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته سائين اوهين جا ٿي جاڻڻهار آهيو. پوءِ ستگرو جن ڪان موڪلائي جڏهن پنهنجي گهر آيا ته مائن کين ڪاوڙ ڪندي چيو ته ڪالهه توهان کي ستگرو سمجهايو هو ۽ منع ڪئي هئي ته ستسنگ وٽ نه وڃجو ... ڏنهن پوندو. پر توهان کو ڌيان نه ڏنو هاڻي

پنج روپيه ڏنڊ جي چٺي وڌو. ڪڙو ڪمايو ڪين، ايو
اُلٽو گهر کي نونو وجهو. انهيءَ کان نه جمو ها نه چڱو هو،
جو هنن سؤرن ۾ نه نه پٽون ها. ماڻي هلو اُندر ۽ جي وري
ويا آهيو يا سنت سان ٻُلي پلاني راه، ويندي به ڳالهايو آٿو
نه ڪِل لاهي ڇڏينداسون ۽.

ڪن ڇوڪرن جيتوڻيڪ مار کاڌي ۽ ڪؤڙا وچن ٻڌا
پر زبان سان مائٽن کي ڪجهه نه چيائون، ٻاڪل سانت رهيا.
هوڏانهن ٺهلئي وچي مکيءَ کي اُنهن ماڻهن جا نالا ڏنا
جي پنچائتي حڪم جي پرواه نه ڪري وڃي ستگرو مهاراج جن
جي ستسنگ ۾ شامل ٿيا هئا. مکيءَ پنچائتي خزانچيءَ کي
گهرائي چيو ته ٺهلئي کي ساڻ ڪري وڃي انحرافي ڪندڙن
کان پنج پنج روپيه ڏنڊ وصول ڪري اچو. خزانچي ويو،
پر جيڪي ڇوڪرا اُڃا تائين مهاراج جن وٽ ويندا هئا ۽ گهر
آيا ني ڪو نه هئا، تن جي مائٽن ڏنڊ ڏيڻ کان اِنڪار ڪيو.
باقي ٻين کان ڏنڊ وصول ڪري آيا. تنهن تي مکيءَ ڪين
چيو ته چڱو جن ڏنڊ نه ڏنو آهي تن جا نالا ٻاڻ وٽ لکي
ڇڏيو. هفته کن ۾ پنچائت گڏ ڪري اُنهن جو فيصلو ڪرائبو.
مکيءَ پوءِ پنچائتي ٺهلين کي چيو ته توهان صبح جو ۵ بجي
کان رات جو ۱۱ بجي تائين سنت جي گهر وٽ رهجو ۽
جيڪي به اُتي اچن تن جا نالا لکندا وڃجو. رات جو احوال
ڏيئي پوءِ پنهنجي گهر وڃجو.

ٻئي ڏينهن فقط ۱۵-۲۰ پريمي ستسنگ ۾ آيا. ٺهليا اُنهن
جا نالا لکي ويا ۽ اچي مکيءَ کي ٻڌايائون. مکيءَ ڪين چيو
ته سياڻي اوهان مان هڪڙو چؤڪسيءَ تي وڃي ۽ ٻيو مودي‌ءَ
کي ساڻ ڪري وڃي ڏنڊ وصول ڪري اچي. اُنهيءَ ڏينهن
ٻن ڇڻن ڏنڊ ڪو نه ڏنو.

ٽئين ڏينهن مکيءَ چار ماڻهو جاچ لاءِ ڇڏيا ۽ پنجن اهڙي

ته سگهي ڪٿي جو ستگورو مهاراج جن کي ڪاٿه شيءِ شهر
مان ملي نه سگهي. جيڪا شيءِ گهر ۾ کٽي ٿي ته گوال لال
گهوڙي تي چڙهي هالن مان وٺي ايندو هو. پنڊتن جو
انهيءَ وقت زور هوندو هو. اِها خبر هالن، شاهه جي ڀٽ،
شهدادپور، ٽنڊي آدم ۽ ٻين ڪيترن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ پريمين
کي پهچي وئي. ڪيترا پريمي ستگرو مهاراج جن وٽ اچڻ
لڳا. شاهه جي ڀٽ مان ڀڳت لڇميچند، ڀڳت شيوڪرام،
سرو آنند ۽ گرمکداس مهاراج جن وٽ ڪنڊوءَ ۾ آيا. سڀ
ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيا ۽ خبرون
چارون پڇڻ لڳا. مهاراج جن مشڪي چيو ته ڏاڍا آنند منگل
آهن. ڀڳوان جي وڏي ڪرپا آهي. ڏاڍو چڱو ٿيو جو توهين
آيا. تنهن کان پوءِ ڀڳت لڇميچند ۽ شيوڪرام پنهنجي مٽون
ٿهلرام کان پڇڻ لڳا ته پنڊتن جو توهان سان تڪرار ڇا
ٿي ٿيو آهي؟ ٿهلرام ڪاوڙ ۾ اچي چوڻ لڳو ته ڪهڙي
نا خبر پڇو؟ عزت ٿي وڃي. سارو جهڳڙو ساڌ ڪرايو
آهي جو ٻراوا ڇوڪرا سارو ڏينهن پاڻ وٽ وهاري ويٺو
آهي. ڇوڪرن جا مائٽ هتان وٺي تا وڃن ته ٿورو گهر جو
ڪم ڪري وري ساڌ وٽ تا پهچي اچن. تنهن تي ساڌ کي
پنهنجن آهي چيو ته توهان ڇوڪرن کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيو.
مون پڻ ساڌ کي گهڻوئي سمجهايو آهي ته تون ڇوڪرن کي
اچڻ نه ڏي. پنهنجو ڪهڙو ڪم جو اسين وڃي ڪا ڪرائون.
پر ساڌ ڪنهن جي ٻڌي جو ٿو. چوي ٿو ته اسان ڪنهن
کي ڌ واٽ سان نه چوندا سون ته اچو يا نه اچو. هاڻي توهان
ته آيا آهيو. راس جو ساڌ کي سمجهائجو ته نه لاچار هن آڻي
... مان لڏڻو پوندو. اها ڳالهه ٻڌي ڀڳت لڇميچند، ڀڳت
شيوڪرام، ٻنهي ٿهلرام کي چيو ته توهان ڪائي چنتا نه ڪريو.

اسين اڄ سنت کي سمجهائيندا سون • تنهن کان پوء مهمان ۽ ستگرو مهاراج جن پاڻ ۾ ويهي روح رهاڻ ڪئي • شام جو سيئي گڏجي درياهہ تي گهمڻ ويا ۽ اتي ڪي مهمان ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا تہ اڄ صبح جو شهر ۾ گهمڻ ويا هئاسون • ماڻهو توهان جي ڏاڍي نندا پيا ڪن • تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيو تہ توهين خيال نہ ڪريو • سنسار جي اهائي ريت آهي • ڪنهن مهل سنتن جي پيا نندا ڪن تہ ڪنهن مهل پيا ساراهہ ڪن •

سلوڪ– هرش بڙائي ديککي– پگٽ ڪري سنسار،
جب ڪڇهہ ديکي هينتا– اوگڻ ڏري گنوار •

ارٿ– سنساري آدمين کي جڏهن مان عزت ۽ ديوي پدارٿ ملندا آهن تڏهن هو ڏيکارڻ لاءِ پڳتي ڪندا آهن ۽ جڏهن ڪو دک ڏئين، گلا ڪرين، ڪو پدارٿ نہ ملين تڏهن اُلندو پڳوان ۽ سنتن کي پيا نند يندا ۽ گاريون ڏيندا • رات جو ستگرو مهاراج جن ستسنگ ۾ هيٺيون شبد ناهي درد مان ڳائڻ لڳا •

راڳہ ڪوهياري

تل– قِت پگڙي جڻ جامان پا ڪر–
پاپ سرو مڻ ڏويا– سکہ گهر سويا •

١– لوڪ نندا ڪي ناو بٽائي– بد ليڪي ڪا يار چڙهائي،
پار دوندسين هويا– سکہ گهر سويا •

٢– پايہ گِلا ڪا گل ۾ گهانگها– چوڙا لوڪن ڪا آسانگا،
هر آرامي هويا– سکہ گهر سويا •

٣– ڪت پت ڪي مڻ بالڌي ڏولي–مهڻي طعالي ڪي ڪرمولي،
سنڌر هار پرويا– سکہ گهر سويا •

٤– ڪهي ڏيهڙون مڻ پيا نرالا– خود مستي ڪا پي ڪر پيالا،
تين لجا کو کويا– سکہ گهر سويا •

ڏاڍي موج متي. اُهي ڏينهن ۴۰-۵۰ ماڻهو آيا هئا جن
مان شهر جا فقط ۱۰-۱۲ ڄڻا هئا. اُهي ۽ رامه ڀڳت لکميچند
۽ ڀڳت شيوڪرام ستگرو مهاراج جن کان ونتي ڪري پڇيو
ته سائين هي شهر ۾ پنچائي گوڙ ڇا لئي ٿيو آهي. ٽهلرام
چيو ته ساڌ جيڪڏهن ڇوڪرن کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏين ته
سمورو گوڙ لهي پوي. ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته مان
ڪنهن کي به سڏ ڪري ونئي ڪونه ٿو اچان. جيڪو پريمي
پاڻهي گهر ۾ اچي ٿو تنهن کي لوڏي ڪيئن ڪڍنداسون.
توهان کي اهو ٺيڪ لڳي ٿو ته مان ڪيئن لوڏي ڪڍان؟
جيڪا ڳالهه مريادا کان ٻاهر ۽ ڌرم جي ورڌ آهي سا مان
هرگز ڪونه ڪندس. ساڌن وٽ ڪير اچي يا وڃي نه
انکي روڪڻ سنتن جو ڌرم نه آهي.

**جو شرن آويا تسي ڪنٺ لاوي - ايهه برد سوامي سندا.**

وري به توهان وڏا پڊيوان آهيو. وچار ڪري ٻڌايو
ته ڇا ڪجي؟

ستگرو مهاراج جن جا اهي سندر وچن ٻڌي ڀڳت لکميچند
۽ شيوڪرام ويهي پاڻ ۾ وچار ڪيو. پوءِ ماما ڪرشنا ۽
ٽهلرام کي وهاري ڪين چوڻ لڳا ته اسان ساڌ کان ساري
حقيقت پڇي آهي. هوُ جيڪا ڳالهه ڪري ٿو سا بلڪل
ڌرم انوسار ۽ ٺيڪ آهي. سنتن وٽ ڪير اچي يا وڃي ته
سنتن جو ڌرم نه آهي ته انجو نرادر ڪري ڪيس لوڏي
ڪڍي. ڀڳوان سڀ چڱي ڪندو. ۱۵-۲۰ ڏينهن ڏسون ٿا
ته پرڀوُ ڇا ٿو ڪٽائي، نه ته پوءِ شاهه جي پٽ ۾ گهٽيون ٿي
جاڙون پيئون آهن ۽ هلي آئي ويهو.

ٻئي صبح جو ڀڳت چيتارام، ڪرشنداس، لڇورام ۽
ٻيا ڪيترا ستسنگي شاهه جي پٽ کان آيا. اُهي ڏينهن

١٠-١٥ ٻيا مهمان مسافر ٻه آيا. ٢٥-٣٠ مهمان، مسافر سنت ساڌو هر روز سندن آستان تي ايندا ويندا هئا. ستگرو مهاراج جن جو ڀنڊارو رات ڏينهن چالو هوندو هو. ڪو ٻه غريب اناٿ ايندو هو ته روٽي کائي ويندو هو. ڪنهن کي به ڪنهن قسم جي روڪ ڪانه هوندي هئي.

هوڏانهن جيڪي ڇوڪرا مهاراج جن وٽ وينا هئا ۽ پنهنجي گهر ڪونه ويا هئا تن کي ڇوٿين ڏينهن مائٽ وٺڻ آيا. ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته هي ٻريڙو، هاڻي اسان جي ڇوڪرن کي موڪل ڏيو ته ڪين گهر وٺي وڃون، جو سندن مائرون روئن ٿيون. ستگرو مهاراج جن چيو ته اٻا، اسان ته ڪنهن کي به ڪونه جهليو آهي ته نه وڃو. اسان ته پاڻ ڪين چوندا آهيون ته گهر وڃي پنهنجو ڪم ڪار ڪريو ۽ مائٽن جي آگيا ۾ رهو ۽ وڏن کي ڪا به ورندي نه ڏيو. سو توهان پاڻ سيٺي کي وٺي وڃو. ڪجهه ڇوڪرا مائٽن کي چوڻ لڳا ته اڄ رات اسان گهر اچي توهان کي سڏ ڪيا، در کڙڪايا پر توهان جواب ڏنو ته در ڪونه لاهينداسون. جيڏانهن وڻيو تيڏانهن وڃو، سو هاڻي اسان گهر ڪونه هلنداسون. ڇوڪرن جو اهو جواب ٻڌي سيٺي ڀائي ٿهلرام ڏانهن اهاري چوڻ لڳا ته توهان ڇوڪرن کي سمجهايو. تنهن تي ڀائي ٿهلرام ڇوڪرن کي چوڻ لڳو ته اٻا توهان کي مائٽ وٺڻ آيا آهن سو هاڻي توهان هنن سان گڏجي گهر وڃو. ستسنگي ٿيا آهيو، ڪجهه ته وڏن جي آگيا مڃيو.

ڇوڪرن چيو ته جڏهن مائٽن اسان کي لوڏي ڪڍيو ته پوءِ اسين گهر ڇو وڃون؟ جي توهان به اسان کي پاڻ وٽ وهڻ نه ڏيو ۽ لوڏي ڪڍو ته ڀڳوان جو ملڪ گهڻو ئي پيو آهي. جيڏانهن آيو تيڏانهن هليا ويندا سون. باقي گهر ڪونه

ويندا سين. ايترو ٻڌي ڀائي ٽهلرام ڇوڪرن جي مائٽن کي چيو ته مون کي جيڪي ڇوڙهو سو مون کين چيو باقي جيڪو ڏر پيهي آيو آهي، تنهن کي اسين لوڏي کين ڪڍنداسون. توهان هينئر ساڌن کي چئو ته هو کين سمجهائي.

مائٽ ستگرو مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته توهان ڇوڪرن کي چئو ته گهر هلن. ستگرو مهاراج جن ڇوڪرن ڏانهن نهاري مشڪي چوڻ لڳا ته ڪئن آيا گهر ويندا؟ مائٽ وٺڻ آيا اٿو، ڀلي گهر وڃو.

ڇوڪرا هٿ ٻڌي چوڻ لڳا ته هي پرڀو، اسين گهر وڃڻ لاءِ تيار آهيون پر گهر وڃي هلي مائٽ اسان کي ماريندا ۽ گهڻ وڏ ڳالهائيندا ۽ ڪوٺين ۾ بند ڪندا، توهان وٽ اچڻ جي به موڪل نه ڏيندا. تنهن ڪري اسان گهر ڪئن وڃون؟ تنهن تي ڇوڪرن جي مائٽن چيو ته، مهاراج اسين کين نه ماريندا سون، نه وري هيڏانهن اچڻ کان روڪينداسون. ايترو ٻڌي مهاراج جن ڇوڪرن کي چيو ته آيا، توهان ڪوبه خيال نه ڪريو، هاڻي مائٽ توهان کي ڪجهه به نه چوندا، توهان ڀلي مائٽن سان گڏجي گهر وڃو. پوءِ سيئي ڇوڪرا مائٽن سان گڏجي گهر ويا.

شام جو جيڪي ڇوڪرا مائٽن سان گڏجي گهر ويا هئا اهي ۽ ٻيا ڪيترا ستسنگي گڏجي وڃي ڀائي ٽاڪر گر جي باغ ۾ ڪٺا ٿيا.

ٻئي ڏينهن ستگرو مهاراج جن کين ڏسي مشڪي چوڻ لڳا ته آيا، لڪي لڪي آيا آهيو؟ ڪيمچند چوڻ لڳو ته سائين، برابر لڪي لڪي آيا آهيون. جنهن رات اسان توهان وٽ اچي سمهيا هئاسون تنهن رات اسان سڀني کي ڏاڍي مار پئي هئي. چار ڏينهن مائٽن ڪوٺين ۾ بند ڪري

رکيو هو. ستگرو مهاراج جن سيني پريمين ڏي نهاري مشڪي چوڻ لڳا ته اُبا، پگتيءَ ۾ سر جو سانگو لاهڻو آهي. سڀ جنيون تڪليفون سهڻيون آهن. ڀڳوان پريکيا وٺندو آهي. جيڪي پريڙ جا سچا پياسي آهن تن کي دک ۽ تڪليفون ايندڀون ئي آهن. پوءِ مهاراج جن هي ڀڄن ئاهي ستسنگين کي ٻڌايو.

## راڳ پيلو

ٽل - برهه جي باهه ۾ کي - پيارا ڀڄن ٿا،
جيءَ جلائي پنهنجو - رنگ رچن ٿا.

١- مرلي سرپ سن - سرندي سن ڏن،
ڏياچ جشن پن - سيس ڏين ٿا.

٢- ڪرنگ سن ناد - پنوڙلي سڳنڌ،
ديکه چڪور چند - اُلا چڳن ٿا.

٣- مينا رهت جل - سوُرا لڙت دل،
ڏسيو بادل - مور نچن ٿا.

٤- مچه ۾ پتي پتنگ - ساڙن سڀ اَنگ،
لريئه تي نسنگ - جيڙي جلن ٿا.

٥- ٽيڏون لجائون توڙي - من جون واڳون موڙي،
جيءُ برهه جوڙي - اَمر ٿين ٿا.

اهو ڀڄن ارٿ سميت ٻڌائي دلداري ڏئي چوڻ لڳا ته اُبا، هي سڀ ڀڳوان جو ڪم اَٿو جو آد جڳاد کان وٺي پنهنجن پيارن سان ائين ڪندو آهي؛ اِهائي سندس ڪرپا آهي. تنهن ۾ توهان پنهنجي چت کي سدائين ڀڳتيءَ ۾ استٿت رکو، ڪنهن ٻه ڳالهه ڪري دلگير نه ٿيو. سڀ ايشور چڱي ڪندو. ايترو پريمين کي سمجهائي پوءِ ستگرو مهاراج جن

ستسنگ شروع ڪيو. هڪڙو ڪن ڳڌريءَ ويو، مکي جهامراءِ
ڀائي راڄومل سان صلاح ڪري، ڏنڊ جي وصوليءَ جي
ٻاري ۾ ڪنڌڙ ۽ سالاري جي پنچائتن جو ميڙ سڏايو. مکي
صاحب پنچن کي ٻڌايو ته اٽڪل ٥٠-٦٠ ماڻهن ڏنڊ ڪين ڏنو
آهي. اوهين اُنهن کان پڇو ته ڏنڊ ڇو ڪين ڏنو اٿن. اُن
موجب پوءِ فيصلو ڪيو وڃي. مکي صاحب اُنهن ڀڄڪڙي
ڪندڙن جا نالا پڙهي ٻڌايا.

اُتي ڪي ڀرمي اُٿي چوڻ لڳا اسان ڇوڪرن کي
گهوٽين مارئون ٿا ۽ ٻڌي ٿا وهارئون ته ٻه لکي ڪري
پهچو ٿا وڃن ۽ ٻه چار ڏينهن گهرن ۾ ئي ڪين ٿا اچن؛
ٻڌايو ته اسين ڇوڪرن کي ڇا ڪريون. جن ڏنڊ ڏنا هئا
سي اُٿي چوڻ لڳا ته اسان وٽ وري پئسا وڌيڪ ئي هئا
ڇا جو اسان ڏنڊ ڀري ڏنا. اسانجو ويچار آهي ته ڏنڊ
زوريءَ وصول ڪيو وڃي ته ته آئينده اسين به ڏنڊ ڪونه
ڀربداسون. جڏهن زوريءَ به ڏنڊ نه ڏين ته کين پنچائت
مان لاڙو وڃي. سيٺ گوپالداس، ڀائي ٻاڳارو رام ۽ ڀائي
ڇبلداس اُٿي چوڻ لڳا ته ڀائرو اسان جي صلاح آهي ته
ڏنڊ بلڪل لاهي ڇڏجي ڇو جو ڇوڪرا ساڌ وٽ وڃڻ کان
رهندا ئي ڪين. سنت ٻاڻ ته ڪنهن کي اچڻ لاءِ ڪونه تو
چوي. هو ته پنهنجي موج ۾ ويٺو آهي. انهن سواءِ سنت
سان واهر وڃڻ ۾ نيڪ ناهي. ساڌن کي دک ڏيڻ سان
ٻچاڙيءَ جو نتيجو تمام خراب نڪرندو، جنهن جو ڦل سڄي
شهر کي ڀوڳڻو پوندو. اسان جي ڳالهه مڃيو ته اها ڳالهه
ڇڏي ڏيو.

اتري ٻڌي ڪي وڏي آواز چوڻ لڳا ته اهي ماڻهو
سنت جو پاسو ٿا ڪن. شايد هنن تي به جادو ڪيو ويو آهي

۽ مت ڏئي مارڇي ڏٺي اُٿن. سندن صلاح بلڪل غلط آهي.
اسان جيڪو فيصلو ڪيو آهي اُنهيءَ تي قائم رهنداسون.
جيڪي ڏنڊ لتا ڏيڻ ڏن کان زوريءَ وصول ڪيو وڃي.
اُنهيءَ تي پنچات ۾ گهڻو ڳوڙ ٿي پيو. هڪ ٻئي کي گهٽ
وڌ ڳالهائڻ لڳا. تنهن تي مکي صاحب اُٿي چيو ته گوڙ
ڪرڻ ٺيڪ ناهي. توهان کي ڪوبه فيصلو ڪرڻو آهي ته
شانتيءَ سان ويهي ڪريو. هاڻي ٻڌايو ته جيڪي ڏنڊ لتا
ڏيڻ ڏن تي ڪهڙو قدم کڻجي.

آخر رت آئي ته جيڪي ڏنڊ نه ڏيڻ ڏن کي پنچات
مان لاٿو وڃي. اُن رت تي ووٽ ورتا ويا ۽ رت گهڻائيءَ
سان بحال ٿي. لاچار ٿي ڪن ڏنڊ ڏيڻ قبول ڪيو. جن
اِنڪار ڪيو ڏن کي پنچات مان لاٿو ويو.

ڏنڊ کان اِنڪاري سڄڻ رات جو ستگرو مهاراج جن وٽ
آيا ۽ چوڻ لڳا ته ڀڳوان جي دربار ۾ اَنڌير آهي، ڪوئي
نياءُ ناهي. ڦريو سو ڦريو. غريب جي ڪير ٻڌي ئي ڪونه
ٿو. ستگرو مهاراج جن چيو ته اَبا ڪهڙي ڳالهه آهي؟ ڀڳوان
جي دربار ۾ سدائين پرڪاش آهي. هو ڪنهن سان به اَنياءُ
ڪونه ڪندو آهي، فيصلو تمام پورو ڪندو آهي. پر دير
ضرور پوندي آهي. باقي ڀڳوان ڪڏهن اَنيائي نه ٿيندو.

پريمين ستگرو مهاراج جن کي پنچات جي ڪارروائي ۽
فيصلي کان واقف ڪيو ۽ چيو ته سائين، ڀڳوان جو اِهو اِنصاف
آهي يا بي اِنصافي؟

ستگرو مهاراج جن چيو ته اَبا، اسين ڪڻن چئون. ڀڳوان
جي گت ڀڳوان ڄاڻي. پر اسان کي پڪو ڀروسو آهي ته
جيڪي ڀڳوان ڪري ٿو سو اسان جي ڀلي لاءِ ڪري ٿو.
اوهين اِهو وشواس رکو.

صبح جو لکميچند ۽ شيوڪرام مهاراج جن کان موڪلائي ماڻهو وٺڻ لاءِ هلڻ لڳا ۽ سرو آنند ۽ گرمکداس روئي چوڻ لڳا ۽ اسين ڪوڻ هلنداسون. ستگرو مهاراج جن چيو ته ٻيل هي ڇوڪرا رهن، اسين ڪنهن هٿرڪي ماڻهو سان ٻيءَ ڪين موڪليندا سون. لکميچند ۽ شيوڪرام روانا ٿي ويا.

اُهيءَ وقت سنت ٻڌ ٻوڙيي ۽ ٻيا ٻئي سنت ستگورو مهاراج جن وٽ آيي لٿا. ستگرو مهاراج جن وڏي پريم سان سنتن سان مليا. سنت ٻڌ ٻوڙيءَ مهاراج جن کي چيو ته سوامي، هي ڪهڙو رنگ رچايو اٿو، جو حيدرآباد لائين اهائي جرچا آهي ته ڪبڊيءَ ۾ ٻيٺن، ساڌن سان وڏو گوڙ ڪيو آهي.

ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته سنسار ئي گجگوڙ سان ڀريو آهي. گجگوڙ کان سواءِ ڪو ڪم ڪونه ٿو ٿئي. آڪاس منڊل ۾ بادل گجگوڙ ڪري وسندا آهن ٻيءَ جڏهن ٻه ٻڪريءَ ۾ ٻيل هوندا آهن سي گجگوڙ ڪري سڱ ٿي ٻاهر نڪرندا آهن ۽ اهو ڳاهه ڳائبون ڪانيندبون آهن. ڳاهه آهن جي پيٽ ۾ گجگوڙ ڪري ڪير ٿي پوندو آهي. ڏهڻ مهل اهو ڪير ٻرڻ ۾ گجگوڙ ڪري مٿي چڙهي ايندو آهي. اهيءَ ڪير کي چاڻي چلهه تي رکي هيٺان باهه ڏيندا آهن ته ڪير گجگوڙ ڪري مٿي اُيامندو آهي، ٻيءَ هيٺ لاهي رکبو آهي نرڻ بعد اُن ۾ سنباڻڻ وجهي مائيءَ ۾ رکبو آهي ته اهو ڪير گجگوڙ ڪري ڏهي ٿي پوندو آهي. ماناٽون مالدائي وجهي، ڏهيءَ کي ولوڙيندبون آهن ۽ ڏهي گجگوڙ ڪندي آهي ۽ مکڻ نڪري پوندو آهي. مکڻ ديگڙي ۾ وجهي چلهه تي رکي هيٺان اُڳئي ڏيندا آهن ته مکڻ گجگوڙ ڪري رجي گيهه ٿي پوندو آهي. گيهه جو ٻڪ پرٻو آهي ته پيٽ ۾ گجگوڙ

ڪندو آهي ۽ شڪتي روپي قبل پيدا ٿي ڌرم جي رکيا ڪندو آهي. لڪن سارو برهمانڊ به گجگوڙ مان بڻيو آهي. ايشور نراڪار آهي. گجگوڙ ڪري سرگڻ ساڪار ٿي پوندو آهي. ويدن جي شرتي چوي ٿي- "ايڪو هم بهو شان." بيو جئن ستگرو ويدانت جي بشارت وچن جي گجگوڙ ڪندو آهي ته جگياسو جي انتهڪرڻ روپي پرٿويءَ ۾ گجگوڙ ڪري ديوي سمپدا جو گڻ روپي گاهه پيدا ٿيندو آهي. گاهه اندرين روپي گاين ڪاڻ گجگوڙ ڪري ڪميا روپي کير ڏينديون آهن. انهيءَ ڪميا روپي کير ۾ ستگروءَ جو بخشيل نام روپي سنباڻڻ وجهي جمائيو آهي ته گجگوڙ ڪري ڀڳتي روپي ڏهي جمي پوندي آهي. انهي ڀڳتي روپي ڏهيءَ کي وشواس روپي متڪي ۾ پريم روپي مانڌاڻيءَ سان وويڪ روپي ولوڙو ڏبو آهي ته گجگوڙ ڪري مڪتي روپي مکڻ نڪري ايندو آهي. انهيءَ مڪتي روپي مکڻ کي شرڌا روپي ديگڙي ۾ وجهي آتم چنتن روپي چاهه اي چاڙهي ويراڳ روپي اڳني ڏبي ته گجگوڙ ڪري خودي روپي ڪٽو جدا ٿي نج آتم روپي برهم گيان جو گيهه تيار ٿيندو. انهيءَ گيهه جو جگياسو ڀوڳ پريندو ته من جي پيٽ ۾ گجگوڙ ڪري آتم شڪتي پيدا ٿيندي جنهن مان جگياسو اندرين کي جيتي جيون مڪت ٿي وديهه مڪتيءَ کي پراپت ڪري پاڻ کي امر بڻائيندو آهي.

ستگرو مهاراج جن جا بشارت وچن ٻڌي سنت ٻڌ پوري خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته هي ڀڳوان توهان ته اڄ ويدانت جي ڇڪ نئين پرڪريا ٻڌائي آهي. اسان به گهڻن ئي سنتن مهاتمائن جو سنگ ڪيو آهي پرنتو اوهان جو انڀو ڏسي مان اچرج ٿيو آهيان. توهان بلڪل سچ چيو آهي ته

ڳجهوڙ مان ٿي ڦل ڪرندو آهي. ڪنهن ۾ به ڀڳوان لئين
ڳجهوڙ ڪئي آهي.

ستگرو مهاراج جن چيو ته جئن اڳ ۾ ڀڳوان جي ڳجهوڙ مان
ڦل سنو ڪيتو آهي تئن هاڻي به توهان سنتن جي آسيس سان
ڦل سدو ڪرندو. سيئي سنت مهاراجن سان ڳالهه جي درباهہ
لي گهمڻ ويا.

سڀ لٿي گهمي ڦري آچي ستگرو مهاراج جن ستسنگ
شروع ڪيو. ڀائي ڪرشن داس ۽ ڀڳت جيتارام ٻنهي
منڊليءَ سميت ڀڄن ڪيو، پوءِ سنت ٻه پوري ٽنبوري لي
آهڙو ته ٻريمه ويدانت جو ڀڄن چيو جو آن مهل ساري سنگت
کي سنسار جو ڏيهه نه ڀليو ۽ ڪال جو پڙ به نه رهيو. آخر ۾
ستگرو مهاراج جن آهڙا ته ويراڳ جا ڀڄن ڳايا ۽ اوٽ ڪيو
جو ٻريمين کي ويراڳ لڳو. ستسنگ سماپت ٿيڻ کان پوءِ
مهاراجن کي همت جوڙي چوڻ لڳا ته هي ٻريو اسانجو جت
هن جڳ لي سنسار کي لتو چاهي. ڪرپا ڪري اسان کي ٿام
جو وستو ڏئي سڀ بندن ٽوڙيو ته آزاد ٿي گوبند جا
گڻ ڳايون ۽ پرمانند پايون جنهن جي مهما اڄ توهان ورلن
ڪئي آهي.

مهراجن پوءِ هيئيون ڀڄن لاهي ٻريمن کي ٻڌايو:-

## راڳ ڪلسو

ٿل- آهي ٻرهم جو ٻيند اُٺانڪو، هيءَ ذکبو لنگهڻ آ لانگهو.

١- جيڪو سفتيون ٽُو سهائي، هاي لتيءَ ٿڏيءَ ۾ ڪاهي
سڀ لاهي سر جو سانگو.

٢- سو پار پوي هن ٽڙ کان، جو ڪين ڏجي ڪنهن اُڙ کان
ڳلي پائي گلا جو ڳانگهو.

٣- هي پريم نه سستو چاڻج، ڪٽي ڪنڌ ڪلهن ڪان آڻج
هي ملهه ڪان آه مهانگو.
٤- ڪهي نيڻون سوئي پائي، جو لوڪ لڄائون لاهي
هي سودو ناهي سهانگو.

پريمين کي پڄن ۾ اڃا ٿورا ئي ڏينهن ٿيا، توهان هاڻي پلي
گهر وڃو، وري صبح سوير اچجو. اينترو ٻڌي سيٺ پريمي
چورڻ لڳا ته هي پريو، اسان گهر ڇڏيو، هاڻي پريوءَ جو پڄن
ڪري اڀياسي گهر وسائيندا سين ۽ توهان جي چرڻن جي شيوا
ڪري جنم سڦلو ڪنداسون. اينترو چئي جڏهن اکين ۾ پاڻي
آندائون تڏهن ستگرو مهاراج جن چيو ته چڱو ابا، هاڻي روئي
ڪانئي هتي ئي سمهي پئو.

صبح جو وڏي پرڀات گور منتر وٺي جگياسو سوامي جن
جا شش ٿيا. منجهند جو آرام ڪري سنت ستگرو مهاراج جن
سان گيان چرچا ڪرڻ لڳا.

هي ڪنڌي ڪنڌي سنت ٻڌ ٻڌي، ستگرو مهاراج جن
کي چورڻ لڳو ته هي سوامي جي، هيءَ ڳالهه ته ٻڌايو ته سنت
مهاتمائون سنسار جا سک تياڳي رات ڏينهن ڀڳوان جو پڄن
ڪن ۽ سنڌس نالو ڳائي، مهما پرگهٽ ڪن ۽ ٻين کان سنڌس
نالو جپائين پوءِ به ڀڳوان سنتن کي مائيلي ماءُ وانگر ڇو تو
ستائي ۽ ڏک سور ڏئي؟

ستگرو مهاراج جن چورڻ لڳا ته سائين سک آهي ئي ڏک
۾. جو سدائين تندرست رهيا ۾ وينو هوندو ۽ ڪڏهن گرمي
ڏني ئي ڪانه هوندائين تنهن کي تندرستي جي آنند جو ڪهڙو
اڻيو ٿيندو؟ جڏهن گرمي ڏسندو تڏهن تندرستي مان آنند
ايندس. تنهن سواءِ سنسار جا سک، دک روپ آهن ۽ ڀڳوان
جا دک به سک روپ آهن، انهيءَ ڪري مهاتمائون ڀڳوان

کان ڏک گھڙيءَ وٺندا آھن:

سلوڪ:- سک ڪي ماڻي پل پڙي- جو نام ھردي سون جاءِ،
پلھاڙيءَ دک پڻ سدا- پل پل نام جپاءِ.

ارٿ- جي سک پرڀوءَ جو نالو ڀلائين ٿا سکن جي مٿان پل ڪا ڇپ پوي. آھي دک ٻه چڱا جن مان پرڀوءَ جو نالو ھردم ياد پوي.

سلوڪ:- ڏک سکن جي مٿوان- گھوريا سک ڏکن تان،
جنجي ڙُرڙُ آھن در ڏيکاريتو دوست جو،

سلوڪ:- سو سک ڏيئي موٽ گوڙلڊر ورلسو ھڪڙو،
تنھن گوڙلڊر نيئي مولکي- در ڏيکاريو دوست جو.

تنھن کان پوءِ ڀڳوان پنھنجن پيارن کي اٿوءِ ڪري ڏک تو ڏي جو ھڙ اھو ويچار ڪندو آھي تہ منھنجي مايا مھابل آھي، مٿان ڪٿين پدارٿ ۾ آلکي پون ۽ مون وٽ اچڻ ۾ دير ٿي وڃن تنھن ڪري سھاري سارو ڏک ڏيئي سندن چت سنسار کان اُپرام ڪندو آھي. ھئين رستي ۾ ڪا رڪاوٽ نہ پوين ۽ جلد اچي مون سان ملن. ٻيون ڀڳوان ڏک ڏيئي پرکيا وٺندو آھي تہ ڏسان تہ ڀڳت سچو آھي يا ڪوڙو. جي سچو ھوندو تہ ڪيس رستي ۾ مدد ڏيئي پاڻ سان ملايان. جي پاکنڊي ڊولکي ھوندو تہ سھاري کان ٻاھر دک ڏيئي اھڙو ڏلڊ ڏيالس جو ٻيلي اُلٽ جنمن ۾ رولندو رھي. ڀڳوان پنھنجن پيارن سان اھڙو ڪو ناز ڪندو آھي.

ستگرو مھاراج جن جا ھي اُپديش وچن پڙھي سنت اُڌ ڀوري خوش ٿي چوڻ لڳو تہ توھان بلڪل يٿارٿ چيو آھي.

اھڙيءَ طرح ستگرو مھاراج جن جو چت ڏينھون ڏينھون ڀڳتي ۽ ويراڳ ۾ وڌندو رھيو. ھر روز نت نيم سان ستسنگ

جي ڏاڍي موج لڳائيندا رهيا. اُئين هفتو کن گذري ويو
تنهن کان پوءِ اُچي شهر ۾ ڪالرا جي بيماري پيئي. پهرين
ڏينهن ۾ ٻه ٽي ڪيس ٿيا. ٻئي ڏينهن ٧-٨ ماڻهو مري ويا.
ٽئين ڏينهن ١٠-١٥ ماڻهو مري ويا. شهر جو اهڙو حال ڏسي
شام جو ڀڳت چيتارام ۽ ڪرشنداس ستگرو مهاراج جن کي
هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي ٻه ٽي هاڻي اسان کي هتي آئي
گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن، ڪرپا ڪري اڄ اسان کي موڪل
ڏيو ته ڀوڳ وڃون. مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته اَبا،
ڀڄو ٿا ڇا؟ ڀڄ نه ڪريو. ٻئي ڏينهن ترسو، پوءِ وڃجو.
تنهن تي ڪرشنداس چيو ته سائين، اسان ته توهان جي چرڻن
۾ ويٺا آهيون، پوءِ ڇو ڀڄ ڪنداسون. سچ ته اُئين آهي
ته ستسنگي بيماري ڏسي گهٻرائجي ويا آهن ۽ زور رکيو
اٿن ته ڪٿي به نڪري هلو. چون ٿا ته جي توهان نه هلندا
ته اسين وينداسين. سو هي ٻڌو جي هي ويندا ته اسان جي
گهرن ۾ بيماريءَ جي خبر ٻڌائي وڏو گوڙ وجهندا تنهنڪري
اسان کي به موڪل ڏيو ته سڀ گڏجي وڃون. ايترو ٻڌي
مهاراج جن چوڻ لڳا ته چڱو ابا، ڀلي وڃو. اُتي توهان ڀڳت
لکميچند ۽ شيوڪرام کي نياپو ڏجو ته ڇوڪرن ۽ اسانجو
ڪو به خيال نه ڪن. ڪجهه ڏينهن هن پاسي نه اچن، جيستائين
شانتي ٿئي. پوءِ ڀڳت چيتارام ۽ ڪرشنداس پنهنجي منڊليءَ
سميت شاهه جي پٽ ڏانهن روانا ٿيا.

اُنهي ڏينهن سڄ لٿي مهل آتمانند ستگرو مهاراج جن کي
چيو ته هيئنر ته سارو شهر ڀڳت ٿي ويو آهي جو سينگي ماڻهو
مالهائون هٿن ۾ کڻي، ڪنڌ هيٺ ڪري رام نام پيا جپين
۽ ڏک ٿان پيا چون ته ڀڳوان هاڻي دَيا ڪر. پريمين جي اها
ڳالهه ٻڌي ستگرو مهاراج جن نشسنگ ۾ پئجي ويا.

## ڀڄن ڪوهياري

راهه- جب آءِ ؤبا ان تن لاڳي - تب ديکا لوڪن وڙاڳي •

١- ساوَن چيٽي پنکه جب آوي - اُنهي ڪو تب پتنگ کهاوي ،
ديکه اُگن ڪو ڏر ڀاڳي •

٢- مانسروؤر بڳلا جاوي - ديکه هنس ڪو ڌيان لڳاوي ،
مڇلي ۾ من هٺ راڳي •

٣- ڀوڳ وشَٿه ۾ من ڀرماوي - مايا مد ۾ گيان گنوائي ،
هر ڪو سمرت لهه جاڳي •

٤- مؤڙ مرن سين ڊر ڊر ڊرائي - سنت اَمر ٿئي هري سمرتي ،
ڪهي ٽيئُون وي ٻڙ ڀاڳي •

اُنهيءَ رات ڀائي وبرسي مل، ڀائي هاسارام ۽ ڀائي واڌورام سيٺئي گڏجي اَچي ڀائي ٽهلرام کي چوڻ لڳا ته اڄ ته ١٥-١٦ ماڻهو مري ويا آهن. اسين سڀ سياڻي شاهه جي پٽ وٽ لاءِ تيار ٿيا آهيون. ٻيا به ڪيترا شهر جا ماڻهو ٻيا لڏين. توهان جو ڪهڙو خيال آهي. ڀائي ٽهلرام ماتا ڪرشنا کي سڏ ڪري چوڻ لڳو ته ماتا، ڀائي وبرسي رام ۽ هاسارام جن سيٺئي سياڻي شاهه جي پٽ وڃن ٿا جو شهر ۾ بيماري زور وارِي وڌي آهي ۽ تمام گهڻا ماڻهو مرن ٿا، تنهن ڪري منهنجي به مرضي آهي ته ٻار ٻچا سياڻي هنن سان گڏجي شاهه جي پٽ هلو. سو توهان جي ڪهڙي صلاح آهي. ماتا چوڻ لڳي ته اَبا، منهنجي به دل چوي ٿي ته سياڻي صبح جو هنن سان گڏجي هلون. وڏا چولدا آهن ته ٻاهه ڪان پاسو ڪرڻ گهرجي. پر ساڌ ڪان ته پڇو ته ڇا ٿو چوي. ڀائي ٽهلرام ستگرو مهاراج جن کي سڏ ڪري پڇڻ لڳو ته اَبا، شهر ۾ ته بيماري وڌندي ٿي وڃي. ڀائي

ويرسي مل ۽ هاسارام جن سيٺ شاهه جي پٽ ٿيا وڃن. منهنجي ۽ ماتا جي پڻ مرضي آهي ته پاڻ سڀ ٻه هنن سان گڏجي هلون. سک شانت ٿئي ته پوءِ وري جلد ئي موٽي ايندا سون.

ستگرو مهاراج جن چيو ته توهان ڪوئي خيال نه ڪريو. ڀڳوان مڙيوئي چٽڪار ڪندو ۽ ڀائي ويرسي رام ۽ هاسارام کي ٻه چيائون ته توهان ٻه نه وڃو، ٻه ٽي ڏينهن ڏسون ته ڇا ٿو ٿئي. اِهو ٻڌي سيٺ وڃي آرامي ٿيو.

چوٿين ڏينهن شهر ۾ ويهارو کن ماڻهو گذاري ويا. شهر جي اَهڙي ڀيانڪ حالت ڏسي نگرواسي گهبرائڻ لڳا. هالن ۾ ٽنڊي آدم جا ڪيترا سرڪاري ڊاڪٽر ۽ ڀنگي صفائيءَ لاءِ گهرايا ويا. شهر ۾ سيني کي ڪالرا جون سيون هڻيون ويون. شهر جي گهٽين ۽ بزار ۾ دوائون ڇٽڪاريون ويون. مطلب ته ڪالرا کي روڪڻ لاءِ هر پرڪار جي ڪوشش ورتي وئي پر جئن پيا ڪوشش ڪن تئن بيماري وڌي زور ورتي ۽ سالاري جي شهر ۾ پکڙجي وئي. ٻنهي شهرن جي اَهڙي حالت ڏسي بيماريءَ کي روڪڻ لاءِ ڊاڪٽر چڱيءَ طرح جاچ ڪرڻ لڳا. ڏٺائون ته ٻنهي شهرن ۾ صفائي خاطر خواهه ٿي رهي هئي، پر بيماريءَ جي ڪارڻ جو پتو لڳائي نه سگهيا. ڊاڪٽر، مکي صاحب ۽ پنچن کان پڇڻ لڳا ته هيءَ بيماري شهر ۾ ڇو پيئي آهي؟ ڊاڪٽري خيال کان ته هن بيماريءَ جو ڪو به ڪارڻ ڏسڻ ۾ نٿو اچي. پنچ، سيٺ گوپالداس، ڀائي پاڳارو رام، ڀائي ڇبلداس ۽ ڀڳت بصر رام چوڻ لڳا ته سائين سچي ڳالهه پڇو ته هيءَ بيماري پنچن پاڻ سڏ ڪري گهرائي آهي.

ڊاڪٽرن چيو ته اسان کي ٻه اهڙي ڪجهه خبر پيئي آهي.

لٺهن ڪري هاڻي ته پنهنجو پلو ڇاهيو ته ڏيهر نه ڪريو ۽
جلد ئي سنتن کان معافي وٺي شهر جو ڪلياڻ ڪريو. ڊاڪٽرن
کان اِهي اکر ٻڌي مکي صاحب ته چار ماڻهو موڪلي سالاري
۽ ڪنڊوءَ جي سيٺي پنچن کي سوچنا موڪلي ته اڄ شام جو ۴
بجي پنچايت جو ميڙ آڪاڙي ۾ ٿيندو جتي سڀ اچي حاضر ٿين.

شام جو ۴ بجي اُهي شهرن جا پنچ ۽ ڊاڪٽر آڪاڙي ۾
اچي گڏ ٿيا. اُتي مکي جهامراء اُٿي چوڻ لڳو ته ڀائرو ڇالرا
وڃي ٿي هر روز وڌندي. اڄ ڪنڊوءَ ۾ ۲۰-۲۵ ڪيس ۽
سالاري ۾ ٽي چار ڪيس ٿيا آهن. ڊاڪٽرن ته تمام گهڻي
ڪوشش ڪئي آهي پر ڏينهون ڏينهن بيماري زور وٺندي
پئي وڃي تنهن ڪري ڪا صلاح مصلحت ڪريو:

تنهن تي سيٺ گوپالداس اُٿي چوڻ لڳو ته ڀائرو منهنجو
ويچار آهي ته گهڻيءَ ۾ ڪيترو ڀائي هلي ستگرو مهاراج جن
جي شرڻ پئي معافي وٺون ته سڀ چڱڪار ٿي ويندي:
ڀائي جيلداس پڻ چيو ته منهنجي به اها راءِ آهي ته بيماري
سنتن کي رنجائڻ ڪري پئي آهي تنهنڪري سڀئي پنچ
هلو ته هلي سوامي جن کان معافي وٺون. سنت دياڙو پرش
ٿيندا آهن، ضرور اسان کي معافي ڏيئي ڪلياڻ ڪندا. ٻيا به
ڪي اُٿي چوڻ لڳا ته ڪوار سنتن کي پنچايت مان لاهي
وري هلي معافي وٺون؟ تنهن کان ته مرڻ بهتر آهي: اسين
معافي ڪونه وٺنداسون:

اهو ٻڌي ڀائي رڇپالمل چيو ته اسان سنتن مورکتا ڪري
سوامي جن کي پنچايت مان لاٿو آهي. هاڻي منهنجي به صلاح
آهي ته هلي معافي وٺون. تنهن کانپوءِ ٻئي پنچ اُٿي چوڻ
لڳا ته اسان ته لوهان کي مٿي ۾ ڇيهو هو ته پنچايت مان نه لاهيو.
سنتن کي دک ڏيڻ سان وڏو نقصان ٿيندو. اسان گهڻيئي

دانهون ڪيون هيون پر ڪنهن به نه ٻڌو. پر هاڻي به ويٺي
ڪانهي. جلدي هلي سوامي جن کان ڏوهه بخشايو ۽ معافي
وٺو. پر جي اچا به نه مڃيندا ته ياد ڪجو ته سارو شهر هڪ
هفته اندر ناس ٿي ويندو. اتي ساري پنچات ۾ ٻئي منٽ
شانتي ڇانئجي ويئي.

سيٺي کي چپ ڏسي مکي صاحب چيو، هي وقت چپ
ڪري وهڻ جو ناهي. ويچار ڪري ڏسو ته هيڏڙي ڳوٺ
مان جي روز ٢٠-٢٥ ماڻهو مرندا ته شهر جو ڪهڙو حال ٿيندو.
تنهنڪري منهنجي به مرضي آهي ته سوامي جن کان هلي
معافي وٺون. ڊاڪٽرن به اهو رايو ڏنو ته سواءِ ان ڳالهه جي
بيماريءَ جو ٻيو ڪو به سبب ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. ان ڪري
جلد سنتن جي شرڻ هاي پئو. ان بعد پنچ چوڻ لڳا ته اسان
سيٺي کي توهان جي راءِ قبول آهي. اتي مکي جهامراءِ وري
به چيو ته جن ڀائرن کي اچا به قبول نه هجي همت مٿي ڪن.
صرف ٢٠-٢٥ همت مٿي ڪئي چوڻ لڳا ته معافي وٺڻ نه گهرجي.
مکي صاحب وري چيو ته ڀائرو ٢٠-٢٥ ڄڻا معافي وٺڻ جي
برخلاف آهن، باقي سڀ پنچ فائدي ۾ آهن، تنهنڪري
هاڻي هلو ته سوامي جن کان هلي معافي وٺجي ۽ ستسنگ ۾
سوامي جن کان پلئو به پائجي ته هي ڏرت ٽري وڃي. اهو
فيصلو ڪري ميٽنگ سماپت ٿيو ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي گهر ويو.

شام جو هڪ ستسنگي اچي ستگرو مهاراج جن کي پنچات
جي فيصلي جي ڳالهه ڪئي. ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته
ڀلي اچن، توهان وڌيڪ فراش وڇائي جل جو بندوبست
ڪري ڇڏيو.

ستگرو مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي شيواڌارين فراش
وڇائي پاڻي پيئارڻ ۽ جتين رکڻ جو بندوبست ڪري ڇڏيو.
شروع ٿيو. پهرئين گوال لال، سروانند ۽ گرمکداس

ڇنهن ڪري هاڻي به پنهنجو پلئو ڇاهيو ته ڍير نه ڪريو ۽
جلد ئي سنتن کان معافي وٺي شهر جو ڪلياڻ ڪريو. ڊاڪٽرن
کان اهي اکر ٻڌي مکي صاحب به چار ماڻهو موڪلي سالاري
۽ ڪنڊوءَ جي سيني پنچن کي سوچنا موڪلي ته اڄ شام جو ۴
ٻجي پنچايت جو ميڙ آڪاڙي ۾ ٿيندو جتي سڀ اچي حاضر ٿين.

شام جو ۴ ٻجي ٻنهي شهرن جا پنچ ۽ ڊاڪٽر آڪاڙي ۾
اچي گڏ ٿيا. اتي مکي جهامراء اٿي چوڻ لڳو ته پاڻ ڪالرا
وچي ٿي هر روز وڌندي. اڄ ڪنڊوءَ ۾ ۲۰-۲۵ ڪيس ۽
سالاري ۾ ٽي چار ڪيس ٿيا آهن. ڊاڪٽرن به تمام گهڻي
ڪوشش ڪئي آهي پر ڏينهون ڏينهن بيماري زور وٺندي
پئي وڃي تنهن ڪري ڪا صلاح مصلحت ڪريو.

. تنهن تي سيٺ گوپالداس اٿي چوڻ لڳو ته پاڻ منهنجو
ويچار آهي ته گڏجي ۾ ڪجهڙو ڀائي هلي ستگرو مهاراج جن
جي شرڻ پئي معافي وٺون ته سڀ ڇوٽڪار ٿي ويندي:
ڀائي چيلداس پڻ چيو ته منهنجي به اها راءِ آهي ته بيماري
سنتن کي رنجائڻ ڪري پيئي آهي تنهڪري سيئي پنچ
هلو ته هلي سوامي جن کان معافي وٺون. سنت دياڙو برش
ٿيندا آهن، ضرور اسان کي معافي ڏيئي ڪلياڻ ڪندا. ٻيا به
ڪي اٿي چوڻ لڳا ته ڄڪوار سنتن کي پنچايت مان لاهي
وري هلي معافي وٺون؟ تنهن کان ته مرڻ بهتر آهي: اسين
معافي ڪونه وٺنداسون.

اهو ٻڌي ڀائي راڄومل چيو ته اسان سڀني مورکتا ڪري
سوامي جن کي پنچايت مان لاٿو آهي. هاڻي منهنجي به صلاح
آهي ته هلي معافي وٺون. تنهن ڪالهوءَ ٻئي پنچ اٿي چوڻ
لڳا ته اسان ته لوهاڻن کي مدد ۾ چيو هو ته پنچايت مان نه لاهيو.
سنتن کي دک ڏيڻ سان وڏو نقصان ٿيندو. اسان گهڻيئي

دانهون ڪيون هيون پر ڪنهن به نه ٻڌو. پر هاڻي به ويٺي ڪانهي. جلدي هلي سوامي ڄن کان ڏوهه بخشايو ۽ معافي وٺو. پر جي اڃا به نه ٿيندا ته ياد ڪجو ته سارو شهر هڪ هفتي اندر ناس ٿي ويندو. اتي ساري پنچائت ٻڌي منت شانتي چانئجي ويٺي.

سيٺي کي چپ ڏسي مکي صاحب چيو، هي وقت چپ ڪري ويهڻ جو ناهي. ويچار ڪري ڏسو ته هيڏڙي ڳوٺ مان جي روز ٢٠-٢٥ ماڻهو مرندا ته شهر جو ڪهڙو حال ٿيندو. تنهنڪري منهنجي به مرضي آهي ته سوامي ڄن کان هلي معافي وٺون. ڊاڪٽرن به اهو رايو ڏنو ته سواء ان ڳالهه جي بيماريءَ جو ٻيو ڪو به سبب ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. ان ڪري جلد سنتن جي شرڻ هاي پئو. ان بعد پنچ چوڻ لڳا ته اسان سيٺي کي توهان جي راء قبول آهي. اتي مکي جهامراء وري به چيو ته ڄن پائرن کي اڃا به قبول نه هجي ته ميٽي ڪٽن. صرف ٢٠-٢٥ همت ميٽي ڪٽي چوڻ لڳا ته معافي وٺڻ نه گهرجي. مکي صاحب وري چيو ته پائرو ٢٠-٢٥ ڄڻا معافي وٺڻ جي برخلاف آهن، باقي سڀ پنچ فائدي ۾ آهن، تنهنڪري هاڻي هلو ته سوامي ڄن کان هلي معافي وٺجي ۽ ستسنگ ۾ سوامي ڄن کان پلؤ به پارائجي ته هي ڏرت ٽري وڃي. اهو فيصلو ڪري ميٽ سماپت ٿيو ۽ هر ڪو پنهنجي پنهنجي گهر ويو.

شام جو هڪ ستسنگي اچي ستگرو مهاراج ڄن کي پنچائت جي فيصلي جي ڳالهه ڪئي. ستگرو مهاراج ڄن چوڻ لڳا ته آبا پلي اچن، توهان وڏيڪ فراش وڇائي جل جو بندوبست ڪري ڇڏيو.

ستگرو مهاراج ڄن جا اهي وچن سڻي شيواڌارين فراش وڇائي پاڻي پيئارڻ ۽ ڇتين رکڻ جو بندوبست ڪري ڇڏيو. ستسنگ شروع ٿيو. پهرياٿين گوال لال، سروانند ۽ گرمکداس

آئي ڏڻڻ ۽ ڀڪتارن لي وڏي ٻربر سان ٻڇڻ ڪيو.
ٻتري ۾ ڪندڙ ۽ سالاري جي ساري پنچايت مصري ۽
پرساد جا ٿالهه ڪٽي ستسنگ ۾ اچي ويٺي. پرساد مهاراج جن
جي اڳيان رکي پيرين پئي وهندا ويا. جڏهن گوال لال ٻڇڻ
ڪري بس ڪيو ته ستگرو مهاراج جن سڀني پنچن ۽ مکي
صاحب جو آدرستڪار ڪيو. پوءِ مکي صاحب، ٻابو رچيوورام،
سيٺ گوپالداس، ڀائي چيلداس ۽ ٻيا آئي ستگرو مهاراج جن
کي پيرين پيا ۽ اکين ۾ ڳاڙهي آڻي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته،
هي پريڻ اسان کان وڏي ڀل ٿي آهي، هاڻي ڪرپا ڪري
اسان کي معافي ڏيو، توهان جي شرڻ ۾ آيا آهيون. اسان
جي رکيا ڪريو.

اهي ڏڻ وچن ٻڌي ستگرو مهاراج جن، مکي صاحب ۽
سڀني پنچن کي دلداري ڏني چوڻ لڳا ته اوهان ڪوئي
خيال نه ڪريو. ايشور چڱي ڪندو. صبح جو هرڪو سوا سر
اٽو آٽي گهه کنڊ وجهي جڳپال جڳديش جا روٽ پچائي
درواڙي لي ٻهي لياٿين، ٻارن ۽ فقيرن کي ۽ سڀني جڻن
کي ورهائي ڏجو ۽ پنچايت طرفان ڍاڪو ديگيون ڪاڙهي
جو ٺهرائي ساري شهر ۾ هندو مسلمانن سڀني ۾ برابر سان
ورهائجو. اهو وڃي يگيه ڪريو ته ايشور ڪندو ته سڀ
ڪلياڻ ٿي ويندو.

ستگرو مهاراج جن جا آسيس جا وچن ٻڌي سڀ پنچ
ستگرو جي جئه جئه ڪار ڪرائي خوش ٿيا. مکي صاحب
هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي ڳالهه توهان جڏهن آڳيا ڪئي
آهي لئن ڪنداسون پر اسان جي آرداس آهي ته پنهنجي
ڪمل چرڻن جو جل ڏيو ته اسان پنهنجن گهرن ۾ ڇٽڪاريون
۽ جيڪي بيمار پيا آهن تن کي ٻه پياريون. پيو ستسنگ

سماپتيءَ وقت هڪ چمتڪار جو پلڪ ۾ پاتجو. ايترو چئي مکي
صاحب ۽ پنچ هٿ جوڙي ستگرو مهاراج جن اڳيان ويهي
رهيا. تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن هي پرارٿنا جو پڇن چيو:-

## پڇن سر ڪوهياري

ٽل- جگت پتي جگ پالڪ پرڀو - جيون ڪا دک دور ڪرو.

١- جيو جگت ۾ پاپ ڪرت هئه - جنم جنم ڪي پاپ هرو.

٢- سرو جيون ڪي سر پرسوامي - ڪرونا ڪر نج هاٿ ڌرو.

٣- ديوي سمپت ڪي گڻ ساري - ڀڳون دي ڀنڊار ڀرو.

٤- کهي ٽيئون هر ڪرپا ڌاري - جنم مرڻ ڪي دک هرو.

پڇن ڳائي ارٿ سمجهائي پلئو پاتائون. پوءِ نام جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

صبح جو سوير سيٺي اُتي جگپال جگديش جا منا روٽ ڀچائي پنهنجي پنهنجي در تي ٻهي ورهايا. پنچات طرفان تانهريءَ جون ديگيون لهرائي سارِي ڪنڊوءَ ۽ سالاري ۾ غريبن اناٿن هندو مسلمانن کي کارايو.

شام جو ٤ بجي مکي صاحب ۽ ٣-٤ پنچ ستگرو مهاراج جن وٽ آيا. پيرن پئي هٿ جوڙي ارداس ڪرڻ لڳا ته هي پرڀو توهان جي آگيا انوسار سڀ ڪاريه ڪيو ويو. هاڻي واندا ٿي سڌو توهان صاحبن وٽ پيا اچون. هاڻي جيڪا آگيا هجي تئن ڪريون. اڄ توهان جي آسيس سان شهر ۾ ڪجهه شانتي آهي. فقط ٻه چار ڪيس ٿيا آهن. باقي اڳين ٽيهن چاليهن بيمارن مان ١٠-١٢ تڪليف ۾ آهن. توهان جي ڪرپا سان انهن جي تڪليف به دور ٿي ويندي.

پنچن جو اهو عرض ٻڌي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته
تن پريمين کان ڌنڌ ورتا اُتو تن کي موٽائي ڏيو ۽ سياڻي
ٿي ديگيون کنڊ جي سيري جون تيار ڪرائي ٻارن ۾ ورهايو.

لوهان ڪو به خيال نه ڪريو. ڀڳوان سڀ چمتڪار ڪندو.
ستگرو مهاراج جن جي اِها آگيا ٻڌي مکي صاحب ۽ پنچ خوش ٿيا. ستگرو مهاراج جن جي جڏهن چمتڪار مڃائي هٿ جوڙي اَرداس ڪرڻ لڳا ته هي ٻريو لوهان حيڪا آگيا ڪئي آهي تنهن جو صبح سان پالن ڪنداسون. هاڻي اسان کي موڪل ڏيو ته وڃون ۽ گهر جو ڪم ڪار لاهي وري رات جو اچي ستسنگ ٻڌون. ايترو چئي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي سيئي پنهنجي پنهنجي گهر ويا. تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن ستسنگين ۽ سنتن سان گڏجي باغيچا گهمندا اچي درياهه جي ڪناري تي وڃي رهاڻ ڪرڻ لڳا. اُتي سنت ٻڌپوُري ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته ڀڳوان، هي ته ايشور جي لئين ڳجهوڙ ٻڌي اٿئون جو هفتي ڪن ته شهر ۾ سؤ سوا سؤ ڪن ماڻهو مئا آهن ۽ وري هڪ ٻي ڏينهن ۾ اوچتو چمتڪار ٿي ويئي آهي؛ سو هيترا ماڻهو ڪنهن ماريا ۽ ڪيئن مئا. سنتن ماريا يا ڀڳوان؟ اهو پاپ ڪنهن تي پوندو؟
ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته شنڪا ته عجيب وڏي اُٿئي. شهر ۾ دک آيو ۽ هيترا ماڻهو مئا سي سنتن ڪوله ماريا آهن چاڪاڻ ته سنت ڪنهن کي به سراپ ڪونه ڏيندا آهن ۽ نه وري ڪنهن کي پيڙيندا آهن؛ پاڻ کي ڏک ڏيئي ٻين کي سک ڏيندا آهن. اهو سنتن جو ڌرم آهي سنت سيئي جيون جا هتڪاري ٿيندا آهن.

ترؤر، سرؤر، سنت جن ـ چوٿا برسي ميهه،
پر ـ سوارٿ ڪي ڪارڻ ـ چارون ڌاري ديهه.

ارٿ ـ برڇ، ندي، بادل ۽ مهاتمائون اُهي چار ئي پر ـ اُپڪار لاءِ سنسار ۾ پيدا ٿيندا آهن سو سنتن جو ڌرم ئي

ڪونهي جو ڪنهن کي مارين يا دک ڏين ۽ وري ڀڳوان ٻه ڪنهن کي ڪونہ ٿو ماري جو ڀڳوان جو نالو ئي آهي دين ديال، ننگ پال، پتت پاون، ڪرپانڌان، دين تراپا ۽ وشو پال سو ڪئن پنهنجن ٻچن کي مارينڌو.

پريوُ نهين ڪسي مارتا۔ پاپي نهين هٺ رام،
آپي هي مرجات هئن۔ ڪر ڪر ڪوتي ڪام.

**ارٿ** - ڀڳوان ڪنهن کي ماري ڪونہ ٿو. هي جيوُ پنهنجن ڪرمن ڪري ئي سکہ دک ڀيو ڀوڳي ۽ پيو جمي مري. سو هيترا آدمي جو شهر ۾ مري ويا آهن سي ٻه پنهنجن پاپن ڪري چو جو شپ ڪرمن ۽ ڀڳوان جي ڀڳتيءَ کان ڪنهن کي روڪڻ بہ وڏو پاپ آهي. سوئي پاپ ڪرڻ ڪري ئي اهو دک آيو آهي. وري پراشچت ڪرڻ سان جلد سکہ ٿي ويو. اُنهن ماڻهن جي مرڻ جو پاپ پنچن جي مٿان پيو. پنچن ستسنگ ۾ اچي پشچاتاپ ڪري هٿ جوڙي معافي وٺي اهو پاپ لاهي ڇڏيو.

ستگرو مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي سنت بڌپوري ۽ سيٺي ستسنگي ڏاڍو خوش ٿيا. تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن ۽ سيٺي سنت گهمندا ڦرندا سڄ لٿي مهل اچي ستسنگ ۾ وينا.

صبح جو پنچن پنج ديگيون پرساد جون تيار ڪرائي، سنتن کي پرساد موڪلي نياڻين، ٻارن ۽ غريبن ۾ ورهايو. تنهن کان پوءِ مکي صاحب پنچايت گڏ ڪئي ۽ جن ماڻهن کان ڏنڊ ورتو ويو هو تن کي واپس ڏنو پوءِ آئي ڇيائين تہ پاڻرو، ڀڳوان اسان کي جلدي سمت ڏني جو ستت هلي سواميءَ جن کان معافي ورتيسون. سوامي جن تہ اهڙا سنتوشي ۽ ديالو پرش آهن جو اسان جيڪي بہ ڪيو هو تنهن لاءِ ڪوبہ

ڏورايو وغيره نه ڪوله. ڏنائون پر پاڻ اهڙي آسيس ڪيائون جو جلد ئي جنڪار ٿي ويئي. هاڻي منهنجو ويچار آهي ته پنجابي پنڌارو ڪري سيني سنتن، برهمڻن ۽ ٻارن کي روٽي کارائجي، تنهن ۾ توهان جي ڪهڙي راءِ آهي. سيني ٻڌجن چيو ته اسان کي اها ڳالهه پسند آهي. شام جو آنلداس، منگهن رام، واڌو رام، سيٺ گوپال داس، سيٺ ريجهو رام، ڀڳت جيتارام، ميتارام ۽ چيلداس مکي صاحب سان گڏجي سوامي جن وٽ ويا ۽ ديالو سوامي جن رسوئي ڪرڻ سوڪار ڪئي. ٻئي ڏينهن سنتن مهاتمائن ۽ برهمڻن کي سوامي جن سان گڏ ڀوڄن ڪرايو ويو. رات جو ستسنگ ۾ مهاراج جن، سنگت جي وڏه لي سک شانتيءَ جو پلؤ پاتو.

سلوڪ - پلؤ جي پائين - ستگور تنهنجي در ٿي،
داتـار در آئين جا - عـرض اونـائين.
مڙيئي ڪن جي من ڪن جا - ڏڪڙا مٽائين،
آسون اُگـهائين - آسون آس وندن جون.

تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ست نام ساکي جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيو.

اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن هر روز نت نيم سان ستسنگ جي موج مچائيندا رهيا. شهر جي ماڻهن جو پريم پاو ستگرو مهاراج جن ۾ وڌندو ويو ۽ ڪيترائي نر ناريون ستگرو مهاراج جن کان گور منتر ولي شش ٿيا. ستگرو مهاراج جن ۽ پريم ۽ ويراڳ جا ڀڄن اهڙي ته مڌر آواز ۾ ڳائيندا هئا جو ساري سنگت ڏاڍي خوش ٿيندي هئي.

ليڪ سنت اڏپوري ۾ موڪلائي پنهنجي آستان ڏانهن روانو ٿي ويو. پوءِ ۾ هڪ ته ٻئي ساڌ جو ڏيرو سوامي جن وٽ لڳو ٿي رهندو هو. سنت اڏپوري ويو ته سالاري مان سنت گهندو رام آيو.

## پاڱو پهريون - باب ٢

هن کان پوءِ ٻئين ڀيري باغ جي سنڀال جو ڪم گوال لال کي ڏنو ويو ۽ مهاراج جن هڪ ٻه ڏينهن وچي سڌ سماءُ لهي ايندا هئا. سندن مئل ڪم هيئنر تيو ستسنگ ڪرڻ ۽ آلمِ اپياس ۾ لڳل رهڻ تيڻ.

هڪ ڏينهن ستگرو مهاراج جن ٻنيءَ تي وڃي ڏسن ته ڪيترا مسلمان ميڙ ڪيو ويٺا ڳائين. ستگرو مهاراج جن کي ڏسي رمضان نالي هڪ مسلمان اُٿي ستگرو مهاراج جن کي پيرن پئي هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي درويش سائين اڄ ڪو برهه جو ڪلام ٻڌايو. گهڻا ڏينهن تي ويا آهن جو توهان جو ڪلام ڪونه ٻڌو آهيون.

ستگرو مهاراج جن ڪانئس پڇيو ته توهان هتي هيترا ڄڻا ڇو اچي ڪٺا ٿيا آهيو؟ رمضان چيو ته سائين حشر جو ڏينهن آهي تنهن ڪري هي سڀ اڄ اساڻي ڳوٺ ۾ عاشورا ملهائڻ آيا آهن. اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن يڪتارو وٺي اُتي ئي پڃن ئاهي ڏاڍي ونراڳ ۽ پريم سان ڳائڻ لڳا.

### راڳ ڪنسو

ٿل- پنهنجي ڇو تو ڪلها مومن- ڪٿي ڪڍ نفس شيطاني.

١- الله تنهنجي سدا ٻولي- سهي ڪر صاف سو چولي،
حقيقي ڳالهه لهه ڳولي- پڙهي تون شبد روحاني.

٢- مڃي مرشد پاءِ ڇهاڻي- الله ۾ پڙهه ذڪر ذاتي،
سدا ڪر پاڻ اُبساتي- اهو تي وچن فرقاني.

٣- نفس ڪافر اٿي ڪارو- رلايو جنهن جڳت سارو،
ٻڌي مڙدن تهين مارو- پڙهي سو حرف حقاني.

٤- سڄو مومن ڪهي ٿيئون- سبق طريقت سندو پڙهه تون،
حقيقت حق ٻولي هون- معرفت ماڻ مڙداني.

ڏورايو وغيره ۽ ڪوڙ ڏيائون ۽ پاڻ اُنهيءَ آسيس ڪيائون جو جلدئي ڇٽڪارو ٿي ويئي. هاڻي منهنجو ويچار آهي ته پنجابي پنڌ ڪري سڀني سنتن، براهمڻن ۽ ٻارن کي روٽي کارائجي. تنهن ۾ توهان جي ڪهڙي راءِ آهي. سڀني ٻڌيءَ چيو ته اسان کي اها ڳالهه پسند آهي. شام جو آنلداس، منگهن رام، واڌو رام، سيٺ گوپال داس، سيٺ رڇو رام، ڀڳت جينارام، مينارام ۽ چيلداس مکي صاحب سان گڏجي سوامي جن وٽ ويا ۽ ديالو سوامي جن رسوئي ڪرڻ سويڪار ڪئي. ٻئي ڏينهن سنتن مهاتمائن ۽ برهمڻن کي سوامي جن سان گڏ ڀوڄن ڪرايو ويو. رات جو ستسنگ ۾ مهاراج جن، سنگت جي وڏي ٿي سک شانتيءَ جو پلؤ پاتو.

سلوڪ - پلؤ جي پائين - ستگور تنهنجي در تي،
داتار در آئين جا - عرض اونائين.
مڙيئي تن جي من ڪن جا - ڏکڙا مٽائين،
آسون اڳوائين - آسون آس وندن جون.

تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ست نام ساکي جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيو.

اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن هر روز نت نيم سان ستسنگ جي موج مچائيندا رهيا. شهر جي ماڻهن جو پريم پاو ستگرو مهاراج جن ۾ وڌندو ويو ۽ ڪيترائي نر ناريون ستگرو مهاراج جن کان گور منتر وٺي شش ٿيا. ستگرو مهاراج جن جا پريم ۽ وئراڳ جا ڀڄن اهڙي ته مڌر آواز ۾ ڳائيندا هئا جو ساري سنگت بڏي خوش ٿيندي هئي.

ليڪ سنت ڊڊيوري ۾ موڪلائي پنهنجي آستان ڏانهن روانو ٿي ويو. پوءِ ۾ هڪ ته ٻئي ساڌ جو ديرو سوامي جن وٽ لڳو ٿي رهندو هو. سنت ڊڊيوري ويو ته سالاري مان سنت گهندو رام آيو.

## پاڳو پهريون - باب ٢

هن کان پوءِ بنهي ڄڻن باغ جي سنڀال جو ڪم گوال لال کي ڏنو ويو ۽ مهاراج جن هڪ ٻه ڀيرا ڏينهن ۾ اتي سڌ سماءُ لهي ايندا هئا. سندن مُول ڪم هيندو هيو ستسنگ ڪرڻ ۽ آئيل اپياس ۾ لڳو رهڻ.

هڪ ڏينهن ستگرو مهاراج جن ٻنهيءَ ڀائرن کي ڏسي ته ڪيترا مسلمان ميڙ ڪيو وينا ڳائين. ستگرو مهاراج جن کي ڏسي رمضان نالي هڪ مسلمان اُٿي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي همت جوڙي چوڻ لڳو ته هي درويش سائين اڄ ڪو برهه جو ڪلام ٻڌايو. گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن جو توهان جو ڪلام ڪونه ٻڌو آهيون.

ستگرو مهاراج جن ڪانئس پڇيو ته توهان هتي هيترا ڄڻا ڇو اچي ڪٺا ٿيا آهيو؟ رمضان چيو ته سائين حشر جو ڏينهن آهي تنهن ڪري هي سڀ اڄ اساڻي ڳوٺ ۾ عاشورا ملهائڻ آيا آهن. اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن يڪتارو وٺي اُتي ئي پڇن ٿاهي ڏاڍي وڻندڙ ۽ پريم سان ڳائڻ لڳا.

### راڳ ڪنسو

ٿل- پڙهين ڇو ٿو ڪلها مومن- ڪٿي ڪيد نفس شيطاني.

١- اَندر تنهنجي سدا ٻولي- سهي ڪر صاف سو ڇولي،
حقيقي ڳالهه لهه ڳولي- پڙهي تون شهد رُوحاني.

٢- مڃي مرشد پاڻ جهاني- اَندر ۾ پڙهه ذڪر ذاتي،
سدا ڪر پاڻ اِسباتي- اِهو ٿي وچن فُرقاني.

٣- نفس ڪافر اٿئي ڪارو- رُلايو جنهن جڳت سارو،
ٻڌي مڙدن تهين مارو- پڙهي سو حرف حقاني.

٤- سڄي مومن ڪهي ٿيئون- سبق طريقت سندو پڙهه تون،
حقيقت حق ٻولي هون- معرفت ماڻ مڙداني.

ستگرو مهاراج جن مسلمانن کي ڪلام جو مطلب سمجهايو. هو ڏاڍو خوش ٿيا ۽ قربان قربان وڃڻ لڳا.

تنهن پوءِ ستگرو مهاراج جن لاءِ گهوڙو ورتا ته رمضان به ڏيري ڏيري ٻليان وڃي مهاراج جن کان پڇڻ لڳو ته سائين، توهان جو چيو ته نفس کي ماري ٻاهر ڪڍو سو نفس کي مارڻ جو رستو ته اسان کي ٻڌايو.

ستگرو مهاراج جن مٺڪي چيو ته ابا اسان ته توکي ٻڌايون ٿا پر ٻهرين پنهنجن مائٽن کان پڇي اچ ته جو توهان مسلمان آهيو. جي مولوين کي اها خبر پوندي ته توکي ماريندا ۽ لباس مان ڪڍي ڇڏيندا.

تنهن تي رمضان چوڻ لڳو ته سائين توهان اسان تي ٻاجهه ڪريو. مائٽن ۽ مولوين سان پيا مٿهن ڏيندا سون ۽ بلاشاهه وادگر سر ڏيڻو پيو ته اهو ٻه ڏيندا سون. رمضان جو اهڙو پريم ۽ صدق ڏسي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته چڱو سڀاڻي آستان تي اچج ته ڄاڻي ٿيندي. تنهن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج جن ٻيءَ جي سنڀال ڪري گوال لال کي سمجهائي گهر آيا.

ٻئي ڏينهن صبح جو رمضان نارېل ۽ گل کڻي اچي ستگرو مهاراج جن کان گر منتر وٺي مريد ٿيو ۽ هٿ جوڙي عرض ڪيائين ته سائين، هن غلام کي به ڪا خدمت ڏيو ته وڏي مهرباني ٿيندي. ستگرو مهاراج جن چيس ته ابا، صبح جو ڪالين لاءِ ڪٺر ڪري هڪ ٻوڙو ڇيڻن جي ڇوڏي کڻي اچج. اها آگيا پائي رمضان وڃي شيوا ۾ لڳو. ستگرو مهاراج جن به ساڌن سان رهاڻ ۾ لڳا ته انهيءَ ۾ پائي گوبند رام ٺيڪيدار سکر ضلع جي عزت ڳوٺ جو مهاراج جن جو آستان پچائي اچي پهتو ۽ اُن کان لهي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي اچي ويٺو. ستگرو مهاراج جن خيرون چارون ۽

حال احوال پڇڻ لڳس.

ڀائي گوبندرام چيو تہ سائين، مان سکر ضلع جي عزمت ڳوٺ جو آهيان ۽ شڪارپور جي سيٺين جا ٻيلن جا ٺيڪا سنڀاليندو آهيان. هاڻي هن پاسي ھالن پراڻن پرسان ٺيڪو ڪنيو اٿن، انهيءَ ڪري مهندو ڪن تيو آهي تہ ھالين آيو آهيان. ٻئي ڏينهن ٿيا آهن تہ ڏٺم تہ بزار ۾ ڪن پريمين پڪتارن تي وٽي پڇن ڳايا. مون اُنهن کان پڇيو تہ اُهي پڇن ڪهڙي مهاتما جا ڳائي رهيا آهيو؟ هو ڪهڙي شهر ۾ رهندو آهي. هنن توهان جي ڳالهہ ڪري ٻڌائي. منهنجي چِت بہ چيو تہ سنتن جو درشن ڪريان. انهيءَ ڪري اڄ صبح جو اُتان آيو آهيان. ستگرو مهاراج جن چيو تہ ڏاڍو چڱو، ڀلي آيا.

رات جو ڀائي گوبندرام، ستگرو مهاراج جن جو ستسنگ ٻڌي مهاراج جن جي چرڻن اڳ سر نوائي چوڻ لڳو تہ هي پريڀو، هن داس تي ديا ڪريو. ستگرو مهاراج جن مشڪي ڏانهنس نهاري چيو تہ آبا توهان جي پوشاڪ، هلت چلت آفيسرن جهڙي آهي. ڪيترو سون پيو اٿو. پگهي ڪرڻ تمام ڪٺن ڪم آهي. توهان کان ڪين ٿي سگهندي. آبا هي هڪ ٻن ڏينهن جو ڪم ناهي. پريم لڳائڻ سؤلو آهي پر اُلٽ نائين اباهڻ تمام ڪٺن آهي. تنهن ڪري توهان انهيءَ ڳالهہ کي ڇڏي ڏيو ۽ ڀيا موج ڪريو.

اهو ٻڌي ڀائي گوبندرام اُٿي، سون ۽ سؤٽ ڪوٽ لاهي پيتيءَ ۾ وڌو ۽ خميس ۽ ڌوتي پائي هٿ جوڙي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو تہ سوامي جي هاڻي ڪرپا ڪري هن داس کي پنهنجن چرڻن جو داس بڻايو.

ڀائي گوبندرام جو پورڻ پريم ڏسي وشواس ڏسي

ستگرو مهاراج جن کيس چيو ته چڱو ابا، شام جو درياهه تي
گهمڻ هلنداسون، اتي توهان کي ٻڌائينداسون. شام جو ستگرو
مهاراج جن گوبند رام کي گر منتر ڏنو. پوءِ سڀئي ساڌ سنت
۽ ستسنگي درياهه جي ڪناري تي گهمڻ لڳا. گهمندي
گهمندي هڪ شيشم جي وڻ هيٺان اچي ويٺا. اتي ٻالڪ
گوبند رام، ستگرو مهاراج جن کي چيو ته سائين ڀڳتي جي
سالڪ ٿيڻ لاءِ ڪهڙا مکيه ساڌن آهن سو ڪرپا ڪري
ٻڌايو. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيو ته ابا اُنت تائين ڀڳتيءَ
جي سالڪ ٿيڻ لاءِ هيٺيان پنج ساڌن آهن:-

۱. گور ڀڳتي يعني ستگرن ۾ شرڌا ۽ اٽل وشواس رکي
ڀڄن ڪرڻ.
۲. سادگي يعني سادو کائڻ، سادو پهرڻ ۽ سادو هلڻ چلڻ.
تنهن کان سواءِ اڃ، بک تڪڙي ڪوسي صبر سان سهڻ.
۳. تياڳ يعني سنسار جون سڀ اڇائون تياڳي، ڀڳوت
جي مايا کان سدائين نرچندو رهڻ.
۴. اپيدي، لتڙ ويتا مهاتمائن جو سنگ.
۵. ايڪانت ۾ ويهي ستگورن جي ڏنل منتر جو اڀياس
ڪرڻ ۽ اندرين کي جيتي من نرمل ڪرڻ.

انهن پنجن تي ساڌن سان ڀڳتيءَ جو سالڪ ٿيڻ ايندو.
انترو ڇئي سج لٿي آستان تي اچي سڀني ستسنگ ڪيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو ٻالڪ گوبند رام ستگرو مهاراج جن
کي چيو ته ڪرپا ڪري آگيا ڪريو ته هي سامان ۽ ڪاغذ
وغيره شڪارپور سيٺين کي ڏياري موڪليان ۽ بلڪل آزاد
ٿي اوهان جي چرنن ۾ رهي ڀڳوان جي ڀڳتي ڪريان. تنهن
تي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته ابا آزاديءَ ٻن پرڪارن
جي آهي. ۱. استول تياڳ ۲. سوکيم تياڳ.

أسٿول تياڳ اهو آهي جو پنهنجو وهنوار ۽ گهر ٻار ڇڏي،
گنگا ڪناري يا ڪنهن جهنگل يا پهاڙ تي ايڪانت استان ۾
ويهي ڀڄن ڪجي.

سوکيم تياڳ اهيءَ کي چئجي تہ جو چت جو تياڳ ڪري
گرهست ۾ رهي سمورو وهنوار شاسترن جي مريادا انوسار
ڪندو رهجي. پنهنجي گهر کي هڪ ڌرمشالا سمجهجي ۽
پاڻ ۽ ساري پروار کي مهمان ڄاڻجي. پنهنجو ڌن پدارٿ،
پرماتما ستگرو ديو جي اَمانت ڄاڻجي ۽ سپالر شيواداري
ٻچي اُنکي سنڀاليندو رهي.

مٿن ميرا گرچرن ۾ ـ ديجي ڀيٽ چڙهاءِ،
ڪهي تيئون نيهون لوڪ ۾ ـ سهج مڪتي هوءِ جاءِ.

ارٿ- مٿن معنيٰ مانپٽو ايمان- سرير، ذات ورڻ-
ڪل آشرم، ڌن ٻل آد جو ايمان. ميرا معنيٰ ممت- هي
سڀ ڌن پدارٿ منهنجا آهن اهي ٻئي ڳالهيون ستگورن جي
چرنن ۾ ڇڏي سچي آزادي پائي، گوبند جي ڀڳتي ڪري،
تنهي لوڪن ۾ جيون مڪت ٿي گذاري.

آئي هرک نہ اُپجي ـ جائي شوڪ نہ هوءِ،
ائسي رهڻي جو رهي ـ گرهہ بن يوگي سوءِ.

ارٿ- پدارٿ اچي يا وڃي، جمي يا مري، گهاٽو
واڌو سڀ ستگرو ڀڳوت جو ڄاڻي خوشي يا غم نہ ڪري.
اهڙو ڄگياسو بن ۾ رهي يا گرهست ۾ تڏهن بہ تياڳي آهي.
تنهن ڪري توهان چت جو تياڳ ڪري سڀ جو وهنوار
ڪندا رهو. ان قسم جو وهنوار پرمارٿ ۾ ڪڏهن بہ رڪاوٽ
نہ وجهي. تنهن ڪري توهان ڀلي وڃي سياڻي پنهنجي
وهنوار کي لڳو.

گوبند رام اکين ۾ ڀائي آئي ڇت، ٻڌي ڇرڻ لڳو ته هي ڀڳوان مهنجو ڇت هيئر سنساري وهنوار کان ڪٽو ٿي پيو آهي. دل اِئين ٿي چوي ته سدائين اوهان جي چرنن ۾ ويهو ڀڳتي ڪريان وهنواري ڪنڪي ۾ مون کان ڀڳتي ڪانه ٿي سگهندي.

ستگرو مهاراج جن ٻڌي ڇيو ته ابا، ڀڳتي ۽ ستسنگ ۾ هڪ ڪنڪو آهي.

برهما ڪنڪا، وشنو ڪنڪا، ڪنڪا شنڪر سوامي،
سارا جڳ پيي ڪنڪا ديکا، ورلا سنت آرامي.

برهما سنسار جي اُپتيءَ جي ڪنڪي ۾، وشنو سنسار جي پالن جي ڪنڪي ۾، شنڪر سرشٽيءَ جي سنگهار جي ڪنڪي ۾ آهي. اهڙي طرح سارو سنسار ڪنڪي سان ڀريل ٿي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. فقط آوهنر گياني ئي ڪنڪي کان ڇٽل آهي. واسنو ۾ ڪنڪو دکدائي ڪونهي. هن جڳ ڪنڪي ۾ ڪنڪو پيدا ڪري وڌو آهي ۽ اهو ئي دکدائي آهي. مطلب ڀڳونت مايا روپي ڪنڪو وڃيو آهي، ان ۾ هي جو 'مان ۽ مهنجي' جو ڪنڪو پيدا ڪري ڏاڍو دکي ٿو ٿئي. سو ابا توهان 'مان ۽ مالڪي' جو ڪنڪو ڇڏي آزاد ٿي وهنوار ڪريو.

ستگرو مهاراج جن جا وچن سڻي، ڀائي گوبندرام ڇيو، ٻه ڏينهن اوهان جي آڳيا. ٻئي ڏينهن صبح جو ڀائي گوبندرام ستگرو مهاراج جن کي ٻين ٻئي موڪلائي روانو ٿي ويو.

هڪ ڏينهن ڀائي نهلرام ستگرو مهاراج جن کي ڇيو ته اڄ مان ٻنيءَ ڏانهن گهمي ٿو اچان ٿو ليسين دڪان جي سينوال ڪچ. ٻنيءَ ئي اچي ڏسي ٿي ڪر سارو بگڙيو پيو آهي. هارين کان پڇيائين ته اڃا ڪوال لال ڪونه آيو آهي، ڇا؟ هارين

چيو ته سائين آيو آهي پر اندر بنيءَ ۾ ويٺو آهي. ڀائي
ٽهلرام اچي ڏٺو ته برابر اندر ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺو آهي،
ڪاوڙ مان سڏ ڪري چيائينس ته، تون هتي ڪنڌ هيٺ ڪيو
ويٺو آهين، ٻي ڪنهن جي حوالي ڇڏي آئيئي؟ سارو ڪم
بگڙيو پيو آهي. آخر توهان ٻنهي ڀائرن جو ڪهڙو ويچار
آهي؟ جي تون به هي ڪم نه سنڀالين ته هلي ساڌن سان گڏجي
گهر رهه ته هڪ آسرو ٿئي. ائين سيٺ کي گهٽ وڌ ڳالهائي
موٽي دڪان تي آيو، ڏسي ته دڪان تي فقيرن جي لنبي
قطار لڳي پيئي آهي. ساڌ ويٺو دڪان لٽائي. اهو رنگ
ڏسي ستگرو مهاراج جن کي چيائين ته هي ڇا پيو ڪريو؟
سارو دڪان ٿي لٽي ڇڏيو آتيئي. فقير ڀائي ٽهلرام جو آواز
ٻڌي اٿي ويا. ستگرو مهاراج جن چپ ڪري ويهي رهيا.
ايتري ۾ ماتا ڪرشنا ڀائي ٽهلرام جا واڪا ٻڌي دڪان
تي آئي. ٽهلرام کي چوڻ لڳي ته ابا ڇا آهي؟ ساڌ کي
ڇو ٿو ڳالهائين؟ ڀائي ٽهلرام ماتا کي چيو ته ماتا، هوڏانهن
بنيءَ تي ڏٺم ته گوال ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺو آهي ۽ سڄو
ڪم ڦٽائي ڇڏيو اٿائين، ڪا به سنڀال ڪانه ٿو ڪري. هيڏانهن
ساڌ دڪان تي ڇڏي ويس ته سارو دڪان فقيرن کي ڏيئي
لٽائي ڇڏيائين. وري تون به ويٺي ٻڌ ڪٿين. هن سال باغن
۾ ٻنين مان گهڻو نقصان پيو ۽ دڪان جو به حال ڪو نه ٿو
ڏسجي. وري جي توهان به هيئن ڦٽائيندا ته گهر جو
وهنوار ڪيئن هلندو؟ ايترو ٻڌي ماتا ڪرشنا چوڻ لڳي
ته تون ڪا به چنتا نه ڪر، ايشور مڙيوئي چڱي ڪندو.
ٽهلرام ڪٿي چپ ڪئي. تنهن کان پوءِ ماتا ڪرشنا وڃي
گهر جي شيوا ۾ لڳي ۽ ستگرو مهاراج جن وڃي سنتن جي
شيوا ۾ لڳا.

١١ بجي سيٺيءَ ڀوڄن کائي سمهي پيا. ٻالي نهلرام به
دڪان تي سمهي پيو. ستگرو مهاراج جن سيٺيءَ کي لٺ ۾
ڏسي آهستي آهستي در کان ٻاهر نڪري رستو ورتو جهنگل
جو سير ڪندا ٧ بجي شام جو وڃي شاهه جي پٽ ۾ پهتا.
ستگرو مهاراج جن ٻرار ۾ پهتا ته ڀڳت لکميچند ۽ ڀڳت
شيوڪرام ستگرو مهاراج جن کي پري کان ڏٺو. خيال ڪرڻ
لڳا ته ساڌ پيرين پنڌ، اگهاڙي پيرين، اگهاڙي مٿي الاجي
ڪٿان پيا اچن. اڳيان وڌي وڃي مهاراج جن سان مليا ۽
خوش ٿي کين گهر وٺي آيا. گهر جا سيٺيءَ ٻالي ستگرو
مهاراج جن جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيا ۽ خبرچار پڇڻ
لڳا. ڀڳت لکميچند پڇيو ته ڪٿان اچڻ ٿيو آهي؟

ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته اڄ روٽي کائي چيم ته
اٿي ڏينهن ٻاهران گهمي اچان، جو جهڙالو لڳو پيو هو. اهو
ويچار ڪري شهر کان ٻاهر اچي خيال پيو ته شاهه جي پٽ
تان گهمي اچان. پوءِ ته جهنگل جو سير ڪندو اچي اوهان
وٽ اڪيلو آهيان. ڀڳت لکميچند ۽ ڀڳت شيوڪرام چوڻ
لڳا ته ڏاڍو سٺو، ڀلي آيا. الي ماتا گيالي ٻالي ۽ ماتا
ايشوري ٻالي خلاصو وڃي ٻاڻ ۾ چوڻ لڳيون ته شايد نهلرام
گهٽ وڌ ڳالهايو آهي تڏهن آيو آهي پر اسان کان لڪائي
ٿو. تڏهن ڪاڏهن ستگرو مهاراج جن کي جل پان ڪرايائون.
ايتري ۾ ڀڳت چيتارام ۽ ڪرشنداس به اچي پهتا ۽ مهاراج جن
کي پيرين پئي مليا.

رات جو ستسنگ ٿيو ۽ ڏاڍي خلق آئي. مهراج ليکراج
به دل رباب کڻي آيو ۽ ستسنگ ۾ وڄايائين. ستگرو مهاراج جن
به اهڙا ويراڳ ڀريا ڀڄن ڳايا جو ساري سنگت پريم ۾ اچي
جهومڻ لڳي. جنهن وقت سازن جو آواز ۽ ستگرن جو آواز

پاڻ ۾ تي مليا تنهن مهل جڻ تہ ساوڻ جا بادل گجي رهيا هئا. پريمين جا هردا وڱراڻ سان ڀرجي ويا.

رات جا ١٢ لڳي ويا تنهن کانپوءِ ستسنگ سماپت ٿيو. مهراج ليکراج ستگرو مهاراج جن کي ارداس ڪئي تہ سائين سڀاڻي اوهين سڀيئي ساڌ اسان وٽ ڀوڄن ڪريو ۽ ستسنگ بہ ڪريو. ستگرو مهاراج جن اها ارداس قبول ڪئي.

ٻئي ڏينهن ستسنگ مهراج ليکراج جي جاءِ تي ٿيو. ستسنگ ۾ ويدانت جي وارتا هلايائون. ستسنگ پوري ٿيڻ کانپوءِ شامداس، مهراج ليکراج جي ڀاءُ شنڪا وڌي تہ توهان جو ستسنگ ۾ چيو تہ هي جيءُ ڀڳوان جو سروپ سک روپ آهي پر پنهنجو پاڻ کي ڀلائي ڇڏي ٿيو آهي سو پنهنجو پاڻ ڪئن ٿو ڀلائي ۽ ڪئن وري پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي سگهي ٿو ٿئي. ڪرپا ڪري اها ڳالهہ اسان کي سمجهايو.

ستگرو مهاراج جن چيو تہ هي جيءُ پنهنجي ڀرم ڪري ٿي ڀليو آهي. آئي هڪ سندر درشٽانت ڏنائون:- هڪ هاريءَ جوئر جو کيت پوکيو. جڏهن کيت پچي تيار ٿيو تڏهن مزورن کي ونئي اچي ٻنيءَ ۾ لابارو شروع ڪيائين. هڪ ڏينهن سڄ لٿي مهل مزورن کي چوڻ لڳو تہ هي ڀائي انڌيرو ٿي ويو آهي، هاڻي ڪم بند ڪريو. کيت ۾ هڪ شينهن جو لڪي اچي وينو هو، تنهن جو انڌيري جو نالو ٻڌو تہ سوچڻ لڳو تہ اهو انڌيرو وري ڪهڙي بلا آهي. مان جهنگل جو راجا آهيان: پر اهيءَ بلا کان منش بہ ڊڄن ٿا. شينهن اهيءَ ويچار ۾ هو تہ هاريءَ مزورن کي چيو تہ ڪم جتي آهي اتي ئي ڇڏي ڏيو ۽ جلد ئي نڪري هلو، انڌيرو اچي ويو. هاري ۽ سڀيئي مزور هليا ويا. شينهن ويچار ڪيو تہ ماڻهو تا ڀڄي وڃن تہ مان بہ هتان ڀڄي

وڃان، متان اهو انڌيرو اچي مون کي پڪڙي. اهڙو ويچار
ڪري آهستي آهستي هلڻ لڳو. اتري ۾ هڪ ڏوائي
جنهن جو گڏهه گم ٿي ويو هو سو ڳوليندي ڳوليندي اچي
اُتيءَ جوڳي جي ڪيٽ ۾ اڪتو. جتي شينهن ويٺو هو. اوندهه
۾ شينهن کي ٻڌڻ ۾ گڏهه سمجهي وڏي آواز سان ڇوڙ لڳو
ته هي بدمعاش ڪيئن ۾ اچي اڪو آهين. ٻڌي ته هاڻي ڪنهن جي
خبر وٺان. اهين چئي جوش ۾ گهٽ وڌ ڳالهائيندو شينهن
ڏانهن وڌڻ لڳو. شينهن آواز ٻڌي ڊڄي ٿي رهيو ۽ دل
۾ چوڻ لڳو ته هاڻي پڪي ته ڪين سڪون جو انڌيرو اچي
ويو آهي، آواز وارو مون کي ضرور پڪڙيندو. اتري ۾
ڏوٻي به اچي شير وٽ پهتو. هڪ ڪاوڙ جو جوش ٻيو
اوندهه، ڪاٿي خبر نه پئي ته شينهن آهي يا گڏهه. سو نه
ڪيائين صبر نه ٿير، شينهن کي لٺيون زور سان وهائي
ڪڍيائين. پوءِ ڪن ۾ هٿ وجهي پنهنجي گهر وٺي آيس.
شينهن کي ڪاٿي سان ٻڌي ٻئي ڏک هٿي چوڻ لڳو ته
صبر دار جي هتان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي ته اَلٽي
مار کان سواءِ نه ڇڏيندوسانءِ. اهڙو چئي ڏوٻي روٽي
کائي وڃي آرامي ٿيو. هوڏانهن شينهن دل ۾ ويچار ڪيو
ته هي انڌيرو جو مون کي پڪڙي وٺي آيو آهي سو مون
کي مار کان سواءِ ڪين ڇڏيندو. اهيءَ چنتا ۾ ساري رات
گذري ويس. صبح جو ڏوٻي ۴ بجي اٿي اوندهه ۾ ئي
ڪپڙن جون ڳٺڙيون ٻڌي شينهن جي پٺيءَ تي رکي نديءَ
ڏانهن روانو ٿيو. ندي شهر کان ميل ڪن پري هئي. شينهن
کي ماريندو ڪاهيندو جڏهن نديءَ جي ويجهو آيو ته ڏٺائين
ته سو هڪ ٻيو شير جهنگل ۾ سلو آهي، جنهن پري کان
پنهنجي ياه شير کي ڏسي وڏي آواز سان چيو ته هي منهنجا

پاڻ، هي لون ڇا ڪري رهيو آهين جو ڪپڙن جو بوجو
پٺيءَ تي رکائي مار کائيندو پيو وڃين؟ اهو ٻڌي ڌوٻيءَ
وارو شينهن جهنگل واري شير کي چوڻ لڳو ته ادا، مون
کي اٺديري پڪڙي رکيو آهي. لون به چپ ڪري پٺي
وڃ، متان لوڪي به اچي پڪڙي. ٻبر شير اٺديري جو نالو
ٻڌي چوڻ لڳو ته هي مهامورک اٺديرو ڪٿان آيو؟ لوڪي
هڪ آدمي ماريندو ڪٽيندو پيو وڃي. تنهنجي شيرڻي
کي ڏڪار آهي جو تون شينهن هوندي به بار پيو ڍوئين ۽
مار پيو کائين. تنهن تي ڌوٻيءَ وارو شينهن چوڻ لڳو ته
ادا، مون کي ڪا ڀڪني ٻڌاءِ ته مان هن اٺديري جي چنبي
مان ڇٽان. اٺديرو مون کي ڏاڍو ڏک ڏيئي رهيو آهي.
انهيءَ تي ٻبر شير چيس ته پاڻ، هاڻي ٻڌ، ڇڏن مان ڪريان
ڪڻ لون به ڪڄ ته اٺديري جي خبر پئجي ويندي. ايترو
چئي ٻيڃ جو نڪاءُ ڪري وٺي گجڪار ڪيائين، ته ڌوٻي
ڪپڙا ڇڏي وٺي ڀڳو. ڌوٻيءَ وارو شينهن به ڪپڙا پٽ
تي ڪيرائي پٺي وڃي ٻبر شير سان گڏيو. ٻئي شير پاڻ ۾
ملي اريڻ تي جهنگل جو سير ڪرڻ لڳا. مطلب ته چت
روُپي ڪڙمي ديهه روُپي کيت پوکي آهي، جتي اٺديرن
روُپي مزور ڪم ڪن ٿا. جنهن مهل چت چوي ٿو ته
جلدي پنهنجي آتم- گهر ۾ وڃو جو ڪال روُپي اٺديرو اچي
رهيو آهي ته جيو روُپي شير جو هن سرير ۾ ويٺو آهي سو
ڪال جو نالو ٻڌي ڊڄي دل ۾ چوي ٿو ته اهو ڪال نه
اچي مون کي پڪڙي. آئي اگيان روُپي ڌوٻي جيوَ کي
پڪڙي ممتا روُپي گهر ۾ وجهي موهه روُپي ڪلي سان ٻڌو
ٻڌي ڇڏي ٿو.

جيوُ دل ۾ چوي ٿو ته مان هاڻي هتان ڇٽي ڪين

سگهندس. اُهيءَ پرم پد ڏاڍو ڀلو آهي ته اگيان اچي ستائس
ڪرمن روپي ڪنڊن جي هڙ وجهي ڪيس آشا روپي لڏيءَ
۾ ولي وڃي ٿو. جنهن وقت اگيان هن جيوَ کي ماري ٿو يعني
دک ڏئي ٿو تنهن وقت هوُ دکيو ٿي روئي پڪاري ٿو ته
آهي ڪو پراپڪاري پرڀوءَ جو پيارو جو مون کي هن دک
مان ڇڏائي؟ اهو آواز ٻڌي ڪو مهاتما پرم گياني پراپڪاري
شير جي سمان اچي چوي ٿو ته هي منهنجا ڀائي تون ڇو
اچي هن اگيان جي وس ٿي دکي ٿيو آهين؟ تڏهن جيوَ
روُپي جگياسوُ هٿ جوڙي چوي ٿو ته هي ڀڳون ڪرپا
ڪري موکي ٻڌايو ته هن اگيان کان ڪئن ڇٽان؟ تنهن تي
گرو چوي ٿو ته هي بابا، تون ست چت آنند روُپ آهين،
اِبناسي ۽ نراڪار آهين. اگيان جي ڪري مٺي ويٺو آهين
ته سڙيو، ڪٽنب آدي پدارٿ جي ڏسڻ ۾ اچن ٿا سي
منهنجا آهن پر واسطو ۾ ڪنهن جا ٻه ڪوڙا آهن؛ خالي ڀرم
جي ڪري ڀاسڻ ۾ اچن ٿا. تون اُنهن کي جُوٺا سمجهي ڪري
جڳ کان اُداس ٿي ونواهه ڏار، پوءِ آتم گيان جي گڻڪار
ڪر ته اگيان پاڻهي ڀڄي ويندو. جڏهن جگياسوُ آتم گيان جي
گڻڪار ڪري ٿو تڏهن اگيان ڀڄي وڃي ٿو. تنهن کان پوءِ
اهو جگياسوُ سنسار روُپي ٻن ۾ جيون مڪت ٿي وچري ٿو.

ستگرو مهاراج جن جا اِهي وچن ٻڌي مهراج شامداس
ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سندس شڪا دوُر ٿي ويئي. سنگت
پرساد وٺي گهر ويئي ۽ ستگرو مهاراج جن ۽ سادو سنت پڻ
رسوئي ڪري پنهنجي جاءِ تي آيا.

شام جو سڀئي سادو ۽ پريمي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ
لڳا ته هي پرڀوُ، اڄ هلو ته روُپي ڀڳت جي نار تان گهمي
اچون. هو وڏو ستسنگي ۽ سنت سيوي آهي. لوهان جي

شايد ڪيس خبر ڪانه پئي آهي نه ته هو ضرور رات ستسنگ
۾ اچي ها. ستگرو مهاراج جن ستسنگين سان گڏجي روپي
ڀڳت جي لار تي اچي ساڻس مليا. روپي ڀڳت وڏي
پريم سان ستگرو مهاراج جن ۽ پريمين کي وهاري چوڻ
لڳو ته هي پرڀو، منهنجا وڏا ڀاڳ جاڳيا آهن جو ڪرپا
ڪري توهان پاڻ اچي درشن ڏنو آهي. ستسنگ ۾ سنتن
جي مکارولد مان ائين ٻڌندا آهيون ته وڏڀاڳي، تتوويتا
مهاتمائن جي درشن ڪرڻ سان ڪيترن جنمن جا پاپ ڌوپجي
وڃن ٿا. سندن وچن ٻلاس سان هردو ٺري پوي ٿو. تنهن
ڪري هي پرڀو، توهان ڀلي آيا. توهان جي هيئنر ڪهڙي
شيوا ڪريان. آگيا ڪريو.

ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته توهان پنهنجن
هٿن سان جنهن ٿي اٽو پيهي روٽي پچائي سنتن ۽ مسافرن
کي کارائيندا آهيو سو اُنهيءَ مان ڪا ٽڪري پيئي هجي ته
اچو ته کائي پاڻي پيئون.

ڀڳت ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ٽڪري ۽ سائي ڀاڄي کڻي
و مهاراج جن ۽ سادن جي اڳيان رکي ۽ جنهن ڪرشن
ڳت جي گهر وڃي ساڳ ۽ روٽي کائي خوش
رو مهاراج جن به روپي ڀڳت جي ٽڪري
کاڌي ۽ پاڻي پي خوش ٿيا. تنهن کان
، مکائيءَ جا سنگ پڇي پچائڻ لڳا
اراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو
ر آهي جنهنجو ڪوبه رنگ روپ
ر چون ٿا اندرين جي وشئه ڪانهي
ٿيون سگهن ۽ ٻڌي به ٿيون سگهن
ندو.

اپترو ٻڌي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته آيا جنهن شيءِ جو رنگ روپ ڪونهي سا به ڏسڻ ۾ ايندي آهي.

سلوڪ - جئسي ڦولن باغيچي ۾ -
بڙي سگندي آتي هئه،
روپ رنگ ڪڇ ڇهن نه تانڪا -
من ڪو ٻهه هرشاتي هئه.

٢- جئسي پيڙا پيٽ اندر ڪي -
اؤر نه ڪو پهچانت هئه،
تئسي أر ۾ آتم ڪوهي -
نج آپيؤ سين جانت هئه.

مطلب ته جئن باغيچي يا ڦلواڙيءَ ۾ وڃي گهمبو آهي ته خوشبوءِ ايندي آهي اُهيءَ خوشبوءِ جو ڪوبه رنگ روپ ڪونهي ۽ نڪ جي دوارا واسڻ ۾ ايندي آهي ۽ دل کي خوش ڪندي آهي. جئن پيٽ ۾ تمام ڏاڍو سور پوي ته ڪوبه ماڻهو يا ڊاڪٽر اُهيءَ سور کي ڏسي ڪونه ٿو سگهي ڇو جو اُنهيءَ جو ڪوبه رنگ روپ ناهي ۽ جنهن کي پيٽ ۾ سور آهي سو ٻڌيءَ وسيلي اُن سور کي سمجهي ۽ ٻڌائي ٿو ته مون کي هن جاءِ تي سور آهي. ۽ جيڪڏهن ڪوڪانٽيس پڇي ته ٻاڌي ٻڌاءِ ته سور ڪهڙو آهي ته بيمار فقط ائين چوندو ته هن جاءِ تي سور آتم باقي ڪهڙو آهي سو ڪهڙي طرح ڳالهه جي سگهندي ۽ پيٽ جي سور جو ڪوبه رنگ روپ ڪونه آهي تئن ٻڌي جا جڙ آهي سا ساکي چيتن جو پرڪاش پائي، آتما جو ساکيالڪار ڪرائي ٿي. آتما کي هي ٻاهريون اکيون تئيون ڏسي سگهن ڇو جو اندرين جي وشيه ناهي ۽ ٻڌيءَ روپي اکين سان اُلکي ڏسي سگهبو.

دوهاـ آپنا مُک تب ديکين ـ نين وست جب هوءِ،
درپن نئن پرکاش بِن ـ ديک سکي نا کوءِ.

ارٿ ـ جئن ڪنهن کي پنهنجو منهن ڏسڻو هجي ته پنهنجين اکين جي پرڪاش ۽ آراسيءَ ٻنهي شين جي ضرورت آهي. ڏسي سگهندو. پر انهن ٻنهي وستن مان جي ڪا به هڪ نه هوندي ته ڪڏهن به پنهنجو منهن ڏسي نه سگهندو.

آتم بدي کي نئن هون ـ ديپک ستگور نام،
کهي تينئون ست گرنٿ پر ـ ديکو آتم رام.

آتم بدي روپي اکيون هجن، پورن ستگروءَ جي لڳن اُپاسنا جي شبد گيان جو پرڪاش هجي لنهن کان پوءِ ويدانت گرنٿ روپي آئيني ۾ آتم رام ڏسڻ ۾ ايندو. روپو ڀڳت ۽ پيا ڏاڍو خوش ٿيا. لنهن بعد ستگرو مهاراج جن ۽ ستسنگي مڪانيءَ جا سنگ ڪائي، روپي ڀڳت کي ساڻ ڪري چاءِ لي آيا.

شهر جا ماڻهو به ڏيري ڏيري ستسنگ لاءِ اچڻ لڳا ته ڀائي ڪيمارام ۽ مهراج هوندلداس ڪندوءَ مان اچي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي اچي وينا. مهاراج جن کين چيو ته ابا، توهان ڪئن آيا آهيو. ٻئي ڄڻا هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته سائين نيون ڏينهن منجهند جو توهان ١٢ بجي ڌاري ڪنهن کي به نه ٻڌائي لئين هليا آيا آهيو. پنيان سڀني لئين سمجهيو ته توهان گهمڻ ويا هوندا ۽ سج لٿي ستسنگ ۾ ايندا. پر جڏهن ستسنگ ۾ به اوهان نه آيا تڏهن ستسنگ کانپوءِ سڀئي ستسنگي توهان کي ڪندو ۽ سالاري جي باغيچن ۾ ڳولڻ ويا. وري صبح جو به توهان کي تمام گهڻو ڳوليوسون. ٻئي ڏينهن شام جو پٽ شاهه جو ماڻهو گڏيو تنهن ٻڌايو ته سوامي جن شاهه

جي پٺ ۾ آهن. اهو ٻڌي سڀني کي ڏاڍي اُڻان شام جو ۴ بجي پڻ ڏسڻ لاءِ لٿا آهيون. هاڻي ڪرپا ڪري ڳوٺ هلو. اهڙو ٻڌي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته اُڻا، جل پان ڪريو. هينئر ستسنگ جي مهل ٿي آهي. سڀ چڱي ٿينديون.

ستسنگ ۾ مکي لڇورام اُٿي عرض ڪيو ته هي پڀؤ، ڪرپان ته بي اَدبي ٿئي. منهنجي هڪ شنڪا آهي جا ڪرپا ڪري دور ڪريو. ستگرو مهاراج جن ٻڪتارو جهلي چيو ته جيڪا شنڪا هجيؤ سا پلي ٻڌايو.

مکي لڇورام چيو ته هي پڀؤ، جنهن مهل ستسنگ جو واهي ٿا ستسنگ ٻڌون ٿيهن مهل آنند ٿو اچي ۽ اهڙو ونراڳ ٿو لڳي جو پاڻ ته گهر ٻار ڇڏي وڃي ڀڳونت جو ڀڄن ڪريون. اِئين ٻه سمجهون ٿا ته هي سنسار ڪُوڙو آهي. اڪيلا آيا آهيون ۽ اڪيلا ئي وينداسون. ڪير به ڪنهن جو ڪونهي. پر جنهن مهل گهر ٿا وڃون ٿيهن مهل اهو آنند ۽ ونراڳ لهي ٿو وڃي. جهڙي جا لهڙا ٿي ٿا وڃون. سو هي پڀؤ، اهو ونراڳ ۽ پرڀم ۽ آنند هميشه لاءِ ڪئن اسان کي پراپت ٿيندو.

ستگرو مهاراج جن چيو ته لوهان کي ٽيبر ونراڳ ۽ پرلوڪ سان ملائڻ وارو سچو پريم ڪونهي جو سنسار کان ڇڪي ڀڳوان سان ملائي. اهڙو ونراڳ ۽ سچو پريم پرڀت کي هو. ماتا ڪيڪئي گرو وسشت آدي جڏهن چوڻ لڳس ته هن وقت ٻي ڪابه چنتا نه ڪري، سڀئي ڳالهيون وساري راڄ ڪر. ۱۴ سال جلد ئي سڀني وانگر گذري ويندا، رامچندر پاڻهي اچي توسان ملندو، تڏهن پرت هٿ جوڙي چوڻ لڳو.

دوها – آپن دارن دينتا ڪهون سين ٻر نايم،
ديکي بن رگهنات پد– جيءَ ڪي جرن نه جايه.

لوهان ته پنهنجي سک لاءِ مولڪي ڏاڍي سٺي صلاح ڏني

آهي پر منهنجي سکر لاءِ فقط سري رام جو درشن آهي. تنهي لوڪن جو به ڪٿي موں کي راڄ ملي پر جيسين سري رام جي چرن ڪملن جو درشن نه ڪندس، تيسين منهنجي من کي شانتي پراپت نه ٿيندي. سو مان صبح جو سوير ضرور سري رام وٽ ويندس ۽ ڀرين سري رام جو درشن ڪري پوءِ زونيي ڪائيندس. اهڙي پرتگيا ڪري سري رام جي ملڻ لاءِ رواڻو ٿيو. آنهيءَ کي سچو پريم چئبو آهي. اهڙي پريم ۽ ويراڳ کان سواءِ هيءَ جيوُ پيو چولدو ته ساري سنسار جي جهنجهٽ کي ڇڏي ڀڳوان جو ڀڄن ڪجي پر ڇڏي نه سگهندو ڇو جو ڪٽنب جي موھ روُپي رسي هن جيو جي گلي ۾ بلڪل مضبوط ٻڌل آهي. جئن ربڙ جي ڏوري ڇڪڻ سان ڊگهي ٿيندي آهي ۽ وري ڇڏڻ سان واپس اچي ملي ويندي آهي، تئن هي جيو موھ جي ڏوري ڇڪي ڀڳوان جي طرف، شڀ ڪرمن جي پاسي ۽ ستسنگ ۾ اچي ٿو پر جنهن وقت من ۾ سنسار جو سنڪلپ ڪري ٿو تنهن وقت وري ربڙ جي رسيءَ وانگر واپس اچي سنسار جي وهنوار ۾ لڳي ٿو. اهو سنسار جو موھ آتم گيان کان سواءِ ناس نه ٿيندو ۽ آتم گيان پورن ستگرو دواران پراپت ٿيندو، آتم گيان پائي پوءِ بن ۾ رهي يا گهر ۾ رهي وهنوار ڪري تڏهن به اهو ويراڳ ۽ آنند ناس نه ٿيندو آهي. ايترو ٻڌي مکي لنورام ۽ ساري سنگت ڏاڍو خوش ٿي. تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن اُن وشئه تي ستسنگ ڪري ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيو ۽ ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي گهر وئي.

مکي لنورام ۽ روُپي ڀڳت پوڄن ڪرڻ لاءِ سوامي جن کي اُرداس ڪئي. سوامي جن، تنهن ڪري، ٻئي ڏينهن

مسچند جو مکي ٽنورام وٽ ستسنگ نه ڪيو ۽ وسوٽي نه ڪاڙي ۽ ڪيس ڪر مڃتر ڏني، ٻنهجي چرڻن ۾ جاءِ ڏني. شام جو وري ٻئي وٽ پوڄن ڪياڻون. اهڙيءَ ريت ٻيا ٻاهمي اُجي رسوٽيءَ لاءِ ٻرپرنا ڪندا هئا ته ستگرو مهاراج جن اُنهن کي به ڏينهن جو واضي ڪري، رات جو اُجي ٻئي لکمچند جي گهر ستسنگ ڪندا هئا.

اُنهن چار ڏينهن گذري ويا. ڪنڊوءَ ۾ ٻراهمي ۽ ستسنگي وڇوڙو سهي نه سگهيا. کيمارام ۽ مهراج هولدلداس جي مهاراج جن کي وٺڻ آيا هئا، سي به اُتي رهي پيا. آخر ڀائي منگهن رام، آسُو رام ۽ ولڀرسيرام چڙهي آيا ۽ اُجي سوامي جن کي ٻاڏائي چوڻ لڳا ته اوهان کان سواءِ ماڻا ۽ سارو ڪنڊو اُڪايل آهي. ڪرپا ڪري اڄ ئي هلڻ جي دپا ڪريو.

مگر ڀڳوان جي قدرت اهڙي اُجي ٻئي جو ٻرهمڻ جي سوالن ۽ ستسنگ جي آنند ۾ هُن کان نه گهر موٽڻ جي ڳالهه وسري وئي ۽ هو نه رهي پيا.

ماڻا ڏنو نه چڪو تو وڃي سو وڃي تو ويهي رهي، آخر ماجرا ڪهڙي آهي؟ ٽڏهن ٽهلرام کي موڪلايائون نه ڪون وڃي ڏس نه آهي جا ۽ ساڻ کي وڃي وٺي اچ. ٽهلرام، لالورام ۽ اوم ٻرڪاش کي ساڻ ڪري، يست ڏانهن ويو. اُجي ڏسي نه سڀئي اسپهت تي اُتي وينا آهن. ٽڏهن ٽهلرام سوامي جن کي چيو نه ٻيا دير سيرو نه هلون. پر، ٻئي لکمچند ۽ ٻئي شيوڪرام ۽ ٽنهن کان پوءِ ماڻا گيائي ڀائي ۽ ماڻا ايسوري ٻائيءَ جي زور ڀرڻ تي، ٽهلرام اُها رات اُتي رهيو.

جو ويندا، تڏهين ٺهلرام کي منٿ ڪيائون ته سوامي جن کي هفتوڪن ڇڏي وڃو. ٺهلرام، سندن بيحد پريم جي وس ٿي، مهاراج جن کي ٻه ڏينهن ڇڏي وڃڻ قبول ڪيو. صبوح جو وڃڻ وقت ٺهلرام وري به سيني کي عرض ڪيو ته ڏوچن جي پالنا ڪري، ساڌ کي ٻن ڏينهن کان پوءِ روانو ڪجو. ائين نه ٿئي جو اسان کي وري پنڌ ڪرڻو پوي.

لوڙهن جي ڳوٺ ۾ آلهيءَ ڏينهن سڌن جو ميلو هو. ڀڳت شيوڪرام، مهاراج جن کي ٻڌايو ته ميلي ۾ اڪرن جي ٻل ڏاڍي وڻندي آهي ۽ ڪين وڻتي ڪيائين ته اوهين به هلو ۽ هلي ستسنگ ڪري اهو ڪوس بند ڪرايو. ستگرو مهاراج جن وڃڻ قبول ڪيو ۽ سيني کي چيائون ته تيار ٿيو ته هلون. ايتري ۾ ڀڳت چيتارام، ڪرشنداس ۽ ٻيا پريمي به پاڻهي آيا ۽ ٻين کي ٻڌڻ سڏ ڪري سڀئي گڏجي ۳۰-۳۵ ڄڻا منڊلي ڪري اڪٺا. جهنگل جو سفر ڪندي ڪندي صبح جو ستگرو مهاراج جن سيني ستسنگين سميت سڌن جي ميلي ۾ پهتا.

سنتن اچڻ ۾ ئي وڻني ستسنگ ڪيو. ستگرو مهاراج جن ۽ ساري منڊلي ڀڳت پرسورام سان اچي ستسنگ ۾ ويٺا. ڀڳت پرسورام ستگورو مهاراج جن کي چيو ته توهان به ٻئي وچن ٻڌايو.

ستگرو مهاراج جن چيو ته پهرين توهان ڪجهه ٻڌايو جو اسان پياس رکي آيا آهيون، پوءِ اسين به ٻڌائينداسون.

ڀڳت پرسورام چيو ته چڱو، توهان هيٺر اشنان ڪري جل پان ڪريو تيسين ٻل پيا سنت پڄن ڪن. اسان ۲ بجي کان ۳ بجي تائين ڪنداسون ۽ توهان جو وقت ۴ بجي کان ۵ بجي تائين رکون ٿا. ايترو چئي ڀڳت پرسورام پنهنجن

شيواڌاري کي سڏ ڪري چيو ته آيا، ڪن سڀني سنتن کي اشنان ڪرائي جل پان ڪرايو ۽ ڪن واسطي وڇائو سمهڻ جو پربندھ ڪيو. شيواڌارين ستگرو مهاراج جن ۽ سڀني برهمڻن کي ڪوھ تان اشنان ڪرائي جل پان ڪرايو. لنهن کان پوءِ مهاراج جن پنهنجي پريمين سان گڏجي ستسنگ ۾ سنتن جو ڀڄن ٻڌڻ ويٺا. ۱۲ بجي سمهڻ لاءِ آرام ڪري ۴ بجي اٿي ستسنگ ۾ ويٺا. ڀڳت پرسورام ۽ اوڏي مهل پنهنجن ستسنگين سان گڏ لنسوڙي ۽ ڪنيئن ۾ ستسنگ ڪرڻ ويٺو. ڀڄن ڳائيندي اها وارتا هلايائون ته ڪنهن ۾ جيءَ کي ڏک ڏيکارڻ ٿيندي جو سڀني جيون ۾ ڀڳوان وياپڪ آهي. پاپ ڪرڻ سان ڪي جيءُ چؤراسيءَ ۾ وڃي الپ جنمن ۾ ڏک ڀوڳي ٿو. لنهن ڪري پاپ کان پاسو ڪريو. جڏهن ستسنگ پس ڪيائون لڏهن مهاراج جن کي چيائون ته هاڻي لوهان ستسنگ ڪريو. لنهن تي ستگرو مهاراج جن هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته ڀڳت صاحب اسان کي ڪي شنڪا آهي، جي آگيا ڏيو ته چئون. ڀڳت پرسورام چيو ته ڀلي چئو.

ستگرو مهاراج جن چيو ته ڀڳت صاحب اوهان ستسنگ ۾ چيو ته ڪنهن ۾ جيءَ کي ڏک نه ڏجي ۽ پاپ ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي جو پاپ ڪرڻ سان ڪي جيءُ چؤراسيءَ جي چڪر ۾ ڏک پائيندو. اسان کي اُن ڳالھ ۾ شنڪا آهي ته ڪي جو هر مهيني ڪيترا ٻڪرا ٻلي چاڙهن ٿا سو الهن عيوض ڪي ڪيترا ڪي پاپ جو ڀاڳي ٿيندو؟

اهو ٻڌي ڀڳت پرسورام ۽ ساري سنگت چپ ٿي ويئي. ڀڳت پرسورام جو هڪ چيلو پاڻي رامو چوڻ لڳو ته اسين ڳالھ کي ڇڏي ڏيو، هيئنر ستسنگ ڪريو. اها ڳالھ پوءِ ٻاڻ ۾ خلاصي طرح ڪجو. لنهن تي ساري سنگت چوڻ لڳي

تہ اُنهيءَ شنڪا جو نرنئہ ستسنگ ۾ ئي ٿيڻ گھرجي، اسين بہ
سڀ پڇون، تنهن کان پوءِ ٻلي پڇن ٿيون. سنگت جي راءِ
ڏسي ڀڳت پرسورام چوڻ لڳو تہ آد کان وٺي ديوتن ديوتائن
تي ٻليون چڙهنديون آيون آهن. ديوتا سمرٿ آهن. تلسيداس
مهاراج بہ چيو آهي تہ 'سمرٿ کو ناهين دوش'. تنهن
ڪري ديوتائن تي ڪوبہ پاپ نہ لڳندو آهي. هتي اسان
وٽ بہ وڏن کان وٺي سڀن تي ٻليون چڙهنديون آيون آهن
تنهن ڪري اهو پاپ ڪنهن تي ڪونهي.

انهيءَ تي ستگرو مهاراج چوڻ لڳا تہ ديوتائون ٽن
پرڪارن جا آهن. ١. ساتوڪي ٢. راجسي ٣. تامسي. ماس
شراب تامسي ديوتائن جو کاڌو آهي ۽ اهو ساتوڪي ديوتائن
تي چاڙهڻ پاپ آهي. شادين مرادين ۽ اُتسون تي ڏياهي
شاهہ ۽ ناڪن تي ٻيا سڀ ڀوڳ لڳائيا آهن پر ماس شراب
جو ڀوڳ ڪڏهن نہ لڳائبو آهي ڇو جو انهن ڪرڻ وڏو پاپ
آهي. ڏنيوي سرڪار جا قاعدا ۽ قانون سڀني تان هڪجھڙا
لاڳو آهن، تئن پاپ ۽ پنج ڪرم جو ڦل بہ ٽنهي لوڪن ۾
ديوتائن ۽ خواهہ جيون کي هڪ سمان ڀوڳڻو آهي. پر هتي
تہ ستپرش سد ستوگڻي هئا سو هنن لئي ماس ۽ شراب
چاڙهڻ ڌرم ڪونهي. سڀني شاسترن بہ ماس کائڻ جي منع
ڪئي آهي ۽ نيتي شاستر تہ ائين چوي ٿو:-

**ست ڪرتا، اُپديشتا، اُپڪاري انمنت،**
**گھاتڪ، سوادڪ ڪت ييئي اگھہ سم ڀاڳي جنت.**

**ارٿ**- ست ڪرڻ وارو، صلاح ڏيڻ وارو، وٺي اچڻ
وارو، ڪهڻ وارو، رڌڻ وارو ۽ کائڻ وارو انهن ڇهن ئي تي
هڪ جيترو پاپ پوي ٿو. هن منش جو ڌرم آهي تہ ٻنا
ڪنهن ڪارڻ جي ڪنهن بہ جيو کي دک نہ ڏي ۽ سڀني

جيوَن لي ديا ڪري. ٻڪران ۾ چيو آهي ته 'جيو ديا تو مر ديا،' يعني جيڪو مهنجي جيون لي ديا ڪري ٿو سو مون لي ديا ڪري ٿو. سيني منش جو ڌرم آهي ته ڪرڻ. پر جي ته نه ڪري سگهي ته پاپ ته نه ڪري، ڇو جو پاپ جو ڦل آهي دک، سو اوس هن جيو کي ڀوڳڻو پوندو. اِئين ستگرو مهاراج جن هي ٻچن تاهي ڳالهه لڳا.

## راڳ پيروي

ٽل- من پاپ ڪرم تهه ڪرنا- هري ڪا نام سمرنا.

١- پاپ ڪرم ڪا ڦل دک هوگا- تاتسين هردم ڏرنا،
پُنيه ڪرم ڪا ڦل سک هوگا- پڇه لڇيه اَسر ڌرنا.

٢- اَئسا ڪرم ڪرونا جاتسين- ديکنا هووي پرنا،
ساڌ سنگت ڪي سيوا ڪرڪي- سرو دوک ڪو هرنا.

٣- تن ڌن ڪا ايمان ٿياڳسي- جيتي جڳ ۾ مرنا،
نام هري ڪا هردم سمري- ڀوساگر سين ترنا.

٤- ٽون اڃا ڪو ٽوڙي جلدي- چانو گر ڪي شرنا،
ڪهي ٽيئون لي آلم گيانا- جيون مڪت وچرنا.

اهو ٻچن ستگرو مهاراج جن اهڙي ته درد مان درشتانت ۽ پرمائن سان سنگت کي ٻڌايو جو ڪيترن پريمين هٿ کڻي ستگرو مهاراج جن کي چيو ته هي پرڻو اڄ کان وٺي اسين ماس ۽ شراب ڪين ورتاليندا سون. اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن چيو ته ڏاڍو سنو، اهي ۽ لاءِ ٿورهان کي ڏيواد. اسين خوش ٿيا آهيون پر اڃا ۾ ساري سنگت هٿ مٿي کڻي، اها پرڻيا ڪري ته ڪڏهن ۾ ٻڪرن جي ٻل ڪين چاڙهيندا سون.

ساري سنگت هٿ مٿي ڪري وڏي آواز سان پرڻيا ڪري ڇوڙ لڳي ته اڄ کان وٺي اسان ڪڏهن ۾ ٻل ته

چاڙهيندا سون ۽ ڪنهن به جيوَ کي ڪونه ماريندا سون.

ستگرو مهاراج جن چيو ته سيٺي کي ڏنيواد هجي، سڀ پاپ کان ڇٽا. اسين وڏيڪ خوش ٿينداسون جڏهن پڳت صاحب پرسورام جن به ماس ڪائڻ ڇڏين. ايترو چئي ستگرو مهاراج جن پڳت پرسورام ڏانهن نهاريو. پڳت پرسورام به مهاراج جن ڏانهن نهاري چيو ته هي پريڀو، اڄ کان وٺي اسان به ماس ڇڏيون ٿا. آئينده سڌن تي دال ۽ ٿالهري ورهائينداسون. اهو ٻڌي ساري سنگت ڌرم جي جئه جئڪار ڪيو. ڏاڍي موج لڳي ۽ ٥ بجه ستنام ساکي جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون. ساري سنگت چوڻ لڳي ته اڄ اسانجو سڌن جي ميلي تي اُچڙ سڦلو ٿيو. ٿنهن کان پوءِ پڳت پرسورام پلؤ پائي ميلو سماپت ڪيو. سنگت روٽ وٺي رواني ٿي ۽ مهاراج جن به پڳت پرسورام کان موڪلائي گهمندا ڦرندا اچي شاهه جي پٽ تي پهتا.

رات جو لٽ ليمر سان ستسنگ شروع ٿيو. الهيءَ رات خلق به تمام گهڻي آئي هئي. ١٢ بجه تائين ستسنگ چالو رهيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو پائي صويراج، رامون پڳت جو پٽ مهاراج جن ۽ سيٺي سادن کي رسوئي لاءِ پنهنجي گهر وٺي ويو ۽ ستگرو مهاراج جن کان نام جو اُپديش وٺي شش ٿيو. الي پڳت پرسورام جن پڻ آيل هئا. مهاراج جن پڳت پرسورام ۽ ٻين سان وينا ته پڳت رامون ستگرو مهاراج جن کي عرض ڪيو ته هاڻي ڀڄن شروع ڪريو. مهاراج جن پڳت پرسورام کي چيو ته اول اوهان هڪ ڀڄن ڳايو ته اسين به ٻڌون ٿا. پڳت پرسورام جن ٿنبورو کڻي پنهنجن ستسنگين سان ڀڄن ڳايو.

## سر ڪلنگڙو

ٽل- مٺان جينڏيون ڇوليو مولڪي- ڏلومون سواس ساڏن ڪي.
١- ليس جڳت ڪان هيڪل- دنيا ڪان دُور ٿي مون دل،
جلن جيرا ٻيا ٻل ٻل- سدا ساڙين ٻرهن ڪي.
٢- سڏي ساڌو ڪرن ٽڪڙا- ڪاساٽي جنن ڪهي ٻڪرا،
ڪڍي اڳيان جا ڪڪرا- ڏين ٿا ڏس ڏکوين ڪي.
٣- ماڻي مون سچ سڌي سُرڪي- پيتم سا ٻرهم سان ٻرڪي،
رهجهاسم رام ڪي مرڪي- خبر ڪٿهن جي پيا ڪن ڪي.
٤- ڏلم ستسنگ ۾ وٺي- نيڻون جت سنت ها سيٺي،
پريت ٿي سان ٻڪي پيٺي- لڪايو جن ته لعلن ڪي.

هڪ ڏينهن صبح جو ستگرو مهاراج جن اشنان ڪري ويٺا ته ايتري ۾ رمضان اچي پيرين پئي ستگرو مهاراج جن اڳيان اچي وٺو ۽ اکين ۾ پاڻي آڻڻ لڳو. مهاراج جن چوڻ لڳس ته ڪٿي اُبا ڪر خير. رمضان روئي چوڻ لڳو ته سائين توهان جي وٽي ڪالهوء ٻئي ڏينهن رکي منهنجو وڏو ڀاءُ ڀڻي ماٺت ولي آيو ۽ مون کي مار ڏئي ٻڌي گهر والي وٺا. اُلي سڀ ملان مولوي گڏجي چوڻ لڳا ته توکي شرم ڪونه ٿو اچي جو پنهنجا مرشد ڇڏي وڃي هندوء جو مريد ٿيو آهين؟ هاڻي اسالجي اڳيان ڪلهون ٻڌي قسم کڻ ته مون اهو مرشد ڇڏيو ۽ اڳتي اُلهيء در تي باڪل ڪونه ويندس. ڪٿهن تي مون هنن کي پنهنجو ڪلام ٻڌايو.

## راڳ تلنگ

ٽل- اسين مست گهمون ٿا ڇريا ڇريا- دين دنيا کان ڪريا ڪريا.
١- تن من جي اسان ٽوڙي ڦاسي- امراپور جا ٿيا سي واسي،
يڪتيء ۾ آهيون پريا پريا.

۲- ٻُلمن قاضين کي خبر نہ ڪائي - اُڇيو ڪن ٿا روز لڙائي،
قلمي ڪان آهيون ڦريا ڦريا.

۳- مسجد ڍاهيسون هيءَ ڍهي - تنهن ۾ سجدو ڪريون ڍاوهي،
اُنتر مکہ آهيون هريا هريا.

۴- رمضان رنگ لڳو ساڌن جو- پيتم پيالو دردوندن جو،
ٻاڳہ منهنجا آهن ڦريا ڦريا.

سائين اهو راڳہ ڳائي بس ڪيم تہ ڏٺا ڪٺي اچي مون کي ورنائون. مان چپ ڪري ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيس. خوب ماري ڪوٺيءَ ۾ پوري چڏيائون. مان تہ ايڪانت جي ڪوٺي ڏسي خوش ٿيس ۽ دل ۾ چيم تہ سائينءَ مون لئي ڏاڍي ٻاجهہ ڪئي آهي جو اڪيلو ايڪانت ڏني آتائين. اهڙي طرح ٽي ڏينهن مون کي بند رکيائون. روزي ۾ مون کي ائي ڏيئي ويندا هئا. ٽن ڏينهن کانپوءِ وري مولڪي چوڻ لڳا تہ هاڻي قسم کڻ تہ توکي ٻاهر ڪڍون. مون تنهن ٽي چيو مان، خدا توهانجو ڀلو ڪندو مولڪي مهدو ڪن اجا مون ڪوٺيءَ ۾ بند رکو تہ مان عبادت ڪري ڌڻيءَ جو ديدار ڪريان. ايترو ٻڌي مولڪي ڪوٺيءَ مان ڪڍي خوب مارڻ لڳا. منهنجي ماءُ اچي مولڪي ڇڏايو ۽ هنن کي چيائين تہ هنکي نہ ماريو. هو ساڌن وٽ ڪونہ ويندو. مان پاڻهي سمجهائيندي سانس. تنهن کانپوءِ گهڻن ميهڻن کي باغ ۾ ڇڏي، وڃي ايڪانت ۾ ويهي اليپاس ڪندو هوس. ڪالهہ توهانجي اچڻ جي خبر پئي تڏهن اڄ سوير اٿي گائيون ميهون باغ ۾ ڇڏي سڌو توهان وٽ هليو آيو آهيان. سائين، هاڻي جيڪا خدمت چئو سا ڪريان. ستگرو مهاراج جن چيس ابا، تون گهر وڃي ڪو ڪم ڪر انہ تہ ماٺ ماريندءِ. تنهن ... رمضان چوڻ لڳو تہ سائين، مارون کائي هاڻي ڏاڍو

ٿي پيو آهيان. آءٌ ماري ڪٿي گهر کان ڪڏهن ڇڏيندا ته؟
ٻلي ڪڏهن ڇڏين. باقي مان گهر ڪو نه ويندس. هتي
ڇڪا شيوا جتو سان ڪريان.

رمضان جو اهڙو اٽل ارادو ڏسي ستگرو مهاراج جن چيس
ته آيا، چڱو وڃي ساڳي شيوا ڪر. ڳالهين لاءِ ڪتر ڪر، ڇيڻن
جي ڳوڻ ۾ ڪاٺيون ڪري اچ. اِها آگيا پائي رمضان وڃي
ڪتر ڪرڻ لڳو.

ٻئي صبح جو سوير مائي رباب ستگرو مهاراج جن وٽ
آئي ۽ اکين ۾ پاڻي آڻي چوڻ لڳي ته سائين، جنهن ڏينهن
کان منهنجو پيار رضا ڪري ويو آهي تنهن ڏينهن کان وٺي
منهنجو من دنيا کان تمام اُداس ٿي پيو آهي. ڪرپا ڪري
مولڪي نام جو رستو ٻڌايو ته مان ڀڄن ڪري جنم سڦلو
ڪريان. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيس ته اهڙي پنهنجن
وڏن کان اهڙي آگيا وٺي اچ ته پوءِ توکي نام جو رستو
ٻڌايون. اهو جواب ٻڌي مائي رباب چوڻ لڳي ته هي ڪهڙو،
آگيا نه ملي ورلي ڪاهي ٻر جي ونديس ته ٻه ڪاله
ڏيندا. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيو ته اهڙي لون ٻرام
سان وڃي جوبن چيو ته عورت جو ڌرم آهي ته جي خاوند
هجي ته اُن کان آگيا وٺجي، خاوند نه هجي ته وڏن کان
آگيا وٺي پوءِ ڪنهن پورن مهاتما کان اُپديش وٺجي. اِها
مريادا آهي. ايترو ٻڌي مائي رباب چوڻ لڳي ته چڱو مان
وڃي ٿي پڇي ڏسان.

شام جو پائي آلورام ۽ جيجن رام سالاري جا وڪيل ستگرو
مهاراج جن وٽ آيا ۽ اچي وينتي ڪيائون ته سڀاڻي ستسنگ
اسان وٽ ڪريو ۽ سڀني سنتن مهاتمائن سميت ڀوڄن ڀي
ڪريو. ستگرو مهاراج جن سندن وينتي سويڪار ڪئي. پوءِ

پاڻي آلورام مهاراج جن کي ٻڌايو ته شهدادپور جا ڪي ٻاوا
سالاري ۾ پنهنجن شيوڪن وٽ آيل آهن. اهڙا ٨-١٠ گهر
آهن. اُنهن کي چون ٿا ته ٽن سالن جو ٻنديان روپيه ٽيهه
ڏيو. جيڪي شاهوڪار هئا تن پوري ڏنا. باقي ويچارا
جيڪي غريب آهن سي کين چون ٿا ته روپيه پنج ونو جو
اسين غريب آهيون ۽ وڌيڪ ڏيڻ جي طاقت ڪانهي.
ايترين منٿن ڪندي به ٻاوا چون ٿا ته ڪٿان به آڻي ڏيو.
گهر وڪڻي به ڏيو، نه ڏيندا ته اسين اوهانکي پٽيندا سون.
شهر جي ٻن ٽن شاهوڪارن کي ماس مدرا ڪارائي پنهنجي
پاسي ڪيو اٿن ۽ اُنهن کي چيو اٿن ته هنن کان پئسا اُڳاڙي
ڏيو. هنن ويچارن غريبن کي ڏاڍو تنگ ڪيو آهي، سو
ڪرپا ڪري اُنهيءَ ٻاري ۾ ٻه ٻه چار وچن چئو. ايترو چئي
پاڻي آلورام ستگرو مهاراج جن کي چيو ته مان اوهان کي ٨
بجه ونڻ ايندس. پوءِ روانو ٿيو.

ٽنهن ڪالپوءِ ستگرو مهاراج جن گهمڻ ويا. موٽي پنهنجي
آستان تي ڏسن ته ڀڳت آئل لال ۽ سنت گهنشورام جن ويٺا
آهن. مهاراج جن وڏي آدر ستڪار سان ساڻن مليا ۽ خوش
ٿي چوڻ لڳا ته ڀڳون اڄ وڏي ڪرپا ڪئي آئو جو اچي
درشن ڏنو اٿو. ڀڳت آئل لال جن چيو ته اڄ ڪنڊوءَ ۾ ڪنهن
پريميءَ وٽ آيا هئاسون. اُتي ٻڌوسون ته اوهان شاهه جي
پت کان موٽي آيا آهيو. سو ويچار ڪيوسين ته اُڳو پوءِ سنتن
جو ستسنگ ٻڌندا وڃون. ستگرو مهاراج جن سنتن کي جل پان
ڪرائي ستسنگ شروع ڪيو. ٻهراڻن ساڌن پڻ چيو تنهن
ڪالپوءِ ڀڳت آئل لال ۽ سنت گهنشورام ۽ آخر ۾ ستگرو مهاراج جن
ستسنگ ڪرڻ لڳا. سنتن جي مهما جو ورڻن ڪيائون.
ستسنگ ڪالپوءِ سنتن کي رسوئي پاڻي ڪرائي لالٽين کڻي ستسنگين

کي ساڻ ڪري ڀڳت آلل لال کي اماڻي ويا. ٽوڙو ٻڌ ڪري
جڏهن ڀيل لهر وٺ ڀڄڻا لڳهن ڀڳت آلل لال جن کي ڇپائون
۽ سالين ڪڏهن آهن سو ڏيري ڏيري سمهالي هلجو.

اهڙي ۾ ٻيڙيان ڏاڍهن ٿي ته آڙي ڪلهه ۾ ڪري پيس؛
مري واس ۽ ته ڪڏهن ٿي هن کي چيو ته ڇوماڻو ته ڏيري
ڏيري هلو، هتي ڪڏون آئو. انهن ٿي آهو ۽ وڃي ڪلهه ۾ پيو ته
تنهن واڪو ڪري چيو ته آڙي اڻڌا آهيو ڇا؟ اهڙو ڇڪي
آهو تهون ۽ هئن ٿيهي، جي مٿان وڃي پيو. ڪڏهن ڀوائون
ڇوڪ لڳو ته سڀيئي اڻڌا آهيو ڇا جو اچي منهنجي مٿان
ڪريا آهيو؟ ٻين چيو ته اڌا ڇا ڪريون، اوندھ آهي. خبر
ڪانه ٿي پوي. ڏاڍهون ٻڌي ستگرو مهاراج جن اٿي وڏي
لالٽين ڪڻي وڃي ڏسن ته ۾ چار ٻاوا ۽ ۴-۵ گرهستي آهن.
ڪالٽن ڀڇيائون ته ڪٿي ڪريا؟ ٻاون چيو ته رات اونداهي
آهي اتي ڪانه آهي ٿهڪري ڪلهه ۾ ڪري پياسون. ستگرو
مهاراج جن ٻوءِ سنتن کي ولي اٿي هليا. رستي ۾ ڀڳت
آلل لال سوامي جن کي ٻڌايو ته اهي ٻاوا هر روز شام جو
ٻهنجن غريب ججمانن کي ٻڌيان جي ٻقسن لاءِ ستائي، موٽي
وڃي ڪلدوءِ ۾ ٽڪندا آهن. ڏسجي ٿو ته اڄ غريبن جي
ٻت لڳي آئي، جو ڏڪ کاڌا آئن. مهاراج جن ٻڌي دل
۾ ڪلي رکيو. سنتن کي ٻرنبر لسکر ۾ ڇڏي ٻهنجي آستان
تي آيا.

صبح جو ڀائي ٽهلرام ستگرو مهاراج جن کي ڇوڪ لڳو ته
ڪالهه سارو حساب ڪتاب ڪري ڏاوسين ته ٻنهن ۽ ٻاڻن
مان ٻه هزار روپيه گھاٽو پيو آهي ۽ ذڪان مان ۾ ڪو فائدو
ڪو نه لڪتو آهي. هاڻي ٻڌسا ڪين، ڪنهن کان ولون؟ توهان
اٿي ڇڏيا ته ڪو ڪم اڻا ڪريو. مان اڪيلو ڇا ڪريان؟

ڇڏو نہ ٻنهين ۾ باغ ڇڏي ڏيون. ستگرو مهاراج جن ڇيو ٻنهين ۾ باغ اجا نہ ڇڏيو. توهان ڪو بہ خيال نہ ڪريو. گوال ٻنهيءَ ۾ ئي اڪيلو آهي. گرمکداس ڳوٺ وڃڻ جي نئوڪري. هن ڪي گوال سان گڏ ٻنهيءَ جي سنڀال لاءِ روالو ٿا ڪريون. مان بہ هاڻي هر روز ٻنهين جي نظرداري ڪري پيو ايندس. پئسا ڪپهن نہ سيٺ ڇبلداس کان وٺجو، مان چٺي ڇڏيندو ساٿس. اٽرو ٻڌي ٺهلرام وڃي دڪان تي ويٺو. رات جو آلورام جي گهر سالاري ۾ رسوئيءَ لاءِ ويا ۽ ستسنگ ڪيائون. پرسنگ هو 'سنت گور مهما'. انهي هينئون پڇن سڀو ٻڌايائون:-

## راڳ جوڳ

ٿل- نہ ڪن جاپ نہ ڪو تاپ- جتر جيءَ ڪهاني
نہ ڪن ڪرم ڪو ڌرم- وڃن جنم رلائي.
١- متن منڊ ملي الڊ- وهنا وات وڃائي،
ڪريو ڪنڌ ڪن سڌ- گام انڌن آهي.
٢- ڪن بيک ڄگت ڏيک- وڏا تلڪ چڙهائي،
اندر دئت ٻاهر سنت- تن ڀگهہ جڳن لڳائي.
٣- ڏليا يونڊي ڏسي مولڊي- وڏا ديو مڻائي،
ڇڏي ساچ ڪٺن ڪاچ- وڃن پاپ ڪمائي.
٤- اهيءَ مايا سوين گهايا- وڏا مهر مڇهائي،
پڙهيا پنڊت ڪئين ويسر، ڪنن چير ٽنگائي.
٥- ڪهي ٽيئون لڳا ٽوڙي- سرت شبد ملائي،
سچا سنت ڪلاولت- وڃن جنم مٽائي.

**ڀاو ارٿ**- هي جيوُ مولڊ والنگر نہ ڪري ڪو جپ نہ ڪو تپ، نہ ڪو نيم، نہ ڪري ڪو ڌرم نہ ڪرم جهڙا گرو ٺهڙا چيلا ٻئي ٻڌي ملين. جن ڪي ٻڌي روُپي ليتر ڪواهن، سي ٻئي انڌا ڀڳوان جي ملڻ جو رستو وڃائي

آشا ترشنا رڳي ڪلهه ۾ ڪري اُنهن ٻيا داتهون کي ته هو
سنسار ۾ ڪوهه ڀڳوان جي ڀڪتي ڏيکارڻ وارو ڪونهي. سڀ
اُبدا آهن.

درشٽانت - هڪڙي ڏينهن ٻيوپاري جي سؤرداس
واٽئي ٻڌو ته لوڀ گانءَ جي ڌرمشالا ۾ رهڻ، کائڻ پيئڻ ۽
سمهڻ جو ڏاڍو عيش آرام آهي سو اُنت لوڀ هت ۾ ڪٺي
گانءَ جو رستو وٺي پند ڪندي ڪندي ڪيترن ڏينهن کان
پوءِ اچي لوڀ گانءَ جي ويجهو پهتو. اڳي ٿورو پنڌ ٻيو هو
ته اُتي رستو ڇڏائي ويس ۽ جهنگل ۾ منجهي پيو ۽ سڏ ڪرڻ
لڳو ته آهي ڪو ٻيهوءَ جو پيارو جو مون کي لوڀ گانءَ جي
ڌرمشالا ولي هلي؟ اُهيءَ وقت هڪڙو لوڀ گانءَ جو سورداس
پاڻي منوداس به اُتي جهنگل ڪرڻ آيو هو تنهن جو اهو آواز
ٻڌو سو جواب لڳو ته اُدا ڪير آهين؟ تنهن تي ٻيوپاري جو
واٽيو جواب ڏنائين ته مان ٻيوپاري جو واٽيو آهيان. لوڀ گام
جي ڌرمشالا وڃڻ ٿو. هتي منجهي پيو آهيان. منوداس
واٽئي کان سنڌس نالو ۽ ذات پڇندو پڇندو سنڌس آواز
جي اوت تي پهچي وڃي پاڻهن کان پڪڙي جواب ڏنائين ته
اُدا، جيڪي تو اُهي ۾ ٻڌايو سو پورو سمجهه ۾ ڪين آيو.
هاڻي ٻڌاءِ ته تون ڪٿي ويٺو آهين؟ ذات جو ڪير آهين؟
نالو ڇا اٿئي؟ ڪيڏانهن وڃين؟ واٽيو جواب ڏنائين ته اُدا،
ٻيوپاري جو ويٺل آهيان، ذات جو واٽيو آهيان، منهنجو نالو
سنسارام آهي. لوڀ گام جي ڌرمشالا ۾ وڃڻ ٿو. هاڻي
پاڻي ڪري مون کي وٺي هل.

اهو ٻڌي پاڻي منؤداس چيس ته اُدا، پنهنجو نالو ته
ورري ٻڌائيم. واٽئي چيو ته منهنجو نالو سنسارام آهي.
پاڻي منوداس نالو ٻڌي دل ۾ ڏاڍو خوش ٿيو ته گراهڪ

ته ڏاڍو سٺو مليو آهي. انهن ويچار ڪري پاڻي منوداس
چيس ته ادا توکي اوپي گام جي ڌرمشالا ۾ وٺي هلي ڇڏيندس.
پر مون کي ڏيندين ڇا؟ واڻيئي چيس ته ڀڳوان جي نالي
مون کي وٺي هل. منوداس چيس ته ڏه ادا مان ڀڳوان جي
نالي مان ڪونه ڄاڻان. ۵ روپيه ڏين ته وٺي هلانءِ نه ته
ڀل هتي جهنگل جا جانور توکي ماري کائين. منوداس جا
اهي ڏکوئيندڙ وچن ٻڌي واڻيو ڇوڙ لڳو ته پاڻي مون
وٽ پنج روپيه ڪونه آهن باقي اڍائي روپيه اٿم سي وٺ.
پر منوداس چوي ته پنجن روپين کان هڪ پائي به گهٽ نه
وٺندس. لاچار اٿيئي قبول نه ته مان وٺان پنهنجو رستو.
واڻئي چيو ته ادا چڱو اڍائي روپيه روڪ وٺ باقي اڍائي
روپين ۾ اوٿو ٿو ڏيانءِ. منوداس اڍائي روپيه روڪ وٺي
چيلهه سان سوگها ٻڌي ۽ اوٿو وٺي هڪ هٿ ۾ کنيون ۽
ٻئي هٿ سان واڻئي جي ٻانهن وٺي هلڻ لڳو. دل ۾ خيال
ڪندو پيو وڃي ته ڏاڍو سٺو ٿيو جو اڄ صبح جو اڍائي روپيه
روڪ ڪمايم ۽ اوٿو به جهنگل پاڻيءَ لاءِ سٺو مليم. ڀڳوان
کي پيو چوي ته هي پريو، اهڙا گراهڪ مون کي روز ڏياريندو
ڪجانءِ. اهڙي طرح دل ۾ ڏاڍي خوشي ڪندو پيو وڃي.
خوشيءَ ۾ رستو ڀلجي ويس ۽ وڃي ٻئي رستي ۾ پيو. اهو
رستو سڌو هڪ کڏ ڏانهن پئي ويو. کڏ ۾ ڀتر نڪر، ڪنڊا
گند ڪچرو پيو هو. کڏ کي ويجهو آيا ته منوداس واڻئي
کي ڇوڙ لڳو ته وک وڌائيندو هل جو دير ٿي ٿئي. انهن
ڇٽي اڃا ٿورو لڪڙي وک کڻي اڳتي وڌيا ته اڳيان منوداس
پنيان واڻيو سنسارام ڌو وڃي هڪ ٻئي مٿان کڏ ۾ ڪريا.
ٻنهي کي اهڙو ته ڌڪ لڳو جو ٻئي مست ته بيهوش ٿي
ويا. جڏهن سجاڳ ٿيا ته ڏٺائون واڻيو، منوداس کي ڇوڙ لڳو

ٻه ٽون به اَڌو آهين ڇا؟ سچ ٻڌاءِ ته ٽون آخر آهين ڪير
ٻيو مون کي اڄي ڪڏهن به ڪرايو اَلبتي. منهنجا هڙ ڪُل پئي
پيا آهن. اوچي گوڏن مان رت پيو وهي. اڌهن ٽو پاڻي
منوداس چوي ته اَدا جي سچ ٻُڌو پڇين ته مان ته برابر اَڌو
آهيان، پر ٽوکان وڌيڪ مون کي ڏک لڳو آهي، ڏس ته
ٻنهي ٽولين ۽ گوڏن مان رت پيو وهي. پيٽ به ڦسي پيو
آٿر جو ٽون به اڄي منهنجي مٿان ڪري پئين. واڻيو اٽرو
ٻڌي هاءِ، هاءِ ڪري چوڻ لڳو ته پنج روپيه ته ڏانم ۽
ڏک به ڪاڏم. هي ڀڳوان، هي شهر لي ڪو اَڌن جو آهي
جو مون لاءِ به ڪٽي اَڌو موڪليءِ. اٽرو چئي ڏيري ڏيري
ڪڏ ڪان ٻاهر نڪري منوداس کي زور سان ٻانهن کان پڪڙي
چوڻ لڳس ته ڪڏ به ڪيرائيءِ سو ته ٽهجو پر هاڻي اڍائي روپيه ۽
اوٽو ته ڏي. منوداس ٽوٽو واپس ڏئي چيس ته روپيه اڍائي
ته ڪونه ڏيندوسانءِ. هيترو جو پنڌ ڪري ٽوکي ولي آئس
سو ڪو ٻٽهين جو اوڪر هوس ڇا؟ واڻئي ٻئي هٿ وجهي
منوداس کي قابو جهلي چيو ته چڪي مڙس جا پٽ پئسا واپس
ڏي. منوداس به ڪٽي ٻئي هٿ وڌس. واڻيو منوداس کي
تنگ ڪان ولي هيٺ ڪرائي مٿان چڙهي زور سان ٻئي
مڪون هڻي چوڻ لڳس ته هاڻي روپيه ڏين ٿو يا نه؟
منوداس ولي دانهون ڪرڻ لڳو. پرپان ٻئي سڄڻ سريمي
رستو ولي پئي وهيا. دانهون ٻڌي ڊوڙي اچي ٻنهي کي
ڇڏائي پڇڻ لڳا ته اَدا پاڻ ۾ ڇو ٿا وڙهو؟ تنهن تي واڻئي
روئي ساري ڳالهه ڪري ٻڌائي. منوداس به چيو ته برابر
اڍائي روپيه، ٽوٽو ڏنو اٿس. اوٽو مون کيس واپس ڏنو
آهي. باقي اڍائي روپيه منهنجي محنت جا آهن جو مان اڌ
پنڌ ولي آيو آهيانس. پلئي اڄي ڪڏ ۾ ڪراسون ته هن جا

پيٺا ڏک مون کي لڳا آهن. هاڻي توهان ويچار ڪريو ته پئسا ڪئن واپس ڏيندو سانس. ايترو ٻڌي سچن پريمي، واڻئي کي چوڻ لڳا ته هي پائي، تيهو هاڻي اڍائي روپيه ڪٽي ڇڏينس ته واڻيو چوڻ لڳو ته مري ويندس ته به روپيه ڪونه ڇڏيندو سانس. تنهن کان پوءِ وري منوداس کي چوڻ لڳا ته لون ته ساڍ ٽو ڏسڻ ۾ اچين سو پئسن ۾ ڇو لوڀ رکيو آئيئي، ڪٽي واپس ڏينس. اُنهيءَ تي منوداس چوڻ لڳو ته هيتري تڪليف ورتم سا مفت ۾؟ مان مري ويندس پر هڪ پائي به ڪونه ڏيندو سانس. جتي ڪاٺو هجيس اُتي ڪاهي. اهو ٻڌي واڻيو پريمين کي چوڻ لڳو ته پڳوان جي نالي تي اسان ٻنهي کي ڪورٽ ۾ وٺي هلي ڇڏيو. مان اِهو فيصلو مئجسٽريٽ کان ڪرائيندس، جي لــ وٺي هلندا ته منوداس کي جيترو ڪونه ڇڏيندس. ايترو ٻڌي اُنهن پريمين مان هڪڙو پر اُپڪاري ٻنهي سورداس کي وٺي وڃي ڪورٽ ۾ مئجسٽريٽ اڳيان ٻهاريائين. مئجسٽريٽ اُنهيءَ گرهستيءَ کان پڇيو ته هن غريب سورداس کي ڪنهن ماريو آهي؟ گرهستي پريميءَ چيو ته حضور هي ٻئي پاڻ ۾ وڙهي رهيا هئا ته مان وڃي اُتي نڪتس. جي مان ڪين نه ڇڏايان ها ته وڙهي هڪ ٻئي کي ماري وجهن ها. مون کي تڪڙو ڪم آهي سو مان وڃان ٿو وڌيڪ جيڪي توهان کي پڇڻو هجي سو پِل هنن کان پڇو. مئجسٽريٽ ٻنهي کان بيان وٺي خيال ڪري فيصلو ڏنو ته منوداس اڍائي روپيه واڻئيءَ کي واپس ڏئي ۽ ٻنهي کي هفتو هفتو جيل ۾ رکيو وڃي. واڻئي کي سزا اُنهيءَ ڪري ٿي ڏجي جو خبر ۾ هيس ته لوڀ ڪم جا ماٺهو لوڀي ۽ ٺوڳي ٿيندا آهن پوءِ به هي لوڀ ڪم ۾ آيو. فيصلو ٻڌي منوداس اکين ۾ پاڻي آڻي اڍائي روپيه جوڙي

واٽئي کي ڏنا. تنهن کان پوءِ پوليس ٻنهي کي ولي وچي جيل ۾ بند ڪيو.

دوها- گرو جانڪا آنڌلا- چيلا آنڌ نرنڌ،
آنڌي ڪو آنڌا ملا- پڙا ڪال ڪا ڦند.

منهنجو گرو انڌو آهي يعني آتم سروپ ۾ لشنا ڪالہ الس تنهن جو چيلو وري انڌي کان ٻہ انڌو آهي. يعني جنهن کي سچ ڪوڙ ۽ ڌرم ڪرم جو وچار ڪونہ آهي ۽ سنسار جي وشين پوئين ۾ انڌو ٿيو پيو آهي. جهڙو گرو اوهڙي تهڙو چيلو مورکٽ. سي ٻئي وچي چوراسي وڙهي ڪڏ ۾ ڪري دک پائين ٿا.

دوها- گرو لوڀي شش لالچي- ٽنگني ڏيا لڳاءِ،
ڪهہ ڪبيرسي آنت ڪو- سيڏي ٻير پور جاءِ.

ارٿ- گرو لوڀي يعني جيڪو پنهنجن جگياسن کان پئسا گهري يا زوريءَ ولي، جيڪو صرف پنهنجو مطلب چاهي ۽ شش جي اڌار ڪرڻ جو ڪوبہ خيال ڪونہ ڪري، جيڪو صرف پئسن جو خيال ٿو ڪري نہ ڪهڙيءَ طرح جگياسن کان ڌن وٺان ۽ شش آهي لالچي جو چاهي ٿو نہ گروءَ کي پاڻي بہ نہ ڏيان پر پاڻ گروءَ جا ٽيڙ بہ ڪٽي وجان. ٽنگني معنيٰ مايا سو اهڙي گرو شش کي مايا ٽنگي چڙهيو آهي. ڪبير صاحب جن چون ٿا تہ آخر ۾ اهي ٻئي ٻير لوڪ وڃن ٿا چوپائي- گرو ٻير هوڪي مانگن جاءِ-
مؤل نہ لاڳو ٽانڪن پايہ:

دوها- ماءُ منديون ٽس گورکي- جانتي پرم نہ جاءِ،
آپ ڏوبا پيؤ سنڌ ۾- چيلي ديا بهاءِ.

گرو سنت ئي جيڪو پنهنجن جگياسن لئہ برهمڻ کان

پني تہ لنهن کي پيرين نہ پوڻ گهرجي. اُنهيءَ گروءَ جي ماءُ
جو مان متو ڪوڙايان جنهن گرو دواران منهنجو پريم ناس ٿيو
ٿئي اُهڙو گرو پاڻ نہ ٻوڙاسيءَ ۾ وڃي ٿو پر چيلن کي بہ
پاڻ سان ٻوڙاسيءَ ۾ وٺي وڃي ٿو.

چوپائي ١- ڏن هر هئن پن شوڪ نہ هر هئن،
سو گور گهور نرڪ ۾ پڙ هئن.

چوپائي ٢- ڪن بيک جڳت ڏيک وڏا تلڪ چڙهائي،
اندر دئت باهر سنت ڏن بگ جيون لڳائي.

تاتپريہ- جو باهران سنسار جي ڏيکاءَ لاءِ مالهائون پائي،
ڀڀوت لڳائي، جٽا رکائي، وڏا تلڪ ڏئي باهر سنت ڏسڻ
۾ اچي ٿو پر ٿن جي اندر ۾ پرڀو جي واسنا ۽ پاکنڊ آهي
سو جٿن بگهہ پکي ندي تي اکيون ٻوٽي سمادي لڳائي
وهندو آهي ۽ جڏهن مڇي ڏسندو آهي لڏهن جهٽ هٿي
اُنکي پڪڙي باهر ڪڍي وٺي کائيندو آهي تهڙي طرح
پاکنڊي ساڌو اکيون بند ڪري سنسار کي ٺڳيندو ولي ٿو.

دنيا ديوند، ڏسي موند وڏا ڏيو منائي،
چڏي ساچ ڪٿي ڪاچ وڃن پاپ ڪمائي.

مطلب اگيالي جيو هت مايا روپي ديوند کي ڏسي وڃي
ڏيوتائن، سنتن، مهاتمائن کي ارداسون ڪن ٿا نہ اسانکي
پت، ڏن آدي پدارت ڏيو. پڳتي گڻ روپي سچ کي
ڇڏي وشئن روپي پدارٿن جو ڪچ کٽي وڃي. اُنهيءَ مايا
سان پاپ ڪرم ڪن ٿا.

انهيءَ مايا سوين گهايا وڏا ميرمنجهائي،
پڙهيا پنڊت ڪتين وير ڪنن چير تنگائي.

تاتپريہ- هن مايا اننت جيون کي گهائل ڪري ڇڏيو

آهي. هن جا لت پيا جڪن ۽ هو راس ڏينهن ڏاڍهون پيا
ڪن گهڻن ئي وڏن وڏن بادشاهن کي منجهائي ڇڏيو آئس.
ڇتر ويدي پڌس ۽ ڪيترا ڀڳت ساڌو ڀلائي ڇڏيائين.

درشٽانت - هڪ رشي پنهنجي گروءَ وٽ رهندو هو
جتي ڪيترا گرهستي مالي پالي ايندا ويندا هئا ۽ ڏن پدارٿ
به پيا رکي ويندا هئا. راس ڏينهن پيارو چالو رهندو هو
جتي غريب آنات، ساڌو مهاتما آيو ويو پيو کائيندو هو.
هڪ ڏينهن اهو رشي پنهنجي گروءَ کي چوڻ لڳو ته توهان
وٽ گرهستن جو ڏاڍو گوڙ لڳو پيو آهي ۽ مان ته ڏاڍيون
گهڻيون ليون اچن جنهن ڪري منهنجي ورتي پڇن ۾ نيڪ
نٿي لڳي. تنهن ڪري موڪلي آگيا ڏيو ڪنهن ان ۾ وڃي
ايڪانت ۾ ڀڄن ڪريان. ٻر جي مان جو اچڻ بند ڪريو ته
ٻوءِ مان هتي ئي رهان. تنهن تي گروءَ چيس ته ابا اهيءَ
گوڙ ۽ مائين وچ ۾ پنهنجي ورتيءَ کي ڀڪو ڪري رهه.
هتي آشرم جي شيوا به ڪر ۽ ڀڄن به ڪر. اُن تي ستگيرمٺ
چوڻ لڳو ته نه نه سائين جي خوشيءَ سان آگيا ڏيو ته چڱو
نه ته مان وڃان ٿو. آخر چئي گروءَ کان ٻيا موڪلائي گروءَ
جي آشرم کان ڪ ايڏائي ميل ٻري گهاٽي ٻن ۾ ڪکن جي
جهوپڙي ٺاهي وڃي ويٺو. ١٥-٢٠ ڏينهن ڪانوءَ ماڻهن کي
خبر پيئي سو گرهستي شش سندس ڪتيا تي اچڻ لڳا ۽
ڳالهن کي اچڻ وڃڻ ڪونه ڏيندو هو. مهني ڏيڍ ڪالهوءَ اهين
گرهستين به ڪيون ڪتياٽون به ٺاهي ڏنس چوڌاري قلوازي
لڳارائي ڏنائونس. اها خبر وڃي هنجي گروءَ کي پيئي،
سو دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته پنهنجي آشرم جي شيوا ڇڏي
جدا آشرم ٺاهي ٻاڻ پيو ٻوجائي. چڱو ته هنکي سمجهائجي.
اهو ويچار ڪري هڪ ڏينهن پنهنجي شش ستگيرمٺ جي

ڪنيا تي آيو. گروءَ کي پنهنجي ڪنيا تي ڏسي سنگيرت وڏي آدرستڪار سان گروءَ کي وهاري چوڻ لڳو ته ٻڌايو، ڪا شيوا هجي ته آگيا ڪريو، گروءَ چيس ته ٻابا، تون هتي جدا آشرم ٺاهي اچي ويٺو آهين سو اها ڳالهه سٺي ناهي. هاڻي ٻيهر تون هلي اسانجي آشرم ۾ رهه. هتي پيو ڪو شيواڌاري ته ڇڏيون گروءَ جا اهي وچن ٻڌي سنگيرت چوڻ لڳو ته سائين، توهان وٽ مايون تمام گهڻيون ٿيون اچن. هتي مان زالن کي اچڻ اصل ڪين ڏيندو آهيان ۽ مون پڪ ڪئي آهي ته ڪنهن به زال جو منهن نه ڏسندس. تنهن ڪري توهان سان گڏ ڪونه هلندس. شش جا اهي وچن ٻڌي گرو واپس موٽي ويو. پنجن ڇهن مهينن کانپوءِ اهو گرو ڏاڙهي مڇون ڪوڙائي وارن کي زالن وانگر ٻڌائي چوٽي ڪري، بڪل لڳائي سينگار ڪري هڪ مهاسندريءَ جو روپ ڌاري پنهنجي شش سنگيرت جي ڪنيا جي ويجهو جهنگل ۾ اچي ويهي رهيو. ساوڻ جي موسم هئي. برسات به پئجي رهي هئي. سج لٿي مهل سنگيرت جي ڪنيا وٽ اچي ويٺو ته سنگيرت چيس ته تون ڪير آهين؟ ڪٿان آئي آهين؟ ڪيڏانهن وينديءَ ۽ هتي ڇو ويٺي آهين؟ ايترو ٻڌي سندس گرو زناني آواز ۾ چوڻ لڳو ته مان راڄ ڪنيا آهيان. پنهنجي پتا سان گڏ هن جهنگ ۾ شڪار تي آئي هيس. منهنجي پتا کي شينهن ماري کائي ويو ۽ مان ٻن ۾ منجهي توهان وٽ آئي آهيان. هاڻي ته رات ٿي وئي آهي ۽ برسات به ٿي پئي پوي، تنهن ڪري اڄوڪي رات پاڻ وٽ رهڻ ڏيو. صبح جو مان پنهنجي راڄڌانيءَ ڏانهن هلي وينديس.

اهو ٻڌي سنگيرت چوڻ لڳو ته مان زالن کي پاڻ وٽ

اُچڻ ڪولہ ڏيندو آهيان ۽ مٿهن بہ ڪولہ ڏسندو آهيان • هاڻي لون آئي آهين تہ هي تالو وٺ ۽ هن ٻي ڪٽيا ۾ اندران تالو ڏيئي وڃي رهہ، مان بہ ٻاهران تالو ڏئي ڇڏيندس • سڄ اُڀرڻ کان اڳ ڪنهن بہ چوڻ تہ تالو نہ کولجي • جي اهو وچن ڏيئن نہ پاليندين تہ نہ هلي وڃ •

اهو ٻڌي راج ڪنيا چيو تہ جگو مهاراج اهو منهنجو وچن آهي تہ مان دل ڪولہ ڪرلنديس • تنهن کان پوءِ سندس گرو راج ڪنيا جي وڃس ۾ ڪٽيا ۾ اندران تالو ڏئي وڃي ويٺو • ستگرو پڻ ٻاهران تالو لڳائي پنهنجي ڪٽيا ۾ وڃي سمهيو • اڌ رات ڪانپوءِ جاڳي ويچار ڪرڻ لڳو تہ مها سندري پاڻهي مون وٽ آشرم ۾ آئي آهي • آشرم ۾ ٻيو ڪو ماڻهو بہ ڪونهي • چولہ هن مها سندريءَ سان ملجي • اهو ڪونو ويچار ڪري ڪٽيا کان ٻاهر اچي راج ڪماريءَ جي ڪٽيا جو تالو کولي چوڻ لڳس تہ راجڪماري در کول • راجڪماريءَ چيس تہ مون کي مهاتما جي چيو آهي تہ صبح کان اڳ ڪنهن کي بہ در نہ کولجي • تنهن لي ستگرو چوڻ لڳو تہ سندري، اهو مهاتما مان ئي تہ آهيان • جلد ڪر در کول، منهنجو اندر ضروري ڪم آهي • اهو ٻڌي راج ڪنيا چوڻ لڳس تہ مهاراج مان در اصل ڪولہ ڪوليندس • اوهان سنت پنهنجي وچن لي قائم رهو • اهو ٻڌي ستگرو ويچار ڪيو تہ هن مها سندريءَ سان ضرور ملڻ گهرجي • پر دروازو لوهہ جو ۽ ڀتيون پٿر جون آهن سو ڪئن ملجي • اهو ويچار ڪري پنهنجي ڪٽيا ۾ اچي وڏو ... وڏو ڪٽي راج ڪنيا جي ڪٽيا جي ... لي ڏاڪ ... ڪوڏر سان ڇت کولي ... کو ڪري آهستي آهستي ... سرون ... ويٺي لاٿ ... راج ڪماري چوڻ لڳيس

۽ مهاتما، هي ڇا ٿا ڪريو؟ سنگيرت پاڻ کي لڪڙو ڪٺي
هيٺ ڇڏيو ۽ سندس سڀني ٻن ٻيڙن جي وچ ۾ ڦاسي پئي.
پئي همت ٻيڙن ۾ وجهي مٿي نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ
لڳو پر لڪي مٿي ٻي لڪري سگهيو لکي هيٺ پيو لهي
سگهي. اهڙي طرح لٽڪندو رهيو. تنهن تي راج ڪنيا جي
روپ ۾ گروءَ ڇيس ته ٻچا، ڪهڙو حال آهي؟ ڪائي
تڪليف ته ڪانه آهي؟

اُتي سنگيرت پنهنجي گروءَ جو آواز سڃاڻي چوڻ لڳو
ته هي راجڪماري اهو آواز ته منهنجي گروءَ جو آهي سو
سچ ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين؟ ايترو ٻڌي سندس گروءَ چيو ته
هي پاپي ليچ مان تنهنجو گرو آهيان. منهنجي آگيا جو نرادر
ڪري زالن کان ڀڄي اچي هتي ويٺو آهين. چيءَ تي ته مان
زالن جو منهن ٻه نه ڏسندس مان ورڪت آهيان. سو هي
پاکنڊي اڄ اهو تنهنجو ورڪتپڻو ڪيڏانهن ويو؟ اهڙي
ورڪتپڻي کان تون لٽڪي مرين ته چڱو. هاڻي مان ٿالو
کولي پنهنجي آشرم ڏانهن ٿو وڃان.. گروءَ جا اهي وچن
ٻڌي سنگيرت اکين ۾ پاڻي آڻي چيو ته هي پرڀو، هاڻي
مان مران ٿو، ڪرپا ڪري معافي ڏيئي بچايو. مان اوهان
کي وچن ٿو ڏيان ته هن کانپوءِ مان توهان جي چرڻن ۾ رهي پنهنجو
جنم سڦلو ڪندس. ايترو چئي زار زار روئڻ لڳو. شش جا
ورلاپ ٻڌي گرو ٿالو کولي ٻاهر نڪتو ۽ ڇت تي چڙهي
ڇت مان وڏيڪ سرون کوٽي ٻيڙن کي ڪورو موڙي شش
کي ٻانهن کان ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين. تنهن کان پوءِ سنگيرت
روئي گروءَ جي چرڻن تي ڪري چوڻ لڳو ته هي پرڀو،
توهان جي مايا ڏاڍي پربل آهي، ڪرپا ڪري منهنجي
رکيا ڪريو. مهاتما سنگيرت کي آشرم ۾ وٺي اچي ڪاٿين؛

ٻاهرين جي صفائي ڪرڻ جي سيوا ۾ لڳايو. اهڙو اهڙي طرح هن مايا سنگيرڻ کي لتاڙيو.

کهي تيئون تڳا توڙي سرت شبد ملائي،
سچا سنت ڪلاونت وچن جنم مٽائي.

سنسار جي موهه ۽ آشا جا ٻندن توڙي ڪو مهاتما، آتم گياني وڏائي ٻهڄي ورلي لام سان جوڙي چوراسي جي چڪر کان ڇٽي ٿو.

اهو ٻڌي برماڻ ۽ ارت سان سنگت کي ٻڌائي ستسنگ سمايت ڪيائون.

هڪ ڏينهن ستگرو مهاراج جن ۴ بجي صبح جو ڪرمنڊل ۽ انگوڇو کڻي حيدرآباد جو رستو ورتي گهمندا مجهيد جو منياري جي شهر ۾ اچي پهتا. شهر جي ٻاهران هڪ سندر باغيچو هو. هڪ آنب جي وڻ هيٺان ٿورو آرام ڪري ۳ بجي وري ٻئي پيا ۽ رات جو ۸ بجي اچي حيدرآباد پهتا. شاهي بزار ورتي گهمندا لي وڃا ته ڏٺائون ته هڪ ٽڪاڻي ۾ ستسنگ ٿي ليو. ۲۰-۲۵ ماڻهو ويٺا هئا. سنت صندل لي ويٺي ستسنگ ڪيو. ستگرو مهاراج جن به سنت کي نمسڪار ڪري ستسنگ ۾ ويهي رهيا. ڪلاڪ کن ڪانپوءِ جڏهن ستسنگ سمايت ٿيو ۽ سڀئي ماڻهو پرساد وٺي گهر ويا ته سنت آتمارام ستگرو مهاراج جن کان پڇيو ته توهان ڪٿي ويٺا آهيو، هتي ڪٿان آيا آهيو؟ هتي رهندا آهيو جا؟ روٽي ڪاليندا؟ ستگرو مهاراج جن سنت کي ٻڌايو ته مان ڪندوءَ جو رهاڪو آهيان ٽي ڏينهن هتي گهمڻ آيو آهيان. تڏهن لي سنت مهاراج جن کي چيو ته ٻلي آيا، روٽي ڪالي هتي ورالدي ۾ سمهي پئو. ستگرو مهاراج جن روٽي ڪالي ورالدي ۾ سمهي پيا. صبح جو ۴ بجي اٿي ڏلدڻ اشنان

ڪري آسڻ اڏي نام جي ڌيان ۾ ويٺا. سنت آلمارام ٻه ٥
بجه آتي ستسنگ ڪرڻ لڳو. شهر جا پريمي به آيا هئا. ستگرو
مهاراج جن به وڃي ستسنگ ۾ ويٺا. ستسنگ سماپت ٿيڻ
ڪاليوءِ سوامي جن شهر گهمڻ لڳا. گهمندي گهمندي بزار
۾ ڏسن ته هڪ دڪان تي تمام سهڻا تنبورا رکيا آهن.
دڪان واري کان پڇيائون ته تنبوري جي قيمت گهڻي آهي.
دڪاندار جواب ڏنو ته ڏهه روپيه. ستگرو مهاراج جن کي
تنبوري وٺڻ تي ڏاڍي دل هئي پر دل ۾ ويچار ڪرڻ
لڳا ته پئسا ڪٿان آڻجن؟ اهو ويچار ڪري اڳتي هلي
مارڪيٽ وٽ اچي بيهي رهيا ۽ جٿي هڪ سيٺ جي جڳهه
ٺهي رهي هئي ۽ مزورن سان بيٺي ڳالهايائين. مهاراج جن
کي ڏسي پڇيائين ته مزوري ڪندين؟ ستگرو مهاراج جن
پڇيو روز ڪيتري مزوري ڏيندا؟ سيٺ چيو ته هڪ روپيه
روزاني مزوري آهي. جي روز تي نه ته سرن جو سٿو ٻولي
ڏيانءِ ۽ اهو اندر ڪٽي ڏي. سرن جو سٿو ڏيکاري سيٺ
پڇيو ته گهڻو وٺندين؟ ستگرو مهاراج جن سٿو ڏسي چيو ته
سيٺ ڪم ته گهڻو آهي پر توهان کان ڏهه روپيه وٺندس.
سيٺ چيو ته پنج روپيه وٺو. آخر سيٺ سٺن روپين ۾ سٿو
ٻولي ڏنو.

ستگرو مهاراج جن يڪدم ڪم کي لڳي ويا ۽ ١١ بجه
...ائين ڪم ڪري اشنان ڪري ٽڪاڻي مان روٽي کائي،
...رو آرام ڪري وري ٣ بجه اچي ڪم کي لڳا. ٧ بجه
...ٿين ڪم ڪري ٽڪاڻي ۾ اچي ستسنگ ۾ ويٺا. اهڙي
...ح ٻن ڏينهن ۾ اهو ڪم ختم ڪري سيٺ کان ٧ روپيه
...ي ويچار ڪرڻ لڳا ته اڃا ٽي روپيه ڪٿان ٿا ته ايتري ۾
...ٽ ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته سپاڻي کان وٺ...

اچي روز مزوريءَ لي ڪم ڪر. هڪ روپيہ روز نہ ڏيندس ۽ روٽي نہ کارائيندوسانءِ. تون ڪم جو چڱو آدمي. ستگرو مهاراج جن چيو تہ چڱو، سڀاڻي صبح جو اچي ڪم لي چڙهندس. سيٺ سان ڳالهہ ڪري تلڪي تان هٺ منهن ڌوئي نڪاڻي ۾ اچي ستسنگ ۾ ويٺا. ستسنگ سماپت ٿيڻ کانپوءِ ستگرو مهاراج جن روٽي کائي آرام ڪرڻ لڳا تہ ڀالو آتمارام چوڻ لڳو تہ اُها، اوهان کي اچي ڏينهن تہ لي ويا، ڪوٺ ڪڏهن ويندا؟ تنهن لي ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا تہ مان اچا ستپرشرڪوڙ گهمڻو آهيان، آيا ٻيا ڏينهن رهندس. جي رهڻ ڏيو تہ مهرباني ڪري ٻئي ڪنهن هنڌ وڃي رهندس. ڀالي چيو تہ ٻيا ڏينهن ڇڏو تا سو ڀلي رهو، پر صبح جو سوير ڀالي پيري، نڪاڻي جي ٻهاري ڏئي پوءِ ڀلي شهر گهمڻ وڃجو. ستگرو مهاراج جن چيو تہ چڱو. اترو چئي وڃي آرامي ٿيا.

صبح جو ٣ بجہ اُٿي ڀالي پيري، ٻهاري ڀالي، ڏندڻ ڀالي اشنان ڪري آسڻ هڻي ابياس ۾ واهي رهيا. صبح جو ستسنگ ٻڌي ڪڙاهہ پرساد وٺي ٧ بجہ نڪاڻي مان نڪري شهر مان گهمندا ٨ بجہ سيٺ جي جڳهہ تي ويا مزور هڪ ڦاري کڻي اچن تہ مهاراج جن اُنهيءَ وچ ۾ ٻہ ڦاراون ٻيا کڻي اچن. سيٺ ستگرو مهاراج جن جو ڪم ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا.

سيٺ روٽي کائڻ لاءِ گهر ويندو هو تہ ٻنيان مزور ڪم ڇڏي وڃي اڳڙون ۽ سلڦيون ڇڪيندا هئا. ستگرو مهاراج جن کين چوندا هئا تہ ڀائي صاحبو، هاڻي اُٿي ڪم ڪريو تہ مزور چوندا هئا تہ ڀائي، سيٺ تہ آهي ڪونہ تڏهن تا ٿورو آرام ڪريون. اوهان بہ ڏسو پيا تہ سيٺ ڪنهن کي هڪ

منٽ ۾ آرام اچي ويو. ستگرو مهاراج جن مڙوڙن کي چوندا هئا ته ڀائي سيٺ برابر ڏسي کوٺي ٿو پر ڏسڻ وارو ڀڳوان نه وڃي ڏسي. تنهن ڪري هميشه سچائيءَ سان ڪم ڪرڻ گهرجي، اهڙو بڌي سيٺ وڃي ڪم ڪي لڳندا هئا. اهڙي طرح مهاراج جن ٻي ڏينهن ڪم ڪري سڄ لٿي مهل سيٺ کي چوڻ لڳا ته سياڻي ڪان ولي مون کي ضروري ڪم آهي سو ڪوٺ اچي سگهندس. هنن ٻن ڏينهن جا پئسا ڏيو. سيٺ چيو ته ابا، اسان مهنو ڪن ٿورڪي ڪونه ڇڏينداسون. سياڻي ڪان ولي سوا روپيه ۽ روٽي ڏينداسون. جيسين جڳهه نهي تيار ٿئي تيسين ڪم ڪر. ستگرو مهاراج جن چيو ته مون کي ٻيو ڪم ڪرڻو آهي تنهن ڪري مان ڪونه ايندس. ستگرو مهاراج جن جو اهو جواب ٻڌي سيٺ کين ٻي روپيه مزوريءَ جا ڏنا ۽ چيائين ته ڪم لاهي وري به اسان وٽ اچج. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن هٿ منهن ڌوئي بزار مان تنبورو وٺي ٽڪاڻي ۾ اچي ستسنگ ۾ ويٺا. ڏنائون ته هڪ نئون مهاتما ڪيتاري ۽ ڪرتالن تي وينو ڳائي ۽ ڀائو آتمارام وينو ٻاجو وڄائي ستگرو مهاراج جن نمسڪار ڪري اچي ڏوڪڙيءَ جي پاسي ۾ ويٺا. سنت ڳائي بس ڪئي ته ڀائو آتمارام مهاراج جن جي هٿ ۾ تنبورو ڏسي چوڻ لڳو ته اڄ نئون تنبورو وٺي آيا آهيو، توهان به ڳائيندا آهيو ڇا؟ مهاراج جن چيو ته ٿورو گهڻو ڀڄن ڪبو آهي. ڀائي آتمارام چيو ته ڏاڍو چڱو، اوهان به هڪ ڀڄن ٻڌايو. مهاراج جن تنبوري لي پريم ۽ وئراڳ مان هڪ ڀڄن ڳائڻ لڳا. جڏهن ڀڄن ڳائي بس ڪيائون تڏهن ساري سنگت ڀائي آتمارام کي چوڻ لڳي ته هن ساڌ کي چئو ته هڪ ٻه ڀڄن ٻيو به ٻڌائي. ڀائو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته ڏاڍو سٺو ڀڄن ٻڌايو اٿو، هڪ ٻه ٻيو به ٻڌايو. ستگرو مهاراج جن هڪ ٻيو به ڀڄن ڳاتو.

راڳ آسا.

ٽل- گرو مالڪون سوالي ٻچڙا - هي لڪ لياء لڏردا.

1- آش ولدي گر ڏر آئي- سڙن مون ٿرسيج وچالي، داورن ڏي ڪر دردا.

2- ستگور تو در ڪريان لچواري-
مهنجي من جي مبت مونجهاري،
کول اندر دا پڙدا.

3- پالي پلڙمان پل پل ڪاريان- هر هر ٽوٽان ٽن من واريان،
هامد گهماء مهر دا.

4- ڪهي ٽيئون ڪرجوڙ اُرداسا- ڪرپا ڪري گور برڪاشا،
سيتل ڪر مون هردا.

پوء ڏڪ نه ٻيو ٻچن پالي ارمت نه ڪري پڏاپالون- ساري سنگت پرابر ب مست ٿي جهُولڻ لڳي. رامد جو ۹ آهي لڳا. ستسنگ ڪاپوء پالي آلارام مهاراج جن کي چيو ته پيمت صاحب اسان کي ته مبر ٿي ڪالهه هئي ته توهان ته ڪو ٻچن ٽاليندا آهيو. توهان جو ستسنگ پڏي ڏاڍو آنند آيو آهي. سپاڻي ب هن ستت ڪاپوء اوهان ڪهرلن ڪچو. سپاڻي کان ٽاڻي پرڻ ۽ پهاري ٻاڻ جي شيوا ٿي کي ٿا ڏيون. ستگرو مهاراج جن چيو ته توهان وٽ اتي ڏينهن ڏاڍي آنند سان رهيو آهيان ۽ شهر ب گهمي ڏٺو آهر. سپاڻي پنهنجي گوٺ وڃڻ جو ارادو آهر. اهو پڌي پالي آلارام هٿ جوڙي سوامي جن کي ٻچار ڏينهن وڌيڪ رهڻ لاء وينتي ڪئي. سوامي جن سندن پرپر ڏسي رهڻ قبول ڪيو. هوڏانهن ڪند ؤ ب سوامي جن جي ڏاڍي سار ٿي. ڏڪ ٿي کان پڇڻ لڳا پر سر ته ڪنهن کي ب ڪالهه هئي. ليت سنتوش ڪري

هرڪو ويهي رهيو ته پاڻهي مهر ڪري اچي درشن ڏيندا.

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن صبح جو گدو بندر جو رستو وٺي اچي گدو بندر پهتا. گدو بندر گهمي، درياهه ۾ اشنان ڪري ڪناري تي آسڻ ٻڌي، سماڌي لڳائي ورتي ۽ ڪي پهنجي شڌ اسروپ ۾ استت ڪيائون. ١١ بجه سماڌيءَ مان اٿيا ۽ هڪ پريمي اچي ڪالهه کان خبرچار پڇڻ لڳو. ستگرو مهاراج جن ٻڌايس ته مان ڪنڊو ڳوٺ مان حيدرآباد ۾ گهمڻ آيو آهيان. توهان ٻڌايو ته ڪٿي رهندا آهيو. پريميءَ چيو ته مان هتي گدو بندر ۾ رهندو آهيان ۽ دڪان جو ڪم ڪندو آهيان. هر روز سنت هرداس رام جي ستسنگ ۾ شام جو ۴ بجه ويندو آهيان. سنت هرداس رام وڏي ڪمائيءَ وارو آهي. اهو ستگرو مهاراج جن چيس ته مون کي اُنهيءَ سنت جو آستان ڏيکاريو ته سنت جو درشن ڪري پوءِ حيدرآباد وڃان. پريمي مهاراج جن کي سنت هرداس رام جي آستان تي وٺي آيو.

ستگرو مهاراج جن سنت کي نمسڪار ڪري ويهي رهيا. سنت جي پڇڻ تي ڪين ٻڌايائون ته ڪنڊوءَ جو وينل آهيان. حيدرآباد گهمڻ آيو آهيان. سهج سڀاءَ هن پريميءَ سان درياهه تي ملڻ ٿيو. اوهان جو نالو ٻڌي چيم ته درشن ڪري اچان. سنت هرداس رام ڪين چيو ته ڀلي آيا. رسوئي ڪري، آرام ڪريو، شام جو ۴ بجه ستسنگ ٿيندو. اوهين ٻچار ڏينهن هتي اُتي رهي پئو. مهاراج جن چيس ته رهي ڪو نه سگهندس، باقي ستسنگ ٻڌي پوءِ موٽي حيدرآباد ويندس.

زوپي ڪائي، منجهند جو آرام ڪري ۳ بجه يڪت هرداس رام وٽ وڃي پريم ۽ نمرتا سان پڇڻ لڳا ته سائين، هي سنسار ست آهي يا اَست.

سنت هرداس رام چوڻ لڳو تہ اُبا، ڪٿي چئجي تہ
سنسار سچ آهي يا اُسچ. جي چئون ٿا تہ سچ آهي تہ
ڪوبہ پدارٿ سچ ڏسڻ ۾ اچي، جي چئون ٿا تہ اُسچ
تہ هي سڀ پدارٿ. شهر بازارون، نديون، پهاڙ، باغ باغيچا
پرتڪش ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهي سڀ اسان کان اڳ بہ ڏسي
ويا، اسين بہ ڏسون پيا ۽ اسان کان پوءِ بہ ڏسندا. انهيءَ
ڪري سنسار اُسچ بہ ڪوٺجي. سنسار نالو آهي نام روپ
جو، سو نام روپ تہ متيا آهن. آتما ۾ سنسار آهي ئي ڪونہ.

اهي وچن ٻڌي مهاراج جن چوڻ لڳا تہ سائين چئو ٿا تہ
سنسار سچ بہ ڪوٺجي، اُسچ بہ ڪوٺجي تنهن باقي ڇا
ڪري سمجهون. ٻيهر هرداس رام جن چوڻ لڳا تہ اُبا هي
سنسار ڪلپت آهي يعني ڏسڻ ۾ اچي پر هجي نہ. مرگهہ
ترشنا جو جل، نوڙيءَ ۾ نانگ، سپيءَ ۾ چاندي، سپني
جا پدارٿ ۽ آڪاس ۾ نيلتا اهي سڀ آهن ڪونہ پر ڏسڻ
۾ اچن ٿا. تهڙي طرح هي سنسار ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر آهي
ڪونہ. انهيءَ تي وري ستگرو مهاراج جن چيو تہ سائين جي
چئو ٿا تہ آهي ڪونہ تہ متيا يعني اُسچ ٿيو. سنت هرداس رام
چيو تہ جيئن نوڙيءَ ۾ نانگ تيستائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيستائين
نوڙيءَ جو پورو پورو گيان نہ ٿيو آهي. جڏهن وقت نوڙيءَ
جو گيان ٿيو تنهن وقت اهو نانگ ئي نہ رهيو. اهڙو ٻاهران
آيو هو اهڙو ٻاهر ويو. پر نوڙيءَ جو روپ ٿي ويو. تهڙي
طرح هي سنسار تيستائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيستائين آتم گيان
نہ ٿيو آهي. آتما جي گيان ٿيڻ بعد هي سنسار آتما جو روپ
ٿي وڃي ٿو. توهان جي شنڪا ٻڌي مان ڏاڍو خوش
ٿيو آهيان.

شام جو توهان بہ ستسنگ ۾ چار وچن اسان کي ٻڌائجو

جو اوهين ٻه ستسنگي آهيو. تنهن کان پوءِ اڌ ڪلاڪ کن درياهه
تي گهمي مهاراج جن اچي ستسنگ ۾ ويٺا. آرتوار جي
ڪري حيدرآباد مان ڪي گهڻي خلق آئي هئي. ستسنگين
ڀڄن ڪري جڏهن بس ڪئي تڏهن سنت هرداس رام
مهاراج جن کي چيو ته هاڻي توهان ٻه ڪجهه ٻڌايو. ستگرو
مهاراج جن ٻڪتاوڪئي ستسنگ ڪرڻ لڳا. ويدانت جي
پرڪريا هلائي پڇڻ چورڻ لڳا.

ڪستوري سي مرگهه ڪي مانهين ـ
بن ڪنڊ کوجت سونگهت گانهين، هوءِ رهيا حيرانا.

جئن هرڻ جي ناڀيءَ ۾ ڪستوري رهندي آهي ۽ هرڻ
انهيءَ سڳنڌ کي بن ۾ ڳاهه، اُنن ۽ وڻن جي پنن ۾ ڳوليندو
آهي ۽ حيران ٿي ڇوندو آهي ته اهو سڳنڌ وارو ڳاهه ڪٿي
آهي جو مان ڪاٿي آنند وٺان، تئن هن جيو جي اندر آتما
سک روپ رهي ٿو پر هي جيو سنسار روپي بن ۾ وشئن
ڀوڳن روپي پدارٿن ۾ انهيءَ سک کي ڳولي ٿو ۽ ڳوليندي
ڳوليندي ٿڪجي پوي ٿو پر ڪين اهو سک پراپت ٿئو ٿئي.

ساوڪ ـ جئسي مرگها مارو ٿل ڪو ـ
نير ديک هرشانا هئي،
دوڙ دوڙ ڪي وياڪل هوتا ـ
ايڪ بوند نهين پاتا هئي.

جئن هرڻ رڃ کي پاڻي سمجهي خوشيءَ مان ڊوڙندو
آهي ته پاڻي پي پياس مٽايان پر ڊوڙي ڊوڙي پران نڪري
ويندا اُتس پاڻي ڪونه ملندو اُتس جو جو سورج جي ڪرڻن
ڪري رڃ ۾ هنڪي پاڻي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر واسطوءَ ۾ پاڻيءَ
جي هڪ بوند به ڪانه آهي. تهڙي طرح هي اگياني جيو

ڪرڻ وارن کي سنسار جي پدارٿن وڏ ڀي وچ ۾ ڀاڻي وڏ ڀي سک
سمجهي ڏيهن رامه ڏوڙي لو ۾ آلسه ٿائين اُهي پدارٿن
مان رلي مالو ۽ سک جي پراپتي لئي لڳيس ۽ جو جو اُهي
پدارٿن ۾ سک آهي ئي ڪونه. جنهن سک کي هي جهڙو چاهي
ٿو سو سک هنجي اندر موجود آهي. پر جيئن پورن ستگرو
رستو نه ڏيکاري تيستائين ڪيترا نه ڪئي اپاءُ ڪري پر تنهن
۾ آتم سک جي پراپتي ڪانه ٿيندس. اهوئي وشئه لئي ستگرو
مهاراج جن ڀڄن ڪري بس ڪيو ته ستسنگ ڪاڄوءِ سنگت
سنت هرداس رام کي چوڻ لڳي ته هي ساڌ ڏاڍو ڳالهائي،
وڻڻائي لو ڏسجي. توهان وٽ ڪڏهن آيو آهي. هن کي
هٿوڪن ٻاڻ وٽ رهائجو ته اسين ۽ حيدرآباد مان روز ستسنگ
ٻڌڻ ايندا سون. سنت هرداس رام ستگرو مهاراج جن کي هٿيو
وڏيڪ رهي ستسنگ ڪرڻ لاءِ چيو.

تنهن تي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته سائين، توهان
سڀني جو پريم ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. پر هن وقت
ٻاڻي آتمارام جي نڪاڻي ۾ ٽڪيل آهيان، اُتي پريمين کي
ستسنگ جو وقت ڏنل آهي. تنهن ڪري ڪالهه حيدرآباد
وڃو. اُن جي هوندو ته اچي اوهان جو درشن ڪندس.
اِهڙو چئي سنت هرداس رام کان موڪلائي حيدرآباد ٻاڻي
آتمارام جي نڪاڻي ۾ پهتا. جتي ٻاڻ ڪري ٿورو ڪٿي
ستسنگ شروع ڪيائون. پريمي اِيترا ته آيا هئا جو نڪاڻو
نه پيو ڀرجي وڃي پر ڪيترا ٻاهر پيا ٻڌڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن
تمام پريم ۽ وڻڻائي سان ستسنگ ڪرڻ لڳا ۽ هي ڀڄن چيائون.

## راڳ ڪنيات

ٿل- ڪري ستگر رکي شرڌا- سڀو سودو وڻڻ گهرجي،
ڏيئي لس من سندي ڏڪا- وڪارن کان هٽڻ گهرجي:
١- شبد صابڻ کڻي سنگ ۾- ٻڌي ڪپڙو ڌوئي گنگا ۾،
رڱي لنهنکي ٻره رنگ ۾- ڳڻن جو چت چٽڻ گهرجي۔
٢- لڌي لعل پري ماڪي- ٻلي ڪڙمي۽ جيئن سنڪي؛
وڃاءِ نا سواس ٽيئن ٻاڪي- سمي هن ۾ کٽڻ گهرجي۔
٣- اٿي شب ڪرم جو ڦل سکم- ملي ڪپ ڪرم جو ڦل دکم،
آهي ويدن سندو هي رخ- سپاوَن کي مٽڻ گهرجي:
٤- ڪهي ٽيڪُون سمجهه پياري- وٺج وت نام جو ساري،
خنجر گر گيان جو ڌاري- ٻڌن جڳ جو ڪٽڻ گهرجي۔

اهو ڀڄن ڳائي بس ڪيائون ته ساري سنگت چوڻ لڳي ته سائين ڪلاڪ کن اڃا ۾ وڌيڪ ستسنگ ڪريو۔ لنهن لي ڀائي آلمارام چيو ته پروگرام ١٠ بجي تائين هو۔ هاڻي ١١ اچي لڳا آهن۔ سو هاڻي ستسنگ سماپت ٿا ڪريون۔ وري سڀاڻي وڌيڪ ٻڌجو؛ ايئن کي ٻـ ولي اُچجو۔ سڀاڻي لائوڊ اسپيڪر ۾ لڳائينداسون۔

صبح جو آسادي وار ٻڌي ڀائي آلمارام کي چيائون ته اسان ٻڌو آهي ته ڀائي ڪونوُرام جي باغيچي ۾ سنت رهندا آهن سو مان سنتن جو درشن ڪري ٿو اچان۔ روني۽ جو خيال نه ڪجو۔ ايترو چئي شهر کان ٻاهر نڪري ڦليلي۽ جو ڪنارو وٺي گهمندا گهمندا ڀائي صوڀراج جي باغيچي ۾ آيا جتي سنت مهاتمائون رهندا هئا۔ انهن سنتن جو درشن ڪري پوءِ ڀائي ڪونوُرام جي باغيچي ۾ اچي سنتن جو درشن ڪيائون۔ اُتي ٽيهه چاليهه سنت رهيل هئا۔ سڀني سنتن جو درشن

ڪري هڪ مهالما وٽ اچي ويٺا. ٻالي ڪنورام سڀئي سنتن ونان ليندو ان مهالما جي ڪٽيا وٽ آيو جتي ستگرو مهاراج جن ٻه ويٺا هئا. ستگرو مهاراج جن کي ڏسي ڇيالين ته اوهين ڪٿي ويٺا آهيو.

ستگرو مهاراج جن چيو ته ڪنڌ ڪوٽ ۾ ويٺا آهيون. هتي حيدرآباد ۾ ڪجهه ڏينهن لاءِ آيا آهيون ۽ ٻالي آلمارام جي نڪاڻي ۾ لٿل آهيون. ٻڌو سين ته ٻالي ڪنورام جي باغ ۾ ڪيترا سنت مهاتمائون رهندا آهن ۽ ٻالي ڪنورام به ڏاڍو پرابڪاري سنت. شيوي آهي سو چيوسين ته سنتن جو درشن ڪري اچون ۽ ٻالي ڪنورام جو به ديدار ڪري اچون. اهو خيال ڪري ٻالي صوبراج جي باغيچي مان گهمندا هتي آيا آهيون. ٻالي ڪنورام توهان آهيو ڇا؟ ٻالي ڪنورام مشڪي چيو ته هن داس کي ڪنورام چوندا آهن. ٻالي ڪنورام پڇيو ته ٻالي آلمارام جي نڪاڻي ۾ توهان ستسنگ ڪندا آهيو ڇا؟ ٻڌو آئم ته اُتي هڪ وڏڙي سادو آيل آهي ۽ ستسنگ ڪندو آهي ستگرو مهاراج جن چيو ته برابر اسان ٻالي آلمارام جي نڪاڻي ۾ ستسنگ ڪندا آهيون. ٻالي به راتيون رهي ٻوءِ ڪوٽ ويندا سون. توهان به اڄ ستسنگ ۾ اچجو اتي ٻڌي ٻالي ڪنورام چيو ته اڄ ضرور اچبو. توهان هاڻي هتي لي سنتن سان گڏ رسوئي پاڻي ڪري آرام ڪجو. شام جو هڪ مڌليشور مهالما ستسنگ ڪندو آهي. اُتجو ستسنگ ٻڌي ٻوءِ اُلي شهر ۾ وڃجو. اُن بعد ٻالي ڪنورام مهاراج جن کي ولي پڌارو، ڪولاريءَ جي جاءِ، گئوشالا گهمائي جنهن ڪٽيا ۾ پاڻ رهندو هو تنهن ڪٽيا ۾ رکيل ڪٽ لي وهاري چوڻ لڳو ته هي ٻڍڙو، موکيه جا ڪهڙا سادن آهن؟

ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته موکيه جا گهڻا
آهن پر مکيه چار آهن.
١. سنتن جي شيوا ٢. ستسنگ ٣. وئراڳيه ٤.
ڀائي ڪوڙورام هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته سائين اهي
چار ئي ساڌن ڪيئن پراپت ٿيندا. ستگرو مهاراج جن چوڻ
لڳا ته جگياسو پُرش لرمان تي شُڀ ڪرم ڪري. ڀيو سندس
پُورب ڪليل هجي تنهن کان پوءِ ستسنگ ۽ سنت شيوا پراپت
ٿيندي. سنتن جي شيوا ۽ ستسنگ ڪرڻ وئراڳيه آپئين ٿيندو.
وئراڳيه کانپوءِ ستگروءَ جي کوج ڪندو. ستگرو ڪرڻ کانپوءِ
آتما جو گيان پراپت ٿيندو. آتم گيان بعد موکيه حاصل ٿيندو.
اهو ٻڌي ڀائي ڪوڙورام ڏاڍو خوش ٿيو. اُتي رسوئيءَ
جي گهنٽي لڳي. ٻنهي ڀوڄن ڪري آرام ڪيو. شام جو
ستگرو مهاراج جن اُتي باغ ۾ اچي ستسنگ ۾ ويٺا. مهاتما
آتم پراڻ جي ڪٿا ڪري سماپت ڪئي. ستگرو مهاراج جن
ڀائي ڪوڙورام کان موڪلائڻ لڳا ته ڀائي ڪوڙورام چيو ته
سائين، هتي ئي ايڪانت ۾ رهي جيڪڏهن ڀڄن ڪريو ته
ڪتيا ڏيارئو. مهاراج جن چيو ته هينئر وڃان ٿو. اُن جل هوندو
ته ڪنهن وقت اچي رهبو. ڀائي ڪوڙورام کان موڪلائي
شام جو ٧ بجه ڀائي آتمارام جي اُڪاڻي ۾ اچي ڏسن ته سارو
اُڪاڻو پريمين سان ڀريو پيو آهي. مئڪروفون ۽ سازسندل
ئي رکيا آهن. ڀائو آتمارام مهاراج جن کي ڏسي چوڻ لڳو
ته جلدي ڪريو جو اڄ ٦ بجه کان وٺي اچي ستسنگي ويٺا آهن.

اول ڀائي آتمارام ڪلاڪ کن ستسنگ ڪيو پوءِ ستگرو
مهاراج جن ستسنگ ڪيو ۽ ڌرم جو پرسنگ هليو. چيائون ته
هن سنسار اندر پياري ۾ پياري وستو ڌرم آهي. ڌرم جي
خاطر ڪيترن رشين منين مهاتمائن سيس قربان ڪري ڌرم
جي پالنا ڪئي آهي.

شوي ڏڌيچ هريچند نريشا -
سهي ڌرم هت ڪوٽ ڪليشا،
رنت ديو بل پوپ سجانا -
ڌرم ڌريو سهه سنڪٽ نانا،
ڌرم نه دوسر ستيه سمانا - آگم نگم پران بکانا.

مطلب ته راجا شوي، ڏڌيچ رشي، راجا هرشچندر، راجا رنتديو، راجا بلي آد انيڪ ڪشت سهارڻ ڪيا پر پنهنجي ڌرم ڪان نه هٽيا. گرو تيغ بهادر، گرو گوبند سنگهه سندن پٽ آدي پنهنجا سر ڌرم مٿان قربان ڪيا. ويد شاستر سڀئي پراڻ ائين ٿا چون ته ڌرم جي سمان ٻي ڪا اهڙي وستو ڪانهي. سڀڪو پنهنجي پنهنجي ڌرم ۾ رهي سچ جو وهنوار ڪري. ڌرم جا ڏهه انگ آهن. ايترو چئي ستگرو مهاراج جن هي ڀڄن ڳايو.

## راڳ ڀاڙي

ٿل- ڌرم سنڀالن سار- دل ڌر اپني ڌرم سين.
۱- اوڌ ڌرم سين چيت هٺاڪي- اپني ڌرم سين دل ڪولاڪي،
گيتا گيان ويچار- رهڻي اپني شرم سين.
۲- ڌرم جي ڀر لن هٺ ڌارا- ڌرم اسي ڪو ڌلي پيارا،
ڌرم هيمت سر دار- موه نه ڪر اپني چرم سين.
۳- پشو پنڇي ڪي مهر ڌالي- اپني اپني نولت پالي،
آلس شڪتي سنيار- ستڪت پساء اپني مرم سين.
۴- ڪهي ٽيئون لن لوڪن مالهين- ڌرم سنالن سرڪو ناهين،
پرم پدارٿ چار- پساءِ اپني ڪرم سين.

ستنام ساڪيءَ جي ڌلي لڳالي ستسنگ سمايه ڪيائون. صبح جو لونو اسڪرچو ڪٽي ٿلسياءَ جي رشي گهاٽ تي

اشنان ڪري، سنتن، مهاتمائن ۽ مندرن جو درشن ڪري واسٽ جو ستسنگ ڪيائون. ٻئي ڏينهن صبح جو ٻائي آلماوار کان موڪلائي لنبؤ رو ڪلهي تي ڪٽي ٻيرين پند روانا ٿيا.
۱۱ بجه مٽيارن جي شهر جي ٻاهران جنهن باغيچي ۾ ايندي وقت آرام ڪيو هئائون تنهن ۾ ساڳئي آنب جي وڻ هيٺان اچي ويٺا. مٽيارن جي شهر جو نڪر صوبراج جو ستسنگي ويدالتيي، سنت- شيوي هو سو باغيچي ۾ اچي نڪتو ۽ ستگرو مهاراج جن کي ڏسي چرڻ لڳو ته توهان ڪٿي جا وينل آهيو ۽ ڪيڏانهن ويندا؟ ستگرو مهاراج جن چيو ته ڪندؤ جو وينل آهيان. حيدرآباد گهمڻ ويو هوس. هاڻي موٽي ڪندوءَ تو وڃان.
نڪر صوبراج مهاراج جن کي چيو ته ڪرپا ڪري اسان جي اڱڻ تي هلو. روٽي ٻاڻي کائي آرام ڪريو. شام جو ڪي چار وچن اسان کي ٻڌائي سڀاڻي ڀلي وڃو. ستگرو مهاراج جن چيو ته توهين اسان کي سڀاڻو ٿا ڇا؟ جو چئو ٿا ته ستسنگ ڪريو. تنهن تي نڪر صوبراج چوڻ لڳو ته ٺالو ته توهان جو اڳ ۾ ٻڌو آهيون. تنهن سواءِ

پرگٽ ڪر پاتال ۾- پرگهٽ هوت آڪاس،
رجب ڪينون لوڪ ۾- ڇپي نه هرڪا داس.

پلي ڪو ٻرپوءُ جو ٻچو، جهنگلن ۾ پهاڙن جي غفائن ۾ اتوا پاتال ۾ ڪري ٻر رجب چوي تو ته اهو ٻرپوءُ جو پيارو پرگٽ لڪي ڪين سگهندو. جيئن عطر جي دڪان وارو عطر جي شيشيءَ کي ڪيترو نه ڪبٽ ۾ بند ڪري رکي ته به سندس دڪان تي عطر جي خوشبوءِ ضرور ايندي، تئين توهان جي درشن سان توهان مان وڏائي ۽ ٻرپوءُ جي ڀڳتيءَ جي سڳند اچي ٿي. نڪر جو ٻريم ڏسي سواميءَ جن سندس

اچي لي آيا. لڪر وڏي سڪ ۽ پريم سان سندن آدرستڪار
ڪيو ۽ شهر ۾ سڀني ڏٺاري ته شام جو ستسنگ ٿيندو. شام
ٿيندي ئي ڪيترا ستسنگي اچڻ لڳا. متيارن جو ڀڳت
ڀيلو رام ۽ پنهنجي منڊليءَ سان آيو. ستگرو مهاراج جن وڏا ڪ
ئي ستسنگ ڪيو. ستسنگ سماپت ٿيڻ بعد لڪر ٺوهراج
اٿي ساري سنگت کي چوڻ لڳو ته اڄ پنهنجي شهر جا ڀاڳ
آهن جو هيڙو وڏو ائي سنت پرش پڌاريو آهي. مهاتمائن جو
درشن ۽ ستسنگ ايشور جي ڪرپا ڪانسواءِ ڪين ملندو آهي.

ست دارا اور لڪشمي پاپي ڪو ڀي هوءِ-
سنت سماگم هر- ڪٿا تلسي دُرلڀ دوءِ.

مطلب ته پٽ، استري، پدارٿ پاپين کي به ملن ٿا پر
گوسائين تلسيداس چوي ٿو ته نشڪامي، نرمالي، لتو وشين
سنتن جو درشن ۽ ستسنگ پرڀو جي ڪرپا کان سواءِ ڪين
ٿو ملي. ساري سنگت جي ٻارن هن داس جي سنتن کي
اَرداس آهي ته ڀي ٻي ڏينهن هتي رهي امرت روپي وچن
جي ورکا ڪري اسان جي تتل هردن کي سيتل ڪن.
تنهن تي مهاراج جن چوڻ لڳا ته گروءَ جڏني گهڻا ڏينهن
ٿي ويا آهن، تنهن ڪري جلد موٽڻ جو ويچار آهي پر توهان
سڀني جو پريم ڏسي هڪ رات ٻي به ٽڪنداسون. وڏي ڪ
لوسي ڪين سگهنداسون. سنگت خوش ٿي جئه جئڪار
ٻولائڻ لڳي.

ٻئي ڏينهن شام جو لڪر ٺوهراج، ڀڳت ڀيلو رام ۽ شهر
جا ۱۹-۲۰ ستسنگي آيا مهاراج کي نمسڪار ڪري اچي
ويٺا. لڪر ٺوهراج همت جوڙي چوڻ لڳو ته هڪ شڪا
آهي. هي جيڪو اگهه ۾ ٿي موکيه روپ آهي، پوءِ مڪتيءَ
جي پراپتي لاءِ جپ تپ سادن ڇو ڪري؟

ستگرو مهاراج جن جيو نہ برابر هي جيؤ أبناسي موکھ
روپ آهي ۽ پرم ڪري جو منجھس جيترو پيو آهي انهيءَ
کي مٽائڻو آهي •

جيو ڪو سؤ روپ أت آنند ڪهت ويد -
تانکي سک پراپت ڪو اسمپ بکاني ،
آڳي جو أپراپت وستو تانکي پراپت سنڀوت -
نت هي پراپت ڪي تو پراپت ڪر جانيئي ،
أئسي شنڪا لين آن ڪيجي نہ وشواس هان -
گور ڪي پرساد تي ڪُترک پلي پانيئي ،
ڪر ڪو ڪنگن ڪوئيو آئسو ڀرم ڀيو جنهن -
گيان تي ملت اهہ پراپت پراپتي جانيئي •

**ارٿ** - جيؤ جو ست چت آنند سروپ آهي تنهن جي
سک لاءِ سادن ۽ گرو ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور آهي • چاڪاڻ
تہ ڪا وستو پاڻ وٽ نہ هجي تہ پوءِ انهيءَ جي پراپتي لاءِ
ڪوشش ڪجي • پر جا وستو سدائين پنهنجي گهر ۾ موجود
آهي تنهنجي پراپتيءَ لاءِ ڇو يتن ڪجي • تنهن لي ستگرو
فرمائين ٿا تہ اهڙي شنڪا آئي پگوان جي ملڻ جو وشواس
ناس نہ ڪجي • ستگورن جي ڪرپا سان جيڪا شنڪا هجي
سا دور ڪجي •

**درشٽانت** - هڪ راجڪمار کي اڌ لک جي ملھ وارو
هيرن جو ڪنگڻ ٻانهن ۾ پيل هو • پنهنجي ڪمري ۾ أندران
دروازو بند ڪري سمهي پيو • تنهن ۾ پاسو ورائيندي ڪنگڻ
ٻانهن ۾ مٿي چڙهي ويس • صبح جو جاڳي ڏسي تہ ٻانهن ۾
ڪنگڻ ڪونهي • پهريدارن کي چوڻ لڳو تہ منهنجو ڪنگڻ
الائي ڪير ٻانهن مان لاهي ويو آهي سو جلد پيدا ڪريو •

ٻوڙيدارن ڏاڍي جاچ ڪئي ته ڪنگڻ جو پتو نه پيو. تنهن لي راڄڪمار پنهنجي پتا سان ڪنگڻ جي گم ٿيڻ جي ڳالهه ڪئي. راجا پنهنجي وزير کي گهرائي چيو ته ڪنگڻ جي ڳولا ڪريو. وڏو وزير جو تمام عقلمند سياڻو پرش هو تنهن راڄڪمار کان پڇيو ته ڪنهن ڪمري ۾ ڪوله آليئي؟ ڪٿي لاهي ته ڪوله رکيو آليئي؟ تنهن تي راڄڪمار چيو ته لڳو ته مان ڪمري ۾ دروازو اندران بند ڪري سمجها لي سمهيس ته ان مهل ته ٻانهن ۾ پيل هو. پوءِ مون کي ننڊ اچي وئي. صبح جو اٿي ڏسان ته ڪنگڻ ٻانهن ۾ ڪونهي. خبر ڪانهي ته ڪٿي گم ٿي ويو.

منتري اورو ويچار ڪري راڄڪمار کي وجهو سڏيو. انگل سان سندس ساڄي ٻانهن تي هٿ ڦيرائين. ڏٺائين ته ڪنگڻ سندس ٻانهن ۾ ئي پيو آهي. سو راڄڪمار کي چيائين ته جي تو کي ڪنگڻ لهي ڏيان ته ڇا ڏيندين؟ راڄڪمار چيو ته ساري عمر توهان جو اورو نه وساريندس. وزير سندس قميص مٿي ڪئي ۽ ڏيکاريس ته ڪنگڻ سندس ڏوري ۾ ئي پيو آهي. چيائينس ته پنهنجي هٿ سان ڪنگڻ هيٺ لاهي ساڄي جاءِ تي پهار. راڄڪمار ڪنگڻ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو.

سدانت - هي جگياسو اسٿول ديهه روپي ڪمري ۾ موهه روپي رات جو اپمان روپي سمجها لي، ممتا روپي غالپڻو وڃائي، اگيان روپي ننڊ ۾ سمهي پيو آهي. جڏهن ويچار روپي ڄاڳرتيءَ ۾ اچي ٿو ان حن چوي ٿو ته مان آتما جي سک کي پاپان ۽ اهيءَ سک لاءِ جڏهن ڀٽن ڪري ٿو ۽ ستگور وٽ وڃي ٿو تڏهن ستگرو جگياسوءَ جا مل وکيپ آورن جا سڀ پڙدا هٽائي سٽ چٽ آنند سک سوروپ

آتمر ديو جو درشن ڪرائي ٿو جو اڳ ۾ ئي سندس سروپ هو. مطلب ته موکيه ڪي موکيه ڪرڻو آهي . يعني پراپتيءَ جي پراپتي ڪرڻي آهي تنهن لاءِ ستگروءَ جي ضرورت آهي ۽ ستگرو دواران ويراڳ ۽ وويڪ آد سادن ڪرڻا آهن . سادنن کان سواءِ ڪڏهن به آتم سک جي پراپتي ڪانه ٿيندي .

ستگرو مهاراج جن جا وچن پڙي لکر صاحب جي شنڪا مٽجي وئي . تنهن کان پوءِ رات جو ويدانت جي وشيه تي ستسنگ ڪيائون. صبح جو مٺيارين مان روانا ٿيا . ڏهين بجه ڏاري سيڪاٽ پهتا ۽ اڌ ڪلاڪ کن هڪ باغيچي ۾ آرام ڪري کوهه تان پاڻي پي ١٢ بجه ڏاري مهڙن ۾ ڀائي ٻوُليگر جي آستان تي اچي پهتا . ٻوُليگر، ستگرو مهاراج جن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ آدرستڪار سان وهاري چوڻ لڳو ته سائين ، اڄ وڏي ڪرپا ڪئي آتو جو اچي درشن ڪرايو اٿو. ساري ڳوٺ ۾ مهاراج جن جي اچڻ جي خبر پهچي وئي . ڀڳت مورج رام، ڀڳت لکي رام، ڀڳت شنڪر ۽ ٻيا ڪيترا پريمي ستگرو مهاراج جن سان ملڻ آيا . رات جو ستسنگ ڪيائون .

ٻئي ڏينهن شام جو جهنگل ۽ درياهه تان گهمي مهاراج جن ٨ بجه ستسنگ شروع ڪيو ته ايتري ۾ ڪنڊوءَ مان گوال لال، سروانند، آتمانند، ڀائي ڪيمارام، مهراج هوندلداس، اوم پرڪاش، ڀائي منگهن رام، ڀائي پرمانند ۽ ٻيا ستسنگي ڏنڊا ۽ يڪتارا کڻي پهچن ڪندا ستسنگ ۾ مهاراج جن کي پيرين پئي اچي وينا . ستگرو مهاراج جن اشاري سان سندن ستڪار ڪري ويهڻ لاءِ چيو. گوال لال، سروانند ۽ گرمکداس مهاراج جن جي پنيان ڳائڻ لڳا . پريم اپديش جي وارتا هلي . جڏهن موج ۾ آيا تڏهن چوڻ لڳا ته پريوءَ جي پريم

ڪالهوءِ هي منش پسوءَ سمان آهي. پسن کي بہ پنهنجي مالڪ جي ديدار جو پريم ليلو آهي. پر جن منش کي اکين جي درشن جي پياس ڪانهي سي پسن کان بہ بدتر آهن. پريم تہ سڀني کي آهي.

ساوڪ – پريم جڳت پربوت هئڻ – پريم بنا نہ ڪوءِ،
ٽيئُون ساچا پريم سو – لڳا هري سي هوءِ.

مطلب تہ پريم سنسار ۾ سڀني جيون کي آهي. ڪنهن جو ڌن سان، ڪنهن جو ڪُل سان، ڪنهن جو پريم پرِوار سان، ڪنهن جو ڪالهي، ابهتي، پورتي سان، ڪنهن جو سرير جي سينگار سان، ڪنهن جو گهوڙا گاڏا هوٽل سان، ڪنهن جو مالڪ سيما سان.

ڪن جو چاهه چام سان – ڪن جو آ سينگـار سان،
ڪن جو شوق شراب سان – ڪن جو ماس آهار سان،
ڪن جو ڪانجي پتنگ آڏيم سان – ڪن جو چرش چمار سان،
ڪائي ٽيئُون سيڻي ڏياڳي – ڪر پريم ست ڪرتار سان.

مطلب تہ ڪوہ جيءُ پريم کان خالي ناهي پر جڳت جي پدارٿن جو پريم ڪُوڙو آهي. سنت، سدگورن ۽ پنهنجي آتم رام سان جو پريم آهي سو سچو پريم آهي، تنهن ڪري سنسار جو ڪُوڙو پريم ڇڏي سچو سکدائي پريم پرماتما سان لڳائڻ گهرجي تہ انهيءَ سچي آتم سک جي پراپتي ٿئي. ديا بہ آهڙا پريم جا بہ چار پُتر ويراڳ مان ڄاڻايون. رات جو ١٢ بجي ستسنگ سماپت ڪري ڇوڙي لڳا تہ جڏهن باهريان مهمان هجن سي پنهنجي پرونجي ڪانهن. تنهن کان پوءِ ساري سنگت پاڻ پرساد وٺي گهر ويئي. سدگرو مهاراج جن بہ رسوئي ڪري سمهڻ جاءِ تي آيا. گوال لال کي ڇهاڻون تہ آيا، ٻهر چار

ڏي، سڀ خوش پرسن آهيو نه؟ توهان کي اسان جي ڪنهن ٻڌايو؟

گوال لال هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته جنهن ڏينهن کان توهان پرياڻ جو ڪنڌوءَ مان هليا ويا تنهن ڏينهن کان وٺي مالا ۽ سيئي ستسنگي پريمي ڏاڍو اداس ٿي پيا آهن. ٻهريان ٻئي ڏينهن ته توهان کي ڏاڍو ڳوليوسين تنهن کان پوءِ آئي وٺي کان پٺي پيا ڪٿيسين پر پتو ڪو نه لڳو. اڄ شام جو مهڙن جو هڪ ڀائي پنهنجي دڪان تي آيو اُنهيءَ کان خبر پيئي ته اوهان مهڙن ۾ آهيو. سو پاڻ ۾ صلاح ڪري ڀائو ٽهلرام کان موڪلائي اچي اوهان جو درشن ڪيو اٿئون.

ستگرو مهاراج ڄڻ کين حيدرآباد جو سمورو احوال ٻڌايو. سيئي سوامي ڄڻ کي وينتي ڪئي ته سياڻي ڪنڌوءَ هلو. ستگرو مهاراج ڄڻ کين چيو ته سياڻي هتي آرام ڪريو ۽ شهر گهمي ڏسو. ٻئي ڏينهن سوير اڪري هلنداسون. پوءِ سيئي وڃي آرامي ٿيا.

ٻئي ڏينهن شام جو ڀائي ٻوُليگر ۽ ڪن ستسنگين کي ساڻ ڪري گهمندا ڦرندا اچي ڪيمرن جي ڳوٺ ۾ ڀڳت ڏيون رام جي ٽلهي تي اڪتا، جتي ڀڳت چيتن رام سندن آدرستڪار ڪيو. حال احوال ڏيندي ڀڳت چيتن رام، مهاراج ڄڻ کي ٻڌايو ته ڀڳت ڏيون رام جو ميلو لڳائيندا آهن. چنڊ، چوڏس ۽ ٽروُنءَ تي ستسنگ ٿيندو آهي ۽ هر روز ٻڻ ٻاڻ ۾ ساڌ رس رهاڻ ٿيندي آهي. ڀڳت چيتن رام جي عرض ڪرڻ تي سوامي ڄڻ گوال لال ۽ ٻين کان ٻه ڀڄن چوايا. موڪلائڻ وقت ڀڳت چيتن رام کي اُنهيءَ رات ستسنگ ۾ اچڻ جي نينڊ ڏئي موٽي آيا. رستي ۾ ڀڳت مورج رام ستگرو مهاراج ڄڻ کي ٻڌايو ته هنن ساڌن جي ٽلهي تي ١٥-٢٠

ڪرا هرَ مهني ۾ چاڙهيندا آهن. توهان جيڪر ڪجهه ماس بابت اُپديش ڪريو ها ته ڏاڍو چڱو ٿئي ها. اها ڳالهه مون سادن جي دپ ڪري توهان سان اُئي ڪانه ڪئي. ستگرو مهاراج جن چيو ته اُبا، تو ڏاڍي ڀل ڪئي جو اُئي اسان سان ڳالهه ڪانه ڪئي. هاڻي اڄ رات جو ماس جي بابت ۾ ضرور ستسنگ ۾ چرچا ڪبي. اُهين گهمندا ڦرندا سج لٿي مهل اچي پنهنجي استان تي پهتا ته پاڻي لالورام اچي ٻڌايون ته سيڪات ڪيمرن جي ڳوٺ جا اٽڪل ٤٠-٥٠ ماڻهو تڪائي ۾ اچي ويٺا آهن. سو ڪرپا ڪري هلو.'

ستسنگ شروع ٿيو. اُپديش ۾ چيائون ته منش جو ڌرم آهي ته ڀڳتي ڪري، تپ ڪري، دان ڪري، ورت رکي نيم اُنوسار سنڌيا گايتري پاٺ ڪري، تيرٿن جو ريٿن ڪري ۽ ستسنگ ڪندو رهي. ڀلي ڀلائي ۽ پاپ ڪرم نه ڪري، بابين، ڪڪرمين جو سنگ نه ڪري، ڇو جو سنگ جو وڏو اثر ٿئي ٿو. جهڙو سنگ تهڙو رنگ.

سلوڪ- جنسي جس سنگت ڪري - تئسا تس ڦل لين،
ڪدلي سيپ ڀجنگ مک - ايڪ ٻوند گڻ تين.

مطلب ته جيهن منش کي جهڙي سنگت ملندي تهڙو ئي هن جو سڀاءُ ٿي ويندو. جيئن سواتي نڪيتر جي برسات جي ٻوند ڪيوڙي ۾ پوي ته ڪافور پيدا ٿئي، اهائي ٻوند سپ جي وات ۾ پوي ته موتي ٿي پوي، پر جي اهائي ٻوند نانگ جي وات ۾ پوي ته زهر ٿي پوي ٿي. جيئن ڪو ماڻهو شرابيءَ جو سنگ ڪندو ته شرابي ٿي پوندو، جوئاريءَ جو سنگ ڪندو ته جوئاري ٿي پوندو، چور جو سنگ ڪندو ته چور ٿي پوندو، ماس کائيندڙ جو سنگ ڪندو ته ماس آهاري ٿي پوندو. تنهن ڪري من- مکن

جو سنگ تياڳي گور- مکڻ، ستپرشن، ڌرماتمائن جو سنگ
ڪرڻ گهرجي.

سريشٽ جنون ڪا سنگ ڪرڻ ڪريئي تاس پيار،
پاوينگي پد پرم ڪو- نا تو سرڳ دوار،
نيچ نرن ڪو سنگ ڪر- ڀوگ دوک اپار،
نسچئه جاوي نرڪ ۾- يا تو يم ڪي دوار.

ستپرشن جو ستسنگ ڪندو ته آتم گيان پائي جنم مرڻ
جي ڦيري کان ڇٽي ويندو. يگتي آد شڀ ڪرم ڪري
اوس سرڳ لوڪ جا ڀوڳ ڀوڳيندو. تنهن ڪري هن منش
جو ڪرتويه آهي ته شڀ ڪرمن جو ڀڄ ڀوڳي، سچ سان پريت
رکي، سچ جو وهنوار ڪري، شڌ آهار ڪري شراب، ماس
مڇي ته ڦرلٽائي، ڇو جو شراب، ماس، مڇي کائڻ هن منش
جو ڌرم ناهي. اُن جي کائڻ سان هردو ملين ٿئي ٿو. ملين
هردي اننت پاپ ڪري هي جيوُ نرڪ ۾ وڃي ٿو.

سلوڪ - ماس مڇلي کات هئہ - سُرا پان سي هيت،
تي نر نرڪي جات هئہ - مات پتا سميت.

مطلب ته جنهن جو شراب، ماس ۽ مڇي سان ڏاڍو پريم
ب، اهو ماتا پتا سميت نرڪ ۾ وڃي دک ڀوڳي ٿو. ماتا
ساڻس انهي ۽ ڪري نرڪ ۾ وڃن ٿا جو ننڍي هوندي
وني انهن کي ماس لي هيرائين ٿا. تنهن ڪري ماتا
و ڌرم آهي ته پنهنجي اولاد جي هر پرڪار سان رکيا
۽ منجهن سٺا سنسڪار وجهن. پاڻ به سدائين ستوگڻي
ولاد کي پالين. ڇو جو رجي گڻ مان تموگڻ پيدا ٿيندو
تمي گڻ مان ڪروڌ ۽ ڪروڌ ڪري سيئي پڇ تاس
ن ٿا. شراب، ماس تامسي کاڌو آهي، جو بلڪل نه

ڪاڻ ڪيرجي • اهڙو ٻڌي ٻالي شڪر سمسک ۽ آلي هٿ
جوڙي مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته سائين، جي ماس مڇي
کائڻ پاپ آهي ته ماڻهو ديوتائن لاءِ ٻڪرن جون ٻليون ڇو
ٿا چاڙهين ۽ ساڌ ڇو ٿا کائين •

، سٽگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته جيڪي مٺ ٿا سونت
ٻدارن جي پرايتي لاءِ آستانن لاءِ ٻڪرن جون ٻليون ٿا
چاڙهين سي وڏو پاپ ٿا ڪن • ڇو جو جتي دان پڻ ڪري
پاپ لاهڻ آلي پاپ ڪرم ڪجي اها ڪيتري نه اسمجهه ۽
مورکتا آهي • اسان ٻڌو آهي ته هتي ۽ ساڌن جي ٽڪهي
لاءِ ماڻهو ٻڪرن جون ٻليون چاڙهيندا آهن • سو آهي نه
چاڙهڻ کپن •

ڇند۔ جوائي پوجنيه پوگيه هووي۔
تس نرادر ڪري هڻن،
تي نر سوُک ڪيپي نهين پاوت۔
انت دکي دوري هڻن •

مطلب ته ديو ديوين، مهاتمائن جا آستان ستڪار ڪرڻ
جوگيه آهن • انهن جي اپمان ڪرڻ سان مٺ دکي ٿي نرڪ
ڀوڳي ٿو • انهيءَ ڪري سنتن، ديوتائن جي آستان لاءِ
وڃي ڪوبه اهڙو پاپ ڪرڻ نه گهرجي • جيڪي ساڌ،
براهمڻ، ڀاوا شراب، ماس، مڇي ورتائين ٿا تن کي ۽
پاپ لڳي ٿو • جي ڀڳتي، دان، پڇ پرايت ڪري آهي
پاپ لاهي ڇڏيندا ته انهن کي ڏسي جيڪي گرهستي ڪائين
ٿا تنجي پاپ جو حصو انهن ساڌن برهمڻن جي متان پوندو
۽ اهو پاپ ساڌ، براهمڻ پراشچت ڪري لاهي نه سگهندو •
انهيءَ ڪري شري ڪرشڻ گيتا ۾ ارجن کي چيو آهي ته۔

गीता अ-४- श्लोक २१

यद्यदाचरति श्रेष्ठस्तत्तदेवेतरो जनः ।
स यत्प्रमाणं कुरुते, लोकस्तदनु वर्तते ॥

مطلب تہ ھي اُرجن، پوڄنيہ، يوگيہ، سرينشٽ پرش
جھڙو جھڙو ھلوار ڪن ٿا تہ ٻيا منش بہ اھڙو اھڙو ڪرم
ڪرڻ لڳن ٿا.

न मे पार्थास्ति कर्तव्यं, त्रिपुलोकेषु किंचन ।
नानंचात्तमत्रामव्यं, वर्त एव च कर्मणि ॥ "२२"

مطلب تہ ھي پارٿ اُرجن، مون کي ٽنھي لوڪن ۾ ڪنھن
بہ ڪرم ڪرڻ جو ضرور ڪونھي ۽ نکي ڪنھن پراپت وستو
جي اَپراپتي آھي، تڏھن بہ مان ڪرم ڪندو رھان ٿو.

उत्सीदेयुरिमे लोका, न कुर्यां कर्म चेदहम् ।
संकरस्य च कर्ता स्या मुपहन्यामिमाः प्रजा॥ "२४"

مطلب تہ ھي اُرجن جيڪڏھن مان ڪرم نہ ڪريان تہ مون
کي ڏسي ڪوبہ جيوُ ڪرم نہ ڪندو. سڀ جيوَ پرشٽ ٿي
ويندا ۽ اُنھنجو پاپ مونکي لڳندو.

جئن ماتا کي ٻچو پيٽ ۾ آھي يا کير پيي رھيو آھي،
تہ ماتا اُنھي ٻچي جي تندرستيءَ لاءِ ڪري ڪندي آھي.
جي ڪري نہ ڪندي تہ ٻچو روڳي ۽ بيمار ٿي دکي ٿيندو.
پوءِ انھيءَ ٻار جي دک ۾ ماتا بہ دکي ٿئي ٿي. تنھن ڪري
سريشٽ پرش يعني ساڌن، ٻاون، براھمڻن کي مڇي ماس
کائڻ، جوئا ڪرڻ، شراب پيئڻ آدي ڪوبہ اھڙو ڪرم نہ
ڪرڻ گھرجي. سيني جيون کي پنھنجي اُڌار لاءِ سدا اُنين
ست ڪرم ڪرڻ گھرجي. انھيءَ ڪري ساري سنگت ھٿ
مٿي ڪئي پڙھن اھا پرتگيا ڪري تہ اڄ ڪان وٺي ڪٿي بہ،

ڪنهن جيءَ جي ٻلي نه چاڙهيندا هئا. ستگرو مهاراج جن جا
وڃڻ بعد ساريءَ سنگت ڌمت مٿي ڪٿي اُٺا پرلگيا ڪري
ڏوم جي جهڙا جهنڪار ٻولائي. تنهن ڪالهوءَ وري ستگرو
مهاراج جن چوڻ لڳا ته ٻيهڄي مش چولي جي اُڏار لاءِ ۽
پراوڪ جي سڌار لاءِ ڌمت مٿي ڪري هيءَ پرلگيا ڪريو
ته اڄ کان وٺي شراب، ماس مڇي ڪوڙ وغيره ڇڏيندا سون.
سڀ ڪيترن ماڻهن ڌمت مٿي ڪٿي اُٺا پرلگيا ڪئي.
ستگرو مهاراج جن چيو ته جن اڄ هتي ستسنگ ۾ ماس کائڻ
ڇڏيو آهي تن کان اڳيون پاپ ماس کائڻ جو معاف ٿيندو.
اسين لوهان کي ڏليواد ٿا ڏيون. ان کان پوءِ ستسنگ
سماپت ٿيو.

صبح جو ستگرو مهاراج جن ڀائي ڏؤليڪو ۽ ٻن برهمڻ کان
موڪلائڻ لڳا ته ڀائي مورج رام ۽ ڀائي شنڪرداس ۽
ڀاوري لال چوڻ لڳا ته ڪي ڏينهن اسان کي ساڻ وٺي هلو ته
ڪجهه وقت لوهان جي چرڻن ۾ رهي شيوا ڪريون، ستگرو
مهاراج جن چيو ته ڀلي هلو. اهڙو چئي ساري منڊلي سميت
ٻيڙي رواني ٿيا. درياهه جو ڪنارو ڏيئي جهنگلن جا سير ڪندا
٨ بجي صبح جو ڪندوءَ اچي پهتا.

ستگرو مهاراج جن ماتا کي ٻيرڻ ڏي ڀائي ٿهلرام ۽
سيٺ آلورام سان ملي اچي وينا ته شهر جا ڪيترا ستسنگي ۽
پريمي به اچي ويا.

ٻئي ڏينهن صبح جو مالي رياست پرساد ۽ پوڄا جي
سامگري ڪٺي ستگرو مهاراج جن کي ڀيرڻ ڏئي اڪين ۾ پاڻي
آڻي چيو ته ڪي پريڀؤ، هاڻي گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن،
ڪرپا ڪري نام جو دان ڏيو، جو چت تمام اُداس ٿي پيو
آهي. ٻين ڀائرن کان مون ڏيپ جي ڪري ڪوڙ پڇيو آهي

جو هو سندن جي برخلاف آهن. باقي شامن مل جيڪو توهان وٽ ايندو آهي تنهن ۽ ماتا ڪان آگيا وٺي آئي آهيان. ستگرو مهاراج جن چيو ته پتري، سونا زيور ۽ ريشمي ڪپڙا ڪين پائيندين، چاڪاڻ ته اهي ودوا استريءَ کي پائڻ ڌرم نه آهي. سرير جو ڪوبه سينگار نه ڪرڻ گهرجي. اڇو ڪپڙو پائي سدائين سادگيءَ ۾ رهجي. مهيني ماس ته ڪانجي. سادو ڀوڄن اَنين ڀيرو هڪ ويلو ڪائڻ گهرجي. من ۾ ويراڳ ڌاري رات ڏينهن ڀريوءَ جو ڀڄن ڪري پنهنجو جنم سڦلو ڪرڻ گهرجي. مائي ريات هٿ جوڙي چوڻ لڳي ته پرڀو، جئن چئو ٿا تئن ئي اچ کان وٺي ڪنديس. ستگرو مهاراج جن کان گرو منتر وٺي پنهنجي گهر ويئي.

مائي ريات گهر پهچي گهڻا ۽ ريشمي ڪپڙا لاهي سادا اڇا ڪپڙا پائي ايڪانت واري ڪوٺيءَ ۾ ويهي نام جو اڀياس ڪرڻ لڳي. اها خبر سندس گهر جي سيني ماڻن ماڻهن کي پهچي ويئي. رات جو ڪيس سڏ ڪري پڇڻ لڳس ته گهڻا لاهي سفيد ڪپڙا ڇو پاتا اٿيئي؟ هن چيو ته سينگار آهي پتي ديو لاءِ. اڄ ۾ مولڪي ڌرم جي ڪا خبر ڪانه هئي. اڄ ستگرو ڪرڻ ڪاڻپوءِ خبر پيم ته سينگار ودوا جو ڌرم ناهي. تنهن تي پڇيائونس ته ڪهڙو ستگرو ڪيو اٿيئي. مائيءَ جواب ڏنو ته ستگرو ٿيئون رام مهاراج جن کان اپديش وٺي ستگرو ڪيو اٿم.

اهو ٻڌندي ئي سندس پاءِ مولرام ڪيس ٻي ڌڪ هڻي چوڻ لڳو ته مورک تو اسان جي ڪل کي ٻوڙي ڇڏيو. اڄ کان وٺي ساڌن جي ستسنگ ۾ نه وڃج ۽ نه وري ڪنهن کي ٻڌائج ته ڪو مون گرو ڪيو آهي. اها رات مائي ڪاڏي ٻنا وڃي سمهي پئي.

صبح جو مائيءَ جا ٻار ڪپهہ جي مشين تي ويا. مائي رڳاس پنهنجي ماءُ کي چيو تہ ماتا، مون کي موڪل ڏي تہ ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري اچان. ماڻس چيس تہ ڌيءَ توکي رڳاس بہ ٻارن مارہو آهي ۽ جهلي ويا آليتي تہ تہ وڃ، پوءِ وري ڪٿن آي وڃين. رڳاس چيو تہ جلدي درشن ڪري اچبو آي مونان. اهترو چئي ستگرو مهاراج جن وٽ اچي پيرن پئي ٻاسڻ ٻهاري ڪرڻ لڳي. ڪلاڪ ڪن شيوا ڪري پنهنجي گهر آئي ۽ هر روز اهڙي شيوا ڪري ايندي هئي.

ٻئي ڏينهن ستگرو مهاراج جن سنتن سان گيان چرچا ڪرڻ لڳا تہ سنت آلورام چوڻ لڳا تہ هي پڳون، من کي وس ڪرڻ ۽ شانتي پراپت ڪرڻ جا ڪهڙا مکيہ ساڌن آهن. ستگرو مهاراج جن چيو تہ من جي استتي ۽ شانتيءَ لاءِ وئراڳہ ۽ اڀياس ٻہ مکيہ ساڌن آهن. برهم ليشٽي ۽ برهم سروتري پورن ستگرو دوارا ٻوڪ جي آلن آلکن سهت ترڪڻ اڀاسنا ڪجي ۽ تيبر وئراڳہ ڌاران ڪجي يعني سنسار جي سڀني ڀوڳن کان چت سدائين اُپرام هجي.

ساوڪ- برهم لوڪ ليئُون ڀوڳہ جيون-

چهي سين ڪو تياڳہ،

ويد ارٿ گياتا مني- ڪهت تانهہ وئراڳہ.

مطلب- مرت لوڪ کان وٺي برهم لوڪ تائين جيڪي بہ سک ۽ ڀوڳہ آهن تن سڀني جو تياڳہ الهيءَ کي وشي مني، سنت وئراڳہ چون ٿا. سو اڀياس ۽ وئراڳہ اهي ٻئي ساڌن من کي جهٽڻ ۽ شانتي پراپت ڪرڻ لاءِ آهن. ٽيون ساڌن آهي:-

مرنا آپنا ياد کرنا - يہي پلائو نا کپڙي،
جان من ۾ مرني کا دن - نکٽ آيا هئہ آپـي .

مطلب تہ جنهن کي سدائين موت ياد آهي سو جلدي پنهنجي من کي اسٿت ڪري پرم پد کي پائيندو. اهڙي طرح لٽ ليم سان جيڪي ستسنگ ڪندا رهيا تن جي ورتي ڏن بڏن پڪٽي ۽ وئراڳ ۾ وڌندي رهندي.

هفتہ کان پوءِ هڪ ماڻهو مائي رياست جي پاڻ موليرام کي اچي چيو تہ توهان جي پيرڻ روز ساڌن وٽ وڃي ڀهاري پائيندي آهي ۽ باسڻ مليندي آهي ۽ ٻيءِ شيوا ٽهل ڪندي آهي. توهان تہ سنتن کي ڪين مڃيندا آهيو پوءِ پيرڻ کي ڪئن تا موڪل ڏيو؟ موليرام اهو ٻڌي چپ ٿي ويو. دل ۾ گهڻو دک ٿيس. سڌو گهر اچي ماءُ کان اچي پڇيائين تہ رياست ڪيڏانهن وئي آهي؟ ماڻس چيس تہ ابا، ڪنهن پاڙي واريءَ وٽ وئي هوندي. ايتري ۾ مائي رياست بہ ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري گهر آئي تہ پاڻس چيس تہ سچ ٻڌاءِ، ڪيڏانهن وئي هئينءَ؟ رياست چيو تہ اما کان موڪلائي مهاراج جن جو درشن ڪرڻ وئي هيس. اهو ٻڌي اماڻ ٻئي ڏڪ هڻي چوڻ لڳس تہ توکي شرم ڪونهي. تنهن ڏينهن هينئر و سمجهايوسونءَ تہ ساڌن وٽ نہ وڃ. پر تون روزانو اوڏانهن وڃي ٻهاري ٻئي ڏين ۽ باسڻ پئي ملين. سڄي شهر ۾ بدنام ڪيو آئيئي. تو اسان جي ڪل کي لڄايو آهي. تو اسانجو ڪنڌ پڇي ڇڏيو آهي. بزار ۾ تا وڃون تہ ماڻهو مهڙي تا هڻن. ماءُ کان پڇڻ لڳو تہ توهان کي ساڌن وٽ وڃڻ جي موڪل ڏني آهي ڇا؟ ماڻس چيس تہ ابا، هن جي دل اداس ٿي پئي آهي. ماڻهن کي ڇا ڪنداسون. پل وڃي سنتن جو درشن ڪري. تون ماڻهن جي چوڻ کي نہ لڳ. سنتن جي پاسي کان روڪڻ پاپ

آهي. ٻيو ڪو رستو نه ڏسي. مولرام، وڃي شهر جي ٻاهرون
کي ڇيو ڏور مان اُڏرم لڳي رهيو آهي. ساڌ لوهاڻن جو چيلو
لڳي لوهاڻن جي چيلن کي ڦاسائي اُنهن کان پاڻ پرساد وٺي
پنهنجا چيلا پيو ڪري. اها خبر لوهاڻن کي آهي يا نه؟

ٻاوا ڇوڙ لڳا نه اُڌا خبر نه سڀ اُنهن. اسانجي ٻاوَن،
براهمڻ مان نه مهراج دولتداس وڃي ساڌ جو چيلو ٿڃي
پيو ٻهارئون ڏئي. دل ۾ نه ڪنهن خيال اُنهن ۾ ڇا ڪريون؟
ٻاوَن وٽان لڳي مولرام اچي براهمڻ کي چئو نه لوهاڻن براهمڻ
لڳي ڪري پنهنجي ڪرم ڪان ڪري پيا آهيو جو لوهاڻن جو
ڇوڪرو دولدل سنت جا چڙُڻا ٻاهڻ پيو ملي ۽ واڻين جون
جتيون پيو کڻي ۽ ٻهارئون پيو ڏئي. ڪٿي لوهاڻن براهمڻ ۽
ڪٿي لوهاڻو ڪرم! لوهاڻن کي ڪير پُڇيندو؟ اسان اڄ
ئي مکي صاحب سان صلاح ڪري شهر لاءِ پيا براهمڻ ٿا
گهرايون. اُنهيءَ براهمڻ کيس جيو نه ڪرپا ڪري لوهاڻن پيا
براهمڻ نه گهرايو اسان کي پاڻ اُنهيءَ ڳالهه جو گهڻو ڏک آهي.
رات ڏينهن اُنهيءَ ويچار ۾ آهيون نه ڪو رستو ملي نه ساڌوءَ
لڳي قدم کڻون. لوهاڻن خيال نه ڪريو. اسان اُنهيءَ ڳالهه جو
بندوبست ڪنداسون. ايترو ٻڌي مولرام مکي صاحب وٽ
ويو جتي اڳ ۾ ئي اُن جي پنهنجن مهاراج جن خلاف مکيءَ
کي وڏي داتيون ڏنيون. مولرام به آئي ويهي مکيءَ کي
ڇوڙ لڳو نه هيءَ شهر ۾ چڱي ڳالهه نه ڪاله ئي جو اساجا
پوڄنيه براهمڻ سنت جي گهر وڃي ٻاهڻ ملين ۽ ٻهارئون پائين
۽ اسانجي شهر جون زالون وڃي جنهن پيهن ۽ ٻهارئون ڏين.
اها ڳالهه مکي صاحب لوهاڻن کي وڻي ٿي؟ ساڌ شهر ۾ پاکنڊ
مچائي ڏنو آهي، وٺي ٿو چيلا ۽ چيليون ڪندو. يا نه ڪو
ٻلو ڪريو نه نه سڄو شهر ڦٽي ويندو.

مکي صاحب موليرام کي چيو تہ پنهنجي من کي نہ تپا
ڪوئي خيال نہ ڪريو. اُنهيءَ ڳالهہ جو بندوبست ڪنداسو
موليرام ٻوءِ پنهنجي مشين تي هليو ويو.

ٻن ٽن ڏينهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن درياهہ تي اشنا
ڪرڻ تي ويا تہ هڪ ٻڍي مائي مهاراج جن کي هٿ جوڙي
چوڻ لڳي تہ هي سوامي، ڀڳوان جي نالي هن پنگياٽيءَ
کي چئو تہ ڪتي جو ٻڍُنگڙو جو ذات منهنجي در تي مري
ويو آهي سو ڪڍي وڃي ٻاهر ڇڏي اچي. مان هڪ غريب
ٻڍي زال آهيان. چند پيهين گذر ڪندي آهيان، تنهن
هوندي بہ ٻہ آنہ ڏيڻا ڪيا ٿي ماڻس. ٻڍُنگڙي کي لوڙڻ
بہ ٻڌي اُتس پر چوي ٿي تہ چار آنہ ڏي تہ پوءِ ڪڍان.
مهاراج جن پنگياٽيءَ کي چيو تہ بابا، مائي تمام غريب آهي
توُن ڪالہ کان ٻہ آنہ وٺي هنجو ڪم ڪر.

پنگياٽيءَ چيو تہ مان چئن آنن کان گهٽ ڪين وٺنديس.
پنگياٽيءَ جو تڪرپائيءَ جو جواب ٻڌي مهاراج جن پاڻ مٿل
ٻڍُنگڙي کي گهلي ڪڍ ۽ اڇلي درياهہ تان اشنان ڪري
هڪ پپل جي وڻ هيٺان آسڻ ٻڌي پنهنجي ورتيءَ کي آتم
سروپ ۾ استت ڪيائون.

پٺي جو پنگياٽي سو ٻهارو گهٽيءَ ۾ ڇڏي سيٺين، ٻاون
ٻانيڻن کي وڃي چيو تہ اڄ ظلم ٿي ويو جو ساڌ مٿل ڪتو
گهلي اسان پنگين جو ڪم ڪيو آهي ۽ اسانجي روزيءَ تي
لت ڏني آهي. اِئين ٿيندو تہ اسان بک مري ويندا سون.
پنگياٽيءَ جي ڳالهہ ٻڌي ٻاوا ٻانيڻ، سيٺيون، موليرام ٻيا
پاڻ ۾ ملي خوش ٿي چوڻ لڳا ساڌ تي وڏي قدم کڻڻ جو
هي ڏاڍو سنو موقع مليو آهي. جي هي وجهہ هٿان وڃايوسون
تہ پوءِ هٿ هڻڻا پوندا. هاڻي مکيءَ کي ساري ڳالهہ ٻڌائجي.

صلاح ڪري ڀڳياڻيءَ کي چيائون تہ توهان ڪوبہ خيال نہ ڪر.
اسان ڀاڻهي اٿيءَ ڳالهہ جو بندوبست ڪرائون ٿا. توهان هيٺر
اسان سان گڏجي مکيءَ وٽ هلو. تنهن ڪانپوءِ سڀ گڏجي
ڀڳياڻيءَ کي وٺي مکيءَ وٽ ويا. ڪيس ساري حقيقت ٻڌائي
چوڻ لڳا تہ مکي صاحب جي اعتبار تہ اچڻو تہ هن ڀڳياڻيءَ
کان ٻچي ٻڪ ڪريو. مکي صاحب ٻڌڻ تہ چپ ٿي ويو
پوءِ ڀڳياڻيءَ کي چيائين تہ توهان وڃي پنهنجو ڪم ڪر. ٽهلئي
کي سڏ ڪري چيائين تہ وڃي ڀائي ولڀسي رام، ڀائي ٽهلرام
۽ ڀائي هاسارام کي سڏ ڪري اچ. ٽهليو وڃي ٽنهي کي
سڏ ڪري آيو. ٽنهي اچي مکيءَ ۽ ٻين سان رام رام ڪري
ويٺا. مکي صاحب ٻڌايو تہ اڄ صبح جو ڀڳت مٺل ڪٿو گهلي
ڪڏ ۾ ڦٽو ڪري آيو آهي. اها ڳالهہ سٺي ڪانهي. جيڪڏهن
توهان ڀڳتن جا ڪم ڪندا تہ پوءِ اوهانجي دَر جو ڀاڻهي
ڪير پيئندو؟

ڀائي ٽهلرام چوڻ لڳو تہ مکي صاحب، اسان کي تہ اٿيءَ
ڳالهہ بابت ڪانئي خبر ڪانهي. ڀڳت صبح جو سوار درياهہ
تي اشنان ڪرڻ ويو آهي، اچي تہ اسان پڇنداسونس. جي
سچ پچ ائين هوندو تہ اسين سمجهائينداسونس.

تنهن تي سيٺ موليرام ۽ ٻيا مکيءَ کي چوڻ لڳا تہ ڀائي
ٽهلرام جا ڀڳت کي سمجهائيندو؟ اڄ رات حوالي پنچائت
ڪٺي ڪري فيصلو ڪرايو. مکيءَ ٽهلئي کي آکيا ڪئي تہ
وڃي ٻڌي شهرن- ڪندو ۽ سالاري ۾ سوچنا ڏئي اچ تہ
اڄ شام جو پنچائت ڪٺي ٿيندي. ڀائي ٽهلرام کي ٻڌ چيائين تہ
توهان ڀڳت صاحب کي پنچائت ۾ وٺي اچجو. تنهن کان پوءِ
ٽيئي پنهنجي پنهنجي گهر ويا.

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن درياهہ تان اشنان ڪري گهر

موٽي آيا ته ڀائي ٿهلرام سخت ڪاوڙ ۾ چوڻ لڳو ته تو اڄ صبح جو ڇا ڪيو آهي جو مٺل ڪتو ڪٺي وڃي ڪڍ ۾ چڙهيو اٿيئي. ڀنگين جا ولين تو ڪم ڪندو. سڄي شهر ۾ گوڙ ٿي ويو آهي. مکيءَ موڪلي، ڀائي ويرسي رام ۽ ڀائي هاسارام کي گهرائي چيو ته اڄ شام جو پنچايت ڪني ٿا ڪريون. توهان ڀڳت کي پاڻ سان وٺي اچجو.

ستگرو مهاراج جن مشڪڻ لڳا. تنهن تي ڀائي ٿهلرام کيس چيو ته تون ته کلين ٿو پر اسان کي ته اڄ روٽي ۾ ڪانه وٺندي. ايتري ۾ گهر جا سيئي ڪٽنبي ۽ ماتا ڪرشنا اچي ڀائي ٿهلرام کان پڇڻ لڳا ته ڇا ٿيو آهي؟ ڀائي ٿهلرام چيو ته توهان کي ڇا ٻڌايان. هاڻي ڀڳت اسان کي هتي وهڻ ڪين ڏيندو. اڄ تمام خراب ڳالهه ڪئي اٿس. مٺل ڪتو گهلي ڪڍ ۾ اڇلايو اٿس. انهيءَ ڪري ساري شهر ۾ شور مچي ويو آهي. مان ٿو ڀڳت کان پڇان ته وينو ڪلي. اهو ٻڌي ماتا، مهاراج جن کان پڇڻ لڳي ته ابا سچي ڳالهه ڪر، ائين ڪيو اٿيئي ڇا؟

مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته ماتا، ڳالهه برابر سچي آهي. اڄ صبح جو جڏهن گهران نڪري درياهه تي ٿي ويس ته ٻاهر هڪڙي ٻڍي مائي هٿ جوڙي موٽڪي چيو ته ڀڳوان جو نالو اٿيئي هن ڀنگياڻيءَ کي سمجهايو ته هي مٺل ٻولڪڙو منهنجي در تان ڪڍي. لوڙهي ۽ پونگڙي کي ٻڌي اٿم، ۽ آنا ۽ ڏيانس ٿي پر پاڻ ۴ آنا ٿي گهري. سو مان غريب ۴ آنا ڪٿان آڻي ڏيانس. تنهنڪري توهان چئوس. سو ماتا مون کيس گهڻي قدر چيو پر ڀنگياڻي ڀڳوان جي نالي کي ڪين سڃاتو ۽ چوڻ لڳي ته چئن آنن کان گهٽ اصل نه وٺنديس. تڏهن مون دل ۾ ويچار ڪيو ته هن مورک کي

نه ڀڳوان جي نالي جي مهما جي خبر ڪانهي پر مون کي
نه رام جي نالي جو قدر آهي. تنهن ڪري غريب مائيءَ
جو خيال ڪري ڀڳوان جي نالي کي ڏسي مٿل اولڳڙي
کي لوڙهيءَ کان ولي ٻاهر ڪڍ پر ڇڏي آيس.

ڀائي ٿهلرام مهاراج جن کي چيو ته هاڻي ٻڌاءِ ته ٻڪرين
کي ڇا ڪلي ڇڏيون؟ تون ساڻ هلندين يا نه؟

مهاراج جن چيو ته توهان ٻڪرين کي ڇڏيو ته ڪو ڪتو ماري
پاپ نه ڪوڏ ڪيو آهي؟ مائيءَ کي غريب ڏسي دل پر ديا
آئي تنهن ڪري اهين ڪيم، سو ان پر ڪهڙو دوش آهي.
پر جي پنچ اهيءَ ڳالهه ڪري ڏنڊ رکن ته ڪو نه ڀرينداسون.
منهنجي هلڻ جو ضرور ڪونهي. پر جي توهان ناراض ٿيو
ته مان توهان سان گڏجي هلان. تنهن تي ڀائي ٿهلرام،
ويرسيرام ۽ هاسارام چوڻ لڳا ته جيڪا توهان ڳالهه ڪئي
آهي سا ٺيڪ آهي. پر توهان اسان سان گڏجي هلجو.
مهاراج جن چيو ته ڀلو مان هلندس.

شام جو پنچايت ڪٺي ٿي. مهاراج جن ڀائي ٿهلرام سان
گڏجي پنچايت پر ويا.

مکي صاحب ٻڪرين کي چيو ته اڄ صبح جو ٻه چار شهر
جا سيٺيون، ٻاوا ٻالمڻ ۽ هڪ پنگباٽي مون وٽ آيا ۽ چيائون
ته ڀڳت صاحب هڪ مئل ڪتو ڪهليو آهي. انهيءَ ڪري
اسان ڀڳت صاحب کي هتي اچڻ جي تڪليف ڏني آهي. توهان
کي جيڪي ڪجهه ان باري پر پڇڻو هجي سو ڀڳت صاحب
کان پڇو.

هڪ برهمڻ اٿي چوڻ لڳو ته ڀڳت جيڪو ڪم ڪيو
آهي سو پنگتن ۽ شودرن جو آهي. ڪتري ونش ۽ برهمڻ جو
اهو ڪم ناهي. تنهن ڪري ڀڳت پنهنجي ڌرم کي برشٽ

ڪيو آهي ۽ ٻين کي به ڪرم ڌرم کان وڃائي ڀرشٽ ڪندو. انهيءَ ڪري ڀڳت لئي ڏنڊ رکجي ۽ ڪيس پنچات مان لاهي ڇڏجي.

هڪ ڀائي انهيءَ رت جي پنيرائي ڪئي. انهيءَ تي ڀائي چيلداس چيو ته سنت ڏيالو ٿيندا آهن. ڀڳت صاحب به هڪ غريب مائيءَ تي ديا آڻي جي ٻونگڙي کي ٻاهر ڇڏي آيو ته ڪوئي ڏوش ڪونهي. پاپ ٿيندو آهي مارڻ ۾. ڀڳت صاحب ڪتو ماريو نه ڪونهي. تنهن ڪري منهنجو ته ويچار آهي ته انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيو.

تنهن کانپوءِ ڀڳت ڏيارام اٿي چوڻ لڳو ته ڀائرو، ڀائي چيلداس جيڪي چيو آهي سو سورهن آنا صحيح آهي. هڪ غريب مائي ٻنگياڻيءَ کي ٻلڙو پائي، ڀڳوان جو نالو وٺي چيو ته مون کان ٻه آنا وٺ، چار آنا ڪتان ڏيان پر ٻنگياڻي نه مڃيس. تنهن کان پوءِ ڀڳت صاحب جن کي ڀڳوان جو نالو وڌائين ته توهان ٻنگياڻيءَ کي چئو ته ٻه آنا وٺي ٻونگڙو کڻي وڃي. پر تنهن ٻنگياڻيءَ ساڌ جو ٻه چيو ڪين مڃيو ۽ ڇڏي هلي وئي. تنهن تي ٻڍي روئڻ لڳي. جي ڀڳت صاحب مائيءَ تي ديا آڻي اهو ڪم ڪيو ته ڪو پاپ ڪونهي. وڏن وڏن رشين منين ۽ مهاتمائن پرماتما جي نالي تي سر ڏنا آهن. جي سچ پڇو ته سمورو ڏوهه ٻنگياڻيءَ جو آهي. تنهن ڪري ٻنگياڻيءَ تي ڏنڊ وجهو، يا ڪيس ڪڍي ٻيو هر ڪنهن شهر لاءِ ڪڍرايو. تنهن تي سيٺ موليرام چوڻ لڳو ته ڀائي چيلداس ۽ ڀڳت ڏيارام ڀڳت جي خوشامد ڪئي آهي. هنن ٻنهي کي ڌرم جي ڪهڙي خبر ته ڀڳت پنج ڪيو آهي يا پاپ. اها خبر ته پنڊتن ۽ برهمڻن کي آهي. تنهن ڪري برهمڻن جي ڳالهه رکي فيصلو ڪريو.

آئي پاڻي پرماند ۽ ٻاٻو راڄووارام آئي چوڻ لڳا ته
ٻاٻرو، ڪنڊوءَ جي پرڳڻان ڪيترا مسلمانن جا ننڍا ڳوٺ آهن،
جتي ٻئي گهر هندن جا آهن. ڪٿي ٿارن لي هندو رهن
ٿا، يا ٻه يا ٽي دڪان واڻين جا آهن. ٻن ٽن ميلن تي
باغيچا آهن ۽ هندو ٿارن لي رهندا آهن. اُنهن جي گهرن،
دڪانن يا اوطاقن يا باغيچن ۾ ڪا ٻلي مري وڃي ته اُهي
هندو واڻيا پڪي ڪٿان ڪڍرائيندا؟ ضرور پاڻ ٻليءَ کي ٻاهر
ڦٽي ڪري اشنان ڪري ايندا هوندا، پر اُنهن تي ته ڪو
پاپ ڪين لڳندو آهي. اڪثر ڪري جتي پکي ڪوه
آهن اُتي ته اُهڙا ڪم گهڻيئي پيا اَچن. پر تنهن هوندي به
ٻاوا ٻالڪ شاستر مان پرماڻ ڏيئي اسان کي ثابت ڪري
ڏيکارين ته اهڙيءَ ۾ ڪهڙو پاپ آهي ته پوءِ وچار ڪجي.
تنهن تي مهراج گرڌاري رام چوڻ لڳو ته پڇڻو، جا ڳالهه
ٻڌري پئي آهي تنهن کي شاستر جي پرماڻ جي ڪهڙي
ضرورت؟ هيءَ ڳالهه ته ٻار به سمجهندا ته هي ڪم پڪين
جو آهي. وڌيڪ اسين ڇا چئون. جي اهيءَ ڳالهه جو پورو
فيصلو نه ڪندا ته اڄ کان وٺي اسان مان ڪو به توهان کي
پاس پوڄا جو ڪرم ڪونه ڪرائيندو ۽ نڪي اسين اوهان
جي گهر جو پاڻي پيئنداسون.

پڇڻن جي اهڙا واد وواد ٻڌي مکي صاحب مهاراج جن
کي چيو ته جيڪي ڪجهه ٻاون ٻالڪن ۽ پڇڻن ڳالهايو آهي
سو توهان ٻڌو آهي. هاڻي اوهان کي ڇا چوڻو آهي؟

ستگرو مهاراج جن چيو ته مونکي ته وڌيڪ ڪجهه چوڻو
ڪونهي، پر هڪ ڳالهه اوهان سڀني کان پڇان ٿو ته دکي
جيون تي دِيا ڪرڻ پاپ آهي يا پن. سڀني چيو ته پن.
ستگرو مهاراج جن چيو ته مون هن مائيءَ جي سنگين حالت

ڏسي اهو ڪم ڪيو، اُنهيءَ ۾ ڪوئي دوش ناهي. باقي توهان چئو ٿا ته پنگتين جو ڪم آهي سو توهان جئن سمجهو تئن سمجهو. مون کي هن باري ۾ جيڪي چوڻو هوندو سو اڄ سانجهيءَ جو ستسنگ ۾ چوندس. ڀلي اچي ٻڌجو. ايترو چئي مهاراج جن بس ڪئي ته ساري پنچائت به ڪنڌ هيٺ ڪري چپ ٿي وئي. پنهنجن منٽن کانپوءِ مکي صاحب چوڻ لڳو ته توهان سڀ شانت ٿي ويا آهيو، سو هاڻي ميڙ سماپت ٿا ڪريون. گهر وڃي ويچار ڪجو. پرينهن رات ٨ بجه پنچائت ڪٺي ٿيندي. پوءِ اچي پنهنجا پنهنجا رايا ڏجو. پنچائت برخواست ٿي ۽ هر ڪو پنهنجي پنهنجي جاءِ ڏي ويو. رات جو نيم موجب ستسنگ ٿيو جتي مهاراج جن هيٺيون ڀڄن ڳايو.

## راڳ ڪوهياري

ٽُل- پنهنجي شاهه جي شڪارڻ آهيان مان -
پيو سنسو شوڪ نه پايان مان.

١- بيحد ٻيڙي آءُ پنگياڻي - دور ڏٺيءَ جي وڻان وڪاڻي،
جهاڙو روز لڳايان مان...

٢- لوڪ سچوپل ڪري خواري - نام جو ناو سمجهيم پاري،
نام سان نينهن نڀايان مان.

٣- نيچ نماڻي اصل اياڻي - آهيان صاحب کي نه سيباڻي،
پريتن کي پرچايان مان.

٤- کهي ٽيڻون ستگور سمجهايو - هر رنگ ۾ هڪ لال لکايو،
سڀ جي سيوا ڪمايان مان.

اهو ڀڄن ارٿ سميت ڳائي بس ڪيائون ته ساري سنگت جي اکين مان پاڻي وهڻ لڳو.
ستسنگ سماپت ٿيڻ کان پوءِ گهر جا ڀاتي ۽ ستسنگي

ستگرو مهاراج جن ڪان ٻچڙ لڳا ته هاڻي ڇا ٿيندو؟ ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته ڪاڻي چنتا نه ڪريو. هن سرشٽيءَ جي آد کان وٺي ڀڳوان نوان نوان رنگ ڏيکاريندو آيو آهي. سو توهان ساکي ٿي ويهي ڀڳوان جو تماشو ڏسو. اسان نه ڀڳوان جا کيل ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندا آهيون. تنهن تي مائنا ڪرشنا چوڻ لڳي ته: اُها ته توهان ته خوش ٿيو اهين پر اسان نه ڏڃيو وڃون. الائي ڪنهن هتان لڏائي نه ڇڏين. اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته مائنا! ڀڳوان نه شل ڪنهن کي لڏائي، پاڻي ماڻهو ڇا ڪري سگهندا؟ اٿي رمضان فقير جو وڏو ڀاءُ اچي ستگرو مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو نه سائين، اسان کي ڀاءُ رمضان جي موڪل ڏيو نه گهر وٺي وڃولس، جو مائس سخت بيمار آهي؛ جوي ٿي رمضان جو منهن ڏسان. ستگرو مهاراج جن چيو نه آبا، ڀلي وٺي وڃوس. اسانجي ڪاڻي روڪ ڪانهي. رمضان ستگرو مهاراج جن کان موڪلائي ڀاءُ سان گڏجي گهر ويو.

صبح جو ستگرو مهاراج جن ساڌن مهاتمائن سان گڏجي درياهه تي ويا. ڪناري تي گهمندي پاڻي گوبندرام چوڻ لڳو نه اڄ نه درياهه ڏاڍي موڄ ۾ تيز رفتار سان پيو وهي. تنهن تي ستگرو مهاراج جن فرمايو نه آبا، هن درياهه کي پنهنجي آدي گهر سمنڊ ڇڏڻي گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن. سمنڊ ۾ ٻڙوانل اگنيءَ جي پرتاپ سان سمنڊ جو پاڻي ٻاڦ ٿي مٿي چڙهي بادل ٿي هماليه جي مٿان وسي برف ٿي اتي ڪجهه ڏينهن رهي ٿو. تنهن ڪانپوءِ سورج جي تپت ڪري جڏهن پاڻيءَ جي صورت وٺي ٿو تڏهن پنهنجي آدي گهر کي ياد ڪري تيز رفتار سان ڊوڙي پنهنجي گهر کي ڳوليندو پيو وڃي. ڏاڍي اڪير اٿس نه جيئن جلد وڃي

پنهنجي گهر پهچان.

**سڌانت**ـ ست چت آنند آتما پنهنجي اَڀياسي پار برهم گهر ۾ هو. ٻڙوانل اَگني روپي ڦڙلي جي ڪري مايا روپي بادلن دوارا جيو روپي برف تي سنسار روپي هماليه تي ڪجهه ڏينهن اچي رهي تو. جڏهن ست وچار روپي سورج اڀري تو تڏهن گيان وئراڳ روپي گرميءَ ڪري جيو پڻو مٽائي آتما تي پرماتما روپي مهاساگر سان ملڻ لاءِ پياس رکي رات ڏينهن يتن ڪري ڳوليندو رهي تو. جيسين برهم روپي سمنڊ سان نه ملندو تيسين هن جيو آتما کي ڪٿي به آرام ڪونه ايندو. ستگرو مهاراج جن جا اهي اپديش وچن ٻڌي ڀڳت شيوڪرام، سنت آلورام، گوبندرام ۽ سيني ستسنگي ڏاڍو خوش ٿيا. مهاراج جن سيني ستسنگين سان گهمندا ڦرندا جاءِ تي آيا ۽ اچي ستسنگ ڪيائون.

رات جو سالاري ۽ ڪنڊوءَ جي ساري پنچات ڪٺي ٿي. اُتي سيٺ گوپالداس چيو ته پائرو، سنتن جا خيال سنسار کان نرلا ٿيندا آهن. الائي سنت اهو ڪم ڪهڙي خيال کان ڪيو. تنهن ڪري منهنجو وچار آهي ته انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڇڏيو.

تنهن کانپوءِ ڀائي رگهورام چيو ته منهنجي به اها ئي مرضي آهي ته سنتن کي نه ستائجي. اها ڳالهه اتي ڇڏي ڏجي. مهراج گرداري رام چوڻ لڳو ته پورو پورو نياءُ ڪريو. باقي پاسخاطري ڪري جي ڳالهه کي گس مس ڪري ڇڏيندا ته اسان توهان سان ڪو به وهنوار ڪونه رکنداسون. هڪڙي ڀائي به اُٿي چيو ته برهمڻ ديوتا سچ ٿو چوي. سيٺ گوپالداس ۽ ڀائي رگهورام جن چيو ته سنتن جا خيال نرالا ٿيندا آهن ۽ هن کي ڇڏائي واڌي، مان اوهان جي

ڪالي خبر نه پوندي آهي. ان ڪري سنت نه چيلا چيلن پيو
ڪري ۽ ماڻهن کي ڌرم جا اُپديش پيو ڏي. رداءِ ڇڏي
ڌرم جو خيال رکي پورو لحاظ ڪريو.

ان کان پوءِ سيٺ مولرام اُٿي چوڻ لڳو ته ڀائرو،
توهان ويچار ته ڪريو ته جي سنت، برهمڻ، ٻاوا،
ٻالڪ ۽ ڀڳت ڀيکڻ جو ڪم ڪرڻ لڳندا ته سنسار جو چرخو
ڪيئن هلندو؟ اهو ڌرم آهي يا اَڌرم؟ توهان سڀ ساڌ کان
ڏجو ٿا ڇا؟ ڀڳت ٻڌيا آهيو ته پورو پورو آچار ڪريو، نه
ته پنچايت ڪلي ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور پيو آهي؟

ڀائي ڦتومل چيو ته مولرام سچ ٿو چوي. جي ڏجو ٿا
ته هتي ڪٺي ٿيڻ جو ڪهڙو ضرور؟ جنهن کي جيئن وڻي تيئن
وڃي ڪري. ڇا جون پنچائتون ڇا جا آچار. ان جي پنچايت
قائم رکڻي آهي ته پورو پورو لحاظ ڪريو.

سيٺ جيٺداس ۽ ٻاگورام چوڻ لڳا ته ڀائرو ايڪا ۽
شدت نه ڪرڻ گهرجي. جيڪي چون ٿا ته سنت لئي ڏنڊ
رکي پنچايت مان لاهي ڇڏجي سي ڀلائي ڪن سگها آهن
ته سنتن ٻاپ ڪهڙو ڪيو آهي. هينئر نه آهي ڀلائين ته پوءِ
اسين به اُن لئي ويچار ڪريون. ان هروڀرو جي هو پنهنجي
صد کان هيٺ لٿا لهن ته اڳي وانگر ورن جي گهٽائيءَ سان
هي فيصلو ڪريو.

مکي صاحب اُنهيءَ رٿ لئي سڀني جو راءِ گهريو. سيٺ
پيرومل، مولرام ۽ مهراج گرڌاري رام اُٿي چوڻ لڳا ته
مکي صاحب توهان به هن ڌر جو ٿا پاسو ڪٽو. ڪي فيصلا
ورن جي ذريعي ڪيا آهن پر ڪي فيصلا اهڙا ٿيندا آهن
جن ۾ ورن وٺڻ جي ڪائي ضرورت ڪانه ٿيندي آهي ۽
وڏن جي راءِ لئي فيصلا ٿيندا آهن. اُنهيءَ لئي اِي ساري

پنچات چونڊ لڳي ته فيصلا وڏن ماڻهن جي چونڊ تي ٿيندا
نه پوء اسان غريبن جي وهڻ جو ڪو ضرور ئي ڪونه آهي.
ائين چئي ڪاوڙ جي آئيا ۽ ائين پنچات ۾ گوڙ ٿي پيو.
تنهن تي مکي صاحب چونڊ لڳو ته پاڻ شانتي ڪري
هيءَ ڳالهه ٻڌو. هي فيصلو سيٺين جي صلاح سان ڪرڻو آهي.
پر هاڻي گوڙ ٿي پيو آهي تنهن ڪري مان هاڻي پنچات جو
ميڙ برخواست ٿو ڪريان. اهڙي طرح هر روز پنچات گڏ
ٿي ٿي پر ڪو به فيصلو ڪونه ڪري ٿي سگهيا. ٻه ٽي ڏينهن
ٿي پيون. هوڏانهن ستگرو مهاراج جن هر روز دريا تي
اشنان ڪري، پپل جي وڻ جي هيٺان ويهي نام جو پاٺ
ڪندا هئا. ڪنهن مهل ۱۱ بجه گهر ايندا هئا ته ڪنهن مهل
سڄ لٿي اچي ستسنگ ڪندا هئا. اهڙي طرح پريم ۽ وئراڳ
جي مستيءَ ۾ مست ٿيندا ويا. جيئن ساوڻ جا بادل مستيءَ
۾ اچي گجندا آهن تئين مهاراج جن رات جو ستسنگ ۾ موج
۾ اچي پنهنجي اپديش جي گجڪار ڪندا هئا.

هفتي کن کان پوء هڪ رات پنچات ۾ سيٺ مولچند
چونڊ لڳو ته پاڻ وڏي افسوس جي ڳالهه آهي جو اٽڪل
۱۰-۱۲ ڏينهن پنچات ڪندي ٿي ويا آهن پر اڃا ڪو به
فيصلو ڪري ڪين سگهيا آهيون. جيستائين توهان ساڌن جو
طرف نه ڇڏيندا تيستائين فيصلو ٿيڻو ئي ناهي. توهانجي
نيت آهي ته هن ڳالهه کي اينگهائي لڙهه مٽي ڪري ڇڏيون.
انهيءَ مان ثابت آهي ته اوهان کي ڪو به فيصلو ڪرڻو ناهي
نه ته هيءَ ڳالهه بلڪل پڌري پئي آهي ته پڪ پنگين جو
ڪم ڪري پنهنجو ڌرم بگاڙيو آهي. تنهن ڪري سوا ايڪونجاه
روپيه ڏنڊ ۽ ايذائي من ڪڻڪ جا ڳالين کي ڪارائي، معافي
وٺي. ائين نه ڪري ته پوء پنچات مان لاهي ڇڏجيس ۽

ڪوبہ سندس در جو پاڻي نہ پيئي.

تنهن ڪالهوءِ ڀائو ٺاڪرگر آليءَ جوڙ لڳو نہ پهچڻ، سيٺ موليرام جيڪا ڳالهہ ڪئي آهي سا بلڪل ٺيڪ آهي. ڀڳت لي نہ فقط ڏاڍ رکيو وڃي پر سندس مٿو بہ ڪوڙائو وڃي جئن آئينده اهڙا ڪم نہ ڪري. ٿوڏان ڏچو لـ. همڊهہ بيماريءِ ڪالرا جي پوندي. اڄ اهو پڪو فيصلو ڪري آئو. ڀڳت ڀاسري رام همت مٿي ڪٺي جوڙ لڳو نہ پاڻرو، گوسوامي ٺاڪرگر ۽ موليرام چون ٿا نہ ڀڳت صاحب لي ڏاڍ وڃهو، ڏجو نہ تہ روز روز ڪا بيماري ڪالرا پوندي. سو اهڙي طرح اوهان ڀڳت صاحب کي لذائڻ جي ڪوشش ٿا ڪريو. پر پنهنجي جهڪي جي ٻي ڪا خبر آئي. جنهن ڏينهن کان وٺي توهان هي گوڙ شروع ڪيو آهي تنهن ڏينهن کان وٺي دريائه شاهہ سڌو ڪنڊوءَ ڏي رخ رکي تمام زور شور سان پانيندو پيو اچي. شهر کان باقي بہ اڍائي فرلانگ پري آهي. دريائه شاهہ جو جهڙو رخ آهي تنهن مان انئين ٿو سمجهڻ ۾ اچي تہ باقي ٻن ٽن ڏينهن جي دير آهي. هاڻي اهو گوڙ ڇڏي صلاح ڪريو تہ ڪئي پار ڀڃا ڏلي وهاريون ۽ ڪئن شهر جو بچاءُ ڪريون. سيٺين کي جئو نہ ٿيڙ پڏن.

اها ڳالهہ ٻڌي سڀ حيران ٿي ويا. اٽڪري ۾ ڀڳت ڀصر رام جوڙ لڳو نہ پاڻرو، جيڪا ڳالهہ ڀڳت ڀاسري رام ڪئي آهي سا بلڪل سچي آهي. مان پاڻ ڪالهہ درياه شاه ڏسي آيو آهيان. هاڻي اجايو هن فساد ۾ وقت نہ وڃايو. پنهنجي شهر جي ڪا ڳڻ ڪريو. تنهن ڪري سنتن جي ڳالهہ ڇڏي هاڻي شهر کي بچائڻ جو اپاءُ ڪريو. ڀصر ڀڳت جا اهي اکر ٻڌي مکي صاحب جوڙ لڳو نہ پهچڻ، اها خبر موڪلي بہ آهي تہ درياهہ شاهہ تمام زور سان ٿو پانيندو اچي. پر اسان هن

ڪٿ ڦٽ جي ڪري ڪو به خيال ڪونه ڪيو آهي. هاڻي
ڀڳت جي معاملي جو هڪڙو فيصلو ڪريو ته پوءِ صبح جو
گڏجي درياهه تي هلي ڏسون ته ڇا آهي. ڀڳت جيتارام
چوڻ لڳو ته پنهنجن جي گهٽائيءَ جي راءِ اها تي ڏسجي ته
سادن تي ڏڪ نه وجهجي ۽ نه ڪين راڄائجي پر جي ڪن
ٿورن ماڻهن جي راءِ تي فيصلو ڪرڻو آهي ته پوءِ سيمي پنهنجن
ڪي گڏ ڪرڻ جو ڪو به ضرور ڪونهي. اسان اڄ ڪان پوءِ
اُنهيءَ باري ۾ پنچايت ۾ ڪونه ايندا سون.

مکي صاحب اُٿي چوڻ لڳو ته هيئنر ميڙ برخواست ٿا
ڪريون. وڌي سياڻي شام جو پنچايت ڪٺي ٿيندي. صبح
جو سوير هتي اچجو ته درياهه شاهه تي هلنداسون.

صبح جو ۸ بجي ڌاري سيٺي پنهنجي مکيءَ سان گڏجي
درياهه تي اچي ڏسن ته مارا! درياهه اهڙي زور سان پاڻي
زهيو آهي جو ڪنڌيءَ جو شهر ٿوري وقت ۾ درياهه ڪٽي
ويندو. اُتي سيٺ گوپالداس سيٺ مولتيرام کي چوڻ لڳو ته
سيٺ، ڪٿن ٿا پائيون؟ هاڻي مشينون ڪيڏانهن ڪٽي ويندا؟
توهان ته ڀڳت صاحب کي لڏائڻ جي ٿا ڪريو پر هاڻي ته
اول اوهان کي پاڻ لڏڻو پوندو. درياهه کي پهرين اوهان
نظر ۾ آهيو. مولتيرام چوڻ لڳو ته ڪهڙي پرواهه آهي،
لڏينداسون پر ڀڳت کي ڏڪ ضرور وجهنداسون.

مکي صاحب ڪين چيو ته اهي چرچا ڇڏي ڏيو. وڏا
ماڻهو ٿيا آهيو ته هيئنر شهر جي بچائڻ جو بار توهانجي مٿان
آهي، سوچيو اُپاءُ سوچيو ته ڇا ڪرڻ گهرجي. سيٺ گوپالداس
چوڻ لڳو ته چرچا ڪونه ٿا ڪريون پر اسان کي اهو پڪو
نشچو آهي ته شهر باقي ٻچي ڏهاڙا آهي. سڀني کي سٿاڻ
جو نتيجو اهو اٿو، جيڪو سڀ ڏسي رهيا آهيو.

پاڻي آئلداس چيو ته اڄ راتِ درياهه شاهه جو ٻيڙو ڪنهن ٻي
اچي پلؤ پائڻن ته ڪا جنڪار لڳي. تنهن ڪان پوءِ ٻئي ڏينهن
چوڻ لڳا ته پاڻ وهه، پاڻ ڪي هتي آئي اُن ڪلاڪ مس ٿيو
آهي ته ڏسو ته درياهه ڪيترو نه پاڻي آيو آهي. جي اهڙي
تيز رفتار سان آيو ته سياڻي شهر ۾ پهچي ويندو. اهو ڏسي
مکي صاحب پاڻي رڇڙورام کي چيو ته هاڻي هلي ٻيڙائي
جو بندوبست ڪريو. ٻنهي شهرن ۾ هوڪو ٿا ڏياريون ته
شام جو ٥ بجي سڀ ٻيڙائي سان گڏجي درياهه ڏي هلن.
پنچايت سياڻي شام جو ٥ بجي تائين رکون.

ساري شهر ۾ درياهه شاهه جي پاڻي جو هراس پکڙجي ويو.
شام جو ٻنهي شهرن جا ڪيترا ماڻهو ٻيڙائي سان گڏجي ڇيڙون
هڻندا لڳندا درياه شاه ۾ ٻيڙائو پروان ڪري پلؤ پائي
موٽي پنهنجي گهر آيا.

ان ڏينهن ستسنگ ۾ براهمي مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته
هي ٻڌڻ، لوهاڻن ته هر روز درياهه لي وڃو پيا. ٻڌايو ته
شهر جو ڪهڙو حال ٿيندو. اسان ته ڏسي گهٻرائجي ويا
آهيون. سمجهون ٿا ته شهر باقي ڪي ٻئي ڏينهن مهمان
آهي. هاڻي ڇا ڪريون. تيز ناڙي ٻار ٻچا ڪٿي ٻئي
هنڌ ڇڏي اچون، يا شانت ڪري ويهي رهون. جئن آگيا
ڪريو، تئن ڪريون.

ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ڀڳوان مڙيوئي چڱي ڪندو.
لوهاڻ گهٻرايو نه، شانت ڪري ويٺا رهو. براهمڻ کي دلداري
ڏيئي ستسنگ شروع ڪيائون. چيائون ته ڀڳوان جي ليلا
اُپرمپار آهي ڪنهن کولي اُلٽ ڪولهي. پنهنجا کيل پاڻ
ڀڳالي ورِي پاڻ ڏسي ڪٿي خوش پيو ٿئي ڪٿي روئي
پيو، ڪٿي بادل ٿي برسي، ڪٿي هوا ٿي وڻن کي جيئارائي

ڪٿي آڳنيءَ تي شهر جلائي، ڪٿي درياهه ٿي مستيءَ ۾ اچي پيو پاڻي. اهي سڀ سنڌس ليلائون آهن. پاڻ سيني کي ساکي ٿي ڏسڻو آهي. ستسنگ سماپت ٿيو. ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي پنهنجي گهر ويئي.

تنهن ڪالهوءَ ڀڳت شيوڪرام ۽ ڀائي ٺهلرام سيني کي چيو ته جڏهن اسان ڏسي آيا آهيون ته درياهه هنندو ڪونه، ضرور ڪنڌوءَ کي پائيندو. پوءِ سائين ٽپڙ کڻڻ ۾ تڪليف ٿيندي. انهيءَ ڪري صبح جو سامان ٻڌو ته شام جو هتان ڪري شاهه جي پٽ هلجي. ڀائي ٺهلرام چيو ته اها ڏاڍي سٺي صلاح آهي، ٽپڙ ٻڌڻ گهرجن. ڀائي ويرسيرام چيو ته اسان ته اڳ ۾ ئي اهو خيال ڪري رهيا آهيون. شهر جا ڪي ماڻهو ٽپڙ پيا ٻڌن، اسين به صبح جو ٽپڙ ٻڌنداسون. سڀ سامان اماڻي ٿا ڇڏيون، باقي ڪاڻ ٻيڙڻ لاءِ باسڻ ٻرتڻ رکون ٿا؛ جڏهن پوءِ کڻڻ ۾ تڪليف نه ٿئي. اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته ايترو گهٻرايو نه. هيءَ به پريوءَ جي ليلا ڏسڻ گهرجي. پنهنجو گهر نه تمام ٻچاڙيءَ ۾ آهي. ٻهرين ته پيو سڄو شهر آهي پوءِ به جي هرو ڀرو درياهه شاهه جي اها مرضي ڏسيون ته توهان کي ٻڌائينداسون. حال شانت ڪري ويهي رهو، خيال نه ڪريو. ستگرو مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي ڀائي ٺهلرام ۽ پيا چوڻ لڳا ته چڱو ڀلي هڪ اڌ ڏينهن انگهي. ڏسون ته ڇا ٿو ٿئي. تنهن ڪان پوءِ سيئي روٽي کائي آرامي ٿيا ته برسات به زور سان پوڻ شروع ٿي. لڳاتار برسات وسندي رهي.

ٻن ٽن ڏينهن ڪالهوءَ وري هڪ ڏينهن پڻچات ۾ مکي صاحب آئي چيو ته پاڻ رواج منجهند جو اسالڪي هڪ ٻريمي اچي ٻڌايو ته درياهه بلڪل زور شور ...

هاڻي هڪ طرف کان درياهه ٻاڦيندو اچي ته ٻئي طرف کان
مينهن ڏينهن کان لڳاتار برسات به زور شور سان وسي رهي
آهي ۽ بجلي ڪڙڪي رهي آهي. ڀائو رڄوورام چوڻ لڳو
ته روزانو ڀيراڻو ڪڍي هلي درياهه شاهه تي پلؤ پايو ته جهنڪار
لٿي. ٻيو ڪوبه چارو ڪونهي. انهن تي سيٺيءَ پنهنجي چوڻ
لڳا ته اها ڳالهه ٺيڪ آهي. ٻئي شيواڌاري وڃي ڀيراڻو تيار
ڪن ته پوءِ ساري پنچائت به ڀيراڻي سان گڏجي درياهه شاهه
تي پلؤ پائيندي. شيواڌاري وڃي ڪم ڪي لڳا.

انهن کانپوءِ مکي صاحب چيو ته هاڻي ٻڌايو ته ڀڳت صاحب
لاءِ ڪهڙو فيصلو ٿا ڪريو. سيٺ موليرام چوڻ لڳو ته فيصلو
ته ٿيو پيو آهي باقي انهيءَ کي عمل ۾ آڻڻو آهي. مکي پربن مل
چيو ته ڪوبه فيصلو ڪونه ڪيو آهي، باقي عمل ڇا جو؟
هينئر منهنجو ته اهو رايو آهي ته حال في الحال اها ڳالهه اتي
ڇڏي ڏيو. ڏسو ته درياهه شاهه ڇا ٿو ڪري. سڀاڻي پيو
پنهنجي حالن ۾ ڇاڄي ڪري درخواست ڪري ڇڏيو. پوءِ
جيئن ايشور ٻڌايو.

انهن کانپوءِ سيٺيءَ پنهنجن ڄڻن گڏ ڀيراڻي سان گڏجي
درياهه شاهه ۾ ڀيراڻو پروان ڪري، پلؤ پائي پنهنجي گهر
موٽي آيا. اهڙيءَ طرح ٻئي ڏينهن سيٺيءَ پنهنجي ڀيراڻو ڪڍي
پلؤ پائي ايندا هئا.

هڪ ڏينهن ڀڳت ٻاسري رام مکي صاحب کي اچي چوڻ
لڳو ته مکي صاحب! ڀڳوان جو هي عجب رنگ ته ڏسو.
جن ڀيراڻا ڪڍي درياهه شاهه کي ارداسون پيا ڪريون ته
ڪرپا ڪري ٻن ٽن ڏينهن ۾ ته پاڻ اچي ٻائيندو پيو اچي.
شايد درياهه شاهه ائين ٿو سمجهي ته پنهنج روز اچي موکي
ائين ٿا چون ته درياهه شاهه جلدي اچي ڪليو آهي. مکي صاحب،

مان اڄ صبح جو ڏسي آيو آهيان ته درياه شاهه شهر جي حدن تي پهچي چڪو آهي. ڏسو ته برسات به ڏينهون ڏينهن زور سان پئجي رهي آهي. تنهن ڪري اڄ ئي شام جو پنچايت ڪٺي ڪري ڪا صلاح ڪريو ته ڇا ڪرڻ گهرجي. مکي صاحب ٺهلٽي کي آگيا ڪئي. ٺهليو بهي شهرن ۾ پڌائي آيو ۽ شام جو ۴ بجه پنچايت گڏ ٿي.

مکي صاحب چوڻ لڳو ته پاڻ هڪ پاسي اندر ديوتا ڪوپ ڪري آيو آهي جو هفته کان لڳاتار برسات پئي پوي. هر روز شهر ۾ ڪيترن جايون پيون ڪرن ۽ ڪيترو چوپايو مال به مري رهيو آهي. ٻئي پاسي درياه شاهه جي به ڪمهري تي رهي آهي. هاڻي اهڙي صلاح ڪيو جنهن ۾ شهر جو بچاءُ ٿئي.

سيٺ چيلداس چوڻ لڳو ته ڀڳت صاحب جي شرن وڃو ته جئه جئڪار ٿي وڃي. ٻيو ڪوبه ٻچڻ جو رستو ڪونهي. جي اڃا به نه ڇهندا ته دکي ٿيندا. تنهن تي پائي پاڀارورام، پائي ڪيولرام، ٽيڪومل ۽ بصرورام چوڻ لڳا ته اسان سندن ڪيتري شڪتي ۽ گهٽيتي ليلائون ڏٺيون آهن. هن زبان کي طاقت ڪانهي جو اسين ورنن ڪري سگهون. توهان سڀئي ٻڌيمان آهيو، ايترو ته ويچار ڪريو ته آنه ته مائي ۽ ڏنا ٿي باقي به آلبه ستگرو مهاراج جن وٽ ڪونه هٿا جو ڀڳياڻيءَ کي ڏبن ها؟ جاڻي واڻي پنهنجي نندا ڪرائي آٿن ته جڏهن ڪين ڪوبه سچائي له سگهي. سو جي پنهنجي شهر ۽ ٻچن جو ڀلو چاهيو ته هلي شرن پئي ڪانئن معافي وٺي جئجئڪار ڪرايو. ڀڳو ستگورو مهاراج جن جي درياه شاهه تي هلڻ جي دير آهي. وڌيڪ توهانجي مرضي.

ڀڳت ڏيارام ۽ سيٺ گوپالداس به پنهنجن کي ڪالرا جي

بيماري ۽ ستگرو مهاراج جن جي ڏيا ۽ ڪلا جي يادگيري
ڏياري چيو تہ وري بہ وناليتن ني ڪر ليندو تنهن ڪري
هلي ڀيدن شرن وٺجي. مگر مهراج گرڌاري رام، ڀائي
ڪلياڻ داس، ڪرمون مل ۽ ڀائي سترامداس چوڻ لڳا تہ
ستن کان معافي وٺي شرن پئون؟ تنهن کان تہ پڌري وڃي
مرڻ چڱو آهي. اسان جو اهو ويچار آهي تہ هاڻ ڏاهن کو
ماڻهو موڪلي آڻان ويهہ پنجويهہ ٻيل گاڏيون گهرائي ٻار ۽
سامان سڀ روانا ڪريون.

اهو ٻڌي ڀائي آنلداس ۽ ڀاڳو رچهورام آئي چيو تہ
هنن سڀنين جو مغز جاء ڪونهي، جو چون ٿا تہ ٻار ٻچا ۽
سامان هاڻ روانا ڪريو. پوريون ٻاهر تہ اڪري ڏسو تہ برسات
پرلئہ ڪال ڪري چڙهيو آهي. بزارن ۽ گهٽين ۾ ڪيڏو
پاڻي ڀريو وهي ۽ ڪئين ڀيون لڙهيون وڃن. پڪ ڪري ڄاڻو
تہ هڙي برسات ۾ اڪري ڪو نہ سگهبو. درياہ شاہ بہ
ڪن ڪلاڪن ۾ شهر ۾ ڪاهي ايندو. تنهن ڪري سڀاڳو
ٿيو. سنتن جي شرن وٺڻ کان سواءِ ٻيو ڪو حيلو ڪونهي.
اهي ڳالهيون پئي ٿيون تہ مکيءَ جي باغ جو ڪمدار ڊوڙندو
ڊوڙندو پتڇاپ ۾ اچي مکيءَ کي چوڻ لڳو تہ سائين
درياہ شاہ وڏيري جي باغ جو اڌ پاڻي وٺي آهي، هيٺئر
پنهنجي باغ کي پاڻي رهيو آهي. هڪ اوڏو ٻڙ جو وڻ
۽ ٻئي ايا وڻ بہ ڪيرايا اٿس. درياہ شاہ اهڙي ڪجهوڙ
سان اڇلون ڏيئي رهيو آهي جو ٻارءِ تہ اڄ رات جوڳي
مولرام جون مشينون ۽ سڄو شهر پاڻي وٺندو. مکي صاحب
۽ سيٺي پنهنج ڪمدار جي ڳالهہ ٻڌي گهبرائجي ويا. تڏهن
ڪالهوءِ مکي صاحب چيو تہ جيڪي سنتن جي برخلاف هجن
سي همت مٿي ڪن. صرف سيٺ مولرام ۽ ڀائيڙن ٻاون همت

متي کنيان ۽ ڏنڊ وغيره جي رت ڪري پڻ ۽ بحال ٿيو ته سنت جي شرن ونجي ۽

مکي صاحب ٿهلئي کي چيو ته سنت وٽ وڃي اَرداس ڪر ته پنهنجو اچن ٿا. اوهين ڪرپا ڪري جاءِ تي هججو ۽ پنيان ساري پنڊاسه پرشاد کڻي ستگرو مهاراج جن وٽ ويئي ۽

ستگرو مهاراج جن سڀني کي وڏي آدرستڪار سان ويهاري پڇيو ته ڪهڙي پرسات ۾ ڪٿي آيا آهيو؟ تنهن تي مکي ، سيٺ موتيرام ۽ سيٺ آئلداس ، پيرومل ، گوپالداس ، ڇبلداس ، بابو ريجھورام اُتي هٿ جوڙي چرڻ لڳا ته سائين خبرون ڪهڙيون آهن ۽ ايشور جي مايا اهڙي پربل آهي جو ڪرشن ڀڳوان ڪيترا دفع ماتا کي پنهنجو چترڀج سروپ ڏيکاريو ۽ ٽيئي لوڪ وات ۾ ڏيکاريا ته به ماتا ڀڳوان جي مايا ۾ پلجي ويئي ۽ ڀڳوان کي سڃاڻي نه سگهي ۽ چرڻ لڳي ته ڪرشن منهنجو پٽ آهي ۽ ٿهڙي طرح هي پريؤ ، اوهانجي مايا به اهڙي نه پربل آهي جو اسان کي هرگهڙيءَ ڀلائي ٿي ڇڏي ۽ اڄ ۾ به توهان پنهنجي شڪتيءَ سان ساري شهر جي رکيا ڪئي هئي ۽ پر اسان اگيان جي ڪري پلجي توهان کي سڃاڻي نه سگهياسون ۽ وري پيا توهان سان جهڳڙا ڪريون ۽ هاڻي اسان سڀئي توهانجي شرن ۾ آيا آهيون ۽ اسان کي معافي ڏيو ۽ اسان تي اهڙي ڪرپا ڪريو جو آئينده اوهانجي مايا ڀلائي نه سگهجي ۽ اسانجي شردا ، پريم ۽ وشواس وڌندو رهي ۽ جئن ڪرشن ڀڳوان دواپر يگ ۾ گووردن پربت کڻي پنهنجي ابرجواسين جي رکيا ڪئي هئي تئن توهان به اُتي شهر کي تباهيءَ کان بچايو جو هڪ پاسي درياه شاه شهر کي ٻاڏي رهيو آهي ٻئي پاسي اِندر ديوتا ڪوپ ڪري آيو آهي ۽ ڪيترن ڏينهن کان لڳاتار برسات وسي رهي آهي

۽ اڳلي اهڙا نہ ڪڙڪاٽ ڪري ٻئي ڳچي جو ٻانءُ نہ ڪا
برڪ اچڻ واري آهي. ونڊيڪ لوهاڻ جاتي جا ٺٽهار آهيو.
اسان جي اوڳڻن ۽ ڏوهن کي نہ ڏسي پنهنجو برد جاڻي
لڄ رکو.

برهمڻ جي پرارٿنا ٻڌي ستگرو مهاراج جن چيو تہ ڀڳوان جا
عجيب رنگ آهن. ڀڳوان جي ڳت ڪوبہ جاڻي نٿو سگهي
تہ ڇو اهين ڪيو اٿس. پر پنهنجو ڌرم آهي پرارٿنا ۽
پرشارٿ ڪرڻ:

ساکي- پرشارٿ ۽ پرارٿنا- دوئي ساڌن سار،
ڪهي ٽيئون جن کي ڪيئي-
هووي جيءِ جئڪار.

پرشارٿ ۽ پرارٿنا جي وڌن، جهڙي شاسترن ۽ سيني
گرنٿن جو سار يعني تت آهي، جن جي ڪرڻ سان ٽنهي
لوڪن ۾ جيءِ جئڪار ٿي وڃي ٿي. تنهن ڪري هميشہ هتي
ايشور کي پرارٿنا ڪريون ٿا تہ سڀاڻي صبح جو هائي درياه شاه
لي يگيہ ڪجو، جنهن ۾ هون ۽ ڀنڊارو ڪجو. جنهن سڀني
برهمڻ، سادن، فقير غريب مسڪين ۽ اناٿ ڪاني خوش ٿين.
ستسنگ ڪري ٻلو پائي سڀ گڏجي درياه شاه کي پرارٿنا
ڪنداسون. مهراج گرڌاري رام کي هون لاءِ چئي ڇڏجو.
٤هي شهرن ۾ سوچنا ڏيئي ڇڏجو تہ ماڻهو پائي درياه لي
اچي يگيہ ۾ ڀاڱو وٺن. ايو ڪوبہ ڊپ نہ ڪريو.

صبح جو درياه شاه جي ڪناري لي شاميانو هڻائي يگيہ
هون جي سامگري ڪلي ڪجو جتي ٨ بجي صبح جو هون
شروع ٿي وڃي. ستگرو مهاراج جن جي آگيا ٻڌي سڀيئي
پنهنجي جاءِ لي وڃي تياري ڪرڻ لڳا.

پرڀات جو ستگرو مهاراج جن آئي ٻاهر لڪڙي ڏسن تہ

برسات بند آهي ۽ آسمان به صاف لڳو پيو آهي.

مکي صاحب صبح جو اٿي يڳيه هون جي تياري ڪرائي. ۽ چار پنهنج ساڌ وٺي ستگرو مهاراج جن وٽ آيو ۽ پيرين پئي چوڻ لڳو ته سائين يڳيه لاءِ سڀ بندوبست ڪري آيا آهيون. هاڻي ڪرپا ڪري توهان هلو. اهو ٻڌو مهاراج جن سڀني سنتن مهاتمائن ۽ مهمان کي ساڻ وٺي، مکي پنهنجن سان گڏجي درياه شاه تي آيا ۽ هون شروع ڪرايائون. تمام گهڻي خلق اچي وئي هئي. ستسنگ شروع ڪرايائون. پهرين کنڊوءَ جي ڀڳتن ملي ستسنگ ڪيو. پوءِ شاه جي ڀت مان ڀڳت چيتارام، ڪرشن داس، مهراج ليکراج، ڀڳت روپو ۽ ٻيا ڪيترا پريمي اوچتو اچي نڪتا.

ستگرو مهاراج جن ڀڳت چيتارام کي چيو ته ڏاڍو چڱو ٿيو جو موقع تي آيا آهيو. هاڻي توهان پنهنجي منڊليءَ سميت ڪلاڪ کن ستسنگ ڪريو. آگيا پائي ڀڳت چيتارام، ڪرشن داس ۽ مهراج ليکراج ستسنگ ڪرڻ لڳا. ڀڳت چيتارام پرارٿنا جو پڇاڻي ڳائي چوڻ لڳو ته اسان اٿي گهڻن ڏينهن کان پئي ٻڌو ته پنهنجن وري مهاراج جن سان جهيڙو شروع ڪيو آهي. اتا به خبر ملي ته درياه شاه کنڊوءَ شهر کي ٻائيندو پيو اچي. تڏهن رات سڀني ٻاڻ ۾ صلاح ڪئي ته هلي ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري اچون. هتي شهر ۾ اچڻ شرط ٻڌوسون ته سڀئي پنهنج مهاراج جن کي وٺي درياه تي يڳيه ڪرائين. سو هتي هيءَ موج ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. مهاراج جن سرو شڪتيوان آهن، درياه شاه کي ٻري اماڻي ڇڏيندا ۽ ايترو جو وري کنڊوءَ جي شهر ۾ ڪين ايندو. ايترو چئي ٻئي ڀڄن ڳائي بس ڪيائون. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ڪيترو ڪئي ستسنگ ڪرڻ

لڳا. مهراج ليکراج رباب وڄايو، واحدبخش ۽ آسو سرناري دلا ۽ مهراج هوللداس باڄو، پالي جيٺارام طبلا وڄايا. ستگرو مهاراج جن پريم جي مستيءَ ۾ اُليءَ اها پاهن مٺي ڪٺي مڌر سر سان هي پڃن آلاپيو. ساري برهمانڊ ۾ هي مڌر آواز ڇانئجي ويو.

## پڃن پيروي

ٿل- سچن جو دولهه درياه شاه آهي-
راڄا راول راڻا طاهر پير زمين ٿي سو مالڪ بيپرواهه.

۱- ڀار برهم مان جل ٿيو پيدا-
ڪنهن مان ٿي ڌرتي، ڌرتيءَ مان ٿيا گل ڦل ميوا،
باغ بٺيا بستي، باغ گهمي گلزار ڏلوسين- عجب چڙهي مستي،
چؤراسي لک جوٽين سو سانول ڏي ٿو شاه.

۲- درياه شاه جي در جا آهن- چار نئي ورن پوڄاري-
ديوي ديوا ڪن ٿا شوا،
شمرتا سان صد واري-
دنيا جي سڀ ديس جا ٿا پوڄن نر ۽ ناري،
ڀاري چوليڙن، گل ڦل چاڙهن- چت ۾ ڌاري چاهه.

۳- سوين هزارين اچن سوالي- سڀ جا ڪارج ڪري-
پلئو پريم سان پائن جيڪي تن جي جهول ڀري،
آس ولدن جي آس پڄائي- دکڙا درد هري-
پڌلن جا ٿو بيڙا تاري- هيٺن جو همراهه.

۴- لرمل نام ٿنهنجو جيڪي جاهه وڪي چولدا-
جنم جنم جهولي لال اڏيرو،
لاسد اهالو ندا- دولهه جي ڪرپا سان سيئي پار وڃي پولدا،
ڪهي ٽيئُون سو ڪامل آهي- پي واهن جي واهه.

جتن ڪرشن ڀڳوان جمنا جي ڪناري تي ٻهي مرلي وڄائيندو هو، برجواسي، پسون، پنڇي، جڙ چيتن سڀ پنهنجي سڌ ٻڌ ڀلائي، مرليءَ تي مست ٿي ويندا هئا، تئن ئي ساري سنگت ستگرو مهاراج جن جي پڇن روپي مرلي ٻڌي گهر ٻار، سارو سنسار ڀلجي، موج ۾ اچي، جتي سو تتي لائين ته مست ٿي ويٺو جڻن مورتون پٿ تي استٿت هونديون آهن. ڪنهن کي به وقت جي خبر ڪانه پيئي جو مٿان اچي شام جا ۴ لڳا. مکي پريم مل آهستي آتي گوال لال کي ڏيري چوڻ لڳو ته شام ٿي ويئي آهي، پوڄن تيار رکيو آهي. لنڌن، وڻن، ٻارن کي بک ٻه لڳي آهي. سو توهان مهاراج جن کي اشارو ڪريو. گوال لال موقع ڏسي ستگرو مهاراج جن کي چيو ته سائين مکي صاحب جن چون ٿا ته تمام دير ٿي وئي آهي ۽ ٻارن کي بک لڳي آهي.

ايترو ٻڌي ستگرو مهاراج جن چيو ته برابر دير ٿي وئي آهي. اسان کي ته پڇن جي موج ۾ ڪائي خبر ڪانه پيئي پر توهان ٻه ڪونه ٻڌايو. هاڻي نام جي ڌني لڳايو. ايترو چئي ستگرو مهاراج جن پلئو پائي نام جي ڌني لڳائي.

دولهه تنهنجي در تي سڪ سان ڪريون سوال،
سوال سڀئي سوالين جا ـ سدا تُـيءَ رکپال،
ڪر نظر سان نهال ـ هن ساري سنگت کي.

درياه شاه، ڀڳيه ۽ ستسنگ جي جڳم مناڻي ستسنگ سماپت ٿيو. درياه شاه کي ڀوڳ لڳائي پندارو ڪوليو ويو. ستگرو مهاراج جن، سادو، برهمڻ ۽ ساري سنگت پريم سان روٽي کائي خوش ٿيا. ساري سنگت پنهنجي گهر وئي ۽ ستگرو مهاراج جن ٻه سنگين ۽ سادن کي ساڻ وٺي درياه جي ڪناري جو سفر ڪندا سالاري ڪان قري ۷ بجه پنهنجي

آسڻ تي آيا.

گوسائين لاڄيگر مهراج گرڌاري رام، سيٺ مولچند ۽
ڀائي ٽلومل ۽ ٻيا به اچي پهچي گڏجي ٻيڙي آيا ته درياهه لنگهو
آهي يا نه. درياهه کي لنگهي ڏسي گوپالداس چوڻ لڳو ته
اها ڳالهه سمجهڻ جي شڪتي نه ٿو سمجهي جو ڪلياڻ ڪيائون.

هي ڏينهن شام جو سنتن، مهاتمائن ۽ سنگتن سان گڏجي
ستگرو مهاراج پڻ درياهه شاهه تي گهمڻ ويا. ڏسن ته درياهه
پاڻي ڪافي وڌيو آهي. هڪ پاسي هڪ فرلانگ کن پلتي
پاڻي وهيو هو. اهو ڏسي سڀئي ستگرو مهاراج جن جي
چرن ڪمل ۾ جهڪارو لڳا ته ٻڌو، ٿيو ته وڏي
پرمس ڏيکاري اڳواڻ تي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا
ته هيءَ اسان جي مايا اسان کيل ڪري رهي آهي. هي
نه هڪ عجب کيل ڪري ڏيکاريو اٿس. توهان سڀ ساکي
ٿي ڏسندا رهو. اهڙو چئي درياهه شاهه جي ڪناري جو
سنو ڏسندا سڀ تي اچي ٨ ڏينهن ستسنگ شروع ڪيائون.
مهراج گرڌاري رام، ڀائو لاڄيگر ۽ ٻيا به ڪيترا سادو،
درشن لاءِ شهرن مان لنگر ڏيئي سڀئي آئي هئي. سارو
ڏينهن ۽ ساري رات ڀڄن ڪيرتن سان ڀريجي ويئي. آئي مهراج ليکراج
سنتن جي وچان جو پنهنجي ڳالهه چوڻ لڳو ته سنت مهاتمائون
۽ سٽ پرش، جي سنسار ۾ نه هجن ته سنسار جا جيو جنت
ڏکن کان ڇٽڪارو پائيندا رهن.

سلوڪ- آڳ لڳي آڪاس ۾ - جهڙ جهڙ پون انگار،
سنت نه هوون جڳت ۾ - تو جل مرتا سنسار.

ارٿ- ته ساري سنسار کي لوڀ ترشنائن، تاپن ۽ ڪروڌ
جي اگني ورسي ڏينهن جلائي رهي آهي. سنت مهاتمائون
وڏيڪ ورکا ڪري ترشنا روپي باهه ۽ سان سڀني جيون

جا هردا سيتل ڪري رهيا آهن جي مهاتمائون، برهم گياني سنسار ۾ نه هجڻ ڪري سارو جڳت ٻنا اُڳنيءَ جي جلي ڀسم ٿي وڃي. جو ست چت آنند، پرپورڻ پرماتما نراڪار آهي سو انيڪ روپن ۾ اوتار ڌارڻ ڪري اچي ٿو. اوتار ٽن پرڪارن جا ٿين ٿا. (١) ڪارڪ اوتار (٢) نميت اوتار (٣) نت اوتار. (١) ڪارڪ اوتار جهڙوڪ سري رامچندر ۽ ڪرشن ڀڳوان جو اوتار ڌاري ليلائون ڪري ڏيکارڻ ۽ راڪشن کي ماري پرٿويءَ تان پاپين جو بار لاهي، آڌرم کي ناس ڪري ڌرم جي استاپنا ڪيائون. (٢) نميت اوتار جهڙوڪ نرسنگهه ۽ وامن ڀڳوان جي اوتار ڌاري پنهنجن ڀڳتن جا ڏک ڪشٽ دور ڪري جلدي انترڌان ٿي ٿا وڃن. (٣) نت اوتار- سنت مهاتمائون رشين منين جو اوتار ڌاري جگياسن ۽ جڳت جي اڌار واسطي اچن ٿا. جو انيڪ جگياسن کي آتم گيان ڏيئي جنم مرڻ جي چڪر کان ڇڏائي موڪش ڪن ٿا. اهي برهم گيان مهاتمائون ساکيات برهم جو روپ آهن.

## برهم گياني آپ پرميشور-

## برهم گيانيءَ کو کوجي مهيشور:

گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته برهم گياني مهاتمائون برهم جو روپ آهن جنکي شنڪر ڀڳوان ڀي ڳولي ٿو. برهم گياني مهاتمائن جي درشن ڪرڻ سان مها آنند جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ ڪيترائي پاپ ڪشٽ وگهن دور ٿي وڃن ٿا. جهڙي ڪندو نگريءَ مٿان آيدا آئي، هڪ پاسي درياه شاهه، ٻئي پاسي برسات. اهڙو نه ڪرتار جو ڪوپ ٿيو جو ڪندوءَ جي نگري ٻڏي ڪون ها پر ستگرو مهاراج جن جي ڪرپا درشٽيءَ سان سڀ جهڙ جهڪار ٿي ويئي. اڄ شام جو اسان ڏسي آيا آهيون ته درياه شاهه هڪ فرلانگ پنتي هٽي ويو

آهي ۽ گهڻو ڪري هشتي ڪن ۽ ساڳي جاءِ تي وڃي ڦهندو،
اهي اولاري پرش جون شڪتيون آهن. اهي مهاتما پرش
کي وڏ ڀاڳي ورنڪي پرش ڏسي شرڌا سان شيوا ڪري
پنهنجو اڌار ڪري سگهن ٿا. گهڻا نه اگياني
اوونڪي جيئرو جيري، اولاري رشين منين مهاتمائن مان ڪو به
لاڀ پراپت نه ڪري سگهندا آهن. اُلٽو انهن کي گاريون
ڏيندا آهن ۽ گلاڻون ڪندا آهن ۽ اُلٽڪ دک ڪشٽ ڏيندا
آهن ۽ پوءِ انهن مها پرشن جي اُلترڌان ٿي وڃڻ کان پوءِ،
اهي موڙهه اگياني منش پڇتاءُ ڪري روئي ٻاڪ کي
سڏيندا آهن.

**ساکـ- ٻاڙي ويچ هتام- ڪا مؤن مؤر نـه پڇيا،**
**تنهان پـوءِ پيام- موري سَـر اکين ۾.**

**ارٿ-** پنهنجي ٻاڙي ۾ وڏا ڊاڪٽر هئا ۽ مان تمام
روڳي بيمار هيس پر مان انهن ڊاڪٽرن کي نه ڏسي سگهيس،
جو منهنجي اکين ۾ گرميءَ سبب ڦلا پئجي ويا هئا ۽ مون
ڪو به علاج نه ڪرايو پر جڏهن اهي ڊاڪٽر مون وٽان لڏي
ويا تڏهن مولـڪي انهن ڊاڪٽرن جو قدر پيو ۽ تڏهن مان
روئڻ لـڳس.

**سڌانت -** هي اگياني جيو چوي ٿو ته جيسين اولاري
رشي مني، سنت مهاتمائون منهنجي ٻر ۾ مون وٽ هئا ۽
مان تاپن ڪليشن ۽ ترشنا جي روڳ ۾ روڳي ٿيو پيو هوس
جيسين منهنجو چمڙي ٿي چنتائن ۾ پڪي رهيو هو ۽
رات ڏينهن مون کي آرام ڪونه هو. پر مان پنهنجي اڱڻ
اڳيان جي ڪري اُنهن کي ڏسي نـه سگهيس. پنهنجي من
وڳ منانڻ لاءِ آلم گيان جي دوا انهن کان ڪين ورتم.
اهي سنت پرش اُلترڌان ٿي پنهنجي اباسي وطن

ڏانهن ويا، تنهن ڪانپوءِ ٻون کي پتو پيو. اڄ مان انهن کي ياد ڪري روئي رهيو آهيان. اهڙي طرح اهي منش ٻوءِ پڇتائي اوتارن، رشين منين مهاتمائن جي سماڌين ۽ مندرن جي پوڄا ڪري ڦل پائيندا. ايترو چئي

تنهن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪرڻ لڳا. پريو جي مايا جي پربل شڪتي جي وارتا هلائي جگياسن کي اپديش ڪرڻ لڳا.

## راڳ جوڳ

واهه - پربل هئه يهه هرڪي مايا - جسني سب جڳ جيو ڀلايا.

١- ڪيتي شبد سپرش ۾ باندي - ڪيتي روپ رس ۾ ساڌي،
ڪيتي گند ڪي بيچ گلايا.

٢- ڪيتي ڪام ڪروڌ ۾ جاري - ڪيتي لوڀ موهه ۾ ماري،
ڪيتي لوهه ڪي سنڌ بهايا.

٣- ڪيتي يوگي پنڊت گياني - ڪيتي تپسي تياڳي ڌياني،
ڪيتي منسور خاڪ ڀلايا.

٤- ڪهي ٽيئون ان سب ڪولوٽا - ڪوئي ان سي ورلا ڇوٽا،
جس لي گور ڪرپا چرن ڌيايا.

اهو ڀڄن ارٿ سميت ڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون. ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي گهر وئي. اهڙي طرح مهاراج جن نت نيم سان هر روز ستسنگ جي موج لڳائيندا هئا. ٻنهي شهرن جي ڪيترن مائين، ڀائن جو پريم شرڌا وشواس وڌندو ويو. جيڪي ڀاوا ڀائيڙ ۽ شهر جا ماڻهو برخلاف هئا سي به آنيم پريمي ٿي پيا.

# پاڱو پهريون - باب ٣

سنگرو مهاراج جن رات ڏينهن ماڻهن جي پيڙ ڏسي هڪ ڏينهن برسات جو ۴ بجي اُلڪوڇو اوڍو ڪڍي گهران نڪتا ۽ درياهه تي اشنان ڪري واهي وچار ڪيائون ته ڪجهه وقت ڪٿي ايڪانت جو آنند وٺجي. اهو پڪو سنڪلپ ڪري درياهه جو ڪنارو ڏيئي هلندا ويا. ٻه ٽي ميل پنڌ ڪيائون. درياهه جي ڪناري تي هڪ سندر ايڪانت جي جڳهه ڏسي اُتي چوڌاري نهارڻ لڳا. ٽن طرفن کان سهڻا انبن، جمن، ٻيرن، ليمن، ميون جا وڻ، گلن ڦلن سان ڀريل نظر آيس، چوٿين طرف کان درياهه شاهه پنهنجي گنڀيرتا ۽ شانتيءَ سان وهي رهيو هو. ڏکڻ کان ٿڌي ۽ سڳند واري هير ڌيري ڌيري لڳي رهي هئي. اهو سندر رمڻيڪ نظارو ڏسي، جتي شيشم جا ٻه ٽي وڻ پاڻ ۾ مليل هئا، اُتي ڪاٺيون، ڪک پن گڏ ڪري هڪ جهوپڙي ٺاهيائون. اُهيءَ جهوپڙيءَ ۾ واريءَ جو ٻه سوا ٻه فوٽ ٿلهو لاهي، ٿلهي تي ويهي پنهنجي آتم سروپ جو چنتن ڪرڻ لڳا. اهو سارو ڏينهن ورت رکيائون ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو درياهه شاهه ۾ اشنان ڪري وڻن جا ڦل ڦول کائي، درياهه مان پاڻي پي جهوپڙيءَ ۾ اچي پدم آسڻ ٻڌي سماڌي لڳائي چت جي ورتيءَ پنهنجي آتم سروپ ۾ استٿ ڪيائون. اهڙي طرح ٻه ڪلاڪ سماڌيءَ ۾ استٿ رهيا. شام جو ڌيري ڌيري سماڌي کولي اُٿي جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪري درياهه جو ڪنارو وٺي گهمڻ لڳا. هڪ پاسي درياهه، ٻئي پاسي کان مهاسندر

جهنگل جي ڀاري ڏسي ڪلاڪ کن لائين سمرڻ ڪري موني
اڇي ڪتيا ۽ ويهي نام جو ڄپن ڪرڻ لڳا. روز صبح جو
اشنان ڪري، ڦل ڪاٽي پاڻي پي ڪنهن مهل ڄپن تاهي
ڏيري ڏيري پيا ڳائيندا هئا ۽ ڪنهن مهل سماڌي لڳائيندا
هئا. شام جو ڪلاڪ کن درياهه جو ڪناري وٽي جهنگل جو
سير ڪندا هئا. انهيءَ وقت ستگرو مهاراج جن وئراڳ جي
مستيءَ ۾ مست هوندا هئا جو رات جو گدڙ بگهڙ، خوفناڪ
جانور آواز ڪندا هئا؛ ڪنهن مهل ته مهاراج جن جي ڪتيا
ٻاهران اچي ڪيليندا هئا پر ستگرو مهاراج جن سدائين وئراڳ
۾ نرڀئہ رهندا هئا.

## ڪوت

ڀوڳن ۾ روڳ ڀئہ - سڪون وشي ڪئہ ڀئہ
ڌن منڌ ۾ ڀئہ ڀوپ - چور ڪي رهت هئہ
داس ۾ سوامي ڀئہ - جنم ۾ رپو ڀئہ
ڀئہ ڪل بيچ ليچ - ناري ڪو مهت هئہ
مان ۾ هان ڀئہ - گڻون ۾ گلان ڀئہ
ڪايا ۾ ڪرتانت ڀئہ - ڀيہ سروگت هئہ
نرڀئہ ويراڳ اڪ - ڏرو نروس وويڪ
گايو مڻن انيڪ - اب تاڪي ميري مت هئہ.

ارٿ - دنيا جي وشئہ ڀوڳن ۾ سرير جي روڳ تيڻ جو
ڀپ آهي. واهوڳ جي دک جو ڀپ آهي. نوڪر کي سيٺ
جو ڀپ آهي. جيت ۾ هار ۽ دشمن جو ڀؤ آهي. وڏي ڪل
کي ليچ استريءَ جو ڀپ آهي ته متان ڪل کي داغ لڳائي
چڏي. مان ۾ اپمان جو ڀپ آهي. گڻوان کي مورک جو
ڀپ آهي. سرير کي مؤت ۽ بيماريءَ جو ڀپ آهي. اهڙي
ريت ساري سنسار جي پدارٿن ۾ ڀپ سمايل آهي. پر هڪ

ونراڳ ۾ ورلڪ ئي لريءَ آهي. ستگرو مهاراج جن اهڙي طرح لريءَ رهڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن جي ورلي ونراڳ ۾ آتم ڌيان ڪرڻ سان آتم روپ ٿي ويئي هئي. پيالڪ جالور ڌسي دل ۾ چوندا هئا ته هنن ۾ نه منهنجو آڌار آهي. ڪنهن مهل نه جالور رالد ڪري هليا ويندا هئا، ته ڪنهن مهل اڪيان چپ ڪري ويهي رهندا هئا. ستگرو مهاراج جن نه پنهنجي موج مستيءَ ۾ هوندا هئا. ڏينهان ڏينهن ستگرو مهاراج جن جي ورتي آتم پد ۾ اسٿت ٿيندي ويئي. اهڙي پرڪار ستگرو مهاراج جن پنهنجو وقت آنند ۾ گذارڻ لڳا.

هوڏانهن جنهن ڏينهن مهاراج جن پرڀات جو گهر مان لڪتا، سو سارو ڏينهن ماتا ڪرشنا کين ڏٺو ۽ هو رات جو ٻه ڪين آيا. ٻئي ڏينهن صبح جو سوير ڀائي ٿهلرام ۾ ڪي ستسنگي سندن ڳولا ۾ لڪتا. باغ گهميا، ڀيلا گهميا، رستا ڦريا، نهرون ڦريا، درياه شاهه ويا، پنج ڏينهن انهن ڳولها ڦولها ڪيائون پر پتو ڪونه پيو.

ماتا ۽ سڀئي ستسنگي ڏاڍو اُداس ٿي پيا. گهر جو وهنوار ۽ ڪاڻ پيئڻ ٻه پلجي ويس، ننڊ ڦٽي پين. رات ڏينهن اکيون ڪٽي پيا نهارين ته ڪڏهن ٿا مهاراج جن درشن ڏين. سڀ وياڪل گذارڻ لڳا. هوڏانهن ستگرو مهاراج جن ڪتيا ۾ يوگ تپ ڪري رهيا هئا. هڪ ڏينهن پرڀات جو ۴ بجي اٿي ڏندڻ اشنان ڪري ڪتيا ۾ پدم آسڻ ٻڌي من کي سوڪيم ڪري سماڌيءَ ۾ اسٿت ٿيڻ لڳا. اڃا پوري سماڌي ڪانه لڳي هئي. ته گهگهڻ جو مڌر آواز ٻڌائون. دل ۾ وچار ڪيائون ته گهگهڻ جو مهاسندر مڌر آواز هن وقت ٻن ڪٿان آيو. سندس سماڌي کلي پئي. اکيون کولي آيا:

جي طرف نهارين ته هڪ مهاسندر اپڇرا اچي رهي آهي؛ جنهنجي سوڀيا ساري بن کي اهڙو ته پرڪاشت ڪري رهي آهي جو جڻ پورڻماسيءَ جو چنڊ ڪڙي رهيو آهي. اهو نظارو ڏسي دل ۾ خيال ڪرڻ لڳا ته هن وقت هن جهنگل ۾ هيءَ مهاسندر استري ڪير آهي؛ ڪٿان اچي رهي آهي؛ ڇو آئي آهي؟ انهيءَ ويچار ۾ هئا ته اها مهاسندري ڪنيا اڳيان ٻيهي ڏانهن نهاري مشڪڻ لڳي. مهاراج جن ان استريءَ ڏانهن نهاري وري ڪنڌ هيٺ ڪري من کي سمجهايو ته شايد هيءَ مايا آهي جا اننت رنگ روپ ڌاري رشين، منين، مهاتمائن کي ڀلائڻ ايندي آهي. هيءَ ضرور مايا آهي. اهو دل ۾ پڪو نشچو ڪري ڪنڌ مٿي ڪٽي انهيءَ مهاسندريءَ ڏانهن نهاري مشڪڻ لڳا ته اها سندري مهاراج جن ڏانهن نهاري مشڪي چوڻ لڳي ته کلو ڇو ٿا؟ مونکي سڃاڻو ٿو ڇا؟

تنهن تي مهاراج جن چيو ته توکي چڱيءَ طرح سڃاڻون ٿا. تون مهاموهڻي مايا آهين. پر سچ ٻڌاءِ ته تون شڀ ڪرمي آهين يا ڪڀ ڪرمي؛ هتي ڇو آئي آهين. توکي ڪنهن موڪليو آهي يا پاڻهي آئي آهين؟ کولي ٻڌاءِ، نه ته توکي اڄ ڏنڊ ڏينداسون.

مايا گهٻرائجي ڪنبي چوڻ لڳي ته هي پريڀو مان ڪڀ ڪرمي مايا آهيان. اندر ديوتا مونکي موڪليو آهي ته سنت جي پريکيا وٺي اچ ته ڇا جي لاءِ تو اهڙي ڪٺن تپسيا ڪري؟ سو مان اندر جي آگيا پائي آئي آهيان. ٻيو جيڪي پڇڻو هجيو سو جلد پڇو، مان توهانجي ڀڳتيءَ، وئراڳ، تپسيا جي شڪتي اڳيان بيهي نٿي سگهان. تنهن تي مهاراج جن مايا کان هي سوال پڇيا:-

ڇند - ڪهه مايا ڪيپ ڪرمي ڪئسي -
پاپڻ نام ڪهايا هئي،
ڪهان ڪهان تم بچر رهي هو -
ڪؤن مڪان بنايا هئي،
ڪؤن گرو ڀن پتي تمهارا -
ڪؤن پتر تو جايا هئي،
ڪهتا ٽيئون ڪس جگهه مانهين -
جنم آپ ني پايا هئي.

ستگرو مهاراج ماٺ مايا کان پڇيو ته هي مايا، تو پاڻ لئي ڪپ ڪرمي پاپڻ، ڏاڍا ڏکيا نالا ڌرايا آهن. تنهن لوڪن ۾ ڪهڙي لوڪ ۾ تون ڄائي آهين ۽ ڪهڙي ڪهڙي ملڪ جو سير ڪندي آهين. ڪهڙو تنهنجو گهر آهي جنهن ۾ تون رهين ٿي. تنهنجو گرو ڪير آهي ۽ پتي ڪير آهي - توکي ٻچڙا ۽ ڪيترا آهن.

مايا جواب ڏنو:

ڇند - ڪرپتا يگ ۾ جنم همارا - تين لوڪ ۾ مايا هئن،
دواپر يگ ۾ ڪبير دوالي -
جهندا دويت جهلايا هئن.
سات ديپ ڀرت هون مئن -
ممتا محل بنايا هئن،
گرو همارا ڪلي ڪال ڀن -
پتي ديو من پايا هئن،
پانچ پتر بلوان شماري -
جن سڀ ڪو پتڪايا هئن،

كامديو سـنت سور بير نـي -
مڇيندر كـو مچلايـا هئن.
نارد من كو موهت كركي -
انـدر آد الـجهايـا هئن،
كـرود پتر درواشـا جنسي -
بهنـي منـي نپايـا هئم.
ائسي آگ لـگائي اُس نـي -
خـون اگيانن كايـا هئن،
لـوڀ پتـر دريـوڌن آد -
كورو نـاس كرايا هئن.
بـڙي بـڙي پوجاري پنڊت -
لـوڀ بهنت لتكايا هئن،
موه پتـر ڀهايارت مـانهين -
ارجـن آد رئـايـا هئن.
گيانـي ڌيانـي ويـر وگياني -
ڦنـدي مانهه ڦسايـا هئن،
مها پتر اهنكار بلـي نـي -
راوڻ سيس كٽايـا هئن.
تپسي تياگي بهت ويراگي -
اس نـي آن گرايا هئن،
اس كارڻ مئن اسي جگت مين -
پاپـن نـام ڌرايـا هئن.
ست جگم پر هئن ستيم كا واسا -
پانو وهان نهين پايا هئن،

مايا بولي سنو سوامن ـ
تم کو ساچ بتايا هئن.
ڪڊي ٽيئون مايا ڪا ڪهنا ـ
يهه مئن صاف سنايا هئن.

ڀاوارٿ ـ مايا ستگرو مهاراج جن کي هٿ جوڙي چرڻ لڳي ته هي پربو اڄ توهان مون کان اهڙا سوال پڇيا آهن جي اڄ تائين ڪنهن به ڪونه پڇيا آهن. مان توهان کي پنهنجي ساري حقيقت ٻڌايان ٿي. ترگنا يعني ٽن گڻن مان يعني ستي، رجي ۽ تمي مان، مان ۽ منهنجي پٽ ٽئي گڏجي ڄاڻيون پيدا ٿيون آهيون. ايشور اسان جو پتا آهي. مها شڪتي اسان جي ماتا آهي. پاربرهم اسانجو ڏاڏو آهي. برهما اسانجو ارڌمڻ آهي، جنهن منهنجي پٽ جو ناتو شب ڪرمي ۽ منهنجو ناتو ڪب ڪرمي رکيو. ٽنهي لوڪن، يعني ديولوڪ، مرت لوڪ ۽ پاتال لوڪ ۾ ٽرلو وڃي جڏيو اٿون. دواپر يگ ۾ وير پاءَ وڏائي ڀيائي ۽ جو جهيڙو وڳو ڪري مهاڀارت جي لڙائي ڪرائي. ستن ڏينن ۽ ٽون ڪنڌن ۾ منهنجو واسو آهي يعني گهمندي آهيان ۽ ممتا روپي منهنجو محلات آهي.

ڇند ـ جو ڪجهه دک آ لاڳت هئن ـ
سو ممتا ڪرهي هوتي هئن
ممتا ڪرهي اسي جڳت ۾ ـ
جيو اگياني روتي هئن.

مطلب ته هن سنسار ۾ ممتا جي ڪري لي سيٽي جو دک پائي الست حنمن تائين رندا رهن ٿا. ته اڪري ممتا يعني ته مما ۽ ٽبون لنو. معني، مان منهنجو ۽ تنهنجو رنارهم. گرو منهنجو ڪلجگ آهي ۽ ٻئي ديو منهنجو ملين مس

آهي، جنهن مان موڪلي پنج پٽ، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار پيدا ٿيا آهن. اهي منهنجا پنجئي پٽ مهابلوان سورويرَ ۽ آگياڪاري آهن، جن ساري سنسار جي جيون کي ڏڍ ٻڌر ڪري ڇڏيو آهي. ڪامديو منهنجو پٽ اهڙو ته سوروير آهي، جو مڇندر جهڙي جتيءَ کي به موهت ڪري ڇڏيائين. هڪ ڏينهن، مڇندر جتي گهمندي هڪ راڄڌانيءَ ۾ نڪتو، جتي صرف رائيون، راڄڪماريون راڄ ڪنديون هيون. انهي وچ اهڙو ته سنت سنگ ڪيائين ۽ رڌيون سڌيون ڪراماتون ڏيکاريائين جو ڪيتريون راڄڪماريون مٿس موهت ٿي پيون ۽ پاڻ به راڄڪمارين تي موهت ٿي شادي ڪري راڄائي پوشاڪ پهري، راڄ ڪرڻ لڳو.

اهڙي طرح ناردَ کي به موهي ڇڏيو هئائين، جو هڪ ڏينهن نارد منيءَ ويڻا، يڪتارو هٿن ۾ کڻي اُتراکنڊ جو سير ڪندي ڪندي اچي سُميرُ جي ڪندرا ۾ هڪ ٻن ۾ پهتو، جتي ندي وهي رهي هئي. نديءَ جي ڪناري تي تمال ۽ گندار جا وڻ پنهنجي گلن جي خوشبوءِ سان ساري ٻن کي سگنڌت ڪري رهيا هئا. ڪير ٻپهيا، چڪور، ڪوئل، مينا، مور آد پنهنجون مٺيون ٻوليون ٻولي رهيا هئا. اهڙي سندر رمڻيڪ جڳهه ڏسي نارد منيءَ ويهي تپ ڪرڻ لڳو. اهڙي ته ڪٺن تپسيا ڪيائين جو اندر ديوتا جو آسڻ ڏڪڻ لڳو. اندر انترمک ٿي ڏٺو ته: نارد مني ڪٺن تپ ڪري رهيو آهي، تنهن ڪري منهنجو آسڻ ڏڪيو آهي. اهو ويچار ڪري هڪ مها سندر اپسرا کي آگيا ڪيائين ته نارد مني جيڪو نديءَ جي ڪناري تي سمير جي ڪندرا ۾ گهور تپ ڪري رهيو آهي. تنهن جو وچ تپ ڀنگ ڪري اچ. اپسرا سورهن سينگار ڪري، نارد منيءَ وٽ اچي طرحين طرحين

جا ناچ ڳانا ڪري، نارد منيءَ کي رجھائڻ لڳي. نارد مني
اکيون کولي اپسرا ڏي نهاري، وري پنهنجي سماڌي ۾
اسٿر ٿي ويو. اپسرا وري به اهڙي رجھائڻ جا ڪيل ڪيا،
پر نارد اکيون نه کوليون. آخر اپسرا موٽي اندرلوڪ ۾ واپس
آئي. تنهن کانپوءِ، نارد مني آئي چوطرف نهاري دل ۾ چوڻ
لڳو ته منهنجو تپ پورو ٿيو، جو هڙي اپسرا به مونکي موهي
نه سگهي. اهو ويچار ڪري ڪرتال، ٽڪتارو ۽ وڻا کڻي
سڌو پنهنجي پتا برهما وٽ آيو ۽ پنهنجي ڪيل تپ ۽ اپسرا
جي ڳالهه ڪري ٻڌايائين، برهما پنهنجي پتر نارد جي ڳالهه
ٻڌي چوڻ لڳو ته پٽ، اها ڳالهه ڪنهن ٻئي سان نه ڪجانءِ.
اهڙو ٻڌي نارد پتا کي پرڻ ڪئي روانو ٿيو.

گهمندي گهمندي ڪيلاش پربت تي اچي شنڪر ڀڳوان
کي نمسڪار ڪري، پنهنجي تپ ۽ اپسرا جي ساري ڳالهه
ڪري ٻڌايائين. مهاديو به چئين ته هي منيشور، تون ڀڳوان
جو پيارو سروڻي ڀڳت آهين سو توکي اندر جي اپسرا جا
ٻلائي سگهندي؟ تنهن هوندي به اها ڳالهه وشنو ڀڳوان سان
نه ڪج. نارد مني سڌو ونڪنٺ پري ۾ ويو ۽ وشنو ڀڳوان کي
نمسڪار ڪري پنهنجي ڪيل تپ اپسرا، برهما ۽ مهاديو
جي ساري ڳالهه ڪري ٻڌايائين. وشنو ڀڳوان دل ۾ سوچيو
ته نارد منهنجو پيارن ۾ پيارو ڀڳت آهي هن جي دل ۾ اهنڪار
جو انڪور پيدا ٿيو آهي. سو اهوءَ جو ڪجهه اپاءُ سوچڻ
گهرجي، جئين هنجي ڀڳتي سدائين قائم رهي. اهو ويچار
ڪري، ونڪنٺ ناٿ نارد کي چوڻ لڳو ته هي پتر، توکي
آورين ڪجي جو تون منهنجي مايا کي جيتي آيو آهين. هاڻي
تنهنجو ٻالو مايا جيت مني رکون ٿا. نارد مني خوشيءَ ۾ اچي
[illegible] ابهدو ابهدو ڀڳوان کي نمسڪار ڪري روانو ٿيو.

تنهن ڪالپوءِ وشنو ڀڳوان، جنهن رستي ڪان نارد مني وچي رهيو هو، انهيءَ رستي تي هڪ مهاسندر سري نگر بڻايو، جنهن ۾ راجا سيل ندي پنهنجي مهاسندر ڪنيا، وشو موهنيءَ جو سويمبر رچي رهيو هو. گهڻائي راجائون، راجڪمار، ديو ديوتائون رشي مني آيل هئا. نارد مني به اچي انهيءَ نگر ۾ پهتو. بڌايائين ته راجا پنهنجي ڪنيا جو سويمبر ڪري رهيو آهي، جنهن لاءِ ڪيترا راجائون، ديوتائون، رشي مني آيل آهن. نارد سڌو راج سڀا ۾ آيو. راجا نارد مني کي ڏسي نمسڪار ڪري وڏي آدر ستڪار سان سوني سنگهاسن تي وهاري، هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پڀو مان پنهنجي ڪنيا جو سويمبر ڪري رهيو آهيان ڪرپا ڪري محلات ۾ پيرا گهمائي، گهر پوتر ڪري، منهنجي پتريءَ جون ريکائون ڏسي بڌايو ته سندس ڪهڙو ڀاڳ آهي. ايترو چئي راجا وڏي ستڪار سان نارد کي وٺي، سڄو محلات گهمائي، پنهنجي هيرن جواهرن جڙيل سيڄا تي وهاري پنهنجي ڪنيا کي گهرائي سندس هٿ ڏيکاريو. نارد راجڪماريءَ جي هٿ جون ريکائون ڏسي، سندس مهاسندر تجسيوي روپ ڏسي، دل ۾ ويچارڻ لڳو ته هيءَ راجڪماري جنهن کي پنهنجو پتي بڻائيندي سو ترلوڪيءَ جو ناٿ ٿيندو. هن جي سوڀيا اهڙي تي ڏسجي جو سيتا، لڇمي ۽ پارپتيءَ جي ۾ جاءِ نه آهي. وري نه راجڪماريءَ ڏانهن نهاري اهڙو ته موهت ٿي پيو جو گيان ڌيان جپ تپ سڀ پنهنجي ويس ۽ دل ۾ خيال ڪرڻ لڳو ته وشنو ڀڳوان وٽ وڃي وينتي ڪري، اهڙو ته سندر مها تجسيوي روپ وٺي اچي سويمبر تي وهان جو جئن راجڪنيا منهنجي سونهن تي موهت ٿي، مونکي ڄئه مالا پائي.

اهو سنڪلپ ڪري راجا کي چوڻ لڳو ته هي راجن،

هن ڪنيا جو ڀاڳ تمام سٺو آهي. هنکي راڄ رشي مني سروشٽي
مايا پتي ور ملندو. ايترو چئي نارد ٻاهر نڪري لڪڙو
لڪڙو بند ڪري ڀڄن منٽن ۾ ويڪنٺ پريءَ پهچي وشنو
ڀڳوان کي نمسڪار ڪري ويهي رهيو. ٽرلوڪي ناٿ نارد
کي گهبرايل ڏسي، چوڻ لڳو ته هي ڀڳت، ڪيئن جلدي
موٽي آيو آهين؟ خير ته ٻڌاءِ ته سنسار ۾ سڀ سک شانتي
آهي ۽ ڪنهن ڀڳت تي ڪا پيڙ ته ڪانه اچي پئي آهي؟
تون ايترو اداس ڇو؟ نارد مني چوڻ لڳو ته هي پرڀو، الست
حضن ۾ توهان جي چرنن جو داس ٿي رهيو آهيان ۽ ڀڳتي
ڪئي اٿم، پر ڪڏهن به ڪو پدارٿ ڪونه گهريو اٿم. اڄ
ڪنهن پدارٿ جي گهرڻ جي اڇا ٿي آهي. وچن ڏيو ته گهران.

ڀڳوان مرڪي چوڻ لڳو ته هي مهامني، جيڪا به شيءِ
ٽنهي لوڪن ۾ اسانجي وس ۾ هوندي سا تنهنجي ڀلي لاءِ
لوڪي ڏينداسون. اسان ته سدائين پنهنجي ڀڳت جو ڀلو چاهيندا
آهيون ۽ پاڻ وٽي الهن جون گهرجون پوريون ڪندا آهيون
تون ته پاڻ اسان کان گهري ٿو وٺين، سو اسان ڪيئن نه ڏينداسون؟

نارد هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پرڀو، توهان پراڀو سڀ
ٿا ڄاڻو پر ڇوهن ۾ منهنجو ڀاو ٿئي ۽ سدائين مان سکي رهان
سو اهڙو موقعو وچن ڏيو ته پوءِ مان توهان کان گهران.

تنهن تي وشنو ڀڳوان چوڻ لڳس ته جيڪو پدارٿ تنهنجي
ڀلي لاءِ ۽ سکدائي هوندو، سو اوس لوڪي ڏينداسون. اهو
اسانجو وچن آهي.

نارد مني خوش ٿي هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي ڀڳوان
منهنجو اڄ اهڙو ته سندر روپ ڪريو جو ٽنهي لوڪن ۾ ڪنهن به
منش يا ديوتا جو نه هجي ۽ جنهن جي ملڻ ڪري منهنجو ڪليان
ٿئي. اڄ هن داس تي اهڙي ڪرپا ڪريو. ويڪنٺ ناٿ

مشڪي چوڻ لڳو ته هي منهنجا پيارا ڀڳت تو جيڪي اڄ
مولڪان گهريو آهي سو ڪنهن ڀڳت ۾ ٻئي ڪنهن مولڪان ڪونه
گهريو آهي. چڱو ائين ٿيندو.

نارد مني خوشيءَ ۾ ڀڳوان کي نمسڪار ڪري جلدي موٽي
اچي اُنهيءَ راڄ نگريءَ ۾ سويمبر ۾ اچي ويٺو. اچڻ سان ٿي
نارد جو منهن سچو لنگور جهڙو ٿي پيو. هڪ سنو آسڻ ڏسي
انهيءَ تي پدم آسڻ ٻڌي ٺاٺ ٻاٺ سان سڌو ٿي ويهي،
ساريءَ سڀا ڏي نهاري دل ۾ چوڻ لڳو ته ڀڳوان منهنجو
سروپ اهڙو ته سندر ٺاهي بدلائي ڇڏيو آهي، جو سڀا ۾
ڪير به مونکي نٿو سڃاڻي سگهي. سڀئي مون ڏانهن پيا نهارين.
اهو ويچار ڪري خوشيءَ ۾ ائين ته ٽڙي پيو جئن بسنت رت
۾ گلاب جو گل. ايتري ۾ راجڪماري جئمالا هٿ ۾ کڻي
سويمبر سڀا ۾ آئي. اُلي اهڙو ته پرڪاش ٿيو جو ڄاڻ ته
چوڏهين جو چندرما ڪڙيو آهي. راج ڪنيا جئمالا هٿ ۾
کڻي گهمندي، راجائون ڏسندي نارد جي ويجهو
اچي پهتي. نارد خوش ٿي راج ڪنيا ڏانهن نهاري مشڪڻ
لڳو. راج ڪماري ڪنڌ هيٺ ڪري هلي وئي. وري
ٻئي ڦيري ۾ به نارد جي اڳيان ڪنڌ هيٺ ڪري ڪلندي
اڳتي هلي ويئي. نارد خوش ٿي راج ڪنيا ڏانهن نهارڻ لڳو.
وري ٽئين ڦيري راج ڪنيا جڏهن نارد وٽان ڪنڌ هيٺ
ڪري لنگهي وڃي وشنو ڀڳوان کي جئمالا پهرائي، تڏهن
نارد اهو رنگ ڏسي منهن ڦيڙو ڪري، هيڏانهن هوڏانهن
نهارڻ لڳو. پاسي ۾ مهاديو جا گڻ نارد جي اها حالت ڏسي
کلي چوڻ لڳس ته تون ايترو اداس ڇو آهين، پنهنجو
منهن وڃي آرسيءَ ۾ ته ڏس. نارد ٽپ ڏيئي پٽ ۾ ٽنگيل
وڏيءَ آرسيءَ ۾ وڃي نهاريو. پنهنجي شڪل بالڪل جهڙي

ڪروپ ڏسي دل ۾ لمام دکي ٿيو. ٻاهر نڪري جهنگل ۾ اچي
رُئڻ لڳو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ وشڪنت پوريءَ جو رستو وٺي
هلڻ لڳو. واٽ تي چوندو پيو. وڃي ته ڀڳوان مون سان ڌوهه
ڪري منهنجي بي عزتي ڪرائي آهي، سو اهو حساب ضرور
وڃي وٺندو مانس.

هوڏانهن وشنو ڀڳوان وچار ڪيو ته نارد مني لمام ڪروڌ
۾ ڀرجي پيو اچي. متان شتي اچي ڳوڙ ڪري، تنهڪري
وستي ۾ ملجيس ته چڱو. اهڙو وچار ڪري وشنو ڀڳوان به نڪرڻ
نڪرو اچي نارد سان رستي ۾ مليو چوڻ لڳو نارد، جوش
ٻرش آهين؟ نارد مني ڪروڌ ۾ اکيون لعل ڪري چوڻ لڳو
ته هي ڀڳوان، تو مون کي ٻاندر جو روپ ڏيئي اي عزتو
ڪيو آهي ۽ استريءَ خاطر جهنگل ۾ رُئاريو آهي. مان اهو
توهان کي سراپ ٿو ڏيان ته توهان به استريءَ لاءِ مون وانگر
جهنگل ۾ رُئندا ۽ جيئن ٻاندر جو روپ ڏيئي مونکي بي عزتو
ڪرايو اٿو، سيئي ٻاندر توهان جي مدد ڪندا. توهان جي
به اهڙي بي عزتي ٿيندي. اهڙو چئي، نارد وشڪنت
پوريءَ جو رستو ڇڏي، اڪيلو ڏانهن روانو ٿيو. وشنو ڀڳوان
موٽي اچي وشڪنت پوريءَ ۾ پنهنجي آسڻ تي براجمان ٿيو.
هوڏانهن نارد ڪيلاش ۾ وڃي، شنڪر ڀڳوان کي نمسڪار
ڪري روئي چوڻ لڳو ته ڀڳوان منهنجي بي عزتي ڪرائي
مون سان جيڻ ڪئي آهي. اهڙو چئي روئي ڀڳوان جي مايا
جهه لڳيءَ ۽ سراپ جي ساري حقيقت ڪري ٻڌايائين.
نارد جي ڳالهه ٻڌي مهاديو چوڻ لڳو ته تو وڏي غلطي ڪئي
آهي جو ڀڳوان کي سراپ ڏيئي مهاپاپ ڪيو اٿيئي. هي
ارڏام اٿو، تنهنجي مت ڪيئن ماري؟ ڀڳوان ته سڀ پنهنجي
وٽان اهو الام رهي تنهنجو ڀلو ڪيو آهي، نه ته تون مايا جي جار

۽ قاسي پنهنجي الست جنمن ۾ ڪيل ڀڳتي، ڀوڳ ۽ تپ ناس
ڪرين ها، پوءِ چوراسيءَ ۾ ڀٽڪي دکي ٿين ها، هاڻي جلدي
ڀڳوان جي شرڻ پئي معافي وٺ، نه ته تنهنجي ڀڳتي ناس
ٿي ويندي جو تو ڀڳوان کي سراپ ڏنو آهي.

نارد مني مهاديو کي نمسڪار ڪري جلدي وئڪنٺ
پوري ۾ آيو، وشنو ڀڳوان کي ڏنڊوت پرنام ڪري، روئي
هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پرڀو، مون کان وڏو پاپ ٿي
ويو آهي، جو توهان کي ڪروڌ ۾ اچي سراپ ڏنو اٿم. هاڻي
مونکي معافي ڏيو. ايترو چئي جڏهن تمام گهڻو روئڻ لڳو،
تڏهن وشنو ڀڳوان مشڪي چوڻ لڳو ته هي نارد تو اسان کي
اچي ٻڌايو ته مان تپ ڪري مايا کي جيتي آيو آهيان، تڏهن
اسان ويچار ڪيو ته ڀڳت کي ايمان پيدا ٿيو آهي. سو ايمان
اسان کان جدا [illegible] ڀڳتي ناس ڪندس. تنهنڪري
اهڙ [illegible] ۾ اسانجي ڀڳت جو ايمان لهي

کي ٻه ٻلائي ڇڏيو. اندر ۾ هڪ ڏينهن گولر رشي جي استريءَ اهليا ٻائيءَ جو روپ ڏسي موهت ٿي پيو، اهڙيءَ طرح اندر آد ڪيترن وڏن وڏن کي ٻلائي ڇڏيائين.

مهنجو پيو پٽ ڪروڌ، دُرواشا رشي آد انيڪ جيون کي ڪروڌ جي آگ ۾ جلائي ڇڏيو. اڪيالي جيون جو خون پيئندو آهي.

مهنجي ٽئين پٽ لوڀ ديوتا، ڪورون آد راجائن جي اُنڌي پرشٽ ڪري منجهن وير ڀاءُ وجهي لڙائي ڪرائي کين ناس ڪيائين. وڏن وڏن مندرن جي پوڄارين، جتني ويدن جي ڄاڻڻ وارن پنڊتن ۽ ٻين ڪيترن کي لالچ ۾ ڦاسايو اٿس.

جٿن ته:- هڪ لوڀي ڪنجوس لکپتي سيٺ کي مايا ڇڏي ويئي. سو هڪ ڏينهن ڏهن ٻارهن ميلن جي مفاصلي تي هڪ وڏي شهر ۾ مهاديو جي مندر ۾ اچي متو ٽيڪي ٿڪا ڪيائين ته هي ڀڳوان، مان هڪ جهنگل جو ٽڪرو ٽو ڪٽان، الهان جيڪو نفعو ٿيندو، تنهنجو ڏهون حصو اچي توهان لاءِ پيٽا چاڙهيندس. اها سکا ڪري وڃي ٽيڪو ڪيائين. سارو جهنگل ڪٽائي، ڪي ڪوئلا، ڪي ڪاٺيون ڪري وڪيائين. ڇهن مهنن بعد ٽيڪو پورو ٿيس. حساب ڪيائين ته پنج هزار نفعو لڳس. ويچار ڪيائين ته پنج سو روپيه ڀڳوان جي مندر ۾ وڃي پيٽا چاڙهي ٿو اچان. اهو ويچار ڪري پنج سو روپيه روڪڙا چانديءَ جا ڪٽي ڇيلهه سان ٻڌي روانو ٿيو. واٽ تي خيال ڪيائين ته اڍائي سو پيٽا نه گهٽي ٿيندي. باقي اڍائي سو ٻئي ڪنهن ڪم ۾ اچي ويندا. اهو ويچار ڪري، پيسا ڇوڙي، اڍائي سو روپيه جدا ڪري ڇيلهه سان ٻڌائين. باقي مٿل ڪن شهر کان اوري هوڙه وري

دل ۾ چوڻ لڳو تہ ايترا ئي سو به تمام گھڻا ٿيندا. اهي به پوڄاري کڻي ويندو. مهاديو کي تہ ڪائي اڳا ڪا ناهي. هو تہ پاڻ سيٺني کي ڏيڻ وارو داتار آهي. اهو ويچار ڪري پوڻا چار سو جدا ٻڌي سوا سو جدا ڇيلهہ سان ڦابو ٻڌي شهر ۾ شنڪر ڀڳوان جي مندر ۾ اچي پهتو. مٿو ٽيڪي ڏسي تہ ڪيترا ماڻهو ناريل پيا رکن. پوڄاريءَ کان پڇيائين تہ هي ماڻهو ناريل ڇو ٿا رکن؟ پوڄاريءَ چيس تہ ڀائي جنهن جيون ڀڳوان اڳاڻون پوريون ڪيون آهن، سي پريمي ناريل پيٺا پيا چاڙهين.

سيٺ دل ۾ چوڻ لڳو تہ مون جهڙو بيوقوف مها مورک ساري سنسار ۾ ٻيو ڪو ڪونہ هوندو، جو پنج سو روپيہ پيٺا لاءِ گھران کڻي نڪتو آهيان. اڳا بہ ڳالهہ ويئي ڪالهہ آهي مان بہ بزار مان ناريلن وٺي اچي ڀڳوان کي پيٺا چاڙهي سگھان پوري تہ ڪريان. بزار ۾ ناريلن جي دڪان تي اچي ناريل جو اگھہ پڇڻ لڳو. دڪان واري چيس تہ ٻہ آنہ هڪ ناريل ملندو. ٻڌي سيٺ چوڻ لڳو تہ ڀائي هيءَ تہ ناريلن جو ملڪ آهي سو هڪ آني ناريل ڏي. دڪان واري چيس تہ هڪ آني شهر کان ٻاهر باغ ۾ ملندو.

سيٺ سڌو باغ ڏانهن ويو. باغائيءَ کان ناريلن جو اگھہ پڇيائين. باغائيءَ چيس تہ هڪ آني هڪ ناريل. سيٺ چيس تہ ٽڪي ڏي. باغائيءَ چيس تہ ٽڪي کپئي تہ وڻ تي چاڙهي وڃي پٽ. سيٺ چار پئسا ٻن ناريلن جا باغائيءَ کي ڏيئي وڃي باغ ۾ وڏا وڏا ناريل ڳولڻ لڳو. ناريل هئا تمام گھڻا، سو پسند ٿي ڪونہ اچيس. ٻيو وڏا وڏا جاچي. باغ جي وچ ۾ هڪ وڏو کوهہ هو. جنهن جي مٿان هڪ ناريل جو وڻ لميو بيٺو هو. اُن ۾ ٻہ وڏا ناريل ڏسي پسند ڪيائين. دل ۾ چوڻ لڳو تہ جيڪو هيليون ناريل آهي سو ڀڳوان پولانات کي پيٺا

جي ٽنگن ۾ ھٿ وجھي لٽڪڻ لڳو. مٿي سيٺ ولي دانھون
ڪرڻ لڳو، پنڊت ۽ پوڄاريءَ کي جوش لڳو ته ھاڻي مان
لٿو جھلي سگھان. توھان ڀلائي ڪري مون کي ڇڏي ڏيو.
پنڊت ۽ پوڄاري سيٺ کي جوش لڳا ته ڇڪوان جي ٿالي پنج
منٽ کن ٿاٻو جھلي بيھ. ايترو چئي دانھون ڪرڻ لڳا.
باغائي دانھون ٻڌي ڪوھ تي اچي ڏسي ته ماڙ عجيب رنگ
لڳو پيو آھي. ٽيئي ھڪ ٻئي کي وٺي لٽڪي رھيا آھن.
باغائي پوڄاريءَ کي جوش لڳو ته توھان ڪيئن لٽڪيو؟ پوڄاريءَ
چيو ته ھي سو پنڊت ۽ ٿي سو ستت تي ڏيڻ ڪيا، سو انھيءَ
مايا جي لوڀ ۾ لٽڪي رھيو آھيان، ھاڻي سر تو وڃي، دڻا
ڪري موڪلي ڇڏ. باغائي پوڄاري کي جوش لڳو ته ھي
ڀلا موڙڪ ويچار ته ڪر جيڪڏھن ستت وٽ ٿي سو روپيه
ھجن ھا ته ھڪ ٽڪي لاءِ ڇو لٽڪي ھا ۽ پنڊت وٽ پنجاه
ھجن ھا ته ھن موت جي جاءِ ۾ ڦاسي ڇو لٽڪي ھا؟ پنڊت
ته لوڀ جي ڪري لٽڪيو، پر سيٺ ته تمام ڪوڙو آھي ۽
وٽس پائي به ڪانه آھي.

باغائيءَ جا اکر ٻڌي سيٺ ڪاوڙ جي جوش لڳو ته باغائيءَ
جا پٽ، ڏس ھيءَ پنج سو روپيه ڇاھ سان ٻڌا پيا اٿم ته؟
ايترو چئي، جنھن تي ٿاريل کي ڇڏي ڏنائين ٽئي سيٺي وڃي
ڪوھ ۾ ڪريا ۽ ٻڏي مري ويا.

چند - زيادہ لوڀ نہ ڪيجيئي - زيادہ لوڀ ملين،
ايڪ ٽڪي کي ڪارڻ، لٽڪ موئي نريٽن.

ستگرو مھاراج جن کي مايا جيو ته سائين، اھڙيءَ طرح ٻين
ڪيترن کي به لوڀ ۾ لٽڪائي مارايو.

وري منھنجي ٻئي موھ سنسار ۾ اھڙو ته موھ جو جار
وڇائي، ماڻھن کي ڦاسايو آھي، جنھن مھاتما مھجن کي. ارجن

جهڙي وڙهه کي هٿيار ڦٽا ڪرائي رنارايائين. منهنجو پنجون
پٽ اناتم ايمان آهي. جنهن راوڻ هرناڪس آدي سيني
جيون کي مان پٽي جي روڳي ٻه، روڳه ڪري ڇڏيو آهي.
ڪيترا تپسوي، تياڳي ويراڳي جيڪي آتم پد کي اچي پهتا
هئا، تن کي اننت ڪيل ڪري ڦاسائي مها نرڪ ۾ اهڙو ته
زور سان اڇليو اٿس جو اننت جنمن ۾ به نه نڪري سگهن.
رات ڏينهن روئي مونکي پيا پٽيندا آهن. انهيءَ ڪري
هن سنسار ۾ منهنجو نالو پاپڻ پيو آهي.

پر جتي سنتن جي من ۾ ست چت آنند پرپورن پار برهم
پرماتما جو واسو آهي، اتي مان ڪونه ويندي آهيان. جي
اندر مهاراج زور ڪري موڪليندو آهي ته پوءِ لاچار ويندي
آهيان. جي انهن سنتن مونکي سڃاڻي ورتو ته اتي منهنجو
ڇل ول ڪونه هلي سگهندو آهي ۽ مان انهن ستپرشن کي
نمسڪار ڪري هلي ويندي آهيان. توهان ته مونکي اڇڻ
سان سڃاڻي ورتو. تنهنڪري مون توهان کي پنهنجي سڃي
وارتا ٻڌائي آهي. ايترو چئي مايا ستگرو مهاراج جن کي
ڏنڊوت پرنام ڪري وڃڻ لڳي ته ستگرو مهاراج جن مايا
کي چوڻ لڳا ته ڀائي وڃ پر اندر مهاراج کي اسانجو هڪ نياپو
ڏج ته توهان ڪوبه خيال ڪين ڪريو. توهان جي آسڻ ۽
سرڳ لوڪ جي اسان کي اڃا ڪانهي. اسين اڳئي امر لوڪ
ڌانهن وڃڻ وارا آهيون، جنهن ست چت آنند گهن ابناسي
گهر مان آيا آهيون، تنهن ابناسي گهر ڌانهن موٽي ويندا سون.
ستگرو مهاراج جن ايترو چئي بس ڪئي ته مايا وري ٻه
ستگرو مهاراج جن کي نمسڪار ڪري ڊوڙو اٿي وڃي
انترڌيان ٿي ويئي.

تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن آسڻ ٻڌي نروڪلپ سماڌيءَ

۾ اسنان ٿي ويا. ڏهري ڏهري سماڌي کولي درياهه شاهه
تان اشنان ڪري ٽورا ڦل کائي پاڻي پي ڪٽيا ۾ ويهي،
ڪڏهن سماڌي لڳائيندا هئا ته ڪڏهن ڏهري ڏهري
مڌر سر سان ويهي ڳائيندا هئا. هر روز پنهنجي من روُپي
پالڪ کي رڃهائي، پنهنجي آتم سروپ ۾ لڳائي، اسنان
ڪندا هئا.

مهني ڪن ڪانپوءِ پرڀوءَ جي آهڙي اڄي قدرت ٿي جو
هڪ ڏينهن ڪندوءَ ۾ ڀائي ڇباداس جون مينهون چور ڪاهي
ويا. سو ڀائي منگهراج ڀائي چيلداس جو پٽ پيري ۽ صوبيدار
ساڻ وٺي چورن جا پيرا ڪڍندي، اچي جهنگل ۾ لڪتا.
ڏسن ته هڪ وڻ جي کڏ ۾ مينهون ڳڻن سان ٻڌيون بيٺيون
آهن. مينهون ڇوڙي خوش ٿي درياهه شاهه جو ڪنارو وٺي
پنهنجي ڳوٺ ڏانهن موٽيا. پڻ ڪندي قدرت سان آئي
اچي لڪتا جتي ستگرو مهاراج جن جي ڪٽيا ٺهيل هئي.
ڀائي مينگهراج پري کان ستگرو مهاراج جن کي ڪٽيا ۾ ڏسي
حيران ٿي ويو. پوءِ وري چتائي ڏٺائين. دل ۾ چوڻ
لڳو ته آهن ته ستگرو. اهو خيال ڪري ڪٽيا ۾ ويو.
ڏنڊوت پرنام ڪري اکين ۾ پاڻي آڻي چوڻ لڳو ته هي
ترلوڪي ناٿ اڄ اننت جنمن جو ڀاڳ جاڳيو آهي، جو اوچتو
اوهان جو هن جهنگل ۾ درياهه جي ڪناري تي درشن ٿيو
آهي. هي پريو، اوهان کي ڀائي ٽهلرام ۽ اسان سڀني ڳوليو
آهي ۽ اڃا ۾ پيا ڳولهين. ماتا ڪرشنا کي اوهان جو ڏاڍو
خيال ٿي پيو آهي. سڀئي تمام اداس ٿي پيا آهن. ڪن
برهمڻ ته ورت رکيو آهي ته ستگرو مهاراج جن جو درشن
ڪري پوءِ روٽي کائيندا سون. سو هي پريو، ڪرپا ڪري
اسان سان گڏجي هلو. سڀني داسن کي درشن ڏيئي دک

دور ڪيو. ائين چئي مينگهراج پريم ۾ روئڻ لڳو. ستگرو مهاراج جن چيو ته آبا، اسان هن لوڪ خواه پرلوڪ ۾ اوهان سان سنگ آهيون. پر توهان خبر پڌايو ته توهان ڪٿان آيا؟ ڀائي مينگهراج ساري حقيقت پڌائي چيو ته ڀڳوان، اوهان جو درشن ڪري خوش ٿيو آهيان. جئن مور بادلن کي، چڪور چندرمان کي، پتنگ جوت کي، ڀور گلن کي، مڇلي جل کي ۽ ڪنگال ڌن کي پائي خوش ٿيندو آهي، تئن مان به اڄ تمام خوش ٿيو آهيان. هاڻي ڪرپا ڪري جلدي هلو ته هلون. انهيءَ تي ستگرو مهاراج جن فرمايو ته آبا، هاڻي توهان وڃو. اسان ڪجهه وقت کان پوءِ هلنداسون. ڀائي مينگهراج چيو ته جيڪڏهن توهان نه هلندا ته مان به هتي توهان جي چرنن ۾ ويٺو هوندس. ستگرو مهاراج جن مشڪي مينگهراج کي چيو ته چڱو، توهان به درياهه جي ڪناري تي وڃي پوڄن ڪريو. مهاتمائون چون ٿا ته هي مانش چولو ڀڳوان جي پوڄن لاءِ مليو آهي.

چند - تن چيتن هيت پيو-

پيو پوڳن هيت نه ديو ديو،

اس هيت جنم نر پوڳ تجو-

تن مانش ۾ نج برهم پجو.

مطلب ته هيءَ مانش ديهي پنهنجي آتم سروپ کي سڃاڻڻ لاءِ ملي آهي ۽ نه سنسار جي پوڳن ڀوڳڻ لاءِ. انهيءَ ڪري توهان سنسار جي پدارٿن جا پوڳ تياڳي هن منش چولي ۾ پنهنجي آتم جي درشن ڪرڻ لاءِ ڀڳوان جو پوڄن ڪريو. ڀائي مينگهراج هارين کي چيو ته توهان مينهون ڪاهي گهر وڃو ۽ بابا کي چئجو ته منهنجو ڪو به خيال نه ڪري مان ستگرو مهاراج جن سان گڏجي ايندس. هاري مينهون ڪاهي ڪنڌ وءِ

روانا ٿيا. تنهن کانپوءِ ڀائي مينگهو ستگرو مهاراج جن کان موڪلائي درياهه جي ڪناري تي وڃي ڀڄن ڪرڻ لڳو.

ستگرو مهاراج جن به ڀڄن لاهي ڏيري ڏيري مٿن سر سان ڳائڻ لڳا. رات جو ۸ بجي آئي ڀائي مينگهي کي ڪٽيا ۾ سڏي چيائون ته اُٺا هاڻي تون به ڪٽيا ۾ اندر ويهي ڀڄن ڪرينو، ڇو جو رات جو ڀيانڪ جانور اچي رانديون ڪندا آهن. پر تو هان کو به ڊپ نه کجو. ڀائي مينگهراج ڪٽيا ۾ هڪ ڪنڊ ۾ ويهي ڀڄن ڪرڻ لڳو. ستگرو مهاراج جن پدم آسڻ ۾ ڏي سماڌي لڳائي، پنهنجي ورتيءَ کي آتم پد ۾ استت ڪيو. پرڀات جو ڀائي مينگهراج کي اُتاري پڇڻ لڳا ته اٺا رات ڊپ ته ڪونه ٿيو هوءِ؟ ڀائي مينگهراج چيو ته پريو، ۱۰-۱۱ بجي خوفناڪ آواز ٻڌڻ ۾ آيا. تنهن تي منهنجو ڌيان ٽٽي پيو ۽ ٻاهر ڏٺم ته بگهڙ وغيره ڀاڄ ۾ رانديون پيا ڪن. تو ڊپ ٿيم. وري تو هان ڏي نهاريم ته سارو ڊپ لهي ويو. تنهن کانپوءِ سمهي رهيس.

هو ڏانهن هاري مينهون ڪاهي وڃي ڪندوءَ پهتا. ڀائي چيلداس کي چيائون ته واڌايون هجنو مينهون ڪاهي باغ ۾ چڙي آيا آهيون. تو هان به اسان کي واڌايون ڏيو جو سوامي جن جو درشن ڪري آيا آهيون. اهو ٻڌي ڀائي چيلداس خوش ٿي چيو ته ڏاڍو چڱو ٿيو. پر مينگهو ڪٿي آهي؟ هارين ساري حقيقت ڀائي چيلداس کي ڪري ٻڌائي ۽ چيو ته مينگهراج اُتي ستگرو مهاراج جن وٽ ويهي رهيو، چيو اٿس ته منهنجو ڪو به خيال نه ڪريو، مان ڀاڻهي ستگرو مهاراج جن سان گڏجي ايندس. هاري پوءِ پنهنجي جاءِ تي ويا. ڀائي چيلداس ستگرو مهاراج جن جي استان تي ويو. ... ٿين ته ستسنگ سماپت ٿي ويو هو. باقي ستسنگي اچا

وينا هئا. اُني ڀائي چيلداس، ڀائي ٿهلرام، ماتا ڪرشنا ۽ سيني ستسنگين اڳي ساري ڳالهه ٻڌائي ۽ چيو ته ستگرو مهاراج جن هڪ ڪکن جي جهوپڙي ناهي، اهڙي ته گهور جهنگل ۾ لڪي وينا آهن جتي ڪو به ماڻهو وڃي نه سگهي. هاڻي مينگهي جي به الاجي ڪٿان وڃي مٿن نظر پيئي. ڀائي صلاح ڪريو ته هلي ستگرو مهاراج جن کي وٺي اچون. ڀائي چيلداس جي ڳالهه ٻڌي سڀئي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ صلاح ڪيائون ته سڀاڻي صبوح جو ستگرو مهاراج جن کي وٺي اچون. ڀائي چيلداس کي چيائون ته هڪ هاري وٺي اچجو، جيڪو هلي ستگرو مهاراج جن جي ڪٽيا ڏيکاري. ساري شهر ۾ خبر پئجي وئي. جگياسن ۽ اننت پريمين کي ساري رات خوشيءَ وچان، ننڊ ڪين آئي. انهن ٿي محسوس ڪيائون ته چڻ رات وڏي پيئي آهي. چون ته ڪڏهين ٿو صبوح ٿئي جو وڃي ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري اکين کي پوتر ڪريون ۽ پنهنجي تتل دل کي ٺاريون. اهڙيءَ طرح ساري رات ستگرو مهاراج جن کي ياد ڪندي، ڪ ۾ سندن رات گذري وئي.

صبوح جو سوير، ڪيترا پريمي ستسنگي اچي ستگرو مهاراج جن جي استان تي ڪٺا ٿيا. ماتا ڪرشنا اکين ۾ جل ڇوڙ لڳي ته مونکي ضرور وٺي هلو، مٿان توهان سان چي. سڀئي ماتا کي ساڻ ڪري درياهه جو ڪنارو ي ستگر جي سک جا پڇن ڳائيندا ۽ رام نام جي ڌني تيندا، پنڌ ڪندا هليا. ستگرو مهاراج جن جي ڪٽيا اڌ ميل ڪن پري هئي ته چيلداس جو هاري ٻيهي ڪري ڇوڙ لڳو ته پريان جيڪي شيشم جا وڻ ٿا انهن جي هيٺان فقير صاحب جن جهوپڙيءَ ۾ وينا

آهن. سڀئي پريان نمسڪار ڪري، لڳڙو هلڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن جي چمتڪار بولا ٿيندا اچي ڪٿيا ٻڌي پيتا. ستگرو مهاراج جن جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪتا ته سڀئي پريمي ستگرو مهاراج جن کي پيري پئي وڃندا ويا. ستگرو مهاراج جن ماتا ڪرشنا کي پيري پئي اچي ويٺا. ماتا ڪرشنا اکين ۾ جل آڻي چوڻ لڳي ته پٽ، ڪٿي اچي هن ٻن ۾ ويٺو آهين! هتي ڇا ڪائيندو هوندين! شرير کي ڪشٽ ڏيئي ڪيترو دبل ڪيو اٿئي! هلي پنهنجي گهر ۾ پريوءَ جو ڀڄن ڪر. ماتا ٻيا اهي پريم ڀريا وچن ٻڌي ستگرو مهاراج جن هيءُ ڀڄن ماتا کي ٻڌايو.

## سر ڪنسو ڀڄن

ٽل- مٽان ماتا جهلين موتکي - پريو لئه مان پڪاريان ٿو.

١- ملڻ لئه مون گرو ڳولهيو - مليو ستگر چڱو چولهيو،
ڌمهين مستان من مولهيو - برهه جي باهه باريان ٿو.

٢- اچي سڌ ٿي ڪري سوري - ٻري دل ۾ درد ڪوري،
رکي دل ٻرين سان ٻڌُري - لڪئي جو ليڪ باريان ٿو.

٣- برهه جي باهه گس ٻاري - ڳلا ڏڌهين سهان ساري،
اُنس لس ۾ طلب ٿاري - اکين مان آب هاريان ٿو.

٤- ڪئي ٽيئُون نگا ٽوڙي - بنڌن سنسار جو ڇوڙي،
وشئه کان پاڻ کي موڙي - گرن سان گڏ گذاريان ٿو.

جڏهن ستگرو مهاراج جن ڳائي رهيا هئا تڏهن ماتا ۽ سڀني پريمين جي اکين مان جل جون ڌارائون پريم ۾ وهي رهيون هيون. ٿنهن کانپوءِ ماتا چوڻ لڳي، چڱو آيا، جتي وڻيئي اُتي ڀڄي ڪر، پر هاڻي گهر هل. ستسنگين نه ستگرو مهاراج جن کي هلڻ لاءِ گهڻو زور ڀريو.

ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته هاڻي توهان وڃو، اسان
پوءِ پاڻيهي ايندا سون. ستسنگي چوڻ لڳا ته هي پريو هلو
ته گڏجي هلون، نه ته اسان به گهر ڪوله ويندا سون. جتي
توهين، اتي اسين. هتي به درياهه شاهه ۾ ٻن جي ٻهاري لڳي
پيئي آهي. جي چئو ته اسان به هتي ڪتياڻون ناهي، پڇن
ڪريون. ستگرو مهاراج جن فرمايو ته اڇا، ڏاڍو سٺو. درياهه
تان اشنان ڪري، قل ڪائي پوءِ ويهي پڇن ڪريو. اهو ٻڌي
سيئي پريمي درياهه تسان اشنان ڪري اچي ويٺا. ستگرو
مهاراج جن آلمانند، اوم پرڪاش ۽ ڀائي ميگهراج کي آگيا
ڪئي ته وڻن مان قل چني اچو.

آگيا پائي، وڃي قل چني جهوليون ڀري، آڻي ستگرو
مهاراج جن جي اڳيان رکيائون. مهاراج جن آگيا ڪئي ته ساري
سنگت کي وراهي ڏيو. قل کائي خوش ٿي چوڻ لڳا ته هي
پريو، ههڙا مٺا سڳنڌ وارا قل اسان جنم ڀر ڪونه کاڌا آهن.
لنهنتي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته، اڇا جيڪي جهنگلن ۾
ويهي ڀڳوان جو پڇن ڪندا، انهن پيارن جي لاءِ ڀڳوان ٻنن ۾
خاص قل پيدا ٿو ڪري ته هو کائي نس قرني پڇن ڪن. سو
توهان به قل کائي ويهي ڀڳوان جو پڇن ڪريو.

سيئي قل کائي جدا جدا وڻن جي هيٺان ويهي پڇن ڪرڻ
لڳا. ستگرو مهاراج جن وڃي ڪتيا ۾ ويٺا. شام جو ۵ ٻجي
ڪتيا کان ٻاهر نڪري، ستگرو مهاراج جن درياهه تان پاڻي پي
اچي ڪتيا جي اڳيان هڪ ٽاريءَ جي وڻ هيٺ ويٺا. اٿري
۾ پريمي به ستگرو مهاراج جن کي پيرن پئي ويهندا ويا. تمام
وڏي سيا لڳي ويئي. اتي گوال لعل جن ستگرو مهاراج جن
کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي پريو، توهان جي مايا پربل
آهي. سيني جيون کي موهي پنهنجي وس ۾ ڪيو اٿو. اُنهيءَ

مايا کان ھيءَ جيءُ ڪئن ڇٽي سگھندو؟

ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته آبا، مايا ڇا کي ٿو چئجي؟

نام روپ سڀ مٿيا مايا - نا ڪب استر ھولي ھئه،
پدنا گھٽنا عادت اسڪي - چلتي ھئه ڪب رولي ھئه،
اننت اَڌ ڀت کيل ڪري بن- ھستي ھئه ڪب رولي ھئه،
ڪھي ڏيئون ته موھني مايا - پاربرھم ڪي جولي ھئه.

ڀورين الھيءَ مايا کي جنھن جو لٽن سڀاڻي، ٻوءِ جيتڻ جو رستو ڳولھجي، جيڪي لوھان اکين سان ڏسو ٿا، سو سڀ مايا آھي. اھڙي ته ھن مايا ۾ شڪتي آھي، جو ايشور جي آسري رھي، پيدا ٿي، خود ايشور کي ٻڪي ڇڏيو الس. جھن پاڻي مان وليون ۽ جارو پيدا ٿي پاڻيءَ کي ڍڪي ڇڏيندو آھي، تئن ھيءَ موھني مايا ٿيھي لوڪن کي موھي، پنھنجي جنبي ۾ آٽي، دٻائي، پنھنجي پيرن ھيٺان ڪيو آھي ۽ ڪنھنکي به ڇڏي نٿي. جن ست پرشن ھن مايا مان جند ڇڏائي آھي، تن مان ڪن ڀڄي، ڪن ھٿ جوڙي ۽ ڪن لڙائي ڪري جند ڇڏائي آھي.

ڀورين ڪن وئراڳي جگياسين پنھنجا گھر ٻار، سنسار جا وھنوار ۽ پدارٿ ڇڏي جھنگل ۾ وڃي پھاڙن جي ڪندرائن ۾ ڀڳوان جو ڀڄن ڪري جند ڇڏائي.

ٻين جگياسين ڀڳوان، ديو ديوتائن ۽ ستگرن کي پرارٿنا ڪري، ٻاڪي ٿرٻل ۽ داس ٿائي، ڀڄن ڪري جند ڇڏائي. ٽئين وئراڳي جگياسين پنج گيان اندرين، ڪن، اکيون، نڪ، جڀ، چمڙي ۽ پنج ڪرم اندرين، مک، ھٿ، پير، اپسٿ اندري ۽ گدا ۽ ٻارھون من، انھن ٻارھن ئي اندرين کي شبد، سپرش، روپ، رس، گند روُپي وشين کان روڪي،

لڙائي ڪري من کي جيتي، نرڀئه ٿي، سنسار جي وهنوار ۾ رهي، ڀڄن ڪري جند ڇڏائي. اِلي گرمکداس هٿ جوڙي پڇيو ته هي پريو، پارهن الدين کي ڪيئن جيتي سگهبو؟

ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ابا، وويڪ، وئراڳ ۽ ستگرن جو آڌار وٺي.

پهرين ست اُست جو ويچار ڪري، آتما کي ست چت آنند ڄاڻي، هيءُ ساري سنسار کي ناسونت، ڪوڙو، دک روپ ڄاڻي، پنهنجي ڪسي اپرام ڪري، وئراڳ ڌاري. تيون، ستگرن ۾ وشواس، پريم ۽ اٽل شرڌا رکي اڀياس ڪري. جتي اٽڪ تئين الي ستگرن کان پرارٿنا ڪري آسيس گهري.

اِهي وچن ٻڌي آلمانند چيو ته جيڪي سنسار کان پڇي، وڃي جهنگل ۽ پهاڙن جي ڪندرائن ۾ لڪا آهن ۽ اُني ڀڄن ڪندا، سي مايا کان ڪيئن بچيا آهن. ستگرو مهاراج جن فرمايو ته هي ٻي سنسار جي وهنوار جي کٽڪي کان ڇٽي، ايڪانت ۾ وڃي سکي ٿيا آهن. سنسار جو وهنوار به هڪ وڏو کٽڪو آهي. جيترو پتر ڌن ۽ ڪٽنب پروار گهڻو، اوترو کٽڪو، اشانتي وڏي ٿي. ائين هو مايا جي کٽڪي کان ڇٽي، جند ڇڏائين ٿا.

اوم پرڪاش هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي ترلوڪي ناٿ مون کي به شنڪا آهي. مايا کان ڪيئن ٿا جند ڇڏائين؟ ستگرو مهاراج جن چيو ته هي پتر جيڪي برم وئراڳي جگياسو آهن، سي سنسار ۾ اناٿر اپيمان ڇڏي، نمرتا ٿي رهن ٿا. ڪو گاريون ڏين ته چا، جي ڪو گلائون ڪري ته به ڪنهن کي ڪجهه ڪين چون. سدائين سنساري وشين ڀوڳن کان ٻچندا رهندا آهن ۽ هردم اهو خيال رکندا آهن ته متان ڪنهن مايا جي پدارٿ ۾ ڦاسي نه پئون. سدائين اهو يقو ڪري ڀڳوان جو ڀڄن ڪري، مايا کان ڇڙهي ويندا آهن. اِلهيءَ ڪري جگياسن کي سدائين هن مايا جو خيال رکڻ گهرجي ڇو جو هيءَ

ته ٻاهيون ٻيئون ٻرن. ڪي وينا ڀڄن ڪن ته ڪي سمهيا
پيا آهن. ڏنڊڻ پاڻيءَ ۾ درياهه تان اشنان ڪري، سڀئي برهمڻ
کي اٿاري، ڄاڻائون ته توهان ٻه هاڻي ڏنڊڻ پاڻيءَ ۾ اشنان
ڪريو ۽ پوءِ وڃي ڀڄن ڪريو، اٿيو وڃي. ستگرو مهاراج جن
اَلي ٻاهه جي پرسان ويهي رهيا. سنگت ۽ ماتا ڪرشنا به
سندن پرسان اچي وينا. خوشيءَ مان اِلي ماتا ڪرشنا
ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته آيا، ٿڌ کي اُڪيلو
ڇڏي آيا آهيون، ساڌ ۽ مهمان ٻه روز پيا اچن، سو اُنهن
جي شيوا ڪير ڪندو؟ هتي ٻه ساري رات ڌُنڌ جي ڪري
ڪيترا برهمڻ سمهيا ڪين آهن. تنهن ڪري، اسانجو ويچار
آهي ته اوهين هاڻي گهر هلو. ساري سنگت به چوڻ لڳي ته
هتي آنند ته ڏاڍو آهي، پر اسان مان ڪيترا ماڻهن کان
موڪلائي ڪونه آيا آهن جي توهان ڳوٺ ته هلندا ته سڀئي
توهان جي درشن لاءِ هتي ايندا. تنهن ڪري، اسان جي
نماڻي اَرداس آهي ته ڪرپا ڪري هينئر گهر هلو.

ستگرو مهاراج جن دل ۾ ويچار ڪيو ته هينئر ته ويندا سون
ته هتي گهڻو گوڙ ٿي پوندو. تنهن ڪري، هاڻي وڃڻ گهرجي.
اِهو ويچار ڪري ڄاڻائون ته چڱو آيا، اوهان اِشنان پاڻي
ڪري اَچي ٿل ڪاڻو ۽ ڪجهه گهر لاءِ پرساد ڪري کڻو،
ته هلون.

اِهو ٻڌي، ماتا ڪرشنا ۽ ساري سنگ ڏاڍو خوش
ٿي. اوم پرڪاش کي ڪندوءَ موڪليائون ته وڃي پاڻي ٿهلرام
کي ٻڌاءِ ته ستگرو مهاراج جن ڪي ولي ٿا اچن، اُنهيءَ لاءِ
ته متان پيا برهمڻ درشن لاءِ هتي ته هليا اچن. اوم پرڪاش ڪندوءَ
۾ وڃي سڀني کي خبر ٻڌائي. خبر ٻڌي، سڀئي برهمڻ ستسنگي
شاهي جلوس ٺاهي، گلن جا هار کڻي، درياهه جي ڪناري

ٿي آيا. ٻريان ستگرو مهاراج جن ۽ ساريءَ سنگت کي ايندو ڏسي تمام خوش ٿيا. اڳتي وڌي ستگرو مهاراج جن کي هٿ جوڙي، پيرڻن پئي مليا ۽ ستگرو مهاراج جن جي جئه جئه ڪار مڃايائون. [ جٿن ايوڌيا واسي سري رامچندر ڀڳوان کي ٻن مان واپس ايندو ڏسي خوش ٿي ٻتنب باجا، دهل شرنايون، وڄائي ڀڳوان کي گلن جا هار پائي جئه جئه ڪار ٻولائي وڏي ڌام ڌوم سان ايوڌيا پوريءَ ۾ وٺي اچي سنگاسن تي ويهاري آرتي ڪري سڀ اتي خوش ٿيا هئا تئين ڪنڌڪوٽ واسي ٻه گلن جا هار پائي، دهل شرنائون وڄائي، گيت ڳائيندا، رام نام جي ڌني لڳائيندا، جئه جئه ڪار ٻولائيندا ستگرو مهاراج جن کي وڏي ٻريم ۽ اتساهه سان وٺي آيا. ٻوءِ سيٺي ستسنگي پيرڻن پئي، هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي ٻريو، توهان اسانکي ڇڏي پنهنجيءَ موج ۾ ڪيترا ڪيترا ڏينهن هليا ٿا وڃو. پنيان پنهنجي ٻچن جي ڪا ياد گيري ٻه ڪندا آهيو ته ڪهڙي حال ۾ هوندا؟ ستگرو مهاراج جن کين چيو ته ٻچا، ساريءَ سرشٽيءَ جا جيو ٽن ٻرڪارن سان پلجي وڏا ٿيندا آهن.

(۱) هڪڙا گود ۾- جٿن منش، ڳائين، مينهن، آد ٻسن جا ٻچا ماتا جي گود ۾ پلجي وڏا ٿيندا آهن.

(۲) ٻيا نظر سان- جٿن مڇون، ڪميون، ڪڇئون آد، پنهنجي ٻچن کي درشن ڪرائي، هليا ويندا آهن. پوءِ اهي درشن ڪري وڏا ٿيندا آهن.

(۳) سارڻي- جٿن سارس ڪونج، پکي، آدي، پنهنجن ٻچن کي پهاڙن تي ڇڏي، تمام پري هليون وينديون آهن ۽ اتي پنهنجن ٻچن کي ياد ڪنديون آهن. انهن جا ٻچا ٻه ماتا کي ياد ڪندا آهن. ان نموني، پنيان ٿي وڏا ٿيندا آهن.

**سدانت** - لڳن ھن سنسار ۾ ستگرو جگياسين کي ٽن پرڪارن سان پاليندا آھن.

(١) ستگرن جي گود ۾ - يعني گرو ۽ انھيءَ شھر ۾ ته جگياسوءَ ۾ انھيءَ شھر ۾ رھن. ڪڏھن ڪو دک يا شنڪا پوين ته اچي ستگرن کان پڇندا آھن. ستگرو انھن کي گڻ گيان ڏيئي، سنسا مٽائي، آسيس سان دک دور ڪندا آھن.

(٢) ٻواري - يعني ستگرو سنڀالي ايندا آھن. ٻارھين مھيني، ٻن سال وچ جگياسين کي درشن ڏيندا آھن. ٻوءِ جگياسوءَ پنھنجا دک، سنسا، ڀرم، شنڪائون گروءَ کي ٻڌائيندا آھن ۽ ستگرو انھن کي گڻ گيان ڏيئي سڀ سنسا ڀرم مٽائي، ھر پرڪار رکيا ڪري، آشيرواد ڏيئي، ھليا ويندا آھن.

(٣) ساڙني - يعني چٺي لي. جگياسوءَ کي ڪو به دک، سنسو، ڀرم يا ڪائي شنڪا ھوندي آھي، ته ستگرن کي چٺيءَ رستي لکي موڪليندا آھن. ستگرو وري انھن کي چٺيءَ رستي گڻ گيان ڏيئي، آشيرواد ڪري، گھر ويٺي سنسا، ڀرم، دک، شنڪائون دور ڪري، ھر پرڪار رکيا ڪندا آھن. سو توھان کو به خيال نه ڪريو. توھان ته سدائين اسان جي گود ۾ ويٺا آھيو.

ستگرو مھاراج جن جا اھي وچن ٻڌي، سڀ پريمي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ ڪين پيراڻ لڳي، پنھنجي پنھنجي گھر ويا. ايتري ۾ سرو آنند جن مٺي ۽ پيراڻ اکيارا، شاھه جي پٽ مان اچي اٿيا ۽ ستگرو مھاراج جن کي ڏنڊوت پرنام ڪري اکيان لڳي ويٺا. ستگرو مھاراج جن ڏانھن نھاري اکين ۾ پاڻي آنداءون. ستگرو مھاراج جن وڏي پيار مان ڪانئن پڇيو ته اُبا، بلڪل خوش ويٺا آھيو؟ مٺي ۽ پيراڻ اکيارا

هينئر ڪٿان پيا اچو؟ تنهن تي سروآنند جن هٿ جوڙي
چون لڳا ته هي ٻڌيو، ڪالهه ڪنڊوءَ جو ڀائي ناڪورام
شاهه جي پٽ ۾ آيو هو. اسانکي رات جو بزار ۾ گڏيو.
تنهن کان توهان جو پڇيوسون. هن ڳالهه ڪئي ته ستگورو
مهاراج جن درياهه جي ڪناري تي جهنگل ۾ وڃي ويٺا هئا.
چوٿون ڏينهن ڪنڊوءَ جا ڪيترا پريمي وڃي رات ٽڪي، ڪالهه
وڏي ڏام ڌوم سان ڪنڊوءَ وٺي آيا آهن. اسان ڏاڍو خوش
ٿياسون. اَڄ صبح جو سويل ٻڌا موڪلائي، اچي توهان جو
درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿياسون. ستگرو مهاراج جن چيو
چڱو، آيا، ڀلي آيا. سڀني سان ملي اشنان ڪري، روٽي
کائي، آرام ڪيو. تنهن کانپوءِ، سروآنند ۽ گرمکداس اشنان
ڪري، پرشاد ۽ پوڄا جي سامگري ڪٺي، ستگرو مهاراج جن
اڳيان رکي، هٿ جوڙي، اُرداس ڪرڻ لڳا ته هي پريو،
اسان کي هاڻي نام جو اپديش ڪريو، پنهنجي چرڻن جو
داس بڻايو، ته سدائين توهان جي چرن ڪملن جي شيوا ڪندا
رهون. ستگرو مهاراج جن مشڪي چيو، جيڪا توهان جي
مرضي. سروآنند ۽ گرمکداس ستگرو مهاراج جن جي چرڻن
جي پوڄا ڪري، گر منتر وٺي شش بڻيا. رات جو ستسنگ
ٿيو. اهڙيءَ طرح ڪجهه ڏينهن گذريا.

## ڀاڱو پهريون – باب ۲

هڪ ڏينهن 11 بجي صبح جو، سنت هڏپوري ٽنڊي باگي مان ستگرو مهاراج جن وٽ آيو. ستگرو مهاراج جن اُٿي پريم مان گڏجي، وڏي آدر سان کين ويهاري خوش ٿي خبرون چارون پڇڻ لڳا. سنت هڏپوريءَ جن چيو ته، هي پريو توهان جي ڪرپا سان سڀ آنند منگل آهي. مان توهان کي ٽنڊي باگي وٺي هلڻ لاءِ سوال وجهڻ آيو آهيان. ڪرپا ڪري هلي، پيرا پائي، هن داس جي ڪُٽيا پوتر ڪريو. مان هاڻي ٻڍڙو ٿي ويو آهيان. شرير جي بيماري اچي ٿي آهي، خبر نه آهي ته ڪيترو وقت پرالبڌ آهي. تنهن ڪري ويچار ڪير ته، سنتن کي وٺي، جيتري پنهنجو ٻارهو ڪري ڇڏيان. سو ڪرپا ڪري هلي پنهنجي هٿ سان ڪارج ڪريو. لاڙ جو سفر ته ضرور ڪريو، جو لاڙ جا ماڻهو شراب، مڇي، ماس ڏاڍو ورتائين ٿا. پنهنجي ڪرم ڌرم کان ڀلجي ويا آهن ۽ ٻين ڌرمن ۾ ڪاهي پيا آهن. سو اُنهن کي هلي پنهنجي سٽ ڪرم، ڌرم جي رستي تي لڳايو. هاڻي هلڻ جو جيڪو پروگرام ناهيو، سو مان پنهنجيءَ سنگت کي لکي ڇڏيان.

ستگرو مهاراج جن چيو ته چڱو، اسين ڇهن ڏينهن ۾ توهان سان هلنداسون. توهان ڀلي احوال ڏيئي ڇڏيو. سنت هڏپوري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سارو احوال پنهنجيءَ سنگت کي لکي موڪلائين.

سام جو سنت هڏپوري ۽ ستگرو مهاراج جن سفر لئي ويا. ٻاهن ۽ ڏرڻ، جو سفر ڪري، سج لٿي اچي ستسنگ شروع

ڪيائون. پهرين سنت ٻڌپوريءَ ڏنبوري ني سنتن جي مهما ۽ ويدانت جي اُپديش جي وارتا هلائي چيائين تہ سنت، مهاتمائون سنسار جي جيون جي سڌار لاءِ جگياسين کي آتم گيان ڏيئي، ڪيئن موڪيہ ڪرڻ لاءِ اوتار ڌاري اچن ٿا. اڄ سوامي جن وڏي ڪرپا ڪئي آهي جو اسانجي گهوٽ ننڍي ٻاگي هاڻ لاءِ ارداس قبول ڪئي اٿن. سنت سدائين ديالو ٿيندا آهن. اڄ داس تي وڏي ڪرپا ڪئي اٿن.

### اُت ڪرپال نہ درو هہ چت، سهن شيلتا سار
### سم دم آد اُڪام مت، مردل سرو اپڪار

سنت وڏي ڪرپا ڪندا آهن. هيءَ جيوُ پنهنجي ابناسي گهر کان وڇڙي جنم مرڻ جي چڪر ۾ اچي دکي ٿيو آهي. تنهن کي ست آتم جو گيان ڏيئي، جيوُ پڻو مٽائي، پنهنجي آدي اَبناسي گهر ۾ وري پهچائي، جنم مرڻ جي دک کان ڇڏائين ٿا. جن جي چت ۾ ڪوبہ ڊوهہ ڪونہ آهي، تن کي سنساري جيو ڪيترا ئي دک ڏين تہ ڏهن بہ الهن مان ٻيوريءَ ۽ ماڪيءَ جي مک سمان سارگٽي سنتوش ۾ رهن ٿا. جن پنهنجي من کي وس ڪري ۽ اندرين کي پنهنجي وس ۾ آڻي، وڏوائي ڌارڻ ڪيو آهي، سي پنهنجو اُڌار ڪري، نشڪامي ٿي، مٺو بولي، سچ جو اُپديش ڪري، انت جيون جو ڪلياڻ ڪن ٿا. سنت ٻڌپوري ايترو چئي بس ڪئي. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ٻڪتاري تي ستسنگ ڪرڻ لڳا. ويدانت جي وارتا هلائي چيائون تہ هيءَ جيو آڳ ۾ خوشيءَ سان سنسار جي باغيچي جو الهيءَ ويچار کان سير ڪرڻ آيو تہ ٿورو وقت سير ڪري، وري موٽي پنهنجي اَبناسي گهر ۾ ويندس پر هن سنسار روپي سندر باغيچي ۾ انيڪ پرڪارن جا رنگا رنگي گل ڦل ۽ سندر چت ڏسي، مٺا ميوا کائي، پنهنجو

اباڻو وطن وساري موج مستيءَ ۾ مست ٿي، پنهنجو
اصلوڪو سروپ ۽ ذات ڀلائي ويٺو آهي. جنهن ڪري، هڪڙو
راجا ڪڏهن ڪڏهن شراب پيئندو هو. هڪ ڏينهن رات
جو شراب پيئندي پيئندي، سڄي بوتل پي ويو. متان
وري مٿانئس ڪاڏائين. سو اٿيو تہ اچي نشو ٿيس جو محلات
کان ٻاهر نڪري بزار ۾ وڃي پوليس پهريدارن کي
چيائين تہ مونکي گهڙي ڏيئي ڏيو تہ مان بہ وڃي
پهرو ڏيان. اهو ٻڌي سڀ پهريدار گهٻرائجي ويا ۽ ويچار
ڪرڻ لڳا تہ شايد راجا اڄ گهڻو شراب پيتو آهي. راجا کي
چوڻ لڳا تہ جتي توهان جي مرضي هجي اتي گهمو. راجا
هڪڙو وڏو رستو ڏسي اتي اهو پهرو ڏيڻ لڳو. پنجين لڳي
پرڀات جو ڀنگي انهيءَ رستي تي اچي بزار جي صفائي ڪرڻ
لڳو. راجا ڀنگيءَ کان ٻهارو وٺي چيو تہ تون ٿي پاسي وڃي
صفائي ڪر. مان تو هتي صفائي ڪريان. راجا بزار کي ٻهاري
ڏيڻ لڳو. پوليس وارن راجا جو اهو حال ڏسي اچي وڏي
وزير کي سموري ڳالهہ ٻڌائي. وزير سڌو بزار آيو. ڏسي
تہ برابر راجا ٻهاري پيو ڏي. اهو ڏسي وزير راجا کي چوڻ
لڳو تہ هي پرڀوي ناٿ، هيءَ توهان ڇا ڪري رهيا آهيو؟
ماڻهو ڇا چوندا؟ راجا چوڻ لڳو تہ پري ٿيءُ. مان ڀنگي
آهيان. وزير وري ٻانهن کان وٺي چوڻ لڳس تہ هي حضور،
توهين راجا آهيو. هيءَ ڀنگين جو ڪم ڇو ٿا ڪريو؟ هلو
پنهنجي محلات ۾. تنهن تي راجا وري بہ ڪنڌ مٿي ڪري
چوڻ لڳو تون سڃاڻين ڪين تہ مان هن شهر جو ڀنگي آهيان؟
.. ڪان پري ٿيءُ. وزير سڌو راجا جي محلات ۾ اچي، نوڪر
.. پڇڻ لڳو تہ راجا رات شراب پيتو هو ڇا؟ تہ گهڻو شراب
.. هوس؟ تنهن تي نوڪر چيو تہ سائين، مان راجا کي

شراب جي سڄي بوتل ڏيئي، پٺي ڪري ڪري لڳس. پوءِ جي مونکي خبر ڪانه آهي ته ڪيترو پيتائين. وزير راجا جي ڪمري ۾ ويو. ڏٺائين ته بوتل خالي پيئي آهي. دل ۾ ويچار ڪيائين ته راجا ذات تمام گهڻو شراب پيتو آهي، جنهنڪري تشي ۾ مست ٿي پاڻ کي پلاڻي پهرو ٻه ڏنو اٿس ۽ هيٺ ٻهاري ٻه پيو ڏي. سو جيستائين هنکي شراب جو نشو آهي، تيستائين ڪنهنجي به ڳالهه ڪانه ٻڌندو. تنهنڪري هنکي ڪٿائي ڪاراڻجي ته نشو لهيس، پوءِ پاڻ کي سڃاڻي لهي تيندو. اهو ويچار ڪري، وزير راجا کي ڪٿاڻ وڃي ڪاراڻائين. راجا ڪٿائي ڪائي، وري به ٻهارو ڪڍي صفائي ڪرڻ لڳو. ڏهن پندرهن منٽن بعد، جڏهن ٢-٣ الٽيون ڪيائين، تڏهن سمورو نشو لهي ويس، پاڻ کي سڃاڻي چوڻ لڳو ته مان راجا ٿي شهر پيو ٻهاريان! سوهت مان ٻهارو ڦٽي ڪري، شرم ۾ ٻڏي؛ وزير سان گڏجي پنهنجي محلات ۾ آيو. اشنان ڪري، سنگهاسن تي ويهي وزير کي چوڻ لڳو ته وزير، اڄ ڏينهن کان وٺي مان شراب ڪونه پيئندس.

تنهن هي جيو ست چت آنند راجا آهي. موهه روپي مدرا پي متان ڪسنگ روپي منائي ڪاڏي اٿس. اهڙو ته اناتم اڀمان روپي نشو چڙهيو اٿس جو پنهنجي ست چت آنند روپ کان ڀلجي چوي ٿو ته مان شرير آهيان. ترشنا ۽ چاهنا هن جيو کي چوڪيدار بڻائي، رات ڏينهن مايائي، پهرو ڏياري رهيون آهن. وري اناتم اڀمان ڪري پنگي ٻڌجي اگيان جو ٻهارو ڪڍي، وشين پوڄن روپي گندگي ٻهاري، پاپن روپي ٽوڪرو ڪڍي رهيو آهي.

ست پرش، مهاتمائون ستگرو وزير سمان آهن. اهي هن جيو روپي راجا کي وئراڳ روپي ڪٿائي، گيان روپ گهه ڪارائي

اُنهن اوڏانهن وڃي لهو دور ڪري پنهنجو آلر سروپ لڪائي
ابناسي ديس ۾ پهچائي پرم آنند جي لهر ۾ وهائين ٿا.
انهيءَ وشنه لاءِ ٻولي ستگرو مهاراج جن ستسنگ سماپت ڪيو
۽ ساري سنگت ٻاڙ برسات واري گهر ورتي. اهڙيءَ طرح ٿي ٽي
ڏينهن ستسنگ جي موج لڳايائون. هڪ ڏينهن ستسنگ
سماپت ٿيڻ کانپوءِ ستگرو مهاراج جن سڀني ستسنگين ۽ پريمين
جگياسين کي چيو ته اسان، سڀاڻي اسان سڀ پڊپوريءَ سان
گڏجي ٽنڊي باگي وينداسون. پويان توهان سڀ ستسنگي
ملي ٿيو پر سان ستسنگ ڪندا رهجو ۽ سنت مهاتمائن ۽
مسافرن جي به پريم سان سيوا ڪندا رهجو. ستسنگين چيو سائين
اوهين مهربان ٿي ڪريو. پر ڪرپا ڪري جلد موٽي اچجو،
جو توهان کانسواءِ اسانجو جيءَ لهار اداس ٿي پوندو. پوءِ سڀئي
پريمي پنهنجي پنهنجي گهر روانا ٿيا.

ٻالي ٽيلرام کي به پڌايائون ته سڀاڻي گوال لعل، سرو آنند ۽
گرمکداس کي ولي سنت پڊپوري سان ٽنڊي باگي وينداسون.
ٻئي ڏينهن صبوح جو ۴ بجي اٿي تياري ڪري سفر لاءِ
روانا ٿيا. ان وقت سوامي جن جي اوستا نيهه ورهيه هئي.
ٻهراڙن لاءِ پيرو منڊاي لاهي پاڻ سفر لاءِ لڳا. ۱۲ بجه
منجهند جو اڏيري لعل اسٽيشن تي پهتا، جتان ريل ۾ چڙهي
حيدرآباد اسٽيشن تي اچي لٿا. ۵ بجه بدين لائين واري
گاڏيءَ ۾ چڙهي رات جو ٽلهار اسٽيشن تي اچي لٿا. ساري
رات ٽلهار رهيا، صبوح جو اتان اٺن تي روانا ٿيا. منجهند
جو ۲-۳ بجه اچي ٽنڊي باگي شهر جي ٻاهران هڪ سنڌر باغ
۾ لٿا، جتي شهر جي ساري پنچائت ۽ ستسنگي ڍول واڄا،
دهل شرناڻون ۽ گلن جا هار کڻي اڳ ۾ ئي بيٺا هئا. ستگرو
مهاراج جن کي پيرن پئي گلن جا هار پاتائين، خوش ٿي، ٻنهي

باجا وڄائيندا، ساري شهر مان جلوس ڪڍي بائي ٻڍ ٻوريءَ جي استان تي اچي، وڏي آدرستڪار سان ستگرو مهاراج جن کي آسڻ تي وهاريائون.

شام جو ۴ بجي ننڍي ٻاگي جي پنڊتاڻ پرساد ڪٽي ستگرو مهاراج جن وٽ ڀيرين پئي وينا ۽ حال احوال ڏنائون ۽ ورتائون. تنهن کانپوءِ سنت ٻڍ ٻوري پنڊتن کي چيو ته سنتن وڏي ڪرپا ڪري، ڀيرا پائي نگري پوتر ڪئي آهي. رات جو سيٺي ستسنگ ۾ اچجو ۽ ٻين کي به ٻڌائجو. ستسنگ لاءِ بندوبست پنڊتاڻ ڪيو. رات جو ستسنگ شروع ٿيو. ستگرو مهاراج جن جو ٻڌي ڏاڍي گهڻي خلق آئي. ڀڄن شروعات گوال لعل، سروآنند، گرمکداس ۽ ٻين ڪئي. ننڍي ٻاگي جا ستسنگي ڍڪڙ، ڍولڪون، باجا، ڪنجهيون، دلا، ڪرتال وڄائڻ لڳا. ڪلاڪن اهڙي ته موج مچايائون جو سڀئي پريم ۾ مست ٿي ويا. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ستسنگ شروع ڪيو. "سچو سک پائيندس" جي وشيه تي ٻوليائون. ڀڄن پائين ستسنگ جي مهما تي به ٻي ڀڄن ڳايائون. چيائون ته هن جيوَ جي سک، شانتي ۽ پرمانند جي پراپتيءَ لاءِ ستسنگ جي سمان ٻيو ڪوبه ساڌن ڪونهي.

راهون رام ملڻ جون، آهن اپر اپار
ڪن سيني مان هڪڙي، آهي ساڌ سنگت نروار
ساڌي مل ٿون تن سان، رکي پريم پيار
ته پيکونت جو ديدار، ڏسين پيد پرم رئيءَ.

پرم پد جي پراپتيءَ لاءِ جپ تپ ورت نيم، سنڌيا گائتري يگيه، تيرٿ، دان، آد اننت ساڌن آهن. پر وڏي ۾ وڏو ساڌن ستسنگ آهي. ستسنگ جي رستي ۾ هن جيوکي ڪابه رڪاوٽ ڪانه ٿي پوي. چڱيءَ سولائيءَ سان ستسنگ وسيلي

وڃي امرڌام پهچي ٿو. ٿوري ڪري سڀني کي ستسنگ سان
پيار ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح اپديش ڪري، ستسنگ
سماپت ڪيائون. وري صبح جو ٿورڙي سمي لاءِ ٿوريءَ ڪلاڪ
کن ستسنگ ڪيو. ٿڌن ڪالهوءَ ڪلاڪ کن ستگرو مهاراج جن يوگ
مارگ جي وارتا هلائي. يوگ جي الڳ الڳ جو ورڻن ڪيائون.
يوگ جا اٺ انگ آهن: (١) يم (٢) نيم (٣) آسڻ
(٤) پراڻايام (٥) پرتياهار (٦) ڌارڻا (٧) ڌيان (٨) سماڌي.

(١) يم جا لڇڻ آهن (١) اهنسا (٢) ستيه (٣) استيه
(٤) برهمچريه (٥) اپرگره.

(١) اهنسا: ڪنهن به جيو کي بنا ڪارڻ دک نه ڏيڻ.
(٢) ستيه: سچ سان پريت رکي، سدائين سچ ٻولڻ پنهنجي
سوارٿ ۽ سک لاءِ به ڪڏهن ڪوڙ نه ڳالهائڻ.
(٣) استيه: ڪنهن به شيءِ جي چوري نه ڪجي. بنا
موڪلائي ڪنهن جي به چيز نه کڻجي.
(٤) برهمچريه: سنسار اندر سڀني استرين کي ماتائون،
ڀينر ۽ پٽريون سمجهي گرهستي کي به ايڪادشيون،
چوڏس، اماوس ۽ چنڊ، انهن پڃن ڏينهن کي ڪڏهن
به گرهست مارگ نه ڪرڻ گهرجي. اهڙو گرهستي
سنسار ۾ به برهمچاري آهي.
(٥) اپرگره: گهرج کان وڌيڪ گڏ نه ڪرڻ.

(٢) نيم: نيم جا پنج لڇڻ آهن. (١) شوچ (٢) سنتوش
(٣) سواڌياءِ (٤) تپ (٥) ايشور پرڻيڌان.

(١) شوچ: اندر ٻاهر پوتر رهڻ.
(٢) سنتوش: جيڪي پرڀو ڏنائين، انهيءَ لي راضي رهڻ.
گئو ڌن، گج ڌن، واج ڌن، هور رتن کي کن،
جب مليا سنتوش ڌن، سڀ ڌن ڌور سمان،

(٣) سنڌيا: ويدانت شروڻ ڪرڻ ۽ آتم سروپ جو چنتن ڪرڻ.
(٤) تپ: پارهن اندرين کي وس ۾ رکڻ.
(٥) ايشور پرڻا ڌرن: جيڪي به شڀ ڪرم ڪجن تپ، دان آد ڪجن سي سڀ نشڪام ٿي ايشور گروءِ کي ارپڻ ڪرڻ.
(٣) آسڻ: سنڌيا، گايتري پاٺ، پوڄا ڪجي ته آسڻ ٻڌي ڪرڻ گهرجي. سهج آسڻ، پنگهه آسڻ، پدم آسڻ، انهن تنهي مان جيڪو آسڻ سولو لڳي سو ڪجي.
(٤) پراڻايام: پران، اپان سان ستگرن جي ترڪڻ آپاسنا جو منتر، ايڪانت ۾ ويهي ريچڪ، ڪنڀڪ، پوروڪ سان جپجي. پهرين ٿورو روڪي پوءِ ڏيري ڏيري وڌائجي.
(٥) پرتياهار: من کي اندرين جي ٻاهرمکتا کان هٽائي، انترمک ڪرڻ.
(٦) ڌارنا: ڪمل ورتيءَ کي آتما ۾ لڳائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.
(٧) ڌيان: آتما جو ڌيان ڪرڻ.
(٨) سماڌي: سماڌي ٻن پرڪارن جي آهي. پهرين سو ڪلپ ٻي نروڪلپ.
(١) سو ڪلپ: ترپٽيءَ سهت.
(٢) نروڪلپ سماڌي: ترپٽيءَ رهت.

انهيءَ وشتا ٿي چئي، ست نام ساکيءَ جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون. تنهن کانپوءِ سنت پڌپوري سيٺي سنتن، برهمڻن ۽ ساري سنگت کي چوڻ لڳو ته مان پنهنجي جيٺري ئي ٻارهو تو ڪريان انهيءَ ڪري سنتن کي وٺي آيو آهيان. ٻيا به ڪيترا سنت اچ ايندا. تنهنڪري سپاڻي کان وٺي ٣ ڏينهن شريمد ڀڳونت گيتا جو پاٺ، ٻـ وقت

ستسنگ ۽ ڀنڊارو چالو ليندو. ساري سنگت اچي ڀرپور سان
ڀوڄن نه ڪري، شرڌا نه ڪري ۽ سنتن جو ستسنگ نه سڻي،
ڀوڄن جو جبر ستاءِ ڪري. تنهن بعد ساري سنگت خوش ٿي
ڀاو پرساد وٺي پنهنجي گهر وڃي:

شام جو ٣ بجي ستگرو مهاراج جن اٿي جل پان ڪري ويٺا
ته غلام علي ٽنڊي ڳوٺ جو مهراج منگهو رام هڪ وڏو
ويدانتي گيان وان ۽ ڪوي اچي سنت ٻڌ ٻوريءَ جي
استان تي ٿيو. ٻيا به ڪيترا سنت، ڀالهي ٻڌسن، سجاول،
ٽلهار ۽ ٽنڊي محمد خان جا ٻه آيا. ستگرو مهاراج جن ۽ ٻيا
سنت هڪ ٻئي سان ملي ڏاڍو خوش ٿيا. شام جو ٻاهرين مان
گهمي، رات جو اچي ستسنگ شروع ڪيائون. پهرين ٻين
سنتن ڪلاڪ کن ستسنگ شروع ڪيو. تنهن کانپوءِ ستگرو
مهاراج جن ڪرم تي اپديش شروع ڪيو. چيائون ته ڪرم
ڪرڻ هيءَ جيو سک کي پائي ٿو. جنهن وڻ گلن ڦلن جي
ڇڪڻي وڌندو آهي، تنهن هيءَ جيو به سڀ ڪرم ڪرڻ
ڪرڻي وٺي ٿو. سو ڪرم ٻن پرڪارن جا ٿيندا آهن.
(١) ويد رهت (٢) ويد ٽڪڻ. ويد ٽڪڻ ڪرم ڪڏهن به
نه ڪرڻ گهرجي. سڀئي سنتن، مهاتمائن، ويدن شاسترن، چوري،
هنسا، جوئا، ڪوڙ ڳالهائڻ، شراب، مڇي، ماس کائڻ جهڙا
ٻيا به جيترا پاپ ڪرم آهن تن جي منع ڪئي آهي. اهي
بلڪل نه ڪرڻ گهرجن: شراب پيئڻ، مڇي ماس کائڻ سان،
انهن ڪرڻ ملين ٿيندو. انهن ڪرڻ ملين ليڪ ڪري، هيءَ جيو
ڪيترا پاپ ڪرڻو. جهڙو اَن تهڙو من. انهيءَ ڪري شڌ آهار
۽ شڌ وهنوار ڪرڻ گهرجي. اسان ٻڌو آهي ته لاڙ جا ماڻهو
شراب، مڇي، ماس، گهڻو واپرائيندا آهن. سو اهو ڪاڏو ويتو
سلو ڪرڻ آهي. ليڪي شاستر نه چوندو ته:

جوڳ سنگت تي ڌرم ڪاٺ، ڌئي ٻپت سهي ٻن؛
ماس سنگ اڪ ڀوپ ڀئيو، ٻڪ ڏيو سراپ من؛
يادوءَ نندن ناس ڀئي، مڏو پان ڪريو جب،
ڪريچڪ تي شت پران، ڪام ڪر ناس ڀئي سب؛
مرگيا ڪر پريڪت هيتو، چوري ڪري شو ڀوپ هت،
ٻن ٻر ناري ڪي پريت ڪر،
سڀس ديئي دس لنڪ پت.

يعني: جوئا ڪرڻ ڪري، پنجئي پانڊو ۽ ڌروپدي؛ ١٢ ورهيه ڦل ڦول کائي، ڀٽڪي اڳهاڙي بن جا ڏک ڀوڳيا. تيرهون سال راجا وراٽ وٽ لڪي، مزوري ڪيائون. ماس جي کائڻ ڪري، هڪ راجا ڏک پاتو.

هڪڙو راجا تمام گهڻو ماس کائيندو هو. ماس سان تمام گهڻي پريت هوندي هئس. هڪڙي ڏينهن وٽس هڪ مهاتما آيو. راجا مهاتما کي به ماس جو ڀوڄن آڻي ڏنو. مهاتما ماس ڏسي، ٻري ويهي چوڻ لڳو ته هي راجن، تو وڏو پاپ ڪيو آهي، جو منهنجي لاءِ ماس جو ڀوڄن آندو اٿيئي. هاڻي جي تون ماس کائڻ ڇڏي ڏين ته توکي معافي ڏيان، نه ته ڏاڍ ڏيندو سانءِ. راجا چيو ته مان ماس کائڻ ڪين ڇڏيندس. تنهن تي مهاتما سراپ ڏنس ته پاپي، تون ٻئي جنم ۾ ٻگلو ٿيندين. سو انهيءَ سراپ ڪري راجا ٻئي جنم ۾ ٻگلو ٿيو ۽ تلاءَ ۾ مڇيون کائڻ لڳو. شراب جي پيئڻ سان يادون جو سڄو ڪل ناس ٿيو. ڪام جي اچا زڪي، بدنيت ڪرڻ ڪري، راجا ڪريچڪ آدي وراٽ جا هڪ سو سالا ناس ٿي ويا. هنسا ۽ ڪروڌ جي ڪري، راجا پريڪشت کي نانگ ڏنگيو.

هڪ ڏينهن راجا پريڪشت هرڻ ۽ شينهن جو شڪار ڪري

ڇهنگل ڪان موٽي شهر ڏانهن اچي رهيو هو ته واٽ تي پياس لڳس. انهيءَ رستي تي رشي رهندا هئا. سو پاڻي پيئڻ جي ارادي سان هڪ رشيءَ جي ڪٽيا ۾ گهڙي پاڻي گهرڻ لڳو. پر رشي جو ڌيان ٻي طرف هو، جو هو پنهنجي ترڪلپ سماڌيءَ ۾ ويٺو هو، تنهن راجا کي ڪوبه جواب ڪونه ڏنو. راجا ٻه-ٽي دفعا وري به پاڻيءَ لاءِ چيس، پر رشيءَ ڪوبه جواب ڪونه ڏنس. تنهن تي راجا ڪروڌ ۾ اچي ويو. گهوڙي تان لٿو. اتي هڪ مئل نانگ ڏٺائين. ڏنڊ جي نوڪ سان نانگ کڻي رشيءَ جي ڳچي ۾ وجهي، گهوڙي تي چڙهي روانو ٿيو. ايتري ۾ پرلڪي رشيءَ کي خبر پئي ته راجا پريڇت منهنجي پتا کي ڳچي ۾ نانگ وجهي ويو آهي. سو جل هٿ ۾ کڻي راجا پريڇت کي سراپ ڏنائين ته ستين ڏينهن تو کي تڪشڪ نانگ ڪاٽي ماريندو.

پر ناريءَ سان پريم ڪرڻ ڪري تنهنجا جو راجا راڻي ساري لنڪا سميت ناس ٿي ويو. سوال، جوئا، ماس، شراب، چوري جيو هتيا، پر استريءَ جي سنگ ۽ ڪروڌ سبب اهو جيو ناس ٿي وڃن ٿا. سو انهي لاءِ ڪرم ڪاڏهين به ڪرڻ نه گهرجن. مڇي کائڻ وڏو پاپ آهي.

ڪبير صاحب جن چيو آهي ته:

ڪل پر مڇلي کات هئي، ڪوٽ گئو ڪري دان،
ڪاشي ڪروٽ جا مري، تو ڀي نرڪ ندان.

يعني جو ٿورڙي به مڇي کائيندو، سو پاپ جو ڀاڳي ٿيندو. انهيءَ پاپ لاهڻ لاءِ ڪتو پرڀاتي، اُن، سون آدي، ڪيترو به کڻي دان ڪري ۽ ڪاشيءَ ڪروٽ ۾ وڃي، سيس ڪٽائي، ته به اهو پاپ لاهي ڪونه سگهندو ۽ سڌو نرڪ ۾ ويندو. انهيءَ ڪري، مڇي ماس نه کائڻ گهرجي ۽ ٻڪي دوائن لي ٻاهرين چاڙهڻ گهرجن. ڪوبه اهڙو نشو ڪرم نه ڪرڻ گهرجي.

ڏم جنهن ڪرم جي آگيا سنت، شاستر ڏين اهو ڪرم ڪرڻ گهرجي. يگيه، هون، تپ دان، ورت نيم، تيرٿ، سنڌيا، گايتري پاٺ، پوڄا ۽ ٻيا شڀ ڪرم ڪرڻ، نشڪام ٿي ڪرڻ گهرجن. انهيءَ وشيه تي ستگرو مهاراج جن اپديش ڪري، ستسنگ سماپت ڪيو. ڪيترن ماڻهن ڪان مڇي ماس ڇڏايائون تنهن کانپوءِ سنت ٻڌپوريءَ اُتي جيو ته اڄ اساڃي نگريءَ جا ڀنيه جاڳيا آهن، جو ڪيترا سنت مهاتمائون پڌاريا آهن. سوامي ٽيئون رام صاحب جن جيڪو شڀ ڪرم ڪرڻ جو اپديش ڪيو آهي، سو ٻڌي مان ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. ڀريان هن جيو کي پنهنجي اُنتهه ڪرڻ جي پولرتائي لاءِ، سڀ ڪرم ڪرڻ گهرجن. توهان هيءُ ٿي ڏينهن ٽ ندي وهدوار کي هٽائي، سنتن جو سنگ ڪري، پنهنجي مَنش چولي جو اُڌار ڪريو.

صبوح جو مهراج ٻڌپوريءَ شريمد ڀڳونت گيتا جو پاٺ آرنڀ ڪرائي ستسنگ شروع ڪرايو. ستسنگ جو پرسنگ هو ڪرم ۽ اُپاسنا. ڀريائين مهراج منگهرام پوءِ ٻين سنتن ۽ آخر ۾ ستگرو مهاراج جن اُپديش ڪيو. چيائون ته جئن ڪو برتڻ قلعي ڪرائڻو هجي ته ڀريان اُنکي ڌوئي صاف ڪري، پوءِ قلعي گر کي ڏبو آهي. قلعي گر اُن کي ڪڪري ۽ لوهه جي پٽيءَ سان خوب گهٽي ڪٽ لاهي، پوءِ قلعي لڳائيندو آهي ته يڪدم قلعي چڙهي ويندي آهي ۽ برتڻ ۾ تمام سندر ٿي پوندو آهي. اهڙيءَ طرح جگياسوءَ کي ٻه ڪرم ڪري پنهنجي انتهه ڪرڻ مان پاپن روپي ڪچرو ڪڍي پوءِ ستگرو روپي قلعي گر جي ڪوچ ڪرڻ گهرجي. پورڻ ستگرو ڇا کي ٿو چئجي؟ جو برهم نيشٺي ۽ برهم سروٽري سداچاري هجي. يعني آتم سروپ ۾ نشٺا هجيس ۽ ويد شاستر جو به ڄاڻو هجي. جيڪو جگياسوءَ جون شنڪائون، سپنا،

اسان جي لاڙ ملڪ جا وڏا ڀاڳ جاڳيا آهن، جو توهان پيرا
گهمائي پوتر ڪيو آهي. هاڻي ڪرپا ڪري ٻندي غلام عليءَ
هلي، اسان جي ڪٽيا کي به پوتر ڪيو ۽ ساري شهر کي
نام جي ڇپائي نهال ڪريو. بدين، ماتلي ۽ ٽلهار جي ستسنگين
پڻ ستگرو مهاراج جن کي ونتي ڪئي ته اسانکي رستي ۾
اوراڳهي نه وڃجو. اسانجي نگرن ۾ به پنهنجا چرن ڪمل
گهمائي پوتر ڪجو. ستگرو مهاراج جن کين چيو ته توهان
اسان سان گڏجي هلو، يا ٻندي غلام عليءَ اچجو، ته نه ڇڻيءَ
رستي اوهان کي احوال ڏينداسون. اهو ٻڌي، ٻندي باڳي
جي ستسنگين چيو ڪرپا ڪري، اسان وٽ مهينو کن رهو.
هيءَ ٽي چار ڏينهن ته توهان سمت پد پوريءَ وٽ رهيا
آهيو. هاڻي اڄ کان وٺي اسان وٽ پڌرن ڪريو اسان پريمين
جا سوال پورا ٿين. تنهن کانپوءِ ٻندي غلام علي ۽ ٻين پاسن
وڃجو. ستگرو مهاراج جن مشڪي کين چيو ته توهان جو پريم
۽ شردا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. پر ايترا ڏينهن ڪو نه
رهي سگهبو، ڇو جو هت سيڏي پريمين وٽ به ٻه، ٽي
ڏينهن وڃڻو آهي. تنهن ڪري، ٻه چار، ڏينهن پيا به رهون
ٿا. پوءِ مهراج منگهر رام کي چيائون ته اسانکي ٻه چار ڏينهن
هتي لڳندا. پوءِ پهرين توهان وٽ هلنداسون. تنهن تي
مهراج منگهر رام خوش ٿي، چيو ڏاڍو سٺو! اسان وڃي ٿا
اُتي بندوبست ڪريون. هڪڙو ستسنگي هتي ڇڏي ٿا
وڃون جو توهان سڀني کي وٺي ايندو. اهڙيءَ طرح، هفتو
کن پيو ٻه ٻندي باڳي ۾ لڳي ويو. ڀائي تيرٿداس، جهامن داس
۽ ڀائي لعل جو اچڻو هو ۽ پيا به ڪيترا ستگرو مهاراج جن
جا جگياسو ٿيا. ان بعد ستگرو مهاراج جن پنهنجي منڊليءَ
سميت سمت پد پوريءَ سان گڏجي، ٻندي غلام عليءَ روانا

جيو آتما، ساکي ۽ برهم، هڪڙو ئي روپ آهن. اهي
۽ ٽوري مالا ۾ ڀيد ڪونهي. راڳ، دويش آدي وڪار،
بڌيءَ جو ڌرم آهن. جيڪي، جيوَ آتما ۽ برهم ۾ ڀيد سمجهن
ٿا، تن جي مت آنڌي آهي. جيوُ، برهم جو سو روپ آهي.

ستگرو مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي مهراج منگهرام
ڏاڍو خوش ٿيو. رات جو ستسنگ ۾ ڪيترن ٻين ڳوٺن
جا پريمي به آيا. اهڙيءَ طرح، ستگرو مهاراج جن ١٢-١٣
ڏينهن اُتي رهيا، ستسنگ ۾ ڌرم ۽ ويدانت جو پرچار ڪيو
۽ ڪيترن ماڻهن کان شراب، مڇي ماس ڇڏايو. ڪيترائي
ستگرو مهاراج جن جا جگياسو ٿيا. تنهن کانپوءِ ستگرو
مهاراج جن بدين روانا ٿيا. اُتي راڌي شيام منداڻيءَ ۽ ٻين
سڌن ڏاڍي پريم سان سواگت ڪيو. چار ڏينهن رهي،
سٺ ڪرم ۽ ڌرم جو پرچار ڪري، ٽلهار روانا ٿيا. ٽلهار
۾ شام جو سنتن سان گاجي ٺلهيءَ جو سير ڪري آيا رات
جو ستسنگ ڪيائون. پهريان ٻين ساڌن ۽ پوءِ ستگرو مهاراج جن
اُپديش شروع ڪيو ۽ سٺ اُپديش جي وارتا هلايائون.
چيائون ته هي منش چولو الترامي ڀڄن ڪرڻ لاءِ ڏنو آهي،
ڇو جو ڀڄن ڪري ڀڳوان سان ملڻو آهي. هيءَ جيئن چوراسي
لک جونين ۾ ڀڄن ڪري ڪين سگهيو ۽ نڪو ڀڳوان سان
ملي سگهيو. منش چولي کانسواءِ هي جيوُ ڪنهن ٻه جنم
۾ پنهنجو اڌار ڪري نٿو سگهي. منش جنم ۾ ٻه ڪم
ڪرڻ گهرجن.

يا نج آتم گيان هو- يا هو پر اُپڪار،
تيئون جس ۾ يه نهين- مانش سو بيڪار.

هن آتما جو گيان ڏجي، يعني پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي،
ڪير آهيان ۽ ڪٿان آيو آهيان؟ ڪيڏانهن ويندس؟

سنسار ڇا آهي؟ ڀڳوان ڪنهن کي ٿو چئجي؟ ۽ هوُ ڪٿي ٿو رهي؟ من ڪهڙي وستو آهي؟ ڪال ڪهڙي چيز آهي؟ جمي ڪير ٿو ۽ مري ڪير ٿو؟ انهن ڏهن ڳالهين جي ستگو جي دواران ڄاڻ وٺجي ۽ پنهنجو پاڻ پورن ريت سڃاڻجي. پيو سدائين پر اُپڪار يعني ٻئي جي ڀلي ۽ سک لاءِ رات ڏينهن لڳو رهجي. جنهن جيوَ پر اهي به ڳالهيون نه ڪونهن، سو سنسار ۾ بيڪار مردي سمان آهي.

آتما روئـي جيو لوڪي - اُسهن ڪونه جيونـي مانوا،
پـرم پـر اُپڪارا ارٿـايـ - يـسو جيوي سجيوي.

جيڪو ٻئي جي سک ۽ ڀلي لاءِ جيئي ٿو، سو سنسار ۾ جيئرو آهي. تنهنڪري سدائين پنهنجي سوارٿ ۽ سک کي تياڳي، ٻين جو ڀلو ڪجي ۽ سڀني جيون کي سک ڏجي. ستسنگ سماپت ٿيو. اُلي به ڏينهن رهي، سڀني پريمين کان موڪلائي ماليئ پهتا.

ماليئ ۾ به ست ڪرم جو اُپديش ڪيائون، چيائون ته هي جيو ڪرمن جي ڪري ئي سک، دک ڀوڳيندو. ڪرم ٻج سمان آهي. زمين ۾ جهڙو ٻج پوکبو، تهڙوئي ڦل ملندو. تئن ئي هي جيو به جهڙو ڪرم ڪندو، تهڙوئي ڦل ڀوڳيندو. تنهن ڪري، سدائين يگيه، دان، تپ، ورت، نيم، پر اپڪار آد شڀ ڪرم روپي ٻج پوکڻ گهرجن ته ڪو نه ڪو انگور پيدا ٿي پوندو، جو ڄڳان ڄڳه پيو کائبو. پرلوڪ لاءِ به شڀ ڪرمن کي متر بڻائڻ گهرجي.

ديس انتي ڪرذاتي سيوا - ڳڏين ڪو سنتڪار.
شيل سنتوش، پر سوارٿ رت -
ڪرم يوگ اُرڌار،

بکي کي ٽڪرا، پياسي کي پاڻي-
ڏيجي پتا اتي ڪار،
ڪنن سمي ۽ هونگا سنگي-
يي ٿيرا سرشٽ آچار.

مطلب ته پنهنجي ديس جي واڌاري لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي. سڀني جيون کي ڀڳوان جو روپ ڄاڻي، سيوا ڪرڻ گهرجي. پر مکيه پنهنجي ذاتيءَ جي سيوا ڪرڻ گهرجي. گيان وان ڪٺي مهاتمائن جو ٿي، من ۽ ڏن، واٿيءَ سان ستڪار ۽ سيوا ڪجي. شيل معنيٰ سڀني سان پريم ڪجي. ڪنهن کي ٻريو ٺاڻي، تنهن کي راضي رکجي. هن کي سکي ڏسي خوش ٿيڻ گهرجي. ڏکئي کي روئي، ڏکي کي ڪيڙو، ڪٽي آهر لائي ڏسي ڏيڻ گهرجي. انهيءَ ڪال ۾ پراوت جي رستي ۾ هن جيو جا اهي شب ڪرم سگهي ٿي ڪين سک ڏيندا. انهيءَ لمولي چار ڏينهن ماڻليءَ ۾ رهي ڌرم ڪرم جو پرچار ڪري، پنهنجي ڳوس ڪنڊ وءِ پريتا. ستگرو مهاراج جن ماتا ڪرشنا ۽ ڀائي نهلرام سان ملي اچي وٺا ته ايتري ۾ شهر جا ڪيترا ستسنگي پريمي اچڻ لڳا، جو جو ستسنگ جو وقت ته اچي ٿيو هو. ستگرو مهاراج جن جي اچڻ جي خبر ساري شهر ۾ پهچي وئي هئي. مکي پريمي ۽ پنچ ولي پرساد ڪٺي، ملڻ آيا. درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيا. چوڻ لڳا ته هي پريو، توهان ڪالهوڪ اسان ڏاڍو اداس ٿي پيا هئون تا. ڪرپا ڪري، پنهنجي نگريءَ کان ٻاهر نه وڃو. ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ٻاهر وڃڻ جي ڳالهه ڪي ڪانهي اچا ڪانهي، پر جيتي پرالبد دائو پائي لکيو آهي اتي ضرور وڃڻو پوندو. اسان خيال ڪيو هو ته نيدي ڀاڪي مان ٿي موٽي ايندا سون. پر اتي ٻين شهرن جي پريمين نه ڇڏيو، جنهن

ڪري اوڏانهن وڃڻو پيو ۽ اُتي ٿورا ڏينهن رهڻو پيو. اتي ٻه ٽي ڏينهن پوءِ انهن مهيني سوا لڳي ويو. اتي
ئي ستگرو مهاراج جن ستسنگ شروع ڪرايو. ڀرين سنت
پدپوريءَ ۽ انهن ڪاپوءِ. ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪيو.
پرالبڌ بابت وارتا هلي. تنوارت، ڀاوي پربل چيائون.
سنسار ۾ ڇهه ڳالهيون پرالبڌ جي وس آهن:

(١) گهاٽو واڌو (٢) جس اپجس (٣) جيئڻ مرڻ. انهن ڇهن
ئي کي ڪوئي به هٽائي نٿو سگهي. مطلب ته شرير جي
پرالبڌ اوس هن جيو کي ڀوڳڻي آهي ۽ ان کي ڪير به هٽائي
نٿو سگهي. ڪرم ٽن پرڪارن جا آهن:

(١) سنچت (٢) ڪريمان (٣) پرالبڌ.

(١) سنچت يعني انيڪ جنمن جا ڪيل ڪرم.

(٢) ڪريمان يعني جيڪي ڪرم ڪري رهيا آهن.

(٣) پرالبڌ يعني جن ڪرمن لئي هي شرير مليو آهي.

ڪريمان ۽ پرالبڌ ستگرن جي ڪرپا سان آتم گيان حاصل
ڪرڻ سان ناس ٿي وڃن ٿا. باقي سنچت پرالبڌ ڪرم، جن
شرير پيدا ڪيو آهي، سي ڀوڳي پورا ڪري ڪرمن جو بندن
ڪاٽي، جنم مرڻ جي ڦيري کان ڇٽي سنسار ۾ جيون مڪت
ٿي وچرڻ گهرجي. ان وشيه تي اپديش ڪري، ستسنگ
سماپت ڪيائون ۽ پريمي ڀاو پرساد وٺي گهر ويا.

هڪ ڏينهن سنت مينگهورام ٻيرانيءَ وارو، پنهنجي منڊليءَ
سميت اچي ستگرو مهاراج جن وٽ لٿو. ستگرو مهاراج جن
وڏي آدرستڪار سان کين آسڻ ڏيئي وهاري خبر چار پڇڻ
لڳا. سنت مينگهورام چيو اسان مهڙن ۾ هڪ پريميءَ وٽ
سندس سوال تي آيل هئاسون. اتي ويچار ڪيوسون ته ڪنڊو
ويجهو آهي. سو سنتن جو درشن ميلو ڪندا وڃون ۽ ڦيڻ
جي ميلي لاءِ به سنتن کي وٺندا وڃون. انهيءَ ڪري

سوير صبح جو مڱڻ مان لڪري لوهاڻ وٽ آيا آهيون، سو
لوهاڻ ڪريا ڪري ضرور درشن ڏيندا. ستگرو مهاراج جن
چيو ته اسان ته راند لاءِ ملڪ جو سفر ڪري، موٽيا آهيون.
جي اَن جل ٺوليدو ۽ هتي ڊولداسون ته لوهاڻي ڦڪڙا جي
ميلاپ لي ضرور ايندا سون. شاهه جو سمت ڀاڳ ۽ گيان چرچا ۽
رهاڻ ڪرڻ لڳا.

سنت ڀڳ ٻوري: هي جيو آتما ست چت آنند سروپ
اَبناسي آهي، اُن ۾ دک سک، اچڻ وڃڻ، جنم مرڻ ڪونهي
نه ٻولڪ ۾ ڪم لو وڃي، ڪم آو حساب ڏي ۽ ڪير لو
چوراسيءَ ۾ اچي دک سک ڀوڳي ۽ نرڪ سرڳ ڀوڳي؟

سنت ميگهو رام الر ڏنو: هيءُ جيو برابر ابناسي آهي جنهن
۾ اچڻ وڃڻ برابر ڪونهي، پر پڻهنجي واسنا ۽ ڪرمن ڪري
ئي چوراسيءَ ۾ اچي نرڪ سرڳ ۽ دک سک ڀوڳيندو.

سنت ڀڳ ٻوري: جي هن ابناسي جيو ۾ ڪرم ۽ واسنا آهي
نه ٻوءِ ابناسي ۽ ڪرمي ڪيئن چئبو؟

سنت ميگهو رام: جيو ڀرڻ برابر لهه ڪرمي هو ٻه ٻوءِ
شڀ اَشڀ ڪرمن جي ڪري، دک سک، جنم مرڻ جو
ڀاڳي ٿيو آهي.

سنت ڀڳ ٻوري: جيڪا شيءِ اچي وڃي ٿي ۽ گهٽي
وڌي ٿي ۽ بدلجي ٿي، سا نه مٿيا آهي. پر هي جيو آتما جو
ابناسي آهي، تنهن ۾ اچڻ وڃڻ ڪونهي! اهو ويدانت جو
سڌانت آهي. پر جي اچي وڃي ۽ ڪرمن جي ڪري بدلجي
۽ حمي موب ته ٻوءِ ابناسي ڪيئن چئبو؟

سنت ميگهو رام: سرير پنجن تتن، آڪاس، وايو، اگني،
جل ۽ پرٿويءَ جو ٺهيل آهي ۽ شمشان ۾ جلي ڀسم ٿي وڃيندو.
تت تتن سان ملي وڃن ٿا. ايو سو ٻه آهي سوکم سرير جو

سترهن تتن - پنج گيان اندريون، پنج ڪرم اندريون، پنج پران، من ۽ ٻڌي جو ٺهيل آهي. اُهيءَ سان ملي جيو سپن اوستا ۾ ڪاٺي پئي، سمهي وهي، ڦري ٿو، يعني اننت پرڪارن جو وهنوار ڪري ٿو. ٽئين جيو سوکيم سرير سان ملي پرلوڪ ۾ اچي وڃي ٿو ۽ چوراسي لوکي اننت جونين ۾ ڦري ٿو.

سنت ٻڌپوري: جيو سوکيم شرير جي آڌين تي يا ڪرمن جي آڌين تي يا پنهنجي خوشيءَ سان اچي رهي ٿو؟

سنت ميگهورام: هي جيو ڪرمن جي ڪري سوکيم شرير سان ملي اچي وڃي ٿو. جڏهن ڪرم سميت سوکيم شرير آتما جي گيان سان ناس ٿي ويندو تڏهن جيو آتما اچڻ وڃڻ جي اندن کان ڇٽي مڪت ٿي ويندو.

سنت ٻڌپوري: تنهنجي معنيٰ ته هي جيو ست چت آنند مڪت روپ نه ٿيو. پر شاستر چون ٿا ته: جيو ڪر سروپ ات آنند ڪهت ويد يعني جيو جو سروپ ست چت آنند آهي، جنهن جيو آتما ۾ ڪوبه اچڻ وڃڻ ڪونهي سدا مڪت روپ آهي. اِتي سنت ميگهورام سوامي ٽيئون رام مهاراج جن کي چيو ته هاڻي توهان به ڪجهه ٻڌايو.

تڏهن ٽي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته توهان ٻئي سچا آهيو هيءُ جيو ست چت آنند گهن، اُبناسي آهي. واسترو هيءُ جيو آتما نه اچي ٿو، نه وڃي ٿو. اُوديا جي ڪري آتما ۾ جيو نالو پيو آهي. اُها اُوديا به ڪا شيءِ ڪانه آهي صرف ڀرم ماتر آهي. سو اُچڻ وڃڻ، جنم مرڻ به خالي ڀرم ماتر آهي. اگيان ڪري ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جئن ڪو سيٺ جي لاءِ سرون، چدو، لوهه، ڪاٺ، سارو سامان ٻاهران گهرائي جڳهه ٺهرائي ٿو. جڳهه ٺهي وڃڻ ڪانپوءِ، آڪاس بہ ٺهي وڃي ٿو. وري جاءِ جي ڊهي پوڻ ڪري اُهو آڪاس ڊهي

ڪوڙ ٿو، جنهن جو لڪن آهي، ڇو جو آڪاس ۾ اچڻ وڃڻ ڪونهي، ۾ جڳهه جي اُباڌيءَ ڪري ڏسڻ ۾ آيو ته آڪاس اچي وڃيٿو. جنهن کي گهاگهر ڪڍي ڪوهه تان پاڻي ڀري اچيٿو ته اهي گهاگهر ۾ پولار يعني آڪاس پاڻيءَ سان ڀرجي اچيٿو. اهو به گهاگهر جي اُباڌيءَ ڪري ئي ڏسڻ ۾ آيو ته آڪاس کوهه ئي وارو ۽ ورب ڀرجي آيو. پر واسطو ۾ آڪاس ۾ اچڻ وڃڻ ڪونهي. خالي اُباڌي ڪري ڏسڻ ۾ اچيٿو، تئين هن جيو آتما ۾ به، اچڻ وڃڻ ڪا متجڻ ڪونهي، پر تنهي سرير ستول، سوکم ۽ ڪارڻ جي اُباڌين ڪري ڏسڻ ۾ اهين پيو اچي ته جيو اچي وڃي ٿو. باقي واسطو ڪو آهير آهي ۽ ڪو وڃي ٿو.

تنهن تي سنت هڏپوري ڇيو ته ٻوءِ ڪو ٻج ڪو پاپ ڪو پرلوڪ، ڪو ڌرماءِ، ڪو ليکو، اڪو چوڪو، جهڙو پاپي لهڙو ٻجي، ۾ شاستر جو چوڻ ڪا مٿي ڪالهوءِ، تنهن ڪي پاپ ٻج جو حساب، پر لوڪ ۾ ڏيڻو آهي، پوءِ ڪڏهن اهو ڪير ڏيندو؟ جي حساب ڪتاب ڪراهي ته شاستر ڪوڙا ڇٿا. سنت ميگهورام جن وراڻيو ته هيئنر ڏير تي وٺي آهي. هلو ته ٻاهر ۽ درياهه تان سير ڪري اچون. اُهيءَ ڳالهه جووري سياڻي ڀحلو ڪنداسون.

ايترو چئي سيئي گهمي ڦري اچي ستسنگ ڪياون. رات جو ستسنگ سماپت ٿيڻ بعد ستگرو مهاراج جن ڇيو ته جيڪي به ٻاهر جا مهمان ستسنگ ۾ آيل آهن، سي سڀ ڏيئي پيداري ۾ روٽي کائين. تنهن ڪالهوءِ ستگرو مهاراج جن سڀڏي ستن مهمان ڪي روٽي ڪارائڻ لاءِ پنگت ۾ ويهاريو ته ايتري ۾ ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن ڪي ڀاڻ وٽ سڏ ڪري چوڻ لڳي ته اٻا، روٽي ته صرف ٤٠-٥٠ ماڻهن لاءِ مس

تيندي، پر ڏسان ٿي ته ٻه اڍائي سو ماڻهو ويٺا آهن. سو هاڻي ڪيئن ڪريون؟ اٽو ۽ چانور ٻه گهر ۾ ڪوهن جو ڪٽي رڌي وٺون. هاڻي جئن چئو تئن ڪريون. ستگرو مهاراج جن چيو ماتا، توهان ڪائي چنتا نه ڪريو. ڪارائڻ وارو پريو پاڻهي سڀني کي کارائيندو. ايترو چئي ستگرو مهاراج جن پاڻيءَ جو لوٽو ڀري ست نام ساکي چئي، ڀنڊاري تي ڇنڊو هنيو. چادر ڀنڊاري جي مٿان وجهي، منگهن ڀڳت کي چيائون ته تون سيواڌارين کي پائي ڏيندو وڃ. سيواڌاري پنگت ۾ ويٺل سادن، مهمانن کي کارائڻ لڳا. جڏهن سڀني مهمانن جي ساري پنگت پوڄن ڪري اٿي تڏهن ستگرو مهاراج جن سيواڌارين کي فرمايو ته ٻاٻا، ٻاهر در تي ١٥-٢٠ فقير ويٺا آهن. انهن سڀني کي به اچي وهاري پاٿلون ڏيئي پوڄ ڪرايو. سيواڌارين فقيرن کي ٻڙار ۾ وهاري کارايو. ستگرو مهاراج جن ۽ سيواڌارين ۽ ستسنگين رسوئي کاڌي. پوءِ ڀرامي چادر لاهي ڏسن ته اڃا ڀنڊار، سڀني جي کاڌو بچيو پيو آهي. اهو ٻاهر ڪڍي جيون کي ڏناڻون. تنهن کانپوءِ ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته ٻاٻا، هيءَ ته ڀڳوان جي وڏي قدرت ڏٺي اٿئون جو چاليهه، پنجاهه ماڻهن جي کاڌي مان ٻه، ٽي سو جڻا کائي ويا، ته به بچي پيو. ستگرو مهاراج جن چيو ماتا، اهڙي نسمي ۽ موقعي تي ڀڳوان پاڻ اچي کارائيندو آهي. اهو ٻڌي، ماتا چوڻ لڳي ته اڄ ته ڀڳوان پنهنجي ڪرپا ڪري کارايو، پر سڀاڻي لاءِ گهر ۾ ڪجهه به سيڌو ڪونهي. ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته اما، تون ويچار نه ڪر. جنهن اڄ کارايو آهي، سو سڀاڻي نه کارائيندو ڇا؟ صبوح ٿئي، پوءِ ڀڳوان مڙيوئي چڱي ڪندو. ايترو چئي ستگرو مهاراج جن وڃي آرامي ٿيا.

صبوح جو ٤ بجي اٿي، ستگرو مهاراج جن ڏندڻ پاڻي

ڪري، ٻنهي جي لڄ سروپ سماڌي ۾ استٿ ٿيا. ٦ بجي
سيني سنتن مهاتمائن، مهمانن کي وٺي، درياهه تان اشنان
ڪري ٧ بجي گهر موٽي آيا ته ڀائي مينگهارام، سيٺ ڇبلداس
جو پٽ، چانور، اٽو، گيهه، کنڊ ۽ ٻيو پنساري جو سامان
کڻائي آيو ۽ ستگرو مهاراج جن کي وينتي ڪيائين ته اڄ، ڏينهن
رات اسان جي ٻارن ڀنڊارو هلائجو. جي ٻيو نه ڪيو ته
شيواداري کي موڪلي گهرائي وٺجو. ستگرو مهاراج جن ڇهه
ڄڻا آيا. ڀائي مينگهو خوش ٿي گهر ويو. ستگرو مهاراج جن
ماتا ڪرشنا کي چوڻ لڳا ته اماڻ، ڏس، ڀڳوان هيءُ سيڌو
ڏياري موڪليو آهي. توهان ڀوڄن تيار ڪرايو ماتي ڀوڄيءَ
ڀوڄن تيار ڪيو ۽ ١١ بجي ستگرو مهاراج جن سمت مهمان
روٽي کائي آرامي ٿيا.

وسوٽيءَ بعد، ڀائي ٽهلرام اچي چوڻ لڳو ته هن سال ۾
۾ نقصان پيو آهي. باغيچو ۾ چڙهيو ويو. هتي جو حال ۾
ڪونهي. وڻڻ ته ڏسڻ ۾ ڏاڍا سٺا ٿيا آهن، پر منجهن مال
ڪونهي. ٻاجهريءَ مان ٻيل ۾ ڪين ٿيندي. دڪان جو ۾
حال ڪوڙو لو ڏسڻ ۾ اچي. ٻه هزار روپيه اڳ ۾ قرض ڪڍيو
آڻيون. هڪ هزار ڪن هن سال ۾ ڪڍيو آڻيون. سو هاڻي ٣ هزار
روپيه ته ڏيڻا آهن. توهان اڄي ستر پيا ڪريو، قرض ڪٿان
ڏيو؟ ٻنهون چڙهون، ڇا ڪريون؟ مان هڪ جٿو ڇا ڪندس؟
ڪجهه مدد ڪري هيءُ قرض ته لاهيو. اڳتي جيئن توهان جي
مرضي. ستگرو مهاراج جن پنج منٽ شانت ڪري، دل ۾
ويچار ڪرڻ لڳا ته ڀائي ٽهلرام جيڪي چوي ٿو، سو ٺيڪ
آهي. جي هيتر اسان هليا وينداسون ته ماڻهو چوندا ته قرض
کان ڀڄي ويا. ڀائي ٽهلرام کي ٻه چنتا ٿيندي. لهنڪري
قرض لاهي پاڻ کي آجو ڪري، پوءِ هن لنگريءَ کي ڇڏڻ

گهرجي ۽ ٻئي هند، جهنگل ۾ ڏيرو ڪرڻ گهرجي. هتي هاڻي شهر جي ماڻهن جو پريم ۽ شردا تمام گهڻي ٿي آهي. تنهن ڪري هنن کي پريم ۾ ٿي ڇڏڻ گهرجي ته سندن پريم وڌندو رهندو ۽ ساريءَ لنگريءَ جو ڀلو ٿيندو. دل ۾ اهو ڀڪو ويچار ڪري، ڀائي ٽهلرام کي چيائون ته توهان ڪائي چنتا نه ڪريو، ايشور مڙيوائي ڀلي ڪندو. اسان قرض لاهي پوءِ ڪنهن ٻئي پاسي وينداسون. هاڻي هنن ٽنهي گوال، سرو آنند ۽ گرمک کي ٻنين جي سنڀال تي رکيو. اسان به سياڻي وچي ٻنين تان گهمي اينداسون ۽ پوءِ به پيا سنڀال ڪنداسون. ڀائي ٽهلرام خوش ٿيو ۽ گوال لعل، سرو آنند ۽ گرمکداس کي سمجهائي، ٻنين تي روانو ڪري، پاڻ وڃي دڪان تي وينو. ٣ بجه ستگرو مهاراج جن اچي وينا. شهر جا ڪيترا ستسنگي پريمي به آيا. سنت ٻڌپوري چوڻ لڳو ته ڪالهه ڪي شنڪا اچا اڌ ۾ بيٺي آهي. سو اهائي رهاڻ شروع ڪرڻ گهرجي. مهاراج جن فرمايو ته ڀلي.

سنت ٻڌپوري: جي سڀ پرم ماتر آهي ته پوءِ پرلوڪ ۾ پاپ پني جو جيڪو حساب ڏيڻو آهي، سو ڪير ڏيندو؟

سنت مينگهورام ۽ ستگرو مهاراج: انهيءَ ڳالهه جو اوهان فيصلو ڪريو ته هي پريمي به ٻڌن.

سنت ٻڌپوري: جيو آتما ابناسي آهي، اُن ۾ اُچڻ وڃڻ ڪونهي. پر اُوديا اُپاڌيءَ ڪري ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو. تنهن هوندي به، پرلوڪ ۾ حساب ڪتاب ڏيڻو آهي. شاستر چون ٿا ته:-

ٻڌي ۾ آياس جو- پڻيه پاپ ڦل ڀوڳ،
گمن آگمن سو ڪري – نهين چيتن ۾ يوگ.

مطلب- ٻُڌيءَ جو عڪس يعني ڇانوَ آهي جو پرلوڪ ۾

اچي وڃي ٿو ۽ ڌرمراءِ کي پاپ پن جو ليکو چوکو ڏئي
ٿو. پنهنجي ڪرم انوسار، پاپ پن جي حساب، سرڳ،
نرڪ ڀوڳي ٿو. ستگرو مهاراج جن: پڙڇيءَ ۾ جيڪو پاڇو آهي،
سو ئي پرلوڪ ۾ حساب ڪتاب ڏئي ٿو.

هاڻي ٻڌايو ته اهو پاڇو ڪنهن جو آهي ۽ اهو ست يا اَست؟

ايترو ٻڌي سنت پدپوري ٻه- چار منٽ ته چپ ٿي ويو.
تنهن کانپوءِ چوڻ لڳو ته سپني جا پدارٿ سچا ، آهن ۽ جؤنا
۾ آهن ؟ پر تيستائين، سچا آهن جيستائين جاڳرت نه آئي آهي.

جئن سپني سر ڪاٽن ڪوئي -
بن جاڳي دک دور نه هوئي.

جئن سپني ۾ ڪو چور اچي ڪنهن جو سر ڪاٽي، ته اهو
ماڻهو وڏي دانهون ڪري روئندو آهي ۽ يعني اهيءَ ماڻهوءَ
لاءِ اهو چور سچو آهي، پر جڏهن جاڳي ٿو تڏهن سندس
دک دور ٿي وڃي ٿو. پوءِ هو ان چور کي ڪوڙو ٿو سمجهي.
تهڙيءَ طرح، هي پاڇو برهم جو آهي ۽ نڪي ست آهي،
نڪي اَست. جيستائين اگيان جي ننڊ ۾ آهي، تيستائين
سچو آهي. پر آتم گيان جي جاڳرت ۾ اچڻ کانپوءِ اهو عڪس
مٽيا جاڻي ٿو.

سنت منگهورام: پاڇو ليندو آهي ڪنهن رنگ، روپ،
آڪار واريءَ وستوءَ جو، پر برهم ته نراڪار آهي، جنهن جو
ڪو نه رنگ روپ ڪونهي. تنهن نراڪار وستوءَ جو پاڇو
ڪيئن ليندو؟

سنت پدپوري: نراڪار ۽ رنگ، روپ رهت وستوءَ
جو نه پاڇو ليندو آهي. آڪاس نراڪار آهي ۽ ڪو رنگ،
روپ ڪونهيس ۽ پر آرسيءَ ۽ پاڻيءَ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

اهڙيءَ طرح، پڙون ۽ گهڙيون ٺي شيون آهن، جنهن ۾ رنگ، روپ، آڪار ڪونه آهي، پر سنڌن پاڇو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. تهڙيءَ طرح، نراڪار برهم جو ڪو به رنگ، روپ ڪونهي، پر انتهه ڪرڻ، جو شڌ، ستي گڻ جو ٺهيل آهي، ان ۾ آرسيءَ وانگر عڪس پوي ٿيو.

ستگرو مهاراج جن: برابر پاڇو پوي ٿو، جنهن کي توهان ست ۽ چئو ٿا نه اَست ۽. اهو پاڇو چئو ٿا نه برهم جو آهي، سو برهم، ست آهي يا اَست؟ جي ست آهي، ته پاڇو ۽ ست ٿيڻ گهرجي. جي پاڇو اَست چئو ته برهم کي ۽ اَست ٺهرايو. الي، سنت پڌ پوريءَ جي چوڻ تي انهيءَ وشئه تي وڌيڪ گيان گوشٽ سياڻي لاءِ رکي ويئي. پوءِ سيئي دَرياهه جي سير تي ويا. شام جو موٽي اچي ستسنگ ڪيائون. ستسنگ کان پوءِ، ڀائي رامچند، سيٺ گوپالداس جي پٽ ستگرو مهاراج جن کي عرض ڪيو ته سياڻي اسانجي پاران ڏينهن رات پڪو ڀنڊارو ڪجو. سيڌو سامان صبح جو سوير موڪلي ڏيندس. ستگرو مهاراج جن چيو ته اَبا، جيڪا اوهان جي اِڇا. اِها سڌ ماتا ڪرشنا کي ڪانه رهي.

صبح جو ماتا ڪرشنا اچي چوڻ لڳي ته اَبا، توهان ته هينئر ٻنهين تي ٿا وڃو. پر اسان رسوئي ڪٿي ڪريون جو گهر ۾ سيڌو ڪونه آهي. جٿي چئو تٿي ڪريون. مهاراج جن چيو اَما، تون ڪائي چنتا نه ڪر. اڄ ڀائي گوپالداس جو پڪو ڀنڊارو آهي پوءِ گوال لعل کي چيائون ته ڀاڄي پري، گهر جي سيوا لاهي، گڏڪه کي وٺي، ٻنهين تي اَچجو. اسان هينئر اوڏانهن وڃون ٿا. توهان جي اچڻ تي موٽي گهر ايندا سون. سروآنند کي سنتن جي سيوا لاءِ ڇڏي اَچجو. ٻنهين تي اچي، کوهه تان اشنان ڪيائون، ساري ٻني ڏسي،

دل ۾ چوڻ لڳا ته اصل ته ڏاڍو ڀلو آهي، پر سکن ۾ اُن
ڏسڻ ۾ ٿي ڪين ٿو اچي. ولڻ ۾ به مال ڪرلهي. سڀ
ڇڏيو وڃي. اهو خيال ڪري، دل ۾ پڇڻ ڳالهائيندا، سچيءَ
ٻنيءَ کي پرڪرما ڏيئي وڃي ٻيهي ٿي چڙهي ويٺا. پوک
ڏي نهاري، ڏهري ڏهري، مٿو سر سان ٻالڻ لڳا. اهتري
۾ سيٺي حاري اچي، مهاراج جن کي نمسڪار ڪري، چوڻ
لڳا ته فقير سائين، اڄ تمام گهڻن ڏينهن ڪانپوءِ درشن ڪرايو
اٿو. هاڻي ڪا دعا ڪريو ته ٻنيءَ ۾ تڙ ٿئي ته اسان تان
قرض به لهي ۽ ٻچا به سکيا پالڻون. مهاراج جن فرمايو ته ڏٺي
چڱي ڪندو. توهان ٻنيءَ جي چڱيءَ طرح سنڀال ڪندا
رهجو. اهتري ۾ گوال لعل ۽ ڪرمڪداس به اچي ويا. ڪن
چيالون ته آيا، هتي واهي چڱيءَ طرح سنڀال ڪريو. پر ڇت
سدائين ٿام ۾ لڳو رهي. اسان ته ٻئي، ٽئين ڏينهن لٽر ڪري
ايندا سون. گوال لعل چوڻ لڳو ته پوک ڏسڻ ۾ تمام ڀلي ٿي
اچي، پر مال ڪولهيس. ٻل به پوري ڪانه لهندي.
مهاراج جن چيو ته پرڀو سان سنڀال ڪريو. ڀڳوان چڱي ڪندو.
ڪيڏاڏهن پڇي ته وڃجو. هاڻي ٺهلرام جو قرض لاهي، پوءِ
سيٺي گڏجي ڀڳوان جي باغيچي جو سير ڪنداسون. ڪهر اچي
ٻاتي ٺهلرام کي چيائون ته پوک تمام ڀلي ٿي آهي. قرض
لهي ويندو.

شام جو ٣ بجي جل پان ڪري، سنتن سان اچي ويٺا. شهر
ڪا ڪيترا پريمي به اچي ويا. مهاراج جن سمعه هدپوريءَ
کي چوڻ لڳا ته اسان جي ڪالهوڪي شنڪا اڃا اُت ۾ ويٺي
آهي. برهم سمعه آهي يا اَست، تنهنجو اڄ نبصاو ڪريو.

هدپوري: هي ڀڳوان، برهم ست آهي ۽ اُلجو ٻاچو به
ست آهي. پر جيستائين برهم جو گيان نه ٿيو آهي، ٿيستائين،
ٻاچو اَست ڏسڻ ۾ اچي ٿو. برهم گيان ٿيڻ ڪانپوءِ به برهم ۽

سندس آپاس ست ياسط ۾ اچن ٿا .

سنت مينگهورام: توهان چئو ٿا ته آپاس ست به آهي، ته اَست به آهي . پر ويدانت جو سدانت آهي ته جا وستو اَست آهي سا ڪڏهن به ست ٿي نه سگهندي . وري ست وستو ڪڏهن به اَست ٿي نٿي سگهي .

ايتري ۾ ڀڳت آئل لعل ۽ سنت گهنبورام سالاري جي پريم نگر جا اچي لڪتا . ستگرو مهاراج جن ۽ سڀني سنتن سندن آدرستڪار ڪيو ۽ ويچاري چيائون ته اڄ وڏي ڪرپا ڪئي اٿو جو اچي درشن ڪرايو اٿو . توهان لي ڀڳت آئل لعل جن چيو ته اڄ هتي ڪنبوءِ ۾ هڪ پريميءَ وٽ رولي هئي . پوءِ ڪرڻ ڪاڻوءِ پريمين چيو ته هتي ئي آرام ڪري وڃو . آرام ڪري نڪتاسون ته واٽ تي خيال آيو ته سنت آيل آهن ۽ انهن جو درشن ڪري وڃون . سو هتي اچي توهان جو، سنت مينگهورام ۽ سنت ٻڌپوريءَ جو درشن ڪري، تمام خوش ٿيا آهيون . هاڻي توهان جيڪا پاڻ ۾ گيان چرچا ويني ڪئي، سا ڪريو ته اسين به ٻڌون . تنهنتي سنت مينگهورام چيو ته سائين، سنت ٻڌپوريءَ شنڪا وڏي آهي ته هي جيو آتما ابناسي آهي؛ نه ڄمي، نه مري، نه اچي، نه وڃي . شرير هتي ئي ناس ٿي وڃي ٿو . پوءِ پرلوڪ ۾ پاپ پنج جو حساب ڪير ٿو ڏي؟ انهيءَ وشئه تي ئيون ڏينهن آهي، پر اجا ڪو فيصلو ڪونه ٿيو آهي . هينئر ويچار ڪندي اڄ سنت ٻڌپوري چوي ٿو ته برهم جو آپاس وڃي، پرلوڪ ۾ حساب ڪتاب، ڏئي ٿو . اهو آپاس ست به آهي ته اَست به آهي . تنهن تي اسان جي شنڪا آهي ته جا وستوُ ست آهي، سا ڪڏهن به ناس نٿي ٿئي ۽ جا اَست آهي، سا ڪڏهن به ست نه ٿيندي . هاڻي ڪرپا ڪري توهان به

اُنهيءَ باري ۾ ٻيهجا وڃار ٻڌايو. هيءَ گيان جرچا خاص جگياسن جي ٻڌڻ ڪولڻ لاءِ ڪئي اٿئون. واد وواد، هار جيت ڪانهي. پڪمت آئل لعل جيو ته ڏاڍو چڪو، پر توهان جي شڪا جو اُتر ٻڌرين ڀڌ ٻوري ڏي، ته پوءِ اسين به ٻه چار وچن چونداسون.

ڀڌ ٻوري: توهان جي ڳالهه ڪهڙي قدر سچي آهي ته اُست وستو ست ڪان ٿيندي، ۽ نه ست وستو اُست. پر اُگيان ۽ ڀرم ڪري ڀاسڻ ۾ اچي ٿي، جئن نوڙيءَ ۾ نانگ ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

پڪمت آئل لعل: جيڪا شيءِ ڀرم مان ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سا مٿيا آهي. جئن نوڙيءَ ۾ نانگ، سپيءَ ۾ چاندي، ۽ وج ۾ پاڻي، تهڙي ڪالن ۾ ڪولهي. تنهنڪري، توهان جي چوڻ مان اهو ثابت ٿيو ته جنم مرڻ، حساب ڪتاب، ڪجهه به ڪين آهي. پرلوڪ به ڀرم مان آهي. جي ائين آهي، ته مڪتي به ڀرم مان آهي. پوءِ اُن لاءِ ساڌن جو ڪجن؟

ڀڌ ٻوري: هي ٺام، روُپ، سڀ ڀرم مان آهي، پر پنج ڀاپ جو حساب ڪتاب، پرلوڪ ۾ ڪير وجي ڏيندو، مان اهو ٻڇڻ ٿو چاهيان.

ستگرو مهاراج جن: هيئنئر توهان چيو ته 'مان اهو ٻڇڻ ٿو چاهيان'، سو جيڪو ٻڇي ٿو ۽ 'مان' چوي ٿو، سو اُنتهڪرڻ ۽ سوکيم شرير سان ملي، پرلوڪ ۾ پاپ پنج جو حساب ڪتاب ڏيئي، جنم مرڻ جي چڪر ۾ ايندو.

سنت ڀڌ ٻوري: سوامي جي، اهو ٻڇڻ وارو 'مان' ڪير آهي؟ ناڻو ڇا اُٿس؟

ستگرو مهاراج جن: اهو توهان پاڻ جاڻي، جيڪو ناڻو

وٺيو، سو رکوس جي نه رکوس ته بہ مالڪ آهيو. اهو ٻڌي، سنت ٻڌپوري ۽ ٻيا سنت کلڻ لڳا.

مهاراج جن سنگت کي چوڻ لڳا ته هي جو سنتن کليو، سو ڏيکاري ٿو تہ ڳالهہ دل ۾ سان لڳي اٿن ۽ ڳالهہ آهي بہ کلڻ جهڙي، جنهن کي مهاتمائون گياتوان جاڻن ٿا، پر ڪي لڄ کان ان تي نالو نٿا رکن. سنت ٻڌپوري مشڪي چوڻ لڳو تہ سوامي جي توهان جا وچن ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو آهيان، مان لڄارو آهيان تہ ڪونہ، پر اڄ توهان مونکي لڄارو ٺهرايو آهي. جڏهن توهان کي نالي رکڻ ۾ لڄ ٿي ٿئي، تڏهن مونکي پڻ نالي رکڻ ۾ لڄ ٿي ٿئي. باقي سنت مينگهورام، ڀڳت آتل رام جن وينا آهن، سي نالو رکن تہ ڀلي رکن.

تنهن تي سنت مينگهورام ۽ آتل رام جن چوڻ لڳا ته جي توهان کي لڄ ٿي ٿئي تہ اسين وري ڪي لڄا ڪيئن ٿيون؟ سڀئي سنت کلي خوش ٿي، گهمڻ لڳي ويا.

ٻئي ڏينهن صبوح جو ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي تہ ابا ٻہ ڏينهن تہ ڀڳوان سنا گذاريا پر اڄ ڇا ڪبو؟ اتي مهاراج جن جي ڀاڄائي مائي پوجي، پنهنجا ڳهڻا لاهي ستگرو مهاراج جن جي اڳيان رکي هٿ جوڙي چوڻ لڳي تہ هي ڀريو، هي ڳهہ اتو ڀلي وڪڻي سيڌو وٺي اچو تہ سنتن جو ڀنڊارو هلايون. مهاراج جن گوال لعل کي آگيا ڪئي تہ ڳهڻا وڪڻي ڪجهہ گهر جو سامان تہ ڪجهہ دڪان جو سامان وٺي اچ. گوال لعل ڳهڻا وڪڻي سامان وٺي آيو. روٽي تيار ٿي. سڀني ڪاڌي. سنت موڪلائي پنهنجي پنهنجي آستان ڏانهن ويا. ٿورن ڪانپوءِ سنتن کي آماڻي ڀائي ٺهلرام کي چيائون تہ ڪو ساڌ، سنت، مهمان اچي تہ انهيءَ جي شيوا ڪجو. اسين هيئنر ٻنين لي تا وڃون شام جو موٽي اينداسون. اينترو چئي سرو آنند ۽

گرمکداس کي ساڻ ڪري ٻيءَ ٽي ويا. ٻيءَ ٽي ڏٺائون
ته وليءَ جي گلن جو چٽ ھمتر ڪجھ گھٽ آهي. پوءِ
گوال لعل کي ڪم ڪار سمجھائي پاڻ وري ٻهءِ ٽي ويا.
اهڙيءَ ۾ رمضان فقير هڪ مسلمان سان گڏجي آيو. مهاراج
جن کي پيرن پئي اکين ۾ جل آڻي چوڻ لڳو ته سائين، ڪيترن
ڏينهن کانپوءِ توهانجو درشن ٿيو آهي.

مهاراج جن چيو: ابا خبر ڀلاءِ ته حالي ڪيئن ٿا رهو؟

رمضان فقير چيو ته سائين توهان وٽان مون کي ولي ويا ته
مالا بيمار آهي. ٻه ماه ته بلڪل چڱي ڀلي هئي. اُبي ولي وڃي
مون کي ڏاڍي مارڪٽ ڪري ڪوليءَ ۾ پوري ڇڏيائون.
ٽي ڏينهن ته روٽي به ڪانه ڏٺائون. پوءِ ڪيترا ملان اچي
چوڻ لڳا ته اهڙان بادشاه پير جو مريد سڏائين ۽ الدران
جنن لنهنجي مرضي. هروڀرو اسان جي پٺ نه وڃاءِ. تنهن
تي مون چيو مان: ته منهنجو مرشد ته سوامي ٽيئون رام آهي.
فقيري ذات ني ڪانهي. شاه لطيف جن به چيو آهي ته:

نڱون نياپو آيو - وٽان راڻي رات
لڌي مون لطيف چوي - ڪنا ڏاتر ڏات
ڪانه پڇيائون ذات - آيا سي اگھيا

فقيري ذات ني ڪانهي، تنهن ڪانسواءِ سوامي جن مون کي
ڪو اهين ڪونه ٿوچوي ته تون ڪو هندو ٿيءُ. اسانجي
مرشد جي ته اها هدايت آهي ته:

حافظا گر وصل خواهي، صلح کن با خاص وعام
با مسلمان، الله، الله، با برهمڻ، رام رام.

جي ايشور جو ميلاپ ٿوچاهين ته سڀني، خاص ۽ عام

سان پريم جو ورتاءُ ڪن. مسلمان سان ملڻ تي چو الله، الله ۽ هندن کي چو رام رام. پنهنجي پنهنجي ڌرم ۾ رهي بندگي ڪر. سو مان ڪو هندو ڪونه ٿو ٿيان جو توهان مونکي مارڪٽ تا ڪريو. پر ڪيترن ئي ڏينهن ڪون ڏيئي مار ڪندا تہ بہ اهيءَ ڳالهہ تان ڪين هٽندس. ان ڪاڻ مونکي ١٠-١٥ ڏينهن ڪوئيءَ ۾ بند ڪري مارڪٽ ڪري، ڪڍي ڇڏيائون. هاڻي مان هاڻ جي رستي تي دڪان ناهي ويٺو آهيان. هي قادر بخش بہ مون وٽ رهندو آهي. گهڻن ڏينهن کان پيو سڻائي تہ سوامي جن کان اُپديش وٺي ڏي. سو سائين هاڻي هن تي بہ ڪرپا ڪريو. اينرو پڌي، ستگرو مهاراج جن چيو تہ ابا، هيءَ ڳالهہ ڏاڍي ڏکي آهي.

سر دنيا تو سهج هئہ، آد گهڙي پل جام،
نبهہ نباهڻ ڪٺن هئہ، آيو پير ڪا ڪام.

سر ڏيڻ تمام سولو آهي جو گهڙي اڌ ۾ ڏيئي سگهجي ٿو. پر انت تائين نباهڻ تمام ڪٺن آهي. تنهن تي قادر بخش چوڻ لڳو تہ هي درويش سائين، مان اهو سڀ تو ڪريان تہ توهان جي ٻاجهہ سان مهنجو بہ سدائين توهان جي چرنن ۾ ڌيان رهندو ۽ نڀي ايندي. مهاراج جن قادر بخش کي اُپديش ڏنو ۽ هو خوش ٿيو.

هڪ ڏينهن ڀائي ٺهلرام مهاراج جن کي چيو توهان ڪلاڪ ڪن دڪان تي ويهو تہ مان ٻنين تان گهمي اچان. مهاراج جن چيو تہ ڀلي وڃو.

ستگرو مهاراج جن دڪان کولي ويٺا. ڀائي ٺهلرام ٻنين تي ويو. ڏسي تہ وڻڻ مال جهلي نہ ٿا سگهن ۽ نميا پيا آهن. ٻاجهريءَ جي اهين سنگن ۾ اينرو مال ڪولهي، پر پيرسان پيا سنگ ۽ لڪتا پيا آهن ۽ اهي پڪا آهن. حيران ٿي ويو. اڪين

۾ آب اچي ويس. دل ۾ چوڻ لڳو ته ڇوڪري ذاتي پاڻ ڀڳت
جي روپ ۾ اسانجي گهر ۾ آيو آهي ۽ مون اڳيان جي ڪري
ڪين نه سڃاتي، ننڍي هوندي کان ولي ڪيترو گهٽ وڌ
ڳالهايو آهي. اهو مون وڏو پاپ ڪيو آهي. تنهنڪري اڄ
گهر وڃي ساڌ کان معافي گهري نام جو اپديش وٺندس. اهو
سوچي ڪري گهر موٽيو. ڏٺائين ته ساڌ پاڻ دڪان تي اڪيلو
ويٺو ڏيري ڏيري ڀڄن ڳائي. اکين ۾ پاڻي آڻي نماڻو ٿي
پيرين پوڻ جي ڪيائين ته مهاراج جن اٿي سندس هٿ جهلي
ورتا ۽ چوڻ لڳا ته توهان پتا جي سمان آهيو ۽ هي ڇا ٿا
ڪريو؟ ڀائي ٿهلرام روئي چوڻ لڳو ته هي ٻريو توهان
جي مايا اهڙي پربل آهي جو هيترا ڏينهن توهان کي سڃاڻي
نه سگهيس. ننڍي هوندي کان ولي تمام گهڻو گهٽ وڌ ٻٽي
ڳالهايو اٿم. ڪرپا ڪري دئيا جي درشٽي ڌاري مونکي
معافي ڏيو ۽ نام جو اپديش ڏئي منهنجو اڌار ڪريو.

ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته توهان جيڪي جيو هو،
سو سڀ منهنجي ڀلي لاءِ. تنهنڪري توهان ڪوبه خيال نه
ڪريو. اڄ توهان جي چت ۾ نام جي ڀڳتيءَ جي چاهنا جاڳي
آهي. اهو ڏسي مان تمام خوش ٿيو آهيان. منش چولو ڀڳوان
جي ڀڄن ڪرڻ لاءِ مليو آهي. ڀلي ڀڄن ڪري جنم سڦلو
ڪريو. نام جو اپديش توهانکي پوءِ ڏينداسين. ٥ بجي شام
جو سنتن، مهاتمائن ۽ ستسنگين سان گڏجي باغ جو سير ڪري
آيا. پوءِ ستسنگ شروع ڪيائون. ڀائي ٿهلرام به اچي ستسنگ
۾ ويٺو. منش ڌرم جي وارتا هلي. ٻڌائون ته منش جو ڌرم
آهي ڀڄن ۽ ست ڪرم ڪرڻ. سو سدائين ٻريوءَ جو ڀڄن ۽
ست ڪرم ڪندو رهجي. ڀڄن ڪرڻ جي ٻهرين اوستا ٻالڻ
۽ جوڀن آهي. پر جي ٻهرين ٻالاپڻي ۾ نه ڪري سگهي ته

ھاڻي جوين اوستا ۾ ڪري، ڇو جو ٻڍاپي ۾ ڀڳتي ڪانه ٿي سگھندي.

جرا اُپاءِ نہ ھو سڪي جرا آيوُ ڪي مانھہ،
ڀيو ساگر ڪي ترن ۾ ڀـوا اوستا آنھہ.

مطلب ٻڍاپي ۾ توري ڀڳتي ٻہ نہ ٿي سگھندي. جوين اوستا ۾ ٿي ھن سنسار ساگر مان تري سگھجي ٿو پر ٻڍاپي ۾ ٻہ ڀڳتي ڪرڻ گھرجي يعني ڀڳتيءَ ڪري تري پار پھچي سگھي ٿو. ڀڳتي ڪري انسان اُبناسي ديس ۾ وڃي سگھيٿو. آخر ۾ ستسنگ سماپت ٿيو. اُئين ڪندي ڪجھہ وقت گذري ويو. ھڪ ڏينھن، سنت ٻالو گوپالو، ورڪت ساڌو، رشيڪيش اُتراکنڊ جي ٻاسي جو، ستگرو مھاراج جن جي آستان تي آيو. مھاراج جن آدرستڪار سان وھاري. ڪالڻ خبر چار پڇڻ لڳا. ٻالو گوپالو چيو تہ منھنجو جنم پنجاب ديس ۾ ٿيو. رشيڪيش اُتراکنڊ ۾ رھندو آھيان. سنڌ ديش جو سٿر ڪندي شڪارپور ۽ سکر گھمي، شھدادپور پھتس تہ اُتي ھڪڙي استان تي پريم ۽ وئراڳہ سان پريل سندر واڻي پئي چيائون. پڇڻ تي خبر پيم تہ اُھا واڻي توھان جي ٺھيل آھي. وڌيڪ احوال وٺندي، ھڪ پريميءَ ٻڌايو تہ ھالن جي پرسان ڪنڊوءَ ۾ ھڪ اوتاري مھاتما جڳت جي اُڌار واسطي جنم ڌارڻ ڪيو آھي. ڏاڍيون ڪراماتون ڏيکاريون اٿس. اِھا ڳالھہ ٻڌي، پڪو خيال ڪيم تہ اھڙي سنت پرش جو درشن ڪري، پوءِ ٻئي پاسي ويندس. سو ڪالھہ شھدادپور مان صبح جو لڪري، جھنگل جو سٿر ڪندو اُچي، اڄ توھان جو درشن ڪري تمام خوش ٿيو آھيان. ستگرو مھاراج جن چوڻ لڳا تہ اڄ اسان جا ڀاڳہ جاڳيا آھن، جو گھر ويٺي درشن ڪيو اٿيئون. اُئين ٻالي گوپالي سان ڳالھہ ٻولھہ پئي ھلي تہ آسورام جن

اچي لڪتا. ستگرو مهاراج جن سندن آدرستڪار سان سواڳت ڪيو. رات جو سوامي جن آسورام جن ڀڪتاري لي ٻنهجي ماڻهيءَ سمنت ستسنگ ڪيو ۽ ٻنهجي ٺاهيل واڻي وڏيءَ پري آواز سان ڳايائون. هي هيٺيون ڦارسي بيت بہ چيائون:-

جانـبا جانـا بہ هم - ورن سبتـاننـد ازل ،
خود تو منصف باش حافظ اين کہ يا آن کؤ .

مطلب- ٻنهجا پران ڀڳوان جي اڳين ڀر ۽ سرير پرابڪار ڏرم ۾ لڳائي، سڦل ڪر؛ نہ تہ هوليئن ئي ڪال هڪ ڏينهن ماري ويندءِ. تنهن ڪري تون پاڻ لياءِ ڪري ڏس تہ سرير پرابڪار ۾ ڪر اچي، اهو چڱو يا ڪال اچي پران ولي چڱو. هي مڙش، جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ مهنجو جنم سڦلو ٿئي، تہ هيٺيون چار ڳالهيون ڌارڻ ڪر:-

جي چاهين مڪت مالن - تہ ڳـالهيون چوانءَ چار،
هڪ عـهـد جـڙ اَست جو- سو پريـنءَ سان پـار؛
سو موت کـي يـاد ڪر- منـهـؤن ڪين وسار،
ٽيون اوڳڻ ڏسج پنهنجا- ٻين جا ڪيم ويچار؛
چوٿون جيڪي چئايون ڪرين- سي دل تان ڇڏي ڍار،
تہ آسـو آخـر ڪــار- جنم تـو سڦاو ٿئي.

سوامي آسورام ڪالهوءَ ستگرو مهاراج جن ۽ سوامي گوال لعل جن گڏهي ستسنگ ڪيو. ستگور مهما لي وارتا هلي. چيائون:

ايشوري گر ہر اڏڪ - ڌاري ڀڳت سجان ،
بن گر ڀڳت پربين هو - لهي نہ آتم گيان .

مطلب- جڳياسوءَ کي ڀڳوان کان وڌيڪ گروءَ ۾ پريت، شرڌا، پريم ۽ وشواس هئڻ گهرجي. انهي گرڀڳتيءَ ڪالسواءِ

ڪيترو بہ ڪٿي ماڻھو سياڻو ھجي، شاسترن جو ڄاڻو ھجي، تہ بہ، آتم گيان پراپت ڪري نہ سگھندو؛ ڇو جو ايشور ڪان ستگرن جو درجو مٿي آھي.

گوبند ڪي ڪيئي جيو جات ھئہ، رساتل ڪو،
گرو اُپديش سو تؤ ڇوٽي جنم ڦند تي.
گوبند ڪي ڪيئي جيو وس پري ڪرمن ڪي،
گرو ڪي نواري سن ڦرين ھئن سو ڇند تي.
گوبند ڪي ڪيئي جيو ٻوڙت ڀوساگر ۾،
سندر ڪھت گرو ڪاڍي ڏک دوند تي.
اؤرون ڪھان لؤن ڪڇون مڪتي کھو جاي،
گرو ڪي تو مھما آڌڪ ھئہ گوبند تي.

ھڪڙو جاٽ ٻڪرار ھو، جنھن شادي ڪئي. سندس زال گيانوان، ستسنگياڻي ھئي. شاديءَ کانپوءِ ھڪ ڏينھن سندس اِستريءَ کانئس پڇيو تہ توھان ستگرو ڪيو آھي؟ ٻڪرار چيو تہ نہ. سندس ڌرم پتني اکين ۾ جل آڻي چوڻ لڳي تہ، ھي پگون ستگرو ڪريو جو ستگرو کانسواءِ مڪتي نہ ٿيندي. ٻڪرار چيو تہ مونکي نہ اِلھيءَ ڳالھہ جي ڪائي خبر ڪانہ آھي. مونکي ٻڌاءِ تہ گرو ڪيئن ڪبو آھي، گرو ڪٿي رھندو آھي ۽ ڪھڙو ٿيندو آھي.

اِستريءَ چيس تہ سوامي، توھان شرڌا رکي گرو ڪرڻ جو پڪو سنڪلپ ڪريو، ٻڪريون ڪاھي وڃو، تہ ڀڳوان توھان کي پاڻھي گرو ملائيندو. پوءِ جڏھن گروءَ چيو لئن ڪجو. گروءَ کي چئجو تہ مونکي ڀڳوان جو درشن ڪراءِ. جاٽ پڪو سنڪلپ ڪري، ٻڪريون ڪاھي شھر کان ميل ڪن پري رستي جي ڪناري تي وڃي، ٻڪريون چارڻ لڳو. اتي

پرماتما کي پرارٿنا ڪرڻ لڳو ته هي پرڀو، مولڪي کي
گرو ملايو ته ته مان روٽي ڪوڻ کائيندس. هڪڙو مهاتما اتان
رستو وٺي پئي لنگهيو ته ان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو.
ڏنڊوت پرڻام ڪري، همت جوڙي چوڻ لڳو ته هي پرڀو،
توهان منهنجا گرو ٿيو. مولڪي گرمنتر ڏيئي پنهنجو شش
بڻايو. مهاتما دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته هيءُ جهنگلي،
ٻوڙيءَ مت وارو آهي. پر هن جي ڀاونا ۽ شرڌا سٺي آهي.
سو ڀاونا هنکي ضرور ڦل ڏيندي. اهو ويچار ڪري، مهاتما
پڇڻ لڳس ته ڀائي، مان ڪٿهڙو گرو ٿيان، پر مولڪي هڪ
وچن ڏي ته جنهن مان لوڪي چوندس ٿئي ڪندين. جات چوڻ
لڳو ته سائين منهنجي استريءَ ته مولڪي اِئين چيو آهي ته
جنهن گرو جوڙيئي، ٿئي ڪج. ٿنهنڪري مان توهان کي وچن
ٿو ڏيان ته جنهن توهان چوندا ٿئي ڪندس. دڪا ۾ هيءُ ٻلي
ٻڪري اوهان کي ڏيندس. پر اوهان مولڪي ضرور ڀڳوان
جو درشن ڪرائجو. مهاتما کي ڀڪ ٿي ته هن جات جي پتني
ٻڌايوان ۽ ستسنگڻ آهي. مهاتما کيس چيو ته هڪ ته رام نام
جو منتر جپيندو رهه ۽ ٻيو جنهن لوڪي من چوي ٿئي اصل نه
ڪج. جات چوڻ لڳو ته هي پرڀو، جنهن توهان آگيا ڪئي
آهي، ٿئي ڪندو رهندس. هيءُ ٻڪري توهان کي ڏيان
ٿو. سنت چيو ته اها ٻڪري پاڻ وٽ رکجي. جڏهن گهرج
پئي، تڏهن ڪاهي ويندس.

اُن ڪانپوءِ، جات رام نام جپيندو رهيو. جڏهن منجهند
جو ٻارهين ڪن لڳا ته بک لڳس. خيال ڪيائين ته روٽي جوڙي
کان. اُنس ٿي ويچار آيس ته من ٿو چوي ته روٽي کاءُ. پر
گرو جو چوڻ آهي ته جنهن من چويئي، ٿئي اصل نه ڪج.
سو روٽي ڪاله کالي. روٽي جوڙي پکين کي کارائي

ڇڏيائين . ٿوريءَ دير ڪانپوءِ اُڃ لڳس . ڪڏ تي پاڻي پيئڻ
ويو . اُتي ويچار ڪيائين تہ اِهو بہ تہ مَن تو چوي تہ پاڻي
پِيءُ . سو مَن جو چوڻ نہ ڪونہ مڃيو . اُتيئي ڪڏ تي ويهي
رام نام جپڻ لڳو . ڪجهہ دير بعد خيال ڪيائين تہ وڃي
ٻڪرين جي سنڀال ڪري اچان . پر دل ۾ چوڻ لڳو تہ اِهو
بہ تہ مَن ٿو چوي ، تنهنڪري مَن جو چيو اصل نہ ڪبو .
ويهي رام نام جپڻ لڳو . سج لٿو ۽ ٻڪريون پاڻهي گهر
هليون ويون . جاٽ دل ۾ خيال ڪيو تہ سج لٿو آهي ۽ گهر
هلجي . پر وري بہ دل ۾ چوڻ لڳو تہ اِهو بہ مَن ٿو چوي .
تنهنڪري ، جيئن مَن چوي ، تيئن نہ ڪرڻو پي نہ آهي . اُنهن
خيالن ۾ اُتيئي ويٺي ساري رات گذري ويس . ٽئين ڏينهن
ڏينهن جي شام جا پنج اچي لڳا ، تہ اِندر ديوتا جو آسڻ
ڪنبڻ لڳو . اِندر ديوتا اُنترمکہ ٿي ڏٺو تہ هڪڙو جاٽ
ٻڪراڙ ڪڏ ۾ ايترو پڪتي ۽ تپ ڪري . ڏهہ پهر گذري
ويا اٿس تہ پاڻيءَ ڍڪ بہ ڪين پيتو اٿس . اگر هو پاڻي نہ
پيئندو ، تہ مري ويندو ۽ اچي منهنجي آسڻ تي ويهندو .
تنهنڪري ڪنهن اٽڪل سان هنڪي پاڻي ضرور پيارجي .
اِهو خيال ڪري ، مينگهہ ديوتا کي گهرائي ، آگيا ڪيائين
تہ اهڙي برسات وساءِ جو هو جاٽ پاڻي پئي . مينگهہ ديوتا
برسات وسائي . انهيءَ ڪڏ ۾ گوڏي جيترو پاڻي ٿي ويو .
جاٽ سوچڻ لڳو تہ هينئر تہ اُڃ سخت لڳي آهي ؛ تنهن
ڪري بہ چار ٻڪ پاڻيءَ جا پيئي وٺان . وري خيال آيس تہ
اِهو بہ تہ مَن ٿو چوي . گروءَ چيو آهي تہ مَن جو چيو اصل نہ
ڪجِ . تنهنڪري پاڻي اصل نہ پيئبو ، ڀانهي پران نڪري
وڃن . اِندر ديوتا ٻڪراڙ جو درڍ سنڪلپ ڏسي ، مينگهہ
ديوتا کي چيو تہ هڪ برسات وساءِ ، جيئن هن جاٽ جي

ڳچيءَ تائين پاڻي ڀرجي وڃي. ميگهه ديوتا انهن تي
ڪيو ۽ هن جي ڳچيءَ تائين پاڻي ڀرجي ويو. جاٽ خيال
ڪيو تہ هاڻي پاڻيءَ جي ٻڪ ڀرڻ جي بہ ضرورت ڪانہ
آهي. نڪ ڪنڌ ڪسي لمائي ٢-٣ ٻڪ ڀرڻا آهن پر ويچار
ڪيائين تہ اهو بہ نہ مون لاءِ چوي. اهو حال ڏسي اندر ديوتا
ڏوڙي ميگهه ديوتا کي چيو تہ برسات وسائي، پاڻي هنجي
وات تائين پهچاءِ. ميگهه ديوتا برسات وسائي. جاٽ جي وات
تائين پاڻي آيو. اهو ڏسي جاٽ خيال ڪيو تہ هاڻي پاڻي پي
وٺان. پر وري بہ سانڀيو خيال آيس تہ اهو بہ مون لاءِ چوي.
وات ڪٽي بند ڪيائين تہ متان پاڻي اندر وڃي. اندر ديوتا
گهبرائجي ويچار ڪرڻ لڳو تہ جي هاڻي وڌيڪ برسات وسائبي
تہ پاڻي نڪ ۾ وڃي ٻوڙيندس ۽ هي مري ويندو. اهو خيال
ڪري، اندر ديوتا وڪنٺ ڌام ۾ ويو ۽ وشنو ڀڳوان کي
ڏنڊوت پرنام ڪري ساري ڳالهہ ٻڌايائين ۽ وري چيائين تہ
هاڻي ڪرپا ڪري توهان وڃي درشن ڏيوس نہ تہ پران ڇڏي
ويندس ۽ سڄو لوڪ ٻڏي ويندو. وشنو ڀڳوان ڪڍ لي آيو اچي
پڪار کي چيائين تہ هي منهنجا ڀڳت تون منهنجي درشن
لاءِ تپ ڪري رهيو آهين. مان تنهنجي گر ڀڳتيءَ تي ڏاڍو
خوش ٿيو آهيان. هاڻي اکيون کولي ٻاهر نڪري اچي منهنجو
درشن ڪر. جاٽ اکيون کوليون، ڀڳوان ڏي نهاري چوڻ
لڳو تہ مان ڪيئن ڄاڻان تہ تون ڀڳوان آهين، ڇو جو مون
توکي اڳ ڏٺوئي ڪونہ آهي. تنهنڪري جڏهن گرو مولکي
اچي چوندو تہ هي ڀڳوان آهي تہ پوءِ مان ٻاهر نڪري
ايندس. انهن مولکي توني وشواس ڪونهي. انهن جي
اکيون بند ڪري، رام نام جي ڌني ۾ لڳي ويو. ڀڳوان ساڌوءَ
جو ويس ڪري، جنهن شهر ۾ هن جاٽ جو گرو ڪٿا ڪري
رهيو هو، اتي ستسنگ ۾ وڃي ويٺو. ستسنگ جي سماپتيءَ

ڪاٻوءِ سنت کي ٻاهر ايڪانت ۾ وٺي ٻڪرار جي ٻاري ۾ ساري ڳالهه ٻڌايائين ته مون وٽ جي درشن ڏنو مانس ته ٻه مونتي اعتبار نٿو ڪري ۽ چويٿو ته مان توکي سڄاڻان ٿي ڪونه تو، گرو اچي چوي ته هي ڀڳوان آهي ته پوءِ توتي اعتبار ڪندس. سو هاڻي توهان دير نه ڪريو. جلدي هلو نه ته ڪلاڪ کن ۾ هن جا پران نڪري ويندا.

مهاتما چيو ته چڱو، پر ڀورين مون کي پنهنجو سرڳڻ روپ ڏيکاريو ته پوءِ توهان سان گڏجي هلان. ڀڳوان پنهنجو چترڀڄ روپ ڌاري، مهاتما کي درشن ڏنو. تنهن ڪاٻوءِ، ٻئي گڏجي اُن ڪڙ ٽي آيا. ڀڳوان جاٽ کي چيو ته ڀڳت، هاڻي ته اکيون کول. تنهنجو گرو به وٺي آيو آهيان. تنهن تي جاٽ اکيون کولي هٿ جوڙي، گروءَ کي چوڻ لڳو ته هي ٻڌيو، برابر هيءَ ڀڳوان آهي؟

مهاتما چيس ته ٻچا، هي برابر پاڻ وشنو ڀڳوان آهي. جاٽ چوڻ لڳو ته توهان جو چوڻ سچو آهي. پر مون ٻڌو آهي ته ڀڳوان چترڀڄ روپ ڌاريندو آهي، سو هاڻي ٻڌيو چترڀڄ روپ ڌاري ته مان نڪري اچان. ڀڳوان چترڀڄ روپ ڌارڻ ڪيو. جاٽ به ڏيري ڏيري اچي. ڪناري تي ٻيهي ويچار ڪرڻ لڳو ته ڀورين پيرين ڪنهن کي پوان. پر اها ڳالهه سمجهه ۾ ٿي نه اچيس. هو اُليٽي ٻيهي رهيو. تنهن تي وشنو ڀڳوان مشڪي چوڻ لڳس ته ڀڳت اچا به توکي اعتبار ڪونه ٿو اچي ڇا، جو اتي ٻيهي رهيو آهين؟ جاٽ چيو ڀڳون، مان منجهي پيو آهيان ته ڀورين ڪنهن کي پيرين پوان، توهان کي يا گروءَ کي. تنهن تي ڀڳوان چيو ته اها تنهنجي مرضي. پر جلدي ڪر جو دير ٿي ٿئي. جاٽ چيو ته مونکي سمجهه ڏيو ته پوءِ اچان. اهڙا پريم ڀريا وچن ٻڌي ڀڳوان چوڻ لڳو ته ائين ٿي

ڏيندو. پوءِ ڪٻير جا هيٺيان سلوڪ چوڻ لڳو:

گرو گوبند دونو کڙي - ڪس ڪي لاڳون پانو
بلهاري گر پڻه سدا - جن گوبند ديو دکاءِ

اهين چئي ستگرن کي ڏنڊوت پرنام ڪري ڏاڍو خوش
ٿيو. ڀڳوان چيو ٻيارا، لوکي ڏيواڻ هجي. جو ستگروءَ جي
وچن لي اٽل وشواس رکي، جلدي منهنجو درشن ڪيو
اٿئي. هاڻ لوکي جيڪي گهرڻو هجي، سو گهري وٺ ته
پوءِ مان وڃان. جاٽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پرڀو
هڪ اها آشيرواد ڏيو ته جيئن سدائين گر ڀڳتي ۾ لڳو رهي.
پيو گهر هلي منهنجي استريءَ کي ۽ چترڀج روپ جو درشن
ڪرايو ۽ پوڄا ڪري پوءِ وڃو. ڀڳوان لٽااستو چئي، دل
۾ ويچار ڪيو ته پيو ته وڏي هٺي ۾ آهيان. پر ضرور وڃڻو
پوندو. ڀڳوان چيو ته چڱو هل. جاٽ ڀڳوان ۽ پنهنجي گروءَ
کي گهر وٺي ويو ۽ پنهنجي ڌرمپتنيءَ کي چيو ته هي ٻئي
لوڪ ڏن آهين، جو مونکي گرو ڪرائي ڀڳوان جو درشن
ڪرايو اٿئي. شل سڀ استريون تو جهڙيون ٿين جو پنهنجي
ڪل کي تارين. هاڻي جلدي پوڄا تيار ڪر ته ستگرن ۽
ڀڳوان کي ڪرايون. اهو ٻڌي، سندس استري خوش ٿي
پنهنجي پتي ڏيو، ستگرو ۽ ڀڳوان کي نمسڪار ڪري جهٽ
روٽي ڀاڄي سڀني کي پريم سان کارايائين. تنهن کانپوءِ ڀڳوان
انهيءَ مائي کي چترڀج روپ ڏيکاريو ۽ چيو ته پتري تون
آهين، جو پتيءَ جو اڌار ڪيو اٿئي! پوءِ ڀڳوان اڪرار
ڪري چيو ته هي ڀڳت پيو ته جيڪي گهرجيئي سو گهر جاٽ
وري ٻه هٿ جوڙي چيو ته هي ڀڳوان، سدائين سٽ پرشن
جو سنگ ڏجو ۽ جيئن سدائين گر ڀڳتيءَ ۾ لڳو رهي. ڀڳوان
لٽااستو ڪري ٻاهر نڪري انترڌيان ٿي ويو. اها ڪٿا

ساري سنگت کي ٻڌائي سوامي جن چوڻ لڳا ته ستگرن جو درجو ڀڳوان کان گهڻو اوچو آهي. هو ڄاڻ ڀرين ستگرن کي اُهيءَ ڪري ڀيرين ٿيو جو ستگروءَ جي ئي ڪرپا سان ڀڳوان جو درشن ٿيو هوس. ستگرن جي مهما جيتري ڪجي اوتري ٿوري آهي.

ٻاهاري گر آپڻي، ڏيهاڙي سَد وار
جن مانش تي ديو تي ڪيئي، ڪرت نه لاڳي بار.

مطلب: هزار وار ستگرن تان ٻلهار وڃڻ گهرجي، جو جگياسوءَ کي منش مان ديوتا ۽ ديوتا مان ڀڳوان بڻائين ٿا. ستسنگ سماپت ٿيو ۽ ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي پنهنجي گهر ويئي. ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته اَبا، گهر ۾ اَٽو چانور ۽ ٻيو سيڌو ڪونهي. پئسا به ڪونهن. هر روز ٢٥-٣٠ ڄڻن جو ڀنڊارو ٿئي ٿو. ڪيئن ڪريون. مهاراج جن چيو ته ماتا، توهان ڪوئي خيال نه ڪريو. صبوح ٿئي ته ڀڳوان ٻاٺهي چڱي ڪندو.

صبوح جو ستگرو مهاراج جن درياهه تان اشنان ڪري ٨ بجي گهر موٽي آيا ته ماتا ڪرشنا چيئين ته هاڻي ڇا چاڙهيون؟ ٻاڙي مان به ٿي ڏينهن اُڌارو وٺي پيئي رڌو سون. اِها ڳالهه توهان سان ڪانه ڪئي اٿئون. هيتر جڻن جو ٿن ڪريون. مهاراج جن چيو ڪائي چنتا نه ڪريو. ايشور سڀ ڀلي ڪندو. خالي ٻاڙ پچائي مهمانن کي ٻاٽي پيار يو. انهن ئي ڪيو وٺو. نيڪ ١١ بجه چار ڄڻا پڪو پڪايو ڀوڄن، چانور، سيرو، ڦلڪا، ڀاڄي ٢٥-٣٠ ڄڻن جي ڪاڻ جيترو ڪٺي آيا. چيائون ته سالاري مان ڀائي ايسرداس هي ڀوڄن اوهان لاءِ موڪليو آهي. مهاراج جن ماتا کي چيو ته ڀوڄن لاهي، باسڻ خالي ڪري ڏيون، ماتا ڀوڄن لاهي باسڻ ڏنا.

رسولي ڪاني سيٺي وٽي آرامي ٿيا. شام جو ۳ ٻجي آئيا ته ماتا ڪرشنا اچي ستگرو مهاراج جن کي جوڙ لڳي ته ائي، اڄ ڀڳوان ڏادو ستو ڪيو جو رڌڻ ڪان نه ڇڏائي ڇڏيائين. ٻئي رات جو ويچار ڪريو آهي. سنتن جي منڊلي ٻه لال آهي، ته مهنجي مرضي آهي ته ٽهلرام کي چئجي ته ٻاسڻ گروي رکي سيڌو وٺي اچي. مهاراج جن چيو جيڪا توهان جي مرضي اٿيئن چئي مهاراج جن وٽي سنتن سان وهاڻي ۾ ويٺا. پائي ٽهلرام جن ۽ ٻين کان ئي گهر آيا. ماتا چيس ته ٻست هيءَ ٻاسڻ ڪٽي گروي رکي سيڌو سامان وٺي اچ. پائي ٽهارام ٻاسڻ کڻي گروي رکي سيڌو ۽ ٻيو سامان وٺي گهر ۾ ڏيئي آيو. ٻوءِ اچي مهاراج جن کي چيائين ته مان هيسٽو وري ٻين لي تو وچان جو آن اچي تيار ٿيو آهي ۽ ڦٽبون ۾ جڳبون ٽڙيون آهن ۽ هاڻي جلدي چوندائيون. مان پيڊوهن سو رهن ڏيهن گهر ڪوله ايندس. توهين سياڻي يا پرهين ۽ اسان وتان ٻين ڪان گهمي وڃو. اٿين چئي، پائي ٽهلرام ٻين لي روانو ٿيو. ستگرو مهاراج جن شام جو سنتن کي باغ گهمائڻ ويا. ٻنيان سالارن جو پائي آلورام آيو اچي ماتا کان پڇيائين ته مهاراج جن ڪيڏانهن ويا آهن. ماتا کيس ٻڌايو ته سنتن کي وٺي گهمڻ ويا آهن. ماتا کانئس پڇيو ته اڄ سالاري ۾ ايسرداس جي گهرڇا جو آسو هو، جو اسانکي ٻچوبهن ٽيهن جڻن جوکاڌو ڏياري موڪليو هئائين؟ پائي آلورام اهرس ۾ پئجي ويو ۽ چيائين ايسرداس جي گهر ته ڪوئي آسو ڪونه هو. ايسرداس ته ٻن ٽن ڏيهن کان هتي آهي ئي ڪونه. هن ٻوچن ڪونه موڪليو هوندو. اهو ٻڌي ماتا چپ ٿي ويئي.

رات جو ستسنگ کانپوءِ ماتا ستگرو مهاراج جن کي آلورام واري ڳالهه ٻڌائي ۽ چيائين ابا، اهو کاڌو ڪنهن موڪليو

هو؟ ستگرو مشڪي ماٺا کي چوڻ لڳا تہ ايسرداس نہ موڪليو
تہ ايشور نہ موڪليو، تون ائين ڪري سمجھ تہ ڀڳوان موڪليو.
ايترو چئي مهاراج جن وڃي آرامي ٿيا. اهڙيءَ طرح ستسنگ
جي شيوا ۽ ستسنگ لت لير سان ٿيندو رهيو. سوامي آسورام
صاحب جن بہ ٢-٣ ڏينهن رهي پنهنجي استان ڏي روانا ٿي
ويا. هفتي کن ڪانپوءِ هڪ ڏينهن سنت ٻالو گوپالو ستگرو
مهاراج جن کي چوڻ لڳو تہ پنڇاڻي ڪوهہ ڀرسان ڪبڙ آهي،
جنهن ۾ اندر تمام سٺي ايڪانت واري جڳهہ ويهڻ لاءِ ڏسي
صفا ڪري آيو آهيان. سو ڪجهہ وقت اُتي ايڪانت ۾ رهڻ
جو خيال ڪيو اٿئون. ستگرن چيو تہ ڀلي رهو. جڳهہ تمام
سٺي آهي. اسان بہ پاڻ ڪجهہ وقت اُنهيءَ جڳهہ تي رهيا
آهيون. سنت ٻالو گوپالو وڃي اُتي رهڻ لڳو. ستگرو مهاراج جن
بہ هر روز وڃي وٽس رهاڻ ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪجهہ
ڏينهن گذري ويا. اُنهيءَ وچ ۾ اَن ۽ ڦٽين جو فصل بہ لٿو.
قدرت سان اُنهيءَ سال ڦٽين جو اگهہ جو اڳ ۾ ٥ روپيہ مڻ
هو سو ٢٥ روپيہ مڻ اچي لڳو. ڀائي ٽهلرام سڀ ڦٽيون وڪڻي
ڇڏيون. اناج بہ ٥٠-٦٠ مڻ پنهنجي کائڻ لاءِ گهر ۾ رکي، باقي
وڪڻي ڇڏيائين. ڦٽين ۽ ٻاجهريءَ جي وڪري مان ڪل
ڏهہ هزار روپيہ مليس. خرچ لٿي باقي ست هزار روپيہ اچن،
جنهن تي ٽي هزار روپيہ قرض لاٿائون، باقي چار هزار روپيہ
بچايائون. تنهن ڪانپوءِ هڪڙي ڏينهن ستگرو مهاراج جن ڀائي
ٽهلرام کي چوڻ لڳا تہ هاڻي توهان جو قرض لٿو ۽ چار هزار
روپيہ بہ بچايا اٿو، سو اسانجي مرضي آهي تہ هاڻي ٻنيون
ڇڏي ڏيو. جيترو ٿي سگهيو، اوترو دڪان جو ڪم ڪريو
۽ گهر جي سنڀال ڪيو. اسان کي هاڻي خوشيءَ سان موڪل
ڏيو تہ ڪجهہ وقت سفر ڪري اچون.

ڀائي ٽهلرام چيو ڄڻ توهانجي مرضي هجي تئن ڪريو.

ڪالهہ تراز ۾ پالي لاڪورام جيو نہ هڪ گڏرن جي واڙي پوکيل هئي، تمام سٺي پاڙهن سون روپين ۾ وڪامي ٿي جي ڪجهہ نہ هئي ڏسو. اها ڏسي ولي آيو آهيان. واڙيءَ ۾ آيا نہ مهيا ڏيو آهي. ٺيڪري لوهان هاڻي پئي سٽر ڪري اچو. پر اُنهيءَ ڪم جي وقت ۾ ٢-٣ مهينا ضرور مدد ڪرائجو. اڳتي اهڙو ڪو بہ ڏنڌو ڪوئہ ڪنداسون. اسان پاڻ گوبند جو ڀڄن ڪنداسون. ٺهن لي ستگرو مهاراج جن چيو تہ جگو، لوهان ڪوئي خيال نہ ڪريو. اهڙو چئي ستگرو مهاراج جن وچي سنتن جي سيوا ۾ لڳا تہ شاهہ جي پٽ مان پاڻي ڀيرو رام پگت لکمچند جو هڪ اچي لڪتو. پڊاپائين تہ پائو لکمچند تمام بي چاڪ آهي سو مولکي گهران موڪليو اُٿن تہ گبالي پاڻي ۽ چوڪرن کي ولي اَچ، سوامي جن کي بہ اچي لاءِ چئجو. سو لوهان مالا گبالي ۽ چوڪرن کي سمهرائجو. رسوئي ڪري، پاڻي ڀيرو رام، مالا گبالي پاڻي، سرو آنند ۽ گرمکداس جن، سڀئي ڪان موڪلائي شاهہ جي پٽ روانا ٿيا.

ٽن چئن ڏينهن بعد شام جو شاهہ جي پٽ مان قاصد اچي ستگرو مهاراج جن کي چيو تہ لکمچند جن تمام سخت بيمار آهن، چيو اُٿن تہ پڄاڙيءَ جو اچي درشن ڪرايو. ستگرو مهاراج جن سوامي گوال لعل کي چيو تہ اسان شاهہ جي پٽ وڃون ٿا، لوهان پنيان لٽ ليو سان ستسنگ ڪندا رهجو. ستگرو مهاراج جن قاصد سان گڏجي شاهہ جي پٽ روانا ٿيا.

پگت لکمچند ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين تہ لوهان وڏي ڪرپا ڪري اچ اچي پڄاڙي جو درشن ڏنو آهي. لوهان جگت جي اُڌار لاءِ اوتار وٺي آيا آهيو. هاڻي منهنجو اُڌار ڪريو جئن پڄاڙيءَ ۾ ڪاہ ڏليوي اچا نہ رهي ۽ چت سدائين نام ۾ لڳو رهي.

اسان کان بي خبريءَ ۾ ڪائي ڀل چڪ ٿي ويئي هجي ته اُها معاف ڪجو، اهڙي آسيس ڪجو جئن چوراسي ۾ نه وڃون. ستگرو مهاراج جن ڀائي لکميچند جي ٻڌي ڀري پرارٿنا ٻڌي چوڻ لڳا ته اُهو لڇو ڪريو ته هيءَ شرير پنجن تتن جو پتلو ناسونت جڙ وستو آهي. جيو آتما ابناسي آهي، جنهن ۾ جنم مرڻ ڪين آهي. اُهو منهنجو آتم سروپ آهي. بس اهوئي لڇو ڌاري دل ۾ سمرڻ ڪندا رهو. ايتري ۾ ڀڳت چيتارام، ڪرشنداس، ڀڳت رُوبو ۽ ٻيا ڪيترا پريمي ستگرو مهاراج جن جي اچڻ جو ٻڌي آيا. رات جو ستسنگ ٿيو ۽ پربات جو لکميچند پرلوڪ پڌاريو. رات جو ستسنگ ۾ ستگرو مهاراج جن چيو ته شرير پنجن تتن ۽ ٢٥ پرڪرتين جو ٺهيل آهي. ڀڳوان انترياميءَ اهڙيءَ ته ڪاريگريءَ سان هن شرير تي سندر چٽ ڪڍي سينگاريو آهي جو انيڪ جيو هن سندر روپ کي ڏسي موهت ٿي پيا آهن. پر اهو لڇو طلسمي ناٽڪ آهي جنهن کي مهاتمائون، گياوان به ڏسي حيران ٿين ٿا.

عجب عجائب کيل نهارا، ديک عجب مجهه آيا،
سندر نانا روپ بنا ڪر، مٽي نالا ملايا،
بازيگر جيون بازي لائي، لوک سڀو هرشايا،
ڪوي نيڻون ڀهه ديک تماشا، سڱن ني وسمه پايا.

مطلب: پريو، تو اهڙو وچتر طلسمي کيل رچيو آهي، جو نانا پرڪارن جا سندر روپ ڏسندي، ڏسندي من اَنتر ڌيان تي وڃي ٿو. جئن بازيگر انيڪ کيل رچيندو آهي، جو ڏسي ماڻهو ڏاڍو خوش ٿيندا آهن. پر انهيءَ بازيگر جي کيل پدارٿ مان ڪنهن کي ڪجهه ملندو ڪين آهي. صرف ڏسي خوش ٿيندا آهن. سو هيءَ عجيب کيل ڏسي اُچرج

لڳي ٿو ته مرليو جي وقت، هن شرير مان ڪهڙي شيءِ
نڪري وڃي ٿي؟ جنهن جي نڪرڻ ڪاڻ هيءَ شرير تمام
ٻيالڪ ۽ ڪروپ ٿيو لڳي، جنهن کي ڪير به ڏسڻ نٿو
چاهي. انهيءَ وستوءَ جي کوج ڪري ڏسڻ گهرجي.

هڪ ڊپٽي ڪليڪٽر اُٺ تي چڙهي، گشت، ڪرڻ
ويو. گهمندي، گهمندي هالن شهر جي وچ آيو، ته اُٺ
کي اچي ڪارو واءُ لڳو ۽ اُٺ يڪدم ڍالهن ڪري ويهي
رهيو. ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ جت اُٺ تان لٿا مس، ته اُٺ مري
ويو. جت ڳاشو لاهي، پاڳڙو لاهڻ لڳو ته، ٿڌڪ جو اُٺ
جي پيٽ هيٺان اچي ويو هو، سو نڪريئي نه. ٻئي گڏجي
ڇڪڻ لڳا ته به نه نڪتو، تڏهن جت اُن کي چاقوءَ سان
ڪٽي پاڳڙو اُٺ تان لاٿو. ڊپٽي ڪليڪٽر جت کان پڇيو ته،
جت اها ڪهڙي شيءِ هئي جا اسانکي، سامان کي ۽ اُٺ کي
کڻي پئي هلي؟ جت چيو ته سائين، مونکي ته خبر ڪانه
آهي. ڊپٽي ڪليڪٽر جت کي چيو ته مان ان شيءِ کي ڳولهڻ
لاءِ وڃان ٿو. تون منهنجا ڪاغذ ۽ ليٽر آفيس ۾ پهچائي،
ڇاڪاڻ ته مون سرڪاري نوڪري ڇڏي، جو مونکي
ڪنهن شيءِ جي کوج ڪرڻي آهي. ائين چئي، سڀئي
ڪاغذ پت جت کي ڏيئي، پاڻ سڌو رشي ڪيش روانو ٿي
سنتن مهاتمائن دوارا انهيءَ شيءِ جي تلاش ڪي لڳو ۽ اها
حاصل ڪيائين. اها ڪٿا ٻڌائي، ستگرو مهاراج جن چوڻ
لڳا ته هي ڪرمڪو، کوج ڪرڻ گهرجي، ته اها ڪهڙي
وستو آهي، جا هن شرير ۾ پرڪاش ڪري، ان کي سندر
بڻائي هلائي رهي آهي ۽ انهيءَ جي نڪرڻ ڪاڻ هن شرير
کي هڪ پل به گهر ۾ نٿا رکن. مهاتماؤن ۽ گياڻوان انهيءَ
وستوءَ جي کوج ڪري، پنهنجي مستيءَ ۾ مست ٿي سنسار
۾ جيون مڪت ٿي وچرڻ ٿا. سو توهان کي به انهن گياڻوان،

مهاتمائن جو ستسنگ ڪري، انهيءَ وستوءَ کي ڏسي، جڳت ۾ جيون مڪت ٿي وچرڻ گهرجي.

## راڳ پيلو

تل- جڏهن پکي وڃي پرديس- چڏي هي ديش پران آڌارو،
تڏهن پڃرو ٿئي بيڪارو.

١- جڏهن پڃري مان تو پکي وڃي،
تڏهن پڃري کي ڪوئي نه مڃي،
جڏهن پنڇي هن پڃري کان ڪري ڪنارو.

٢- هي پڃرو پکي جو مندر آ،
هيءُ سدا انهيءَ سان سندر آ،
جڏهن پنڇي ڪري وڃي تو سارو.

٣- تون جاڻ پکي پرڏيهي آ،
تيو ڪنهنجو ڪين سنيهي آ،
جڏهن پکي وڃي هن پڃري کان ٿئي نيارو.

٤- ڪهي ٽيئون پکي اٻناسي آ،
آنو سٿر ڪرڻ سک راسي آ،
جڏهن سٿر ڪري پڃري مان وڃي پيارو.

ستسنگ سماپت ٿيو. اهڙيءَ طرح ١١ ڏينهن، لڳ لڳ سان صبح شام، ستسنگ ڪندا رهيا ۽ سنتن، مهاتمائن، مهمانن، غريبن، آڌاتن ۽ شهر جي پريمين، ستسنگين کي پوڄن ڪارائيندا هئا. ٻارهين ڏينهن شريمد ڀڳوت گيتا جو پوڄ پاٺ، سيٺ برهمڻ، سادن، فقيرن ۽ غريبن کي ڪارايائون. تنهن ڪانپوءِ، ستگرو مهاراج جن ماتا ڪرشنا ۽ سوامي گوال لعل ٻئي ڏينهن صبح جو، پاڻ شيوڪرام ڀين سيٺي کان موڪلائي ڪنڊوءَ پهتا.

هوليءَ جي موقع تي، هڪڙي ڏينهن ڪنڊوءَ جي پنچايت

ستگرو مهاراج جن وٽ آئي ۽ عرض ڪيائون ته سياڻي کان
ولي هوليءَ جا پنج ڏينهن ڪرپا ڪري راس جو ٨ کان
١١ تائين ٻنڊالي آکاڙي ۾ ستسنگ ڪريو. توهان سڀني
سنتن ۽ مهمان سميت اچي پنج ڏينهن ٻنڊالي ڀنڊاري ۾
ڀوڄن ڪريو. ٻيا به جيڪي ٻاهر جا سنت، مهمان، سادو
اچن، تن کي به ستسنگ ۾ چئجو ته ڀوڄن ٻنڊالي ڀنڊاري
۾ ڪن. ڀڳتن جي ارداس ستگرو مهاراج جن قبول ڪئي.

ٻئي ڏينهن، سنت ميگهو رام جو چيلو، ڀائي لڇمڻداس،
ٻراڻيءَ مان چٺي ۽ پرساد کڻي آيو. چيائين سائين، مولڪي
سوامي ميگهو رام جن اوهان کي اجهو لاءِ موڪليو آهي، جو
١٧ تاريخ مليو آهي. جيڪا تاريخ ڏيو ته اها ٻراڻيءَ لکي
موڪليون. مهاراج جن چيو ته لکون ته ١٦ تاريخ اينداسون.
لڇمڻداس ٻراڻيءَ لکي موڪليو.

رات جو بزار ۾، آکاڙي اڳيان ستسنگ ٿيو. سوامي جن
پرهلاد ڀڳت ۽ سندس پتا هرناڪس جي وارتا ٻڌائي،
ته ڪيئن هرناڪس پرهلاد کي طرحين طرحين جا ڪشٽ
ڏنا ته جيئن رام نام جو جاپ ڇڏي، سندس نام جو سمرڻ
ڪري؛ ڪيئن ٻاهه جي مچ ۾ هولڪا پرهلاد کي جلائڻ جي
ڪئي، هولڪا جلي وئي ۽ پرهلاد جو وار به ونگو نه
ٿيو. تنهن کان پوءِ ڪيئن تتل ٿنڀ سان پرهلاد کي ڀاڪر
پارايائين. ٿنڀ ڦاٽو، ڀڳوان نرسنگهه روپ ڌاري پرهلاد
جي رکشا ڪئي ۽ هرناڪس جو پيٽ ڦاڙي، سندس
انت آندائين.

اهو درشٽانت ڏيئي چيائون ته جهڙيءَ طرح پرهلاد
رام نام ۾ اهڙي اٽل شرڌا ۽ وشواس رکيو جو ڀڳوان ٿنڀ
مان پرگهٽ ٿي، سندس جئڪار ڪئي، تهڙيءَ طرح جڏهن
هن جيو کي ان ستگرن ۽ سنت شاسترن ۾ اهڙو وشواس ٿيندو،

تنڌهن وشواس روُپي تنهي مان آلمارام روُپي ڀڳوان پرگهٽ ٿي ۽ من روُپي هرناڪس کي ماري ۽ ساکيات درشن ڏيئي ۽ سڀ دک دور ڪري، جيون مڪت بڻائي ۽ تنهي لوڪن ۾ جئڪار ڪري ٿو. سو ست وشواس جي سدائين جئه آهي. تنهنڪري هن منش کي سنتن ۽ مهاتمائن ۽ ست شاستر ۾ وشواس رکي ۽ پنهنجو اڌار ڪرڻ گهرجي. منش وري ٽن پرڪارن جا آهن. اُتم ۽ مڌيم ۽ ڪنشٽ.

(١) اُتم منش: ڀهرين ستگرن ۽ ڀڳوان ۾ پورڻ وشواس رکندو آهي ۽ ڦل پائيندو آهي.

(٢) مڌيم منش: پهرين ڦل پائيندو آهي ۽ پوءِ وشواس رکي ۽ شيوا ڪندو آهي.

(٣) ڪنشٽ منش: ڦل ملڻ کانپوءِ ۾ ڏاڍو ڏکيو وشواس رکندو آهي.

اُتم منشن کي پهرين وشواس رکڻ ڪري انڌت ڦل ملي ٿو ۽ اُتي لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سدائين سکي رهن ٿا. مهاراج جن اِها ڪٿا ٻڌائي چوڻ لڳا تہ توهان ڏٺيت هرناڪس جي پاسي ٿيندا يا پرهلاد ڀڳت جي؟ سنگت چيو تہ پرهلاد جي. ستگرن چيو تہ چڱو، جي توهان پرهلاد ڀڳت جي پاسي آهيو، تہ سياڻي ٻنهي شهرن ۾ ٻنهچائي هوڪو ڏيارڀو تہ هيءَ هوليءَ جا ه ڏينهن، شراب ۽ مڇي ماس ڪير بہ نہ کائي. انهيءَ واسطي ۽ پهرين سنگت همت مٿي کڻي، پرتگيا ڪري. ساريءَ سنگت همت مٿي کنيا. مکي پريتمل اُٿي چيو، اوهان جي آگيا انوسار، اهو هوڪو صبح جو ڏيارينداسون. اسان ڏاڍو خوش ٿيا آهيون، جو ڪيترن جيون جي رکيا ڪري، اسانکي پاپ کان ڇڏايو اٿو. رات جو ١١ بجہ ستسنگ سماپت ٿيو. تنهن کانپوءِ ڀڳت ڦرائي سنگهہ پنهنجي ٽوليءَ

سمجهي ويا. ستگرو مهاراج جن ڪلاڪ کن ڀڄن ۾ وهي ۽
اچي جاءِ تي آرامي ٿيا.

هوليءَ جو اندر پورو ڪري، هوليءَ ڪالهوءَ، ۾ ٻه
ٻرياٽ جو ستسنگين ۽ براهمڻ سمجهت، پيرهن پنڊت ۽ سنت
ميگهورام جي ميلي لاءِ اڳراٽيءَ روانا ٿيا ۽ سنت ميگهورام
وٽ رامنگر آشرم ۾ پهتا. سنت ميگهورام ۽ ٻيا پريمي
ستگرو مهاراج جن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ وڏيءَ سڪ
پريم سان آدرستڪار ڪيائون.

ٻئي ڏينهن شام جو، ستسنگ ۾ سنت ڪرم جي مهتو
تي وچن ولاس ڪيائون، چيائون ته هن جيو جو ڌرم آهي
ته سدائين من ۾ وتراڳ ڌاري، ڀوڳن جو تياڳ ڪري ۽ شراب،
مڇي ماس، جوئا، چوري آدي نشد ڪرم من کان پاسو ڪري.
جگياسوءَ کي گهرجي ته اٺن پهرن ۾ هڪ ويلو ڀوڄن ڪري ننڊ
ٿوري ڪري ۽ ٿورو ڳالهائي.

ڇپ ڪر ڇپ نه ڇور، ٻوٽ اکيون، ٻڪ ڪن،
ٻاٽي پي پيٽ نه ڀر، رهه اڌورو اَن،
هوءَ جا مورت منجهان من، ڪنهنجو مشاهدو ماڻين.

مطلب: جگياسوءَ کي بلڪل ٿورو ٻولڻ گهرجي. ٻولڻ ۾
چئن پرڪارن جو آهي. انهن ۾ اُڪيارٿ ۽ لوڀارٿ ڪڏهن
ٻولڻ نه گهرجي. پرمارٿ يٿارٿ ٻولڻ گهرجي. وري يٿارٿ
۾ ٻن پرڪارن جو ٿيندو آهي. ٻهريون سچ ۽ مٺو ٻولڻ،
ڪوڙ ۽ ڪڙي واڻي ڪڏهن به ٻولڻ نه گهرجي. واڻي ۾ چئن
پرڪارن جي آهي. (١) پرا (٢) پشنتي (٣) مڌما (٤) ويکري.
(١) پرا جو مول واس ڪمول ۾ آهي، جتان واءُ پيدا ٿي
هردي پراپتي ته پشنتي ٿئي ٿي. اوڏيءَ مهل وچار
ڪجي ته ڳالهايان يا نه. انهن ڪالهوءَ واڻي ڪنٺ

۾ اچي مڌ سيمر ٿئي ٿي. وري ڪنت ۾ ويچار ڪجي ته جيڪي ڳالهائڻو اٿم، سو سچ آهي يا ڪوڙ منو آهي يا ڪڙو، جنهنکي چوندس، اُن جي دل خوش ٿيندي يا نه؟ اهو ويچار ڪري پوءِ ٻولجي.

ٻي ٻول ئي انمول هئن، جو ڪوئي جاني ٻول،
ڪنت تارازي تولڪي، تب مک باهر ڪول.

مطلب: واڻي املڪ آهي. سا ڀر ٿين ڪنت ۾ ويچار جي ۽ پوءِ رسنا کي آڻجي ۽ ويکري يعني ٻاهر ٻولجي.

(۲) پتارٿ ٻولڻ: هري اوم "تت ست"، ساکي شووهم، شووهم، سو اهو پتارٿ پلي ٻولجي. وديڪ فرمايائون ته جگياسوءَ کي پوڄن ۽ پاٺيءَ سان پيٽ نه ڀرڻ گهرجي. ڪيس ايڪانت ۾ ويهي، اکيون ۽ ڪن بند ڪري، ستگرن جي نام جو ابياس ڪرڻ گهرجي. جڏهن لاٿين ڪندو تڏهن جگياسوءَ کي آلما جو ساکيات ڪار ٿيندو. جيستائين جگياسوءَ آلما جو درشن نه ڪيو آهي تيستائين رات ڏينهن، لڳاتار ڪوشش ڪري ابياس ڪري. اُپدي مهاتمائن جو سنگ ۽ ويدانت شاسترن جو چنتن ڪندو رهي ۽ وار وار، من کي سمجهائيندو رهي.

چند - ري من ميرا مان وچن يهه -
اکيارٿ مت ٻول ري،
پهلي اپني هردي اندر -
سوچ تارازي تولو ري،
سنيه وچن پن مڌر هويه جو -
تانکو مک سي کولو ري،
کهنا نيئون نب هي تيرا -
هووي ٻول املو ري.

ستسنگ سماپت ٿيو.

صبح جو ستگرو مهاراج جن اشنان پاڻي ڪري، جل پان ڪري اچي سنتن مان گيان چرچا ڪرڻ لڳا. سنت ميگهورام جيو ته هيءُ ميلو سنتن جي سماگم لاءِ ڪيو ويو آهي ته جئن سنت پاڻ ۾ ڪٺا ٿي، گيان چرچا ڪن. ٺهڪري اچ سيئي سنت هندو سمائن ڌرم جي وشئه تي پنهنجي پنهنجي اليءِ شاسترن انوسار ظاهر ڪن. ڀوراڻ سنت ٻڪارام جيو ته اساڄو هندو سمائن ڌرم هڪ ساگر جي سمان آهي. سنسار جا نديون ۽ نالا آخر وڃي ساگر مان ملن ٿا، ڇو جو اهي سڀ ساگر جو پاڻي آهن. دنيا جا سيئي ڌرم هندو سمائن ڌرم مان نڪتا آهن ۽ پڇاڙيءَ ۾ وڃي هندو سمائن ڌرم ۾ لين ٿيندا. سنت چرن داس ۾ ١٥ منٽ ڪن ڌرم جي وشئه تي ڳالهايو ۽ ١٥ منٽ ڪن مهاتما هنس نرواڻ ڳالهايو.

ٺهن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج جن جيو ته پياري ۾ پيارو پنهنجو ڌرم ٿي آهي، جنهن ڌرم واسطي ڪيترن سنتن، رشين منين سر ڪٽايا آهن. ڌرم جي رکيا واسطي ست چت آنند گهن پرڀو رڻ ڌرماتما، پاڻ نراڪار مان ساڪار روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪريٿو. الهيءَ ڪري ڪيترا اون نه نڪليئون ۽ ڪشٽ اچن ته به پنهنجي ڌرم تي قائم رهجي. ڌرم ڪالسواء هن جيوجو جيئڻ بيڪار آهي. اگنيءَ جو ڌرم آهي گرمائش ڏيڻ ۽ جلائڻ. جي اگني پنهنجي گرمائش ڇڏي ڏي ته پوءِ رهي ڇا سگهندي. تلوار جو ڌرم آهي ڪاٽڻ، پر جي تلوار ڪاٽڻ جو ڪم ڇڏي ڏي ته اها تلوار بيڪار آهي. بتيءَ جو ڌرم آهي پرڪاش. پر جي بتي پرڪاش نه ڪري ته بيڪار جنبي. تئن ٿي جيو جو پنهنجي ڌرم ۾ رهڻ ڪالسواء جيئڻ بيڪار آهي. پنهنجي ڌرم جي جيتري به مهما ڪجي ته اها ٿوري آهي. پوءِ پاڻ

ڪنهن به ڌرم جي نندا ٻڌڻ يا ڪرڻ گهرجي. اهوئي سناتن ڌرم جو مکيه اصول آهي. تنهن ڪارڻ سنت ميگهورام چيو ته جنهن پاڻي مڇلي جو جيون آهي، تئين هو منش جو جيون ڌرم آهي. ڌرم ڪانسواءِ جيوَ سنسار ۾ ڪڏهن به رهي نه سگهندو. تنهنڪري پنهنجي ڌرم ۾ رهڻ گهرجي. ڌرم به ٻن پرڪارن جو آهي. هڪڙو ٻاهريون ذاتي ڌرم، ٻيو اندريون آتمڪ ڌرم، جنهن وشئه تي سڀاڻي سيٺي سنت ڳالهائيندا. تنهن ڪارڻ پوڄن ڪري سيٺي وڃي آرامي ٿيا. صبح جو ستسنگ سڀا لڳي. وشئه هئي آتما. سيٺي سنتن کي ڳالهائڻ لاءِ ٻنڌرهن منٽ ڏنا ويا. تنهنتي ٻهراڻ سنت چرن داس ڀاشڻ ڪيو. چيائين ته هيءُ جيو آتما سناتن ۽ سيٺي گهٽن ۾ وياپڪ آهي. انت شرير ڌاري ٿو، پر ڪڏهن به بدلجي نٿو. اُنهيءَ آدي اپناسي آتما کي سڃاڻڻ گهرجي. تنهن ڪارڻ سنت بيڪارام چيو ته اُنهيءَ آدي ابناسي آتما کي ستگرن جي دوارا سڃاڻي سگهبو. سڃاڻڻ ڪارڻ، هن جيو کي ڪوبه سنسار جو پدارٿ دکي ڪري نٿو سگهي ۽ اهو پنهنجي وهنوار ڪري ترليپ ۽ اسنگ رهيٿو، جئن جل ۾ ڪنول جو گل. بعد ۾ ستگرو مهاراج جن چيو ته اُنهيءَ آتما جو درشن ڪرڻ ڪارڻ آتم گياني مهاتما سنسار ۾ جيون مڪت ٿي رهيٿو.

ڪمل سپ جل جدا ٿي، مڻ هرن اُهه مک مانهين،
ٻـڙوا آنـل پـن بيج، وار منـڌ پيچي نانهين.
درپڻ مانهه پرتيب، ٿڃن سپ هين گهٽ نياري،
لوئي رنگي نـه سوت، ديـک اچرج همه پاري،
انارهن پـار اگن اِڪ، سور سـال لي دي جدا،
تيون رجب سـاڌو سڪت، ماي آمـل پايا مدا.

ارٿ: جئن ڪمل گل جل ۾ ليندو آهي، جيترو جل چڙهندو آهي، اوترو پاڻ به مٿي چڙهندو آهي، پر ڪڏهن به ٻڏلدو ڪونهي. جئن سپي کاري سمنڊ ۾ رهندي هوندي به، برسات جو منو پاڻي پيئندي آهي. جئن نانگ جي مک ۾ مڻ رهندي آهي، پر زهر اُن مڻ تي ڪوبه اثر ڪونه ڪندو آهي. پاڻ جنهن کي نانگ کائي، اُنهيءَ تي مڻ رکڻ سان زهر جو اثر ناس ٿي ويندو آهي. جئن ٻڙو آنل اڳهي سمنڊ ۾ رهندي آهي، پر پاڻي اُن کي وساڻي نٿو سگهي، پاڻ پاڻيءَ کي گرم ڪري ٻاڦ ڪندي آهي، جنهن مان بادل ٺهندا آهن. جئن ڪنوڻ بادلن ۾ رهندي آهي پر برسات اُنکي وساڻي نٿي سگهي. پاڻ برسات پورڻ ڪري وڏيڪ چمڪو ڪندي آهي. جئن آرسيءَ ۾ پنهنجو پاڇو ڏسجي ٿو پر اُهو پاڇو آرسيءَ ۾ قائل ڪونهي. جئن آڪاس، جگهه، دليءَ الست برلن ۾ وياپڪ آهي، پر اُهن سان ٻڌل ڪونهي، سدا نرليپ ۽ نيارو رهيٿو. جئن اُن جي اوٽي رنگڻ ڪري، جيڪو اُن ۾ ست جو ڏاڳو هوندو آهي، اُن تي رنگ نه چڙهندو آهي ۽ ظاهر نٿي پوندو آهي، جئن سيني وٽن ۾ اگهي رهيتي ۽ سيني ڦلن ڦلن ۽ پن ٽارن کي پاڻي پهچائي ٿي پر سڙي نٿي. جئن سورج لبت ڪري پاڻيءَ کي مٽي کٽي، وري گرميءَ ڪري وساڻي ٿو. پر سورج اُهن سڀني کان نيارو آهي. رجب مهاراج جن چون ٿا ته تئن گيانوان مهاتما، هن مايا ۾ وهنوار ڪندا ڏسڻ ۾ اچنا پر سدائين سنگ نرليپ ٿي جيون گذارين ٿا. تنهن ڪالوءِ ٻڳت چيتارام ستسنگ ڪيو. اهڙيءَ طرح ٣ ڏينهن ميلي ها، صبح شام، ستسنگ ۽ ستن جي رهاڻ ٿيندي رهي. جئن ڏينهن بعد ميلي جي سماپتيءَ جو ستگرو مهاراج جن پلئه پالو. تنهن ڪالهوءِ ستگرو

مهاراج جن کي شهر جي ڪيترن پريمين جا رسوئي جا سوال پيا، سي پورا ڪري، سيني سنتن ۽ پريمين کان موڪلائي ڪنڊو ۽ پنهنجي آستان تي پهتا. صبح جو ڀائي ٺهلرام سان گڏجي، واڙي گهمڻ ويا. سڄي واڙي گهمي، ڏسي چوڻ لڳا ته واڙي تمام سٺي ٺهي آهي. ايشور مڙيئي چڱي ڪندو. ايترو چئي سوامي جن، گوال لعل ۽ گرمکداس کي اتي ڇڏي پاڻ موٽي جاءِ تي آيا.

ٻاهر جا ڪيترا ساڌو سنت، مهمان ۽ پريمي ايندا ويندا هئا ۽ مهاراج جن سڀني جي سيوا ڪندا هئا. اٽين ٣-٤ مهينا گذري ويا اٿيئي ۽ وچ گدرن جو فصل به لهي پورو ٿيو. ڀائي ٺهلرام حساب ڪري ڏٺو ته خرچ لٿي اڍائي هزار روپيه بچيا آهن.

سعد اچن شاهه جي ڳوٺ مان ڀائي ڀڳوانداس صاحب جي پرپرٽا تي آکاڙ جي ١٢ تاريخ، ڀائي ٻالڪداس جي ميلي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ روانا ٿيا. گوال لعل، گرمکداس ۽ ١٥-٢٠ شهر جا ستسنگي به ساڻن ساڻ ٿيا. رستي ۾ شاهه جي پٽ ۾ جل پان ڪري، سروآنند، ڪرشنداس ۽ چيتارام کي وٺي سعد اچن شاهه جي ڳوٺ اچي پهتا. ڀائو ڀڳوانداس ڏاڍو خوش ٿيو. ڀاڪر پائي مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته هي پريو، اڄ داس تي وڏي ڪرپا ڪئي اٿو. شام جو ڀائي ڀڳوانداس گرو گرنٿ صاحب جو جلوس ڪڍيو. شهر جي ساري پنچايت سنت، مهاتمائون ۽ مهمان جلوس ۾ شامل ٿي، ڀائي ٻالڪداس جي سماڌيءَ تي آيا. سماڌي شهر کان ميل ڪن پنڌ تي هئي. اتي ئي ستسنگ جو منڊپ ۽ پنڊال هو. جو هر قسم جو پورو بندوبست رکيل هو. شاهه جي پٽ، شهداد پور ۽ ٻين ويجهن ڳوٺن جي ڪيتري خلق اچي ڪٺي ٿي هئي. ڀائرن ڀائي ڀڳوانداس، پريم ۽

وتراڻ پري واڻيءَ سان ڀائي ٻالڪداس جي جيون چرتري
سنسنگ ڪيو. ٻئي ڏينهن رات جو ستگرو مهاراج جن من
جي ٻُرلي اُپديش ڪيو. چيائون ته پراچين ڪال کان جيڪي
ٻه رستا مني، مهاتمائون ٻڌايا آهن، تن ٻنهي جي من کي ايڪاڳر
ٿيڻ واهي اُپديش ڪيو آهي. جنهن کي ڀڳوان جي ڀڳتي ڪرڻي
آهي، سو وار وار ٻنهي من کي سمجهائي. ڏرشٽانت ڏنائون
ته هڪڙو مهاتما شهر جي ٻاهران، جهنگل ۾ ڪٽيا ٺاهي رهڻ
لڳو. هڪڙي ڏينهن اُنهيءَ شهر جو هڪ پريمي مهاتما وٽ
آيو. هٿ جوڙي چيائين تہ سائين اسان سڀاڻي گهر ۾ پاٺ
رکائيندا آهيون. ڪرپا ڪري هلي ڪري. اسانجي گهر ۾
سنسنگ ڪريو. جيڪو وقت ڏيو تہ شام جو اوهان کي موٽر
۾ وٺڻ اچون. سنسنگ ۽ رسوئيءَ کانپوءِ اوهانکي موٽر ۾
چڙهي ويندا سون. مهاتما چوڻ لڳو تہ ڀاءُ، مونکي تہ فرصت
ئي ڪانهي جو مان اوهان وٽ هلي سنسنگ ڪريان. پريميءَ
چيو تہ سائين اوهان جو جيڪو ڪم هجي، سو اسانکي ٻڌايو
تہ اسان ڪريون. ۽ اوهان ضرور اسانجي وينتي قبول ڪريو.
مهاتما چوڻ لڳو تہ ڀاءُ، جيڪو ڪم اسانکي ڪرڻو آهي،
سو اوهان کان ڪين ٿي سگهندو. اهو اسانکي ئي ڪرڻو
آهي. سو اسانکي هڪ منٽ ۾ واندڪائي ڪانهي جو اوهان
وٽ هلي سگهون. تنهن تي اهو پريمي ويچار ڪرڻ لڳو تہ
ظاهري تہ مهاتما ڪو ڪم ڪونہ ٿو ڪري، ۽ ڪيس الائي
اهڙو ڪهڙو سخت ڪم اچي پيو آهي جو کيس واندڪائي
ڪانہ آهي. تنهنڪري ڏسڻ گهرجي تہ ڪهڙو ٿو ڪم ڪري.
اهو ويچار ڪري ڪٽيا کان ٻاهر لڪي ڪي لهي جاچ
ڪرڻ لڳو. جاچيندي جاچيندي سڄ لٿي تائين ڏٺائين تہ
مهاتما ساري ڏينهن ۾ ڪوبہ ڪم ڪين ڪيو. ڪنهن مهل

جهنگل مان گهمي پيو اچي ته ڪنهن مهل وينو رهي ته ڪنهن مهل سمهيو رهي. شايد رات جو ڪو سخت ڪم ڪيو ڪري جو ٿڪاوٽ سبب چوٿو ته مان واندو ڪونه آهيان. سو گهران روٽي کائي اچي ساري رات جاڳي ڏسان ته مهاتما ڇاٿو ڪري. دل ۾ اهو ويچار ڪري، گهران روٽي کائي اچي ڪٽيا جي پرسان لڪي ويهي ڏسڻ لڳو.

ساري رات جاڳي ڏٺائين ته مهاتما ته ڪو ڪم ڪونه ٿو ڪري، فقط وينو آهي. اهو ڏسي صبوح جو مهاتما وٽ اچي چوڻ لڳو ته هي پريو، مون چڱيءَ طرح سان جاچي ڏٺو آهي ته توهان ته ڪوبه ڪم ڪونه ٿا ڪريو. نڪو پوڄن ٿا ڪريو، نڪو ڪنهن کي ڪٿا ٿا ڪري ٻڌايو. سنت ۽ سڀ شاستر چون ٿا ته اڌڪار موجب سڀ ڪنهن کي ڪم ڪرڻ گهرجي. ڀڳوان جي روٽي ائين کائڻ نه گهرجي. پرلوڪ ۾ ڀڳوان اها ڳالهه سيني کان پڇندو ته کهڙا ڌرم جا ڪم ورتي ڪيءَ؟ شايد سنتن کان ڪين پڇندو. تڏهن ٻي سنت چيو ته سنتن کان ڇو ڪونه پڇندو؟ پريميءَ چيو ته توهان کان جي ڀڳوان پڇي ته ڪهڙو جواب ڏيندا؟ مهاتما چيو ته اهائي ڳالهه چوندس ته هي ڀڳوان، مونکي هڪ منٽ به فرصت ڪانه ملي جو مان ماڻهن کي ڪٿا ٻڌايان يا پوڄن ڪريان يا ٻيو هون ڪريان يا ڪنهنجي شيوا ڪري اُنجا دک دور ڪريان. اهو ٻڌي پريمي چوڻ لڳو ته سائين توهان کان ڀڳوان جي ورڪي پڇي ته اهڙو ڪهڙو ضروري ڪم ڪيو جو اوهان کي هڪ منٽ به واندڪائي ڪانه ملي ته پوءِ توهان ڪهڙو جواب ڏيندا؟ سنت چيو پريمي جي ڀڳوان مونکان اهو سوال پڇيو ته چوندس ته توهان مونکي سنسار ۾ پيدا ڪري منهنجي ڪيرائڻ واسطي من روپي دشمن ڇڏيو. سو رات

ڏيهون، اُن جي هٿانئي ۾ رڌل رهيس ته مٿان مولکي کئهون
مول ماري نه وڃي. تنهنڪري مولکي کاٻ، والد کانئي
ڪاڻ ٿي جو وڃي کو ٻچڻ ڪريان. ڀڳوان ڪلي خوش ٿي
چوندو ته پٽ، توکي شاباس هجي. تون سنسار ۾ رهي وڏي
۾ وڏو ڪم ڪري آيو آهين. اهو ئي منهنجو ٻچڻ آهي. اهڙو
ٻڌي ٻريمي مهاتما کي ٻيري پٺي چوڻ لڳو ته توهان ڏنن، ڏنن
آهيو. ڪرپا ڪري مولکي منجهي مارڻ جي ڪا ڪتي هدايو ته مان
به من کي مٿاني منش جنم سڦاو ڪريان. اهڙو جڏهن مهاتما
کان سکيا وٺي، شش تي گهر وڃي من کي سمجهائڻ لڳو.

ستگرو مهاراج جن سنگت کي سمجهايو ته اهو ئي ڀڳوان
جو ٻچڻ آهي، جو رات ڏينهن پنهنجي من کي سمجهائجي.

ري من ميرا سمجهه سويرا-
سمجهڻ کا يهه ويــلا هئہ،
بهت جنم کي بڇڙي هو ٿم-
اجهون ڦــرت اکيلا هئہ.
منش جنم ۾ پارٻرهم سي-
کرنا تجهه کــو ميلا هئہ،
کهي تيئون جي اب نهين مليا-
ڦــر ٿــو مان ڏهيــلا هئہ.

مطلب: هي منهنجا من، هيءُ ئي سار، آڌار جي سمجهڻ جو
وقت آهي جو ڀڳوان هن منش کي ٻين سڀني جيون کان وڌيڪ
ٻڌي ڏني آهي. پاپ ٻيءَ، ڌرم آڌرم کي من جاڻي ٿو.
اننت جنمن جو هيءُ وڇڙيل جيو، اڃا تائين ڀٽڪي رهيو آهي.
هن منش جوني ۾ ئي ڀڳوان سان ملي سگهندو. چوراسي لک
جوڻين ۾ ڀڳوان سان ملي ڪين سگهندو. تنهنڪري من کي

ٻار وار سمجهائڻ گهرجي ته هي مَن، هن لوڪ جو رستو تمام ڏکيو آهي. تنهنڪري نام جپي پنهنجي آتم سروپ جو درشن ڪري ۽ جنم مرڻ جي دک کان ڇٽي سگهي ٿي.
جن پنهنجي مَن کي ماري پنهنجي آتم سروپ اسٿر ڪيو آهي، انهن منشن جي استانن تي ميلا لڳن ٿا ۽ اُهي ٻين به اننت جيون کي انڌيري آتم گهر ۾ آرام ڪرائي سگهي ٿا. انهن ڇٽي پنهنجو پرسنگ سماپت ڪيائون. تنهن کانپوءِ ڀائي ڀڳوانداس ڇيو ته جيڪي سنت، مهاتمائون، سنسار جي اُڌار لاءِ اوتار وٺي اچن ٿا، سي تمام ٿورا آهن.

ٽڪلي ٽڪلي نه ماڻڪيم- موُڪتي ڪم نه گجي گجي،
سجنا نهين سروتر- چندنم نه وني وني.

مطلب: سڀني ڦهاڙن ۾ ماڻڪ ڪونه ٿيندا آهن، پر ڪنهن ڪنهن ڦهاڙ ۾ ماڻڪ ٿيندو آهي. موتي سڀني هاٿين جي مستڪ ۾ ڪونهن، پر ڪنهن ورلي هاٿيءَ جي مستڪ ۾ موتي ٿئي ٿو. چندن جا وڻ سڀني جهنگلن ۾ نه، پر ڪنهن ڪنهن ۾ ڪو ٿئي. سڀني شهرن ۾ لنڌويتا مهاتمائون ڪونه ٿا ٿين، پر ڪنهن ڪنهن شهر ۾ ڪي گيانوان مهاتمائون اوتار ڌاري اچن ٿا، جئن هن سمي ۾، سنت ٽيئون رام صاحب جن ڪنبڏُ نگري ۾ جڳت جي اُڌار لاءِ آيا آهن ۽ اننت جيون کي آشد ڪرمن کان روڪي، شڀ ڪرمن ۾ لڳائي رهيا آهن.

اُهڙيءَ طرح ستسنگ ٿيندو رهيو ۽ سماپتيءَ جو پلئه پائي، سڀئي شهر ۾ آيا. شهر جي ڪيترن برهمڻ سوامي جن کي چيو ته سائين لوهان هتي ڪڏهن به ڪونه آيا آهيو، ڪرپا ڪري اچا هفتو ڪن هتي رهي امرت روُپي وچنن جي ورکا ڪري، اسان جي جيون جي مئل دل کي جيئرو ڪريو،

جو سنسار جي وشين ۾ ڦوڪون ۽ ڪوني ڪرمن ۾ راحت ڏيکي، اسانجو جنم سڀني وانگر برباد ٿي رهيو آهي. برهمڻ جو روپ ڏسي، ستگرو مهاراج جن هٿ جوڙي رهيا. ڌرم، ست ڪرم ۽ ويدانت جو اُپديش ڪري، ڪيترن ماڻهن کان مڇي ماس ڇڏايائون. ڪيترن کي ست ڪرم ۽ ڌرم جي رستي ۾ لڳايائون. ويرو رام ۽ ڪيترن کي نام جو اُپديش ڏنائون. آخر ڀائي شامداس سان گڏجي منڊليءَ سميت شهدادپور پهتا. ڀائي شامداس جي وڏي اوطاق ۾ ڪئين ڏهاڙا رهيو. پوءِ ۽ شرڌا سان ستگرو مهاراج جن جي شيوا لڳي. شام جو شهر جي پنچايت پرساد کڻي سوامي جن سان ملڻ آئي، رات جو پرارٿنا جي وشي تي ستسنگ ٿيو. سوامي جن چيو ته جن جيءُ کي سدائين پرشانت ۽ پرارٿنا ڪرڻ گهرجي.

توهان به پرارٿنا ڪري، ستسنگ ۾ آيا آهيو. سو اڄ اِهائي پرارٿنا ڪريو ته "هي انترجامي ست چت آنند پرڀو پرماتما، اسانکي سچي سمت ڏيو ته چت سدائين شڀ ڪرمن ۾ لڳو رهي. اسانجو من ڀُلي به وشين ڀوڳن ۽ پاپ ڪرمن ڏانهن نه وڃي.

## راڳ ٽلنگ

ٿل- نام جو ڀڄون ڏين ڏهاڙا- ڪامڪ ڪرم اَپ ڪرو نهالا.

١- سائينا تارا سڌنا ڪاسائي-
نامي ڪي نام ڏين جوائي.

٢- دان دروپتي ڪيا نام ڏهنا-
شرم سڀا ۾ نام رک لينا.

٣- گنڪا اجاميل پاپ ڪمايا-
ڪرم ڪٽي ڪن من مڪت ڪرايا.

٤- پيمت سداما کيا لي آيا-
کات کنگالي محل بنايا.

٥- آدِ جڳا جڳ آکر سوامي-
تاري پاپي ڪروڙي ڪامي.

٦- ميري پي هري ولي سنيجي-
کهي ٽيڻون نج درشن ديجي.

پرارٿنا جا پڇون ڳائي، رات جو ستسنگ سماپت ڪيائون. ٻئي ڏينهن، ڪيترن پريمين رسوئي جا سوال وڌا. شام جو ڀائي شامداس سوامي جن کي چيو ته سوائي صاحب جو وڏو آشرم آهي. ڪرپا ڪري هلو ته گهمي اچون. سيٺي ڀائي شامداس سان سوائي صاحب جي دربار ۾ ويا. باٻو ڪلياڻ گر ستگرو مهاراج جن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وڏي آدرستڪار سان کين آسڻ تي وهاريائين. ڀائي شامداس ٻائي ڪلياڻ گر کي سوامي جن جي واقفيت ڏني. ٻائو ڪلياڻ گر تمام خوش ٿيو ۽ چيائين ته اوهان وڏي ڪرپا ڪري اچي اسان کي درشن ڪرايو آهي. اسان وٽ آرتوار ڏينهن، ڪرپا ڪري پوڄن ۾ ستسنگ ڪريو، ڇو جو آرتوار ڏينهن موڪل سبب شهر جا گهڻا پريمي ايندا آهن. سوامي جن سندن پرارٿنا سويڪار ڪئي. لنهن ڪانپوءِ موٽي شهر ۾ آيا.

رات جو ستسنگ ڪيائون. چيائون ته هي منش چولو وار وار نه ملندو.

چند- قرن آرسين جنم مانش-
يهه ويلا هٿ دي پريو پاوٽي دا.
ٽوُٽا ڦل نا ڊال دي نال لڳي-
پنا موتي نا ڦير گنڌاوٽي دا.

واٽان ٻڌو ته شهر جي ٻاهران تمام سندر باغيچا آهن ۽ هوا پاڻي به تمام سٺو آهي. ڌرمشالائون ۽ سداورت کليل رهندا. اها ڳالهه ٻڌي ٻرار ۾ ٻيهي پڇاڻ لڳو ته آهي ڪو پرپوه جو پيارو جو مونکي هن شهر کان ٻاهر ڌرمشالا ۾ ڇڏي اچي، جو مان تمام دکي آهيان؟ هن جي درد ڀري دانهن ٻڌي هڪ پرمالما جي پياري ڪيس ڇيو ته هي پائي هن شهر کان ٻاهر نڪرڻ جو دروازو ته تمام پري آهي. تنهن هوندي به مان توکي هڪ رستو ٻڌايان ٿو. جنهن تان تون بنا تڪليف جي، بنا پڇڻ جي، دروازي کان ٻاهر نڪري ويندين. هي ۽ ٻرار وٺي سڌو هلندو وڃ. ڪجهه پنڌ بعد قلعي وٽ پهچندين. قلعي جي ڀت جو سهارو وٺي هلندين ته پاڻهي توکي دروازو هٿ ايندو. دروازي کي هٿ لڳيئي ته دروازي کان ٻاهر نڪري وڃ. ٻاهر ڪيترائي شيوا‌داري بيٺل هوندا جي توکي ڌرمشالا ۾ پهچائيندا.

اهو ٻڌي سورداس هلڻ لڳو. هلندي هلندي ڪيترن ڏينهن کانپوءِ اچي قلعي وٽ پهتو. ڏاڍو خوش ٿيو. تنهن کانپوءِ قلعي جي ڀت جو آڌار وٺي هلڻ لڳو. پر کجلي خارش سبب قلعي جي ڀت تان هٿ کڻي ٻنهي هٿن سان سرير کي کنهندو به پيو وڃي ته هلندو به پيو وڃي. قلعي جي پاڙ ۾ ٿڙ نڪر، ڪن ڪچرو، ڪڏون ڪوبا تمام گهڻا هئا. ويچارو سورداس ٿاٻڙندو ۽ ڌڪا کائيندو، ڪيترن ڏينهن کانپوءِ ڪوٽ جي دروازي جي ويجهو وڃي پهتو. پر خارش جو ستايل ويچارو هٿ ڇڏي کنهڻ لڳو ۽ کنهندو رهيو، تان جو اهو ٻاهر نڪرڻ وارو دروازو ٽپي ڇڏي آيو. انهن سندس لاءِ لکون چوراسيءَ جو چڪر تيار ٿي ويو. سمجهڻ لڳو ته دروازو اڃا پري آهي. پيو چڪر هڻي دروازي ويجهو آيو ته وري کنهڻ لڳو ۽ وري به دروازو ٽپي ويو. انهن ڪيترا چڪر هنيائين، پر ڪرم هيڻ ٻاهر

لڪري نہ سگهيو ۽ اندر ئي ٻرندو رهيو.

اهو هڪ درشتانت آهي. انهيءَ جو سڌانت سار هيءُ آهي تہ ست چت آنند ايشور، راجا آهي. هيءُ سنسار هن جو سندر ۽ عاليشان شهر آهي. ان شهر کي ٨٤ لک جوڻين جو تمام مظبوط ڪوٽ لڳايو اٿس. هن قلعي کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ مالڪ چولي روپي هڪ دروازو آهي. ڪوٽ جي ٻاهران گيان، وئراڳ ۽ ڀڳتي روپي باغيچي جو مکيتيءَ روپي ڌرمشالائون آهن. هيءُ جيو سورداس جي مثل آهي، جنهن کي آتم گيان روپي اکيون ڪونهن ۽ وشين، ڀوڳن ۽ موهہ آشا، ترشنا، ممتا روپي کيس خارش جي بيماري لڳل آهي. سنت، ستگرو ست پرش، مهاتما کيس مڪت ٿيڻ جي ڳُجهي ٻڌائين ٿا پر وشين ۽ واسنائن روپي خارش ڪري کيس ٻہ سندس سرير ڇڏيو وڃي ۽ چوراسي لک جوڻين ۾ ڀٽڪندو رهيو. انهي ڪري سڀئي سنت مهاتمائون رات ڏينهن مٿي ٻانهن ڪري پڪاري رهيا آهن تہ هيءُ امولڪ منش چولو وشين ۽ ڀوڳن ۾ نہ وڃايو. پر ڀوءَ جو ڀڄن ڪري جنم سڦلو ڪريو.

## راڳ پيلو

ٽل- دل ڪو ملالو دين ديال سي،
دين ديال سي گوبند گوپال سي،
١- سنک نہ ڪرنا ڪب ڀوڳ ڪلال سي،
پريت لڳائو سنت مرال سي.
٢- جيتي جدائي ڪرو جڳت جنجال سي،
لينهہ ٻيائو هري پرتپال سي.
٣- جيت ڪرو جن من وچتال سي،
سهج سمائو ٿي سروپ وشال سي.
٤- ڪهتا ڏيئون لوڙو ليکا ٿم ڪال سي،
ورلي لڳائو تم ٻرهم اڪال سي.

اُنهيءَ وشئه ني ستسنگ ڪري رام نام جي ڏني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

سياڻي ني پاڻي ڪشوري، پاڻي ڏيوارام، ڪيولرام ۽ ٻيا ڪيترا پريمي، چوئورام ۽ مائي پوڄي پڻ نام جو اُپديش وني شش ٿيا.

ٻئي ڏينهن رات جو ستسنگ ۾ ستگرو مهاراج ڄن چيو ته ديهه ڌاري ستگروءَ کانسواءِ آتما جو درشن نه ٿيندو. ويدانت شاسترن جي پڙهڻ سان گيان ٿئي ٿو، پر اُهو خالي مک جو گيان آهي، فائدائڪ نه آهي.

(۱) جي سَوَ چند اوگهه، سورج چڙهن هزار،
ايتي چانڻ هونديان، گر بن گهور انڌار،

(۲) تين سو ستِ ويدانتِ مَتَ، سَتَ سني بهه پرڪار،
گر بن نر جاني نهين، سوکيم برهم وچار.

مطلب: انيت شاسترن جا انيت مت آهن. اُهي پڙهي اُن مان ڄڻن جو ٿڻ ڪٿي واقف ٿي وڃي لڌهن بـ سندس مدو شنڪا دور نه ٿيندي ڇو جو برهم جو گيان سوکيم کان سوکيم آهي، جو ستگرن کانسواءِ سمجهه ۾ ڪين ايندو.

ڪبت - پيڊي ڪي نه ٻڌني پاس، اکر نه باچ سڪي
بنان هين پنڊت ڪئسي آوت هئن، پارسي
جواهري ڪي ملي بن، پرک نه جان سڪي
هاٿ نک ليئو رهي، سنائي نـ ٿارسي
وئد يه هون نه مليا ڪوئي، بوٽي ڪو بتاءِ ديت
بنا وئديه پائي وانڪو، اوشڌ هئه خارسي
سندر ڪهت مک رنچڪ نه ديکيو جاءِ
گـر بـن گيان جئسي انڌيري ۾ آرسي.

مطلب: جئن ڪوبہ مشق ماستر ڪانسواءِ پنهنجي منهن ڪانہ ودياپڙهي نہ سگهندو، پرجي پڙهي بہ وٺو تہ مطلب نہ سمجهندو. جئن ڪنهن کي هٿ ۾ لعل هجي، پر جواهريءَ ڪانسواءِ ماهہ جي شر هڪي نہ پوندي. جئن ڪو بيمار حڪيم جي اچي ڪانسواءِ پاڻهي پنهنجي دک جي دوا ڪندو تہ اُلٽندو وڌيڪ بيمار ٿي پوندو.

ستگرو مهاراج جن چون ٿا تہ گروءَ جي گيان ڪانسواءِ آتما جو گيان ائين آهي، جئن اونده ۾ آرسي؟ جنهن ۾ پنهنجو منهن ڏسي نہ سگهبو. ستگرن ڪانسواءِ چوراسي ڪاٽ مٽندي.

دِرشٽانت: وِتڪنت پوريءَ ۾ وشنو ڀڳوان جي دربار ۾ هر روز ستسنگ ٿيندو هو، جتي نارد مني بہ ايندو هو. ستسنگ جي سماپتيءَ ڪانپوءِ جڏهن نارد مني اُٿي پنهنجي ڪٿيا ڏانهن ويندو هو، تڏهن وشنو ڀڳوان پنهنجي پارشدن کي چوندو هو تہ جنهن پوميءَ تي نارد مني ويٺو، سا اُپوٽي ڇڏيو، ڇاڪاڻ جو نارد گرو ڪونہ ڪيو آهي. تنهنڪري اُنهيءَ جاءِ تان اڌ فوٽ ڪن مٽي کوٽي ٻاهر ڇڏي، نئين مٽي ڀري ڇڏيو. روز ائين ڪري مٿان ليپڻ ڏيندا ڪرايو. ڀڳوان جي آگيا بڌي پارشد هر روز ائين ڪندا هئا. هڪ ڏينهن [illegible] ستسنگ ڪانپوءِ لڪڙو اُٿي وڃو ۽ ڪرمنڊل اُتي ڇڏي [illegible] رستي ۾ ياد آيس تہ ڪرمنڊل وساري آيو آهيان سو [illegible] ڪرمنڊل کڻان. وشنو ڀڳوان جا پارشد مٽيءَ جو ن [illegible] ٻاهر لڪتا تہ نارد مني کين منهن ۾ ڏٺو. [illegible] ڪاڻ پڇيو تہ نوڪرن ۾ ڇا ڪيو اٿو. پارشدن [illegible] ڪئي. سچ ٻڌي چوڻ لڳا تہ پاڻ گئي نارد منيءَ جو [illegible] روز جي تڪليف ۾ وڌو اٿس. وشنو ڀڳوان

چوٿون ته نارد جو گرو ڪير ڪونه آهي. تنهنڪري جتي وڃي ٿو اُها ڀومي اَپوتر ٿي پوئي. اهي ڪري اُها مٽي ڪڍي ٻي وجهي ليپڻ پائيندا ڪريو. اِها ڳالهه ٻڌي نارد دل ۾ ڏاڍو ڏکي ٿيو. ڀڳوان وٽ وڃي هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته توهان منهنجي پرپٺ منهنجي بي عزتي ٿا ڪريو. اڄ مونکي خبر پيئي آهي. هيترا ڏينهن اڳ اوهان مونکي ڪونه چيو ته گرو ڪر، سو ڇا جي ڪري.

تنهن تي ڀڳوان چيو نارد هڪ ته تون چئني ويدن جو ڄاڻو ودوان آهين. ٻيو تون سڀني سڌن جو سرومڻي آهين. ٽيون تون برهما جو پٽ ذات جو وڏو آهين. توکي ڪو به گرو پسند ڪونه ايندو. تنهنڪري مون توکي ڪونه چيو ته تون ڪو گرو ڪر. ايترو ٻڌي نارد هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پريو، توهان جي ڳالهه برابر آهي. سو هاڻي جنهنکي توهان چئو تنهنکي سپاٽي وڃي گرو ڪري اچان. ڀڳوان چيس ته مان توکي ٻڌايان پر توکي پسند نه ايندو. تنهنڪري صبح جو ۵ بجي نڪري، شهر کان ٻاهر، اَيرلدي پاسي وڃج؛ اُن مهل جيڪو پهريون ماڻهو مڻهن سامهون گڏجيئي، تنهن کي گرو ڪج. نارد، ست وچن چئي ڀڳوان کي نمسڪار ڪري وڃي پنهنجي ڪٽيا ۾ آرام ڪيو.

صبوح جو ۵ بجي نارد مني شهر کان ٻاهر نڪتو. اويرلدي پاسي ٿورو پنڌ ڪري ڏسي ته هڪڙو ماڇي نديءَ جي ڪناري تي ويٺو پکين کي ڦاسائڻ لاءِ ڄار وڇائي. نارد اُچي ماڇيءَ کي پيرين پوڻ لڳو ته ماڇي چوڻ لڳس ته هيءَ ڇا ٿا ڪريو. اوهان مهيشور، مونکي ڪئن ٿا پيري پئو؟ تڏهن تي نارد هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي ڀڳوان توهان منهنجا ستگرو ٿيو. ڪرپا ڪري مونکي گر منتر ڏيو. ماڇي چوڻ لڳو ته

هي مهامني، اوهان ته ڏيو رشي آهيو. سو مان اوهان جهڙو ڪنهن ستگروءَ کي سگهندس؟ نارد چوڻ لڳس ته اها اوهان جي سچي ڳالهه آهي. پر مون ستگرو ڪيو ٿي ڪونهي. ٿهڪري ٻيوان مولڪي آگيا ڪئي آهي ته جيڪو ماڻهو صبح جو پهرين گڏجيئي ٿهڪي وٽهي گرو ڪري، سو پرپو، اوهان منهنجا ستگرو ٿي گرمنتر ڏيو. ماريءَ جيس ته نارد مان لوڪي جيڪو اُپديش ڪريان، ٿهڪان وڏيڪ ڪون اڳرتي جاڻين ڳو. مان ته اپترو شاسترن جو جاڻو ڪين آهيان. ڏاهن وري نارد چوڻ لڳو ته برابر اوهان جي ڳالهه سچي آهي. پر جيڪا ڳالهه اوهان کي چڱي لڳي، سا ئي ڪٽي مولڪي ٻڌايو. اُنهيءَ مان منهنجو ڀلو ٿيندو.

ماريءَ چيو چڱو. اپترو ٻڌي نارد خوش ٿي پرساد اڳيان رکي ماريءَ جي چرڻن جي پوڄا ڪئي. پوءِ ماريءَ جيس ته هي نارد چڱي آهي جٻ. سو اُنهيءَ جپ جو وٽهي ساڌن ڪر. نارد پيرين پئي روانو ٿيو. اڃا ٿورو پنڌ ڪياءِين ته دل ۾ چوڻ لڳو ته مولکي گروءَ جپ جو منتر ڏنو آهي پر اُنهيءَ جو مطلب ته ڪونه ٻڌايائين. سو وري موٽي اچي گروءَ کي چيائين ته اوهان جو مولکي جپ رهڻ جو منتر ڏنو آهي، پر ڪرپا ڪري اُنهيءَ جو ارٿ ته سمجهايو.

ٿهڻتي ماريءَ جيس ته مان اڄ توکي پنهنجي سچي ڳالهه ٻڌايانٿو، جنهن مان تون جپ جو ارٿ سمجهي وٺندين. مان ذات جو ماري آهيان ۽ پکي ڦاسائيندو آهيان. جڏهن جار پکيڙي بلڪل جپ ڪري ويهندو آهيان، تڏهن پکي اچي جار ۾ ڦاسندا آهن. ٿهڪري مولکي جپ پياري لڳندي آهي. ستگروءَ جا وچن ٻڌي نارد دل ۾ چوڻ لڳو ته گروءَ واهه جو منتر ڏنو آهي. جپ سان من جا ترنگ، سنڪلپ ۽

ڪوتا خيال اچي ڦاسندا آهن. پر مان برهما جو پٽر ۽ گرو ڪيو
اٿم ماري. سو جيڪو ٻڌندو سو مون تي کلندو. سنسار ۾
عزت ٻه ڪانه رهندي. اهو ويچار ڪري سڌو وئڪنٺ پريءَ
۾ آيو. وشنو ڀڳوان کي ڏنڊوت پرنام ڪري اچي ويٺو.
وشنو ڀڳوان پڇڻ لڳس ته ڪيئن نارد گرو ڪري آئين. نارد
هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته جهڙي پريو، گرو ته ڪري آئس پر
آهي ذات جو ماري.

وشنو ڀڳوان چيس ته تو گروءَ جي نندا ڪئي آهي تنهن
ڪري چوراسي ڀوڳيندين، ڇو جو شاستر چون ٿا ته جيڪو
گروءَ جي نندا ڪندو سو اننت جنمن ۾ چوراسي ڀوڳي دک
پائيندو. ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي نارد کي اکين ۾ جل اچي
ويو ۽ چوڻ لڳو ته مون کان ڀل ٿي ويئي. ڪرهان سمرت
آهيو. ڪرپا ڪري منهنجي چوراسي ڪٽيو. ڀڳوان چيس ته
مان چوراسي مٽائڻ ۾ سمرت ڪونه آهيان. وري به ستگرن
جي شرن وڃ ۽ وينتي ڪر ته چوراسيءَ کان ڇڏائيندءِ. نارد
ڀيرو پيئي، سڌو گروءَ وٽ آيو. ڏنڊوت پرنام ڪري روئي
چوڻ لڳو ته هي پريو مون توهان جي نندا ڪئي آهي. وشنو
ڀڳوان چيو ته گروءَ ۾ ترڪ درشٽي آندي اٿيئي. تنهن
ڪري چوراسي ڀوڳيندين. ڪرپا ڪري مونکي معاف ڪري
چوراسيءَ کان ڇڏايو. گروءَ چيس تو چيو آهي ته منهنجو گرو
ماري آهي. مان ماري ته برابر آهيان پر هاڻي ٿيو. جيڪي
گذريو تنهنکي ياد نه ڪر. هيٺ ڀڳوان کي وڃي چئو ته چوراسي
ڪهڙي ٿيندي آهي. مونکي اُهو زمين تي نقشو ڪڍي
ڏيکاريو ته اُنهيءَ جي مٽائڻ جو ڪو اُپاءَ ڪريان. جڏهن ڀڳوان
ٻوڪي زمين تي چوراسي لک جوڻين جو نقشو ڪڍي ڏيکاري
تڏهن تون وري پڇجانس ته پريو، هن ۾ ڪا جوڻ رهي ته

ڪالهي. جڏهن ڀڳوان چوڻي تہ نارد، سڀئي جوڻيون ھنبر ليکي
جڏيون الم، تڏهن تون الهيءَ لڪشي جي مٿان لٽڙيون ڪاٽي
اها چوراسي داءِ چڏح. ڀڳوان ٿوڪي چولدو تہ ڇاٿو ڪرين،
بارن وانگر مٽيءَ ۾ پيو ليٽين؟ تون ڇنج تہ مان چوراسي ٿو
ڀوڳيان. هي ڀڳوان چوڻي تہ نارد اها چوراسي ٻي آهي تہ
ڄاڄانس تہ ٻرٻو، اها ۽ توهان جي ناهيل آهي ۽ هيءَ ٻہ
توهانجي ناهيل آهي. سو مان هيءَ ئي ٿو ڀوڳيان. اهترو ٻڌي
ڀڳوان خوش ٿي چولدءِ تہ ڇگي انڪل ڪبہ جو پنهنجي
چوراسي مٿاڻي چڏ هہ.

نارد خوش ٿي ستگرن کي پيري پئي ونڪمت پريءَ ۾
اچي، وشنو ڀڳوان جي اڳيان چپ ڪري واهي رهيو. وشنو
ڀڳوان پڇيس، نارد، اداس ڇو آهين؟ نارد چيو توهان جو چيو
آهي تہ چوراسي ڀوڳيندين، سا ڳالهہ مونکي سمجهہ ۾ نٿي
اچي تہ ڪهڙي چوراسي ڀوڳيندس. توهين ٻڌوءَ لي چوراسيءَ
جو نقشو ڪڍي ڏيکاريو تہ پوءِ مان اُنهيءَ کي مٿانئر جو
برشارت ڪريان. ڀڳوان مٽڪي زمين تي چوراسي لک
جوڻين جو نقشو ليکي چيو تہ هي نارد، هيءَ جوڻيون آهن.
نارد وري ڀڳوان کان پڇيو تہ، هي ٻڌو، هن ۾ ٻي ڪا جوڻ
رهالي تہ ڪانہ اٿو؟ ڀڳوان چيو نہ.

نارد اُنهيءَ چوراسيءَ جي نقشي مٿان سمهي لٽڻ لڳو
تہ ڀڳوان چوڻ لڳس تہ نارد، هيءَ ڇا ڪري رهيو آهين؟
نارد چيو ٻڌو، چوراسي ٿو ڀوڳيان. ڀڳوان کلي چيو، ٿوڪي
تہ ڪوئي عقل ڪونهي. ٿوڪي چوراسي ڇڻ ڪاٽين جي
ڀوڳڻي آهي. نارد چيو تہ اها ٻہ توهان جي ٺاهيل آهي ۽
هيءَ ۾ توهان پنهنجي هٿن سان هينئر ٺاهي آهي. سو مان
هيءَ ئي ٿو ڀوڳيان.

اهو ٻڌي ڀڳوان خوش ٿي چيس تہ نارد، اِها ڳالهہ ته سچي آهي. شايد لوڪي ستگرن ٻڌائي چوراسيءَ کان ڇڏايو آهي.

اِها وارتا ٻڌائي، ستگرو مهاراج جن چيو تہ ستگرو ئي چوراسيءَ جي ميٽڻ ۾ سمرٿ آهن. تنهن ڪري، منش کي ستسنگ ڪري، ستگرن جي شرڻ ۾ وڃي، جنم مرڻ جو ڦيرو ميٽڻ گهرجي. انهيءَ وشئہ تي ستسنگ ڪري، "ستنام" ساکيءَ جي ڌني لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيائون.

ٻئي ڏينهن شام جو، ڀڳت منگهرام ملوسيءَ جي ڳوٺ وارو پرساد کڻي آيو. متو ٽيڪي، هٿ جوڙي وينو تہ ستگرو مهاراج جن پڇيس تہ ابا، ڪٿي وينا آهيو؟ ڀڳت منگهرام چيو مان ملوسيءَ جي ڳوٺ جو وينل آهيان. توهان کي هيءُ داس وينتي ڪرڻ آيو آهي تہ ڪرپا ڪري اسان جي ڳوٺ ۾ پيرا پائي اسانکي پوتر ڪريو. ڳوٺ جا سڀئي ماڻهو اوهان جي درشن جا پياسي آهن. ستگرو مهاراج جن چيو تہ ابا، شايد ڪجهہ ڏينهن هتي لڳي ويندا. سو توهان هتي رهي پئو. پوءِ پروگرام ٺاهي توهان کي ڏينداسون. ٻئي ڏينهن صبح جو، ستگرو مهاراج جن ساري منڊليءَ سميت، بگين ۾ چڙهي، سوائي صاحب جي مڙهيءَ تي اچي پهتا. باغ ۾ ڪلياڻ گر کين ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. شام جو ۳ بجي ستگرو مهاراج جن اتي جل پان ڪري، ۴ بجي ستسنگ شروع ڪرايو. پرسنگ هو ڀڳتي. چيائون تہ، ڀڳتي لوڻ پرڪارن جي آهي.

سرون پريچت پوپ ـ شبد سکديوس گاوهہ،
پرون پڇن پرهلاد ـ منشا شري پدم ڏياوهہ،
پوڄ، آرچ، پرٿو راج ـ پريم اکرورس وندن،

هيٺيون داس هنمنت ـ

پريت پارٿ جيئون پرکين ،

پل جيئون پل پل ٺارڪر ـ رجب رامه ڏي جي ،

يهه پرڪار نوڌا ڀڳت ـ آلم آنتر ڪيجئي .

(١) سرتڻ ڀڳتي راجا پريڇت ڪئي ، جو گنگا جي ڪناري تي شرڌا ڀاءُ سان، شري سکديو مهراج کان ٻڌي مکت ٿيو. اهڙيءَ طرح سرتڻ ڪجي ، جئن هڪڙي طوطي ڪيو.

درشٽانت ـ هڪ مهاتما ٻندي ڇوڙ ، پنهنجي چيلي النند پرڪاش کي وٺي ، سئر ڪندي ڪندي ، هڪ راڄائي شهر جي ٻاهران ، نهر جي ڪناري تي پهچي جي وڻ هيٺان اچي ويٺو. صبح جو ١٠ بجي ، ٻندي ڇوڙ النند پرڪاش کي چيو ته بابا، هري نارائڻ ڪري ، شهر مان روٽي وٺي اچ . گروءَ جي آگيا پائي ، شهر ۾ ويو. هڪڙي دروازي تي پهچي، وڏي آواز ڇوڻ لڳو ته ٻندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه! آواز ٻڌي ، ڪيترن گهرن مان پريمي روٽي کڻي آيا. پر هن فقط ٻن گهرن کان روٽي ورتي. موٽي اچي گروءَ کي کاوائي، پاڻ به کائي آرام ڪيائون. شام جو گروءَ کي چوڻ لڳو ته هي پريو، هن شهر ۾ تمام گهڻو آهي، جو توهان جي لائق ولڻ سان، ماڻهو خوش ٿي، گهڻو سنو ڀوڄن ڏين ٿا. تنهن ڪري، منهنجي مرضي آهي ته ٻه-چار ڏينهن هتي رهون ته چڱو.

ٻندي ڇوڙ مهراج چيو چڱو آيا، هتئو ڪن هتي رهون ٿا. ٻئي ڏينهن ١٠ بجي، النند پرڪاش شهر جي ٻيءَ بزار ۾ اچي وڏي واڪي چوڻ لڳو "ٻندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه! ائين ئي

ٽن ڇنهن گهرن مان پريمي روئي ڪٿي ٻاهر نڪري آيا. صرف
ٻن پريمين ڪان پوڄن وٺي آيو.

اهڙيءَ طرح آنند پرڪاش، ڪڏهن ڪٿان، ته ڪڏهن
ڪٿان، بندي ڇوڙ مهراج جي جئه ٻولي روٽي وٺي ايندو
هو. هڪڙي ڏينهن بزار ۾ اچي، هڪ در تي وڏي آواز
چوڻ لڳو، بندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه! اندران آواز آيو ته
هي پڳون، منهنجي آزاد ڪرڻ وارا اهي سک داتي وچن
ڪرپا ڪري وري چئجو. آنند پرڪاش وري وڏي آواز
چيو، بندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه! تنهن تي اندران آواز آيو
ته مهراج ڪرپا ڪري، اندر اچي، مونکي درشن ڏيئي،
منهنجو دک دور ڪريو.

آنند پرڪاش اندر ويو. ڏٺائين ته بيو ته ڪير ڪونهي،
باقي هڪ طوطو پڃري ۾ ويٺو آهي: طوطي ڏانهن نهارڻ
لڳو ته طوطو، اکين ۾ جل آڻي، روئي چوڻ لڳو، ته هي
پريو، اهو بندي ڇوڙ ناٿو ڪنهن جو آهي ۽ اهو ڪٿي ويٺو
آهي؟ آنند پرڪاش چيو ته هي طوطا، اهو ناٿو منهنجي
ستگروءَ جو آهي. هو شهر جي ٻاهران، نهر جي ڪناري تي
براجمان آهي. طوطي چيو ته، جيڪڏهن تنهنجو ستگرو سچ
پچ بندن ڇوڙڻ وارو آهي ته منهنجو هڪ نياپو وٺي ڏجانس.
پر پهريائين وچن ڏي، ته پوءِ مان توکي نياپو ڏيان. آنند پرڪاش
چيو، ”وچن“ طوطي چيو: مهراج پنهنجي گروءَ جيءَ کي ته مان
هن پڃري ۾ ڏاڍو دکي آهيان. ڪٿن ٻاهر نڪري آزاد ٿي،
آڪاس منڊل ۾ سئر ڪريان؟ هتي ڪٿن اچي ڦاٿس؟ اهو
سنديش پنهنجي گروءَ کي ستائج.

طوطي جو نياپو ٻڌي، در ڪان ٻاهر نڪتو. اچي ٻئي هڪ
گهر جي دروازي وٽ چوڻ لڳو: بندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه!

ٻن ٽن ڪلاڪن ۾ برهمڻ روٽي آڻي ڪيس ڏني. روٽي وٺي، گروءَ وٽ آيو.

طوطي جي ڳالهه گروءَ سان ڪيائين ۽ ٻيو ٻڌائين. ٻڌندي ئي، سندس گروءَ مورڇا ٿي ڪري پيو. ٻران ڪنت ۾ رڪجي ويس ۽ اکيون بند ٿي ويس. آنند پرڪاش گروءَ جو اهڙو حال ڏسي دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته طوطي جي نياپي ۾ اهڙو ڪو خراب اثر آهي، جو منهنجي گروءَ جا ٻران ٿا وڃن. گهٻرائجي، پاڻيءَ لوٽو ڪڍي، گروءَ کي ڇنڊا هڻي ٻيڪو لوڏڻ لڳو. ٿوريءَ دير بعد سندس گروءَ ٿورڙيون اکيون پٽيون، ٻه ورڻ بند ڪري ڇڏيائين. گهڻي وقت ڪالهوءَ سڌائي ٿي، پنهنجي چيلي کي چوڻ لڳو ته اٻا، پوءِ طوطي ڇا چيو. آنند پرڪاش چيو ته سائين، انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيو. توهان اڃا روٽي کائو. روٽي کائي، ستگرو مهراج وري چيلي کي چيو ته اٻا، طوطي جي ڳالهه ٻڌاءِ. آنند پرڪاش چيو ته سائين، مون چوڻ کان ئي بس ڪئي، ڇو جو اڃا توهان کي ٿوري ڳالهه ٻڌائڻ ته توهان مورڇا ٿي ويا. تنهن ڪري انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيو. مان طوطي کي پاڻهي وڃي جواب ڏيندس. ٻئي ڏينهن آنند پرڪاش ١١ بجه صبح جو اچي انهيءَ دروازي تي وڏي آواز چوڻ لڳو بندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه! آواز ٻڌي، طوطي اندر سڏ ڪري پڇيس ته منهنجو نياپو پنهنجي گروءَ کي ڏنئه يا نه؟ منهنجي ڇوٽڪاري لاءِ ڇا چيو اٿس؟ آنند پرڪاش چيو، هي طوطا، تنهنجي نياپي ۾ الاجي ڪهڙو اثر هو، جو مون اڃا تنهنجي دک جي وارتا پنهنجي ستگروءَ کي ٻڌائڻ لڳس ته منهنجو ستگرو مورڇا ٿي ڪري پيو. ٻران ڪنت ۾ اچي رڪيس، اکيون بند ٿي ويس. مان گهٻرائجي ويس.

ڳالهہ شروع ڪرڻ سان گروءَ جو اهڙو حال ٿيو آهي • جي سڄي ڳالهہ ٻڌندو تہ متان مري وڃي • انهيءَ ڪري مون تنهنجو وڏيڪ احوال ڪونہ ٻڌايو مانس •

طوطي جيس جڳو توهان هاڻي ٻلي وڃو • آنند پرڪاش ٻاهر نڪري آيو • اچا ٻئي دروازي تي بندي ڇوڙ مهاراج جي جئہ ٻولياڻين تہ طوطي جو مالڪ گهر آيو • طوطو پنهنجي مالڪ کي ڏسي چيٽ ڪري پڃري ۾ ڪري پيو • طوطي جي مالڪ يڪدم پڃرو لاهي، تاڪي کولي طوطي کي ٻاهر ڪڍيو • طوطي کي سڌ ڪرڻ لڳو، پر طوطو ڪنٺ ۾ پران روڪي، اکيون ٻوري ڇڏيون • طوطي جو نازڪ حال ڏسي، سندس مالڪ پاڻي کڻي آيو • ۽ ٿي چندا هڻي پنهنجي استري کي چوڻ لڳو تہ، اڄ طوطي کي گرمي لڳي ويئي آهي جو لو ڇانو ۾ ڪونہ وهاريو اٿس • هاڻي مري ٿو • ايترو چئي وڃڻ کڻي اچي طوطي کي هڻڻ لڳو • طوطي ٿورڻون اکيون کوليون • مالڪ ڏي نهاري وري اکيون ٻوري ڇڏيائين • طوطي جي مالڪ ويچار ڪيو تہ متان ٿڪ لڳي هجيس سو اندران ميوو کڻڻ ويو • طوطي اکيون پٽيون • پاڻ کي چئني طرفن کان آزاد ڏسي اڏاري ڪاٺي وڏي آواز سان آڪاس منڊل ۾ چوندو ويو تہ بندي ڇوڙ مهاراج کي جئہ، بندي ڇوڙ مهاراج کي جئہ! طوطي جو آواز ٻڌي مالڪ پنهنجي استريءَ کي چوڻ لڳو تہ استري طوطو تہ پڃي ويو • پر هيءَ ڇا پيو چوندو وڃي؟ تنهن تي سندس استري چوڻ لڳي تہ سوامي، هو جو ٻاهر سنت بندي ڇوڙ مهاراج کي جئہ پيو ٻولي تنهن سو ڪالهہ کان وني طوطي سان ڳالهيون پئي ڪيون • انهيءَ سنت ئي طوطي کي ڀڄايو آئيڻي • مالڪ ٻاهر نڪري آنند پرڪاش کي ٻانهن کان پڪڙي چوڻ لڳو تہ تو منهنجي طوطي کي ڀڄايو آهي • سو مونکي ۲۵ روپيہ ڀري ڏي •

آنند پرڪاش چيو، پاڻي مون ته تنهنجي طوطي کي ڪوڙو پڙهايو
آهي. پر مالڪ چوي ته نه، تو ئي طوطي کي پڙهايو آهي.
ڪيترا پاڙيوارا اچي ڪٺا ٿيا. پڇڻ لڳا ته ڇا آهي؟ تنهن
تي طوطي جو مالڪ چوڻ لڳو ته منهنجي استري چوڻي ته
هن سنت ڪالهه ڪانوڻي طوطي سان الائي ڪهڙيون ڳالهيون
ڪيون جو طوطو ٻڌي ويو. ماڻهو آنند پرڪاش کان پڇڻ
لڳا ته طوطي سان ڪهڙيون ڳالهيون ڪيون هيون؟ آنند پرڪاش
ساري ڳالهه ڪري ٻڌائي، ته ڇا چيو ۽ ڪٿي سندس گرو
مورڇا ٿي ويو وغيره. طوطي جي مالڪ چيو ته جئن تون
پنهنجي گروءَ جي ڳالهه ڪري رهيو آهين، تئن تنهنجي طوطي
به ڪيو ۽ جئن تون پنهنجي گروءَ جي جئه ٿو بولائين، تئن
منهنجو طوطو به بندي ڇوڙ مهاراج جي جئه بولائي اُڏامي ويو.
سو هت وٺي تو منهنجو طوطو پڙهايو آهي. تنهنڪري ۲۵ روپيه
ڀري ڏي. آنند پرڪاش چيو مون تنهنجو طوطو ڪوڙو پڙهايو
آهي، طوطي جي مالڪ پڇيو ته تو طوطي کي پنهنجي گروءَ
واري ڳالهه ٻڌائي هئي يا نه؟ آنند پرڪاش چيو ته برابر مون
ٻڌائي هئي ماڻس. طوطي جو مالڪ سڀني ماڻهن کي چوڻ
لڳو ته پاڙيو توهان نياءُ ڪريو ته هن سنت منهنجو طوطو پڙهايو
آهي يا نه. سڀني چيو ته پاڻي هن سنت ته تنهنجي طوطي
کي جاڻي واڻي ڪوڙو پڙهايو آهي. پر اها حقيقت آهي ته هن
سنت جي گروءَ جي ڀڪتي ٻڌي طوطو ڀڳو آهي. تنهنڪري
سنت کي ڇڏي ڏي. طوطي جو مالڪ چوڻ لڳو ته توهان
جي چوڻ تي سنت کي ڇڏي ٿو ڏيان. باقي پڪ اٿم ته
طوطي کي هن سنت ئي پڙهايو آهي. آنند پرڪاش جند ڇڏائي
پنهنجي گروءَ ڏانهن موٽيو. واٽ تي طوطي جي جگياسا ۽
سياڻپ تي ويچار ڪندي اکين مان جل اچي ويس ۽ پنهنجي

من کي چوڻ لڳو ته طوطو گروءَ جي ڀڳتي ياد ڪري پنهنجن
منٽن ۾ ٻنڌن کان ڇٽي ويو پر توکي سنتن ۽ ستگرن هيترا
سال ڪٿائون ٻڌايون آهن، ڪيترايون ڪٿيون ۽ گيان ڏنو
آهي، پر تون اڃا وشين ڀوڳن ۽ سنسار جي موهه روپي ڦيري
۾ ڦاٿو پيو آهين. ڌڪار هجي ٽولي! ائين پنهنجي من کي
سمجهائيندو سمجهائيندو اچي گروءَ کي روٽي کارائي وڃي
ايڪانت ۾ ويٺو ۽ من کي سمجهائيندي سمجهائيندي پرم
پد کي پراپت ٿيو. اهو درشٽانت ٻڌائي ستگرو مهاراج جن
چيو ته اِها سروڻ ڀڳتي آهي. جئن راجا پريڇت ۽ طوطو
سروڻ، منن ۽ نديڌياسن ڪري مڪت ٿي ويا، تئن هن جيو
کي سروڻ، منن ۽ نديڌياسن ڪري پنهنجو اُڌار ڪرڻ گهرجي.

(٢) سکديو مهاراج راجا پريڇت کي ڪٿا ٻڌائي.

(٣) ڀون ۽ ڀڳت پرهلاد وڃي رام جي نام جو سواس سواس
سان سمرڻ ڪيو.

(٤) لڇميءَ وشنو ڀڳوان جي چرن ڪملن جو ڌيان ڌري
سيوا ڪئي.

(٥) راجا پرٿو ٺاڪرن جي پوڄا ڪري پنهنجو اُڌار ڪيو.

(٦) اَڪرُور ونڊنا ڀڳتي ڪئي جو مٿرا کان بندرابن تائين
ڊنڊوت پرڻام ڪندو ڪرشن ڀڳوان کي وٽ آيو.

(٧) هنومان داس ڀڳتي ڪئي جو سري رامچندر جي
چرنن جو داس ٿي رهيو.

(٨) ارجن سکا ڀڳتي ڪري ڪرشن ڀڳوان سان مترتا رکي،
پنهنجو اُڌار ڪيو.

(٩) راجا ٻلي سرو سمرپڻ ڀڳتي ڪئي ۽ پنهنجو سڀ
ڪجهه سربر سوڌو ڀڳوان کي دان ڪيو.

ستسنگ سمايت ٿيو. اهڙيءَ طرح برهمن جي اٿيءَ پهر ۽ شردا ڪري ستگرو مهاراج جن مهيني ڪان نه مٿي شهدادپور ۾ رهيا. ڏوهر، ڪرم ڀڳتي پاءَ ۽ ويدانت جو اُپديش ڪري ڪيترن مائهن کي ست مارڳ ۾ لڳاياائون. ڪيترا پريمي ستگرو مهاراج جن جا جگياسو ٿيا. ان بعد ڀڳت مڱهو رام سان گڏجي ستگرو مهاراج جن ۽ ٻيا پريمي، مردسني ڳوٺ ۾ ويا ائي پهچي ستگرو مهاراج جن جو گهڻي آدرستڪار سان سواگت ڪيو، راتجو ستسنگ ڪيائون. پرپر جي وارتا هلي چيائون ته سنسار ۾ جيڪي منش جي هردي ۾ ڀڳوان جو پريم ڪونهي، سو منش پسوءَ سمان آهي.

ڪبير پريم وٽچ نا ڪرسڪي -
چلي نه نام ڪي گيل،
مانش ڪيوي ڪالڙي اوڙه ڦري جيون بيل.

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته هن سنسار جي اندر جنهن پرلم جو واپار نه ڪيو آهي ۽ رام نام جو رستو نه ورتو آهي، سو منش پسن وانگر سنسار جي گهر روپي گهاڻي ۾ بيل وانگر وهي رهيو آهي. جنهن کي ڀڳوان جي ملڻ جي پياس ڪانهي سو رات ڏينهن سنسار جي پدارٿن لي موهت ٿي پنهنجو اُهواڪ مانش جنم ڀڳوان جي پچن سواءِ، وڃرت وڃائي رهيو آهي. لنهڪري سنت مهاتمائون، رات ڏينهن اهائي پڪار ڪري رهيا آهن ته سنسار جي پدارٿن جو جولو پرلم ڇڏي پرڀوءَ سان سچو پريم رکو ۽ سک کي پايو. منش شرير لمار دولڀ آهي اُن جو اُڌار ڪرڻ گهرجي، جڏهن جيئو جو هيءَ لوڪ ۽ پرلوڪ سکي ٿئي. اُتي هڪ درشتانت ڏنائون. چيائون ته: هڪ ديس ۾ بنڪي راج هولدو هو، جنهن ۾ ٽنهين ٽنهين سال چولدون ڪري راجا مقرر ڪيو ويندو هو. سمنڊ جي

وچ ۾ هڪ ڀيانڪ ٻيٽ تي گهرو ڀيانڪ جهنگل هوندو هو، جنهن ۾ ٻگهڙ ۽ شينهن جهڙا تمام گهڻا خوفناڪ جانور رهندا هئا. ٽن سالن بعد اُهيءَ راجا کي جهاز ۾ چاڙهي اُتي ڇڏي ايندا هئا، جتي ڪيس جانور ماري کائي ڇڏيندا هئا. اُهيءَ ديس جي راڄائي اهڙيءَ طرح هلندي هئي. هڪ وقت هڪ وويڪي ستسنگي پرش کي چونڊي راڄ گديءَ تي وهاريائون. رات جو راجا سيج تي ويهي ويچار ڪرڻ لڳو ته ٽن سالن کانپوءِ مونکي ۾ اُهيءَ ٻيٽ تي ڇڏي ايندا، تنهنڪري صبح جو جهاز ۾ چڙهي اُهيءَ ٻيٽ کي ڏسڻ گهرجي. اِهو ويچار ڪري صبح جو وزير کي گهرائي چوڻ لڳو ته جلدي هڪ جهاز تيار ڪرايو ۽ جتي ٽن سالن کانپوءِ مونکي وڃڻو آهي، اُهو ٻيٽ هلي مونکي ڏيکاريو. جهاز تيار ٿي ويو. راجا ۽ وزير ٻيٽ تي ويا، راجا ٻيٽ گهمي ڏٺو. ڀيانڪ بن ڏسي راجا ڪنبڻ لڳو. منترين کي چيائين ته هاڻي جلدي موٽي هلو. جهاز ۾ چڙهي سيئي اچي راڄڌانيءَ ۾ پهتا. وزير راجا کي محلات ۾ ڇڏي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ويا.

راجا ايڪانت ۾ ويهي ويچار ڪرڻ لڳو ته اهڙي ڪا يڪتي ڪجي جنهن ۾ پنهنجو بچاءُ ٿئي ۽ مان اُهيءَ دک کان ڇٽي وڃان. صبوح جو وزيرن کي گهرائي چيائين ته ٻيٽ تي ۲۵ ميلن ۾ جهنگل ڪٽائي صاف ميدان ڪرايو ۽ هڪ سندر راڄائي شهر جو نقشو تيار ڪري مونکي ڏيکاريو پوءِ ميدان تي ۱۲ مهينن جي اندر، هڪ سندر شهر ٺهرائي تيار ڪرايو.

راجا جي آگيا انوسار نقشو تيار ڪرايو ويو. لشڪر جا جهاز ٻيٽ تي روانا ڪيا ويا. تنهن کانپوءِ ٺيڪيدارن ۽ مزورن جا جهاز پرائي وزيرن وڃي جهنگل ڪٽايو ۽ ۱۲ مهينن ۾ شهر تيار ڪرايو ۽ پوءِ اچي راجا کي حقيقت ٻڌائي عرض ڪيائون ته

ڪرپا ڪري هلي شهر گهمي ڏسو. راتين کي وري ايئن ئي
ويو ۽ سارو شهر گهمي مندرن کي ڏيئا ٻرندا ڏٺائين. حڪم
ڪيائين ته خزانو، ته فوج ۽ ته آفيسرن ڪٿي آهي هٿي رکو
۽ اخبارن ۾ اشتهار وجهايو ته راجا هڪ ٽئون ڏينهن شهر آڏاڻو
آهي جنهن کي اُهي رهڻو هجي تنهن کي ٢٥-٣٠ هزارن روپين
وارو مڪان مفت ۾ ملندو ۽ اچڻ لاءِ جهاز به مفت ملندو.
وڃو وڃي اهو بندوبست ڪريو. مان ڪجهه وقت هتي آرام
ڪندس. شهر جو نالو ڏينهون رکيو ويو. راجا جي حڪم جي
پوئواري ڪئي ويئي. اخبار ۾ اشتهار پڙهي ڪيئن ماڻهن
اچي تتين راجڌاني وسائي. هڪ مهيني اندر سارو شهر وسي
ويو. راجا ٦ مهينا ڏينهون ۾ رهي راتين کي وري موٽي اچي
پنهنجي پراڻي راجڌاني ۾ رهڻ لڳو. ڇهه مهينا نئين راجڌاني ۾
۽ ڇهه مهينا پراڻي راجڌاني ۾ رهڻ رکيو. ائين چار سال گذري
ويا. هڪ ڏينهن راجا سڀني وزيرن ۽ اميرن کي گهرائي عام
سڀا ڪئي. سڀا کي چيائين ته منهنجي راجائي جو ٣ سال مدو
هو. پر چار سال گذري ويا آهن ته توهان ڪا به ڳالهه اهي ۽ ٻاري
۾ ڪانه ڪڍي آهي تنهنڪري هينئر ٽئون راجا چونڊي
مونکي هتي وٺيو آئي ڇڏي اچو. ساري سڀا هٿ جوڙي
چوڻ لڳي ته هي پراڻي نات جتي توهان کي ڇڏي اچڻو هو
اُتي ته توهان تپرشارت ڪري هنگام ۾ وڏو سندر راجڌاني
ٺائي آهي، سو توهان ڏس، ڏس آهيو. هاڻي توهان پنهي راجڌانين
۾ راڄ ڪندا رهو. تنهن ڪانپوءِ راجا ترت ئي راڄ ڪندو رهيو.

**سڌانت:** هي ۽ سنسار ننڍڪي راڄ آهي. جنهن ۾ هي ۽
جيؤ ٣ سال راجائي ڪري ٿو. يعني بال اوستا، جوين اوستا ۽
ٻڍاپو ماڻي ٿو. تنهن ڪانپوءِ ڏينهن هنگي پرلوڪ جي دک روپي
بيٽ لي موڪلي ٿو ۽ اننت جونين ۾ دک پوڳي ٿو. پر ڪو

وڏيڪي اُتم پرش، ٻال اوستا کان وٺي دان پڇ، پرُاپڪار ڪتي ڪري پرلوڪ کي ٻڌائي ٿو. مرڻ ڪانپوءِ اُن کي ڏرمراءُ چويٿو ته بابا، تو ٻيئي لوڪ ٻڌايا آهن، تنهنڪري سرڳ لوڪ ۾ مرت لوڪ ٻئي تنهنجا آهن، جتي ڪٿي اُتي رهي آنند وٺ. اهو دِرشتانت ۾ سدائت ٻڌائي، سوامي جن چيو ته ٻڌيوان پرش راجا والڳر ٻنهي لوڪن کي ٻڌائي سدائين سکي رهنتا. اڳياني جيوهن لوڪ جا سک ڀوڳي دکي ٿين ٿا. ستسنگ سماپت ٿيو. ٢-٤ ڏينهن ست اُپديش ڪيائون. ڀڳت منگهررام، ڀڳت گنومل، مکي ڪلياڻداس ۽ ٻيا ڪيترا نام جو اُپديش وٺي شش ٿيا.

تنهن ڪانپوءِ ڀائي ٺهلرام ستگرو مهاراج جن کي وٺي باڪرجي ڳوٺ ويو. باڪرجي ڳوٺ ۾ رات جو ستسنگ ڪيائون. چيائون ته هيءُ منش چولو وڏي ڀاڳ سان پراپت ٿيو آهي.

ٻڙي ڀاڳ مانش تن پاوا، سُر دُرلڀ سد گرنٿن گاوا.

مطلب: تلسيداس مهاراج جن چونتا ته هيءُ منش چولو، پورب جي پڃن ڪري وڏي ڀاڳ سان مليو آهي، جنهن کي ٣٣ ڪروڙ ديوتائون چاهين ٿا پر اُنهن کي نٿو ملي. ڀڳوان جو درشن ۽ موکيه، منش چولي ۾ ئي ٿيندو، تنهنڪري ديوتائون منش چولو چاهين ٿا. منش چولو ڀڳوان جي پراپت ڪرڻ لاءِ مليو آهي.

ڀئي پراپت مانش ديهريا،
گوبند مان کي ايهه ٻيري برينا،
اَورڪاج تيري ڪنتَم نه عام،
مل سادُ سنگت ڀڄ ڪيول نام.

گرو نانڪ مهاراج جن فرمائين ٿا ته هيءُ منش چولو وڏي ڀاڳ سان مليو آهي، ڀڳوان جي ملڻ واسطي. ٻيا جيڪي دنيا

ڇا ڪر ڪارون آهن سي سڀ لوڪن الٽ ڪال ۾ هرگز ڪر نه ايندا. انهيءَ ڪري سنتن جو سنگ ڪري ڀڳوان جو ڀڄن ڪر. منش چولي جو رستو تمام وڏو ۽ ڪٺن آهي. چوراسي لک جونين ۾ لنبا لنبا لنگ ٽيڙا رستا آهن، جن تان هلي ڀڳوان سان ملي ڪين سگهندين. منش چولو وڃو ته وري تمام ڏکيو ملندو.

**مثال:** جيئن ڏهه هزار فوٽ اوچو ڪو پهاڙ هجي جنهن تي چڙهڻ لاءِ ڪو به رستو نه هجي. اُن پهاڙ جي چوٽيءَ تان ۲۵ مڻ جو پٿر ڪري ته ڪو سگهندو ۾ اچي هيٺ پٽ تي پوندو. پر انهيءَ ساڳي پٿر کي ساڳيءَ جاءِ تي ڪڍي رکڻ تمام ڪٺن آهي جو جو پٿر کي ساڳيءَ جاءِ تي رکڻ لاءِ مشينون گهرائي ڏاکڻ ڪاهي، ڏيري ڏيري وڏن ساڌن سان رکي سگهبو. تهڙيءَ طرح هيءُ منش چولو هڪ پهاڙ جي چوٽيءَ سمان اوچي ۾ اوچو آهي. منش چولي کان اڳتي پرماتما جي ملڻ لاءِ ٻي ڪا جوڻ ڪانه آهي، ڇو جو ڀڳوان پنهنجو سروپ ڏنو آهي. هاڻي جي هن منش چولي ۾ موکه نه ٿيو ۽ چيو چوراسيءَ ۾ ڪري پيو ته وري منش چولو تمام ڪٺن ملندو. تنهنڪري هن منش چولي ۾ آتما جو گيان پائي مکت ٿيڻو آهي.

## راڳ پهاڙي

ٽل - موکه مندر ڪا دوار مانش چولا هئہ.

۱- ير نه چوراسي سي اڏ ڪاني، منش ديهه ڀڳوت ڪو پائي،
سڀ ڪا ڀهه سردار، مانش چولا هئہ.

۲- منش لن ڪو سڀ هن چاهت، سنت گرنٿ ٻي مهما گاوت،
آنند ڪا آگار، منش چولا هئہ.

۳- منش ڪرم ڌرم ڪو ڪرتا- سڀ ساڌن ڪو هردي ڌرتا،
ڀڳتي ڪا ڀنڊار منش چولا هئہ.

٤- منش تن ۾ آپ پڇاڻو - تيئون پيد پرم کو ڄاڻو،
گيان ڏيان گلزار منش چولا هئه.

اهڙيءَ وشئه تي ستگرو مهاراج جن ڪيترا پنهنجا ناهيل ڇند ارت سان ڳائي، ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيو.

ٻئي ڏينهن شام جو، پاٽي پاڳچند جو هڪ سنت سيوڪ، ڀڳت جن جو پر اُپڪاري هو، سو ستگرو مهاراج جن کي پرارٿنا ڪري، ٻنهين لي گهمائڻ وٺي ويو. ٻنهين تي ڪين ڇپائين نه سائين، اسانجا ووڻ هر سال ڏاڍا ڀلا ٿيندا آهن، پر هن سال ڪيڙو واڇي لڳو اٿن، جنهن ڪري مال ڇٽيو تو وڃي. ڪرپا ڪري پاٽيءَ ڏيک پڙهي ڏيو نه ڇٽڪارو ٿيون. ستگرو مهاراج جن چيو ته اُبا، اهو نه ٺيڪ، پر هن ڇت رُپي ووڻ کي جيڪو ترشنا رُپي ڪيڙو لڳو آهي، جنهن رات ڏينهن کائي، اُنکي ناس ڪري ڇڏيو آهي، تنهن جو به ڪو اُپاءُ ڪرڻ گهرجي. ايترو چئي، پاٽي پڙهي، سيٺ پاڳچند کي ڏنائون، جنهن پاٽي ساريءَ ٻنيءَ ۾ ڇٽڪارو.

تنهن کانپوءِ، ٻنڪ جي جاءِ تي اچي وٺا نه ڀڳت مڱهر رام چيو ته هي پڇون، اهو ترشنا رُپي ڪيڙو، جو ڇت رُپي ووڻ کي کائي رهيو آهي، سو ڪئن مرندو؟

گرو مهراج چيو: اُبا، ترشنا رُپي ڪيڙو تمام ڏکيو مرندو. اهو ڪيڙو جوانيءَ ۾ اچي ٿو. راجا ڀرٿري ونراڳ ۾ پنهنجو راڄ تياڳيو ۽ بن ۾ ويو، پر اُتي به ترشنا اچي ستايس. تڏهن اُکين ۾ پاٽي آڻي چوڻ لڳو:

پوڳيا نه ڀُڳتا - وئه ميو ڀڳه ستا،
تپو نه تپتهم - وئه ميو تپتهم،
ڪالو نه ياتو - وئه ميو ياتس،
ترشنا نه جيرڻ - وئه ميو جيرڻهه.

ارٿ: چوڻ لڳو ته مون دل ۾ خيال ڪيو هو ته ٻوڙن
کي ٻوڙي ٻورو ڪندس، ۽ ٻوڙن مونکي ٻوڙي ڇڏيو. سوچيم
ته لپ ڪري، انڌرن کي جيتي، وس ۾ ڪندس، پر
انڌرين مونکي جيتي ورتو. وري چيم ته ڪال کي کائي
ٻورو ڪندس، پر وقت مونکي کائي ٻورو ڪري ڇڏيو.
خيال ڪيم ته شرير ٻڍو ٿيندو ته ترشنا به ٻڍي ٿي ڇڏي
ويندي. پر شرير ٻڍو ٿي ويو، ته به ترشنا روپي ڪمزور
بلوان ٿيندو پيو وڃي. سوهي بابا، هيءَ ترشنا روُپي ڪمزور،
ڪو ورو وڙائي ستگرن کان آتم گيان روُپي خنجر وٺي،
جاچي، وچار سان هن جا سر ڪاٽيندو، ته مرندو،
پر جي ڪن، ٻئي ٻه ڪاٽيندس ته ڪونه مرندو، پر پاڻ
لڙائي ڪري، نقصان پهچائيندو. تنهن تي گرمکداس چوڻ
لڳو ته اُنهيءَ ترشنا روُپي ڪمزوري جا ڪن، ٻئي ٻه
ڪهڙا آهن؟

ستگرو مهاراج جن چيو: ڪوڙ روُپي ڪن، پاپن روُپي
پير، ڇل ڪپٽ روُپي ٻئي ٻه هرش روُپي ٻه اَنس. لوڀ
روُپي سر اَنس. سو سر، تتو گيان روُپي تلوار ڪٽي هڪ
تي ڏک سان ڪاٽي، سنسار ۾ ڦري ٿي جيون مڪتيءَ
جو سک ماڻجي.

ايتري رهاڻ ڪري، سيئي سڀ لڱي جاءِ تي موٽي آيا.
رات جي ستسنگ ۾ ويدانت تي اُپديش ڪيائون. چيائون
ته جنهن کي ڀڳوان جي درشن جي اِڇا هجي، سو ڀهرپائين
پنهنجي پاڻ جو درشن ڪري.

چند- الف آپڻي آپ ڪو-
سمجهه ڀلي- ڪيا وست هئم ڏيڏڙا روپ پياري،
پاجهون آپڻي آپ دي، سهي ڪيتي-

رهــا وچ وصــول دي دک پــاري ،
هور لک اُپاءَ نـا سک ٹيوي –
پچ ويک سيانڙي جگہ ساري ،
سک رُوپ اکنڊ چيتن هنہ تون –
بــالشاه پکارندي ويد چاري ۔

مطلب: ڀرين پنهنجو پاڻ کي سڃاڻ تہ ڪير آهيان ؛ منهنجو سروپ ڪهڙو آهي ۔ جيستائين جيوُ پاڻ کي نٿو سڃاڻي ، تيستائين سنسار ۾ پاري ڏک ٿو ڀوڳي ۔ جيوُ لکين ساڌن ، جپ ، تپ ، ورت نيم ، سنڌيا گايتري ، پاٺ ڀوڄائون ، اِشنان دان ڪندو ، تہ بہ سکہ جي پراپتي ڪانہ ٿيندس ۔ جي اعتبار نہ اچي تہ پلي سنتن کان پڇي ڏسو ۔ چارئي ويد ، ڪت شاستر ، سيئي گرنٿ ، رشي مني چون ٿا تہ جنهن ڀڳوان کي تون چاهين ٿو ، سو تنهن جو ست چت آنند سروپ آهي ؛ انهيءَ وشہ تي ڪيترا ڀڄن ارٿ سهت ڏيکاريائون ۔

## راڳ پهاڙي

ٿل – تون ساکي چيتن آهين
او سڀ کان نيارو تون – تون ڪنهن سان شامل ناهين ۔
١– هن تن سان تنهنجو چاهي – تن ماس هڏن جو آهي ،
پل ڪهڙا روپ مٽائي – تون ڪون ٿو روپ مٽائين ۔
٢– هن من سان تنهنجو چا – من مايــا جي وٿ آهي ،
پل ڪيڏانهن پيو ڪاهي – تون ڪون ٿو ڪيڏانهن ڪاهين ۔
٣– هن ٻڌ سان تنهنجو چاهي – ٻڌ پورنس مان ٿي آهي ،
پل ڪهڙا رنگ رچائي – تون ڪونہ ٿو رنگ رچائين ۔
٤– تون پراڻن کي ٿو چاڙين – ۽ اندرين ڪار سڃاڻين ،
ڪهہ ٽيڻون پاڻ پڇاڻين – چونہ سوهم صاف سڏائين ۔
ويدانت ، ست ڪرم ؛ ڌرم جو اُپديش ڪري ، ساري سنگت

کي چيائون ته جڏهن چار وڃن لوهاڻن کي ٻڌايا آئون، انهن جو ويچار ڪندا رهجو. سدائين چت، نام، پريم، پرآپڪار پر لڳائيندا رهجو. اسان سياڻي شاهه جي پٽ وڃداسون. انهن جي، ٻلهه ٻاني، ستسنگ سمايت ڪري، جاءِ تي آيا. آئي ڀاني ٿهلرام، ڀاني هاسارام، ڀاني ٻالورام ۽ ٻيا پريمي، گرمنتر وٺي شش ٿيا. ستگرو مهاراج جن سيٺي ڪان موڪلاڻي شاهه جي پٽ پهتا. ڪرشنداس ۽ ٻيا پريمي، گرمنتر وٺي شش ٿيا انهن ڪانپوءِ ڏهه ٻارهن ڏينهن رهي سيٺي پريمين جو پريم پورو ڪري، ڪندڙءِ پنهنجي استان تي اچي براجمان ٿيا. رات جو ستسنگ شروع ٿيو. سوامي جن جي اچڻ جو ٻڌي، ڏاڍي سنگت آئي هئي. جگياسين جي ٻڌ تي اُپديش ڪليو. چيائون ته جگياسوءَ کي ٽرمان ۽ نشڪام ٿي شڀ ڪرم ۽ ستگرن جي ڏنل نام جو ابياس ۽ انتهڪرڻ کي شڌ ڪرڻ گهرجي، ڇو جو انتهڪرڻ جي شڌ ڪرڻ کانسواءِ آتما جو درسن نه ٿيندو ۽ نڪي آتما جو گيان ٿيندو.

آنتهه ڪرڻ ملين جسڪا—

تس ڪو گيان نه راڳ‌ت هئه،

رشي مني اج دي اُپديشا—

ڪوي نه وهه جن جاڳ‌ت هئه.

چند—جئسي صفيد وسترا و پر—رنگ شگهر چڙهه جاتا هئه،

تئسي انتهه اُوجل والا— پريو جلد پاتا هئه.

مطلب: جنهن جو انتهڪرڻ ميرو آهي، انهن کي ستگرو خواهه سنتن جو اُپديش پرويش نه ڪندو. اُوجل انتهڪرڻ ۾ ئي ساکيات آتما جو درشن ٿيندو. انهنڪري جگياسوءَ کي ٻهراس پنهنجي انتهڪرڻ اُوجل ڪرڻ لاءِ لڳاتار ساڌن ڪرڻ گهرجن. جيئن ته:

**دِرشٽانت:** هڪ راجا پنهنجي وزير کي گهرائي چيو ته اسان کي هڪ سندر محلات ٺهرائڻو آهي، جنهن ۾ طرحين طرحين جي چترڪاري رکائڻي آهي. دنيا ڀر جي ڪاريگرن مان چونڊ ڪري، سٺي ۾ سٺي ڪاريگر کي ڪم ٺيڪي لئي ڏيڻي ڇڏيو. وزير، وڏن انجنيرن کي گهرائي چيو ته هڪ راجائي محلات ٺهرائڻو آهي، جنهن ۾ سرڳ لوڪ، اندر جو نندن بن، ڪيلاش پربت جو نظارو ۽ اندرا ڪنڊ جي سينري جي سندر چترڪاري رکائڻي آهي. سو توهان اهڙو هڪ سندر نقشو جلدي تيار ڪريو. انجنيرن گڏجي هڪ مهيني جي اندر، تمام سٺو نقشو تيار ڪري، راجا کي ڏيکاريو. راجا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انجنيرن کي وڏو انعام ڏنائين. تنهن کانپوءِ وزيرن ڪاريگرن لاءِ اخبارن ۾ اشتهار ڇپايو. هڪ مهيني ۾ ساري ديش جا ڪاريگر اچي ڪٺا ٿيا.

راجا اميرن، وزيرن، انجنيرن ۽ ڪاريگرن جي سڀا لڳائي، نقشو ڪاريگرن کي ڏنو. انجنيرن امتحان ورتي، صرف ٻه ڪاريگر پاس ڪيا ۽ راجا کي ٻڌايو. راجا حڪم ڪيو ته وچ ۾ پڙدو هڻي، ٻنهي کي اڌو اڌ ڪري ڪم ڏيو. وزيرن ٻنهي ڪاريگرن کان لکپڙهه ڪرائي. چيو ويو ته سمورو مال راجا ڏيندو. اوهان کي ٻه من گهري محنت ملندي. هڪ انجنير توهان جي مٿان بيهاريو ويندو. ٻيو شرط آهي ته توهان ٻئي هڪ ٻئي جو ڪم نه ڏسندا. وچ ۾ پڙدو لڳايو ويندو. صرف انجنير کي ٻئي ڏسڻ جو اڌڪار رهندو هو توهان جو ڪم ڏسندو. ٻارهن مهنن جي اندر سڄو ڪم پورو ڪري ڏيندا. محل جي تيار ٿيڻ کان پوءِ، راجا ۽ سڀئي وزير گڏجي، پڙدو هٽائيندا. جنهن جا چتر سٺا هوندا، تنهن کي محنت ۽ راجائي انعام ملندو. اڌا

ڪي چيائون ته جيڪي چار ورن لوڪن ڪي ٻڌايا آهن، انهن جو وچار ڪندا رهجو. سدائين جپ، تپ، ڌيان، ڌرم، پرُپڪار ۾ لڳائيندا رهجو. اسان سڀاڻي شام جي پٽ وڃڻا سون. اهڙو چئي، پلنگ پاڻي، ستسنگ سماپت ڪري، ڪاءِ لي آيا. آئي پاڻي ٽهلرام، پاڻي هاسارام، پاڻي بالورام ۽ ٻيا پريمي، گرمنتر وٺي شش ٿيا. ستگرو مهاراج جن سڀني کان موڪلائي شام جي پٽ پهتا. ڪرشنداس ۽ ٻيا پريمي، گرمنتر وٺي شش ٿيا ته انهن ڪانيوءَ ڏنا. ٻارهن ڏينهن رهي سڀني پريمين جو پريم پورو ڪري، ڪنڌوءَ پنهنجي استان لي اچي براجمان ٿيا. رات جو ستسنگ شروع ٿيو. سوامي جن جي اچڻ جو ٻڌي، ڏاڍي سنگت آئي هئي. جگياسين جي پڌ لي اُپديش ڪليو. چيائون ته جگياسوءَ کي نرمان ۽ نشڪام ٿي شڀ ڪرم ۽ ستگرن جي ڏنل نام جو اڀياس ۽ انتهڪرڻ کي شڌ ڪرڻ گهرجي، ڇو جو انتهڪرڻ جي شڌ ڪرڻ کانسواءِ آتما جو درسن نه ٿيندو ۽ نڪي آتما جو گيان ٿيندو.

أنتهِ ڪرڻ ملين جسڪا۔

تس ڪو گيان نه راڳِت هئہ،

رشي منيِ اج دي اُپديشا۔

ڪوي نه وهہ جن جاڳِت هئہ.

چند۔جئسي صفيد وسترا وبر۔رنگ شگهر چڙهہ جاتا هئہ،

تئسي انتهہ اوُجل والا۔ ٻريو جلد پاتا هئہ.

مطلب: جنهن جو انتهڪرڻ ميرو آهي، تنهن کي ستگرو جو اهو سنتن جو اُپديش پرويش نه ڪندو. اوُجل انتهڪرڻ ۾ ئي ساڪيات آتما جو درشن ٿيندو. تنهنڪري جگياسوءَ کي ٻهراڻ پنهنجي انتهڪرڻ اوُجل ڪرڻ لاءِ لڳاتار ساڌن ڪرڻ گهرجن. جهڙوڪ:

**دلشگانت :** هڪ راجا پنهنجي وزير کي گهرائي چيو تہ اسان کي هڪ سندر محلات ٺهرائڻو آهي، جنهن ۾ طرحين طرحين جي چترڪاري رکائڻي آهي. دنيا ڀر جي ڪاريگرن مان چونڊ ڪري، سڀني ۾ سٺي ڪاريگر کي ڪم ٺيڪي تي ڏيڻي جڏيو. وزير، وڏن انجنيرن کي گهرائي چيو تہ هڪ راجائي محلات ٺهرائڻو آهي، جنهن ۾ سرڳ لوڪ، اندر جو نندن بن، ڪئلاش پربت جو نظارو ۽ اندرا ڪنڊ جي سيڙيءَ جي سندر چترڪاري رکائڻي آهي. سو توهان اهڙو هڪ سندر نقشو جلدي تيار ڪريو. انجنيرن گڏجي هڪ مهيني جي اندر، تمام سٺو نقشو تيار ڪري، راجا کي ڏيکاريو. راجا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انجنيرن کي وڏو انعام ڏنائين. تنهن کانپوءِ وزيرن ڪاريگرن لاءِ اخبارن ۾ اشتهار وجهايو. هڪ مهيني ۾ ساري ديش جا ڪاريگر اچي ڪٺا ٿيا.

راجا اميرن، وزيرن، انجنيرن ۽ ڪاريگرن جي سڀا لڳائي، نقشو ڪاريگرن کي ڏنو. انجنيرن امتحان وٺي، صرف ٻہ ڪاريگر پاس ڪيا ۽ راجا کي ٻڌايو. راجا حڪم ڪيو تہ وچ ۾ پڙدو هڻي، ٻنهي کي اڌو اڌ ڪري ڪم ڏيو. وزيرن ٻنهي ڪاريگرن کان لکپڙهہ ڪرائي. چيو ويو تہ سمورو مال راجا ڏيندو. اوهان کي ٻہ مڻ گيهري هفتي ملندي. هڪ انجنير توهان جي مٿان بيهاريو ويندو. ٻيو شرط آهي تہ توهان ٻئي هڪ ٻئي جو ڪم نہ ڏسندا. وچ ۾ پڙدو لڳايو ويندو. صرف انجنير کي ٻني ڏسڻ جو اڌڪار رهندو هو توهان جو ڪم ڏسندو. ٻارهن مهينن جي اندر سڄو ڪم پورو ڪري ڏيندا. محل جي تيار ٿيڻ کان پوءِ، راجا ۽ سڀئي وزير گڏجي، پڙدو هٽائيندا. جنهن جا چتر سٺا هوندا، تنهن کي هفتي ۽ راجائي انعام ملندو. اها

کي چيائون ته جيڪي چار وڃن لوهان کي ٻڌايا اٿئون، اهي جو ويچار ڪندا رهجو. سدائين چت، نام، ٻرهم، ٻرابڪار ۾ لڳائيندا رهجو. اسان سپاٽي شاهه جي پٽ وڃداسون. اتي وڃي، پلنگ پائي، ستسنگ سماپت ڪري، جاءِ تي آيا. اتي ڀائي ٽهلرام، ڀائي هاسارام، ڀائي ڀالورام ۽ ٻيا پريمي، گرمنتر وٺي شش ٿيا. ستگرو مهاراج جن سيٺي کان موڪلائي شاهه جي پٽ پهتا. ڪرشنداس ۽ ٻيا پريمي، گرمنتر وٺي شش ٿيا تهن ڪانپوءِ ڏهه ٻارهن ڏينهن رهي سيٺي پريمين جو پريم پورو ڪري، ڪندڙ پهنجي استان تي اچي براجمان ٿيا. رات جو ستسنگ شروع ٿيو. سوامي جن جي اچڻ جو ٻڌي، ڏاڍي سنگت آئي هئي. جگياسن جي پد تي اپديش ڪيو. چيائون ته جگياسوءَ کي نرمان ۽ نشڪام ٿي شبھ ڪرم ۽ ستگرن جي ڏنل نام جو ابياس ۽ انتهڪرڻ کي شڌ ڪرڻ گهرجي، ڇو جو انتهڪرڻ جي شڌ ڪرڻ کانسواءِ آتما جو درسن نه ٿيندو ۽ نڪي آتما جو گيان ٿيندو.

آنتهڪرڻ ملين جسڪا۔

تس ڪو گيان نه راڳيمت هئہ،

رشي مني اج دي اُپديشا۔

ڪهي نه وهه جن جاڳيمت هئہ.

چند۔جئسي صفيد وسترا وپر۔رنگ شگهر چڙهه جاتا هئہ،

تئسي انتهه اُڄل والا۔ پريو جلد پاتا هئہ.

مطلب: جنهن جو انتش ڪرڻ ميرو آهي، تنهن کي ستگرو جواهه سنتن جو اپديش پرڀاش نه ڪندو. اُڄل انتهڪرڻ ۾ ئي ساکيات آتما جو درشن ٿيندو. تنهنڪري جگياسوءَ کي گهرجي پهنجي انتهڪرڻ اڄل ڪرڻ لاءِ لڳاتار سادن ڪرڻ گهرجن، جيئن ته:

**دلشادانت:** هڪ راجا پنهنجي وزير کي گهرائي چيو ته اسان کي هڪ سندر محلات ٺهرائڻو آهي، جنهن ۾ طرحين طرحين جي چترڪاري رکائڻي آهي. دنيا ڀر جي ڪاريگرن مان چونڊ ڪري، سڀني ۾ سٺي ڪاريگر کي ڪم نيڪي لئي ڏيڻي چڏيو. وزير، وڏن انجنيرن کي گهرائي چيو ته هڪ راجائي محلات ٺهرائڻو آهي، جنهن ۾ سرگم لوڪ، اندر جو نندن بن، ڪيلاش پربت جو نظارو ۽ اپرا گنڌ جي سينري جي سندر چترڪاري رکائڻي آهي. سو توهان اهڙو هڪ سندر نقشو جلدي تيار ڪريو. انجنيرن گڏجي هڪ مهيني جي اندر، تمام سٺو نقشو تيار ڪري، راجا کي ڏيکاريو. راجا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انجنيرن کي وڏو انعام ڏنائين. تنهن کانپوءِ وزيرن ڪاريگرن لاءِ اخبارن ۾ اشتهار وجهايو. هڪ مهيني ۾ ساري ديش جا ڪاريگر اچي ڪٺا ٿيا.

راجا اميرن، وزيرن، انجنيرن ۽ ڪاريگرن جي سڀا لڳائي، نقشو ڪاريگرن کي ڏنو. انجنيرن امتحان ورتي، صرف ٻه ڪاريگر پاس ڪيا ۽ راجا کي ٻڌايو. راجا حڪم ڪيو ته وچ ۾ پڙدو هڻي، ٻنهي کي اڌو اڌ ڪري ڪم ڏيو. وزيرن ٻنهي ڪاريگرن کان لکپڙهه ڪرائي. جيڪو ويو ته سمورو مال راجا ڏيندو. اوهان کي ٻه من گهري محنت ملندي. هڪ انجنير توهان جي مٿان ٻهاريو ويندو. پيو شرط آهي ته توهان ٻنهي هڪ ٻئي جو ڪم نه ڏسندا. وچ ۾ پڙدو لڳايو ويندو. صرف انجنير کي ٻئي ڏسڻ جو اڌڪار رهندو هو توهان جو ڪم ڏسندو. ٻارهن مهينن جي اندر سڄو ڪم پورو ڪري ڏيندا. محل جي تيار ٿيڻ کان پوءِ، راجا ۽ سڀئي وزير گڏجي، پڙدو هٽائيندا. جنهن جا چتر سٺا هوندا، تنهن کي محنت ۽ راجائي انعام ملندو. اها

ڳالهه منظور ڪري ڪاريگر وڃي ڪم ڪي لڳا.

اُن مهيني ۾، هڪ ڪاريگر پنهنجي پاسي، الڳ ٻرڪارن جا رنگ ڏيئي، مصالحن سان پالش ڪري، تمام سندر چترڪاري ڪئي. ٻئي ڪاريگر ولائت مان مصالح گهرائي صرف ديوار تي پالش ڪئي. اهڙيءَ طرح ٻئي ڪاريگر ڪم ڪندا رهيا. ٻارهن مهينن جي مدي ۾ باقي هڪ مهينو رهيو ته هڪ ڏينهن انجنير پالش واري ڪاريگر کي چيو ته مدو نه اچي پورو ٿيڻ تي آهي، تو اڃا هڪ به چتر ڪونه ڪيو آهي. پر هن ڪاريگر اهڙا ته سندر چتر ڪيا آهن جو ڏسڻ سان دل خوش ٿي ٿئي. هن جي پيٽ ۾ تو ته ڪم ئي نه ڪيو آهي. راجا ناراض ٿي توکي ڏنڊ وجهندو، جو جو راجا جو چترڪاريءَ سان پريم آهي. ڪاريگر چيو انجنير صاحب مان هن ڪاريگر کان به وڌيڪ سٺا چتر ڪيا اٿس. اوهان ڪوئي خيال نه ڪريو. انجنير ڪاوڙجي چيو، پر مون توکي تنهنجي ڀلائيءَ لاءِ چيو آهي. وڌيڪ تنهنجي مرضي. ڪاريگر جواب ڏنو ته ناراض ٿيڻ جو ڪو سبب ناهي. هڪڙو مصالحو ٿوري وقت ۾ لڳائي، چتر ڪيا اٿس. اَن ڪالهه، چترڪاري سندر ڏسڻ ۾ ايندي. انجنير چيس ته تون ڪيترا به ڪئي مصالح لڳائين، تڏهن به توکي مزوري نه ملندي. ائترو چئي، انجنير هليو ويو. ڪاريگر آئي سڀئي جو مصالح پٽ تي لڳائڻ شروع ڪيو. اُن کي اهڙو ته پالش ڪيائين جو اهليءَ والگر چمڪڻ لڳو. اهڙو جو آڪ ڪٿي اُن ڏانهن نهاري به نه سگهجي. مدو پورو ٿيو. راجا وزيرن کي چيو ته سڀائي عام سڀا ڪوٺايو، جو محلات ڏسندا-ون. وزيرن سڀني انجنيرن کي ڪوٺ ڏني. ٻئي ڏينهن صبح جو راجا وزير، عملدار، انجنير ۽ شهر جا ڪيترا ماڻهو اچي محلات ۾ ڪٺا

تيا. راجا وزيرن ۽ عملدارن کي حڪم ڪيو ته اڪدم پڙدو
هٽايو وڃي. پڙدو هٽايو ويو. پڙدي ڪڍڻ سان جهڙي چتر
ٻئي پاسي ڪاريگر ڪيا هئا سي هن پاسي واري آئشي
شيشي جي ڪري وڌيڪ سندر ۽ چمڪندڙ ڏسڻ ۾ آيا.
ڪنهن ڪونه سمجهيو ته هن پاسي چترڪاري نڪتل ڪانهي.
هن پاسي کان هيءَ پاسو وڌيڪ سوڀيڪ ۽ سندر ڏسڻ ۾ آيو،
چاڪاڻ جو سڀ کان پرليڀ وڌيڪ سندر ڏسڻ ۾ ايندو آهي.
جيڪو انجنيئر ڪاريگرن جي مٿان هو، تنهن چيو ته هي راڄن،
هن ڪاريگر ته هڪ به چتر ڪونه ڪيو آهي. سڀ چتر هن
ٻئي ڪاريگر جا ڪيل آهن. راجا چيو ته هن ڪاريگر ڪٿي
هڪ به چتر نه ڪيو آهي پر هن پنهنجي ٻُڌيءَ جي ڪاريگريءَ
سان اهڙيءَ طرح چتر ديوار تي چٽيا آهن جو هنن چترن کان
ٻه وڌيڪ سهڻا ۽ چمڪندڙ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهڪري هيءَ
ٻي ڪاريگر انعام جي لائق آهي. هن ڪاريگر کي ٻه شاباس
هجي. جيڪا محنت گهري سا ڏجوس.

وزيرن پالش واري ڪاريگر کي محنت ۽ انعام ڏيئي
خوش ڪيو ۽ ٻئي ڪاريگر کي فقط محنت ڏيئي روانو ڪيو.

**سڌانت:** جگياسوءَ کي پنهنجو هردي روپي محلات تمام
سندر بڻائڻو آهي. تنهن لاءِ انتهڪرڻ کي ڪرم ۽ اپاسنا سان
اوجل ڪري چٽن جو لٽن آئشي شيشي وانگر بڻائيندو ته سيل
سنتوش، ديا ڌرم ۽ نمرتا آد، ديوي سمپدا جا گڻن روپي
چتر پاڻهي اچي انتهڪرڻ ۾ چمڪندا. اُتي پوءِ آتمارام
روپي راجا اچي وهندو ۽ جگياسوءَ کي ساکيات درشن ڏيندو.
تنهڪري جگياسوءَ کي جيڪا محنت ڪرڻي آهي سا فقط
انتهڪرڻ جي شُڌيءَ لاءِ ئي ڪرڻي آهي. ستنام ساکيءَ جي
ڏنيءَ ڪانپوءِ ستسنگ سماپت ٿيو.

صبوح جو ڀڳت منگهورام موڪلاڻي پنهنجي ڳوٺ نلوسي ويو. ستگرو مهاراج جن ڪنڌوءَ ۾ ڪجهه وقت رهيا. روزانو لمر سان ستسنگ ڪندا رهيا. ڀڳتي ۽ وئراڳ ۾ سڌن چٽ وڌندو رهيو. هڪ ڏينهن صبح جو مکي پربن مل، ڀائي آسورام بابو رچهورام، ڀڳت بصررام، ڀائي چيلداس، ڀائي ڏالورام ۽ ٻيا ڪيترا شهر جا پريمي پرساد کڻي ستگرو مهاراج جن وٽ آيا. ٻيري پئي ونيه ڪيائون ته سائين هولي اچي ٿي. هميشه جبان پنچايت جو عرض آهي ته هولي ڪنڌوءَ ۾ ئي ملهائيندا. ڀڳت قراڻي سنگهه کي به جيو ائتون ته جيسين جيئرو آهين، تيسين هولي ڪنڌوءَ ۾ اچي ڪج. تنهن لي ستگرو مهاراج جن جوڙ لڳا ته وڃن ڪوڙ ٿا ڏيون، ڇو جو اسان هينئر سڪالي آهيون. ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي. باقي جي ڪنڌوءَ ۾ هونداسون ته هولي توهان وٽ ڪنداسون. ۾ هڪڙي ڳالهه اٿو ته اهي هوليءَ جا پنج ڏينهن پنچائي هوڪو ڏياري، شراب ۽ ماس مڇي بند ڪندا. مکيءَ چيو ته سائين منظور آهي. اوهين به اُنهيءَ بابت ستسنگ ۾ ڪج جاجو.

هوليءَ جي موقع تي پٽ شاهه مان سرو آنند، ڀڳت چيتارام، ڪرشنداس آيا ۽ هوليءَ جو ميلو شروع ٿيو. ڏينهن جو پنج ڇهه ڪنڌوءَ جا ڀڳت ستسنگ ڪندا هئا. رات جو ستگرو مهاراج جن پنهنجي منڊليءَ سان ستسنگ ڪندا هئا. هوليءَ ڏينهن ستگرو مهاراج جن رات ڏينهن ست ڪرم جي وشئه تي اُپديش ڪيو. جيائون ته سڀئي منش کي شڌ آهار ۽ شڌ وهنوار ڪرڻ گهرجي، ڇو جو اشڌ آهار سان اُڌي ملين ٿي وڃيٿي. ڇڙو اَن لهڙو من. اِلي هڪ درشتانت ڏنائون.

درشتانت: جنهن سمي پِسنر يتامهه، ٻاڻن سان گهايل ٿي

ڪروکيتر جي رڻ ڀومي ۾ ٻاڻن جي سيجا تي سمهيو پيو هو، تنهن وقت سري ڪرشن ڀڳوان، دروپدي ۽ پانڊون سميت ڀيشم پتامهه وٽ اچي نمسڪار ڪري ويٺو. ڀيشم پتامهه ڪرشن ڀڳوان کي ڏسي پريم سان اکين ۾ جل آڻي، هٿ جوڙي اٿمي پرنام ڪري چوڻ لڳو ته هي پريو، اڄ توهان پنهنجي اپار ڪرپا ڪري مونکي پنهنجي جو اچي درشن ڏنو آهي. ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته هي ڀيشم پتامهه، اوهان جي پريم ڪري آيا آهيون. هنن پانڊون کي ست ڌرم ۾ ٿيڻ جو اُپديش ڪريو ته ڌرم جو راڄ ڪري ساري پرجا کي سک ڏين، جئن هنن جي راڄ ۾ ڪير به ڏک نه پائي.

چوپائي: جاس راڄ پريه پرجا دکاري،
سو نرپ اوس نرک اڌڪاري.

ارٿ: جنهن راجا جي راڄ ۾ سادو، برهمڻ ۽ پرجا دکي ٿئي ٿي، سو راجا اميرن، وزيرن ۽ ڪٽنب سميت نرڪ ۾ وڃي ٿو. تنهن ڪري پانڊون کي ست ڌرم نيتي جو اُپديش ڪريو.

ڀڳوان جا وچن ٻڌي ڀيشم پتامهه هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي انترجامي اوهين ڄاڻي ڄاڻڻ هار آهيو. پانڊون کي اُپديش ڪرڻ لاءِ ته هر پرڪار سمرٿ آهيو. تنهن هوندي به توهانجي وچنن جو ستڪار ڪري ٻه چار وچن ٻڌايان ٿو.

ايترو چئي ڀيشم پتامهه چيو ته راجا جو پهريون ڌرم آهي ته سادو، برهمڻ پرجا ۽ گئو ماتا جي تن، من، ڌن ۽ واڻيءَ سان هر پرڪار رکيا ڪري. ڀيو غريب ۽ شاهوڪار جو پورو پورو نياءُ ڪري. پاپي، ڪڪرمي کي ڏنڊ ڏئي. نيون
پاڻ به ست ڪرم ڪري ۽ پرجا کان به ست ڪرم ڪرائي.
پاڻ به ڌرماتما ٿئي ۽ پرجا کي به ڌرماتما ۽ سٺيوادي بڻائي.

چوڻ جهڙي ۽ اونچا رشين منين ۽ مهاتمائن جي سڀا ۾ اڌرم ۽
ڪنهن ٿيندي هجي اتي راجا ۽ ست پرشن جو ڌرم آهي ته
پنهنجي وواڪ ۽ شڪتي سان اُهيءَ اڌرم ۽ ڪيتي کي
هٽائين. پرجي لاچار اسمرٿ هجن ته اُهيءَ سڀا مان ڪين اُٿي
وڃڻ گهرجي ته ته پاپ جا ڀاڳي ٿيندا. پرجا جي رهڻي ڪهڻيءَ
جو دارو مدار، راجا ۽ ست پرشن تي ٿيندو آهي. جي اهي
ڌرماتما آهن ته سارو ديش ڌرماتما ٿي ويندو. پر جي راجا
پاپي آهي ته ساري پرجا ڪُڪرم ڪرڻ لڳندي. جي راجا
ستيوادي ۽ گياڻوان هجي ته ساري پرجا ستوگڻ گيان کي
ڌاري مُڪت ٿي ويندي. وڏيڪ راجا يڌشٽر پاڻ ڌرم پتر
آهي، جنهنکي ساري ڌرم جي ڄاڻ آهي. انترو ڇڏي ڀيشم
پتامه بس ڪئي ته دروپدي اُٿي هٿ جوڙي ليٽرن ۾ آسون
آڻي چوڻ لڳي ته هي پتامه، مونکي دل ۾ هڪ شنڪا پيدا
ٿي آهي. ڪرپا ڪري دور ڪريو. توهان چيو ته جنهن
سڀا ۾ اَڌرم ڪيتي ٿيندي هجي اُتي وڏيڪي ست پرش
جو ڌرم آهي ته پنهنجي سر جي سٽ ڏيئي به اَڌرم ۽
ڪيتيءَ کي هٽائي. جي اَسمرٿ هجي ته اُٿي هليو وڃي.
سو هي ٻڌايو جنهن سمي دريوڌن جي سڀا ۾ مون اَبلا کي ننگن
ٿي ڪيو ويو انهن وقت توهان سڀئي ڏسندا هئا. توهان ٻڌايو
ته اُهو ڌرم هو يا اَڌرم. ليتي هئي يا ڪنهن؟ ڀيشم پتامه
اکين ۾ پاڻي آڻي چيو ته پتري، اُهو اَڌرم ۽ اَنيتي هئي ۽
پر مون دشٽ دريوڌن جو اَن کاڌو هو، جنهنڪري منهنجو
من ملين ٿي ويو هو ۽ ڪجهه ڪچي ڪين سگهيس ۽ نڪي
اُٿي سگهيس. اُهيءَ پاپ جو ڦل تون اکين سان ڏسي رهي
آهين ته هيٺ مان ٻوڪي رهيو آهيان.

اها وارتا ٻڌائي سوامي جن ساري سنگت کي چيو ته شراب

۽ مڇي ماس جو آشد آهار نہ ڪرڻ گھرجي، ڇاڪاڻ جو پاپ
ڪرم جو ڦل اننت جنمن تائين ڀوڳڻو پوندو. پر شڀ موقعي تي
جو منش پاپ ڪريندو، سو ائين تہ وڌي، جيئن دروپدا جا سيا
۾ چير وڌيا. تنهن ڪانسواءِ دسهري، ڏياريءَ، ڪارتڪ
شراڌ، شوراتريءَ، هوليءَ ستئين، جنم اشٽمي، گيارس، پورنماسي
اماوس، چنڊ ۽ سج ديوتائن جي شڀ ڏينهن تي پڻ جي بہ پاپ
نہ ڪرڻ گھرجي. هن وقت هوليءَ جي شڀ موقعي تي بہ پنج
ڏهاڙا ڪوئي بہ ماس مڇي نہ کائي. پنچايت بہ هوڪو گھمايو
آهي. اسان بہ توهان کي هينئر چئون ٿا. تنهن تي ساري
سنگت هٿ مٿي کڻي چوڻ لڳي تہ هي پريو اسان شراب،
مڇي ماس نہ ورتائينداسون. اهڙيءَ وشئہ تي ستگرو مهاراج جن
ڪيترا پنهنجا ناهيل پڇن آلي وئراڳ ورتيءَ سان پڌايا. ١٢ بجہ
رات جو ستسنگ سماپت ٿيو. تنهن ڪانپوءِ پوڄن ڪائي، ڪلاڪ
کن يڪمت قرائي سنگھ، جو ستسنگ پڌي سواءِ جن وڃي
پنهنجي جاءِ تي آرامي ٿيا.

اهڙيءَ طرح هوليءَ جا ۵ ڏينهن سنالن ڌرم ۽ ست ڪرم
جو اپديش ڏيئي هوليءَ جي آخرين ڏينهن تي صبح جو
۴ بجہ پلڪ پائي ميلو سماپت ڪيائون. تنهن ڪانپوءِ پنڍيءَ پرساد
۽ پيتا کڻي اچي ستگرو مهاراج جن اڳيان رکي. ستگرو
مهاراج جن، آنانند ۽ پائي پرمانند کي چيو تہ پئسا ۽ ڪپڙو
وغيرہ غريبن، انائن ۽ ودوائن ۾ ورهائي ڇڏيو. پوءِ سيٺي
سنت ستگرو مهاراج جن سان گڏجي باغيچا گھمڻ ويا. گھمندي
گھمندي هڪ سندر باغيچي ۾ وڃي وڻا جتي سدا گلاب،
چمبيلي، رابيل ۽ موتيءَ جا گل ڪڙيل هئا. ڀنورا اوم جي
شبد جي مڌر گنجار ڪري رهيا هئا. بسنت رت ڪري
ڪلواڙيءَ مان سگنڌ جي هبڪار اچي رهي هئي. ڏڪڻ جي

چوائون جتي ته اوتار، رشين منين ۽ مهاتمائن جي سڀا ۾ ادرم ۽ ڪپتي ٿيندي هجي اُتي راجا ۽ ستپرشن جو ڌرم آهي ته پڇڻ ووڪ ۽ شريڪ ٿِي ساڻ اُنهيءَ ادرم ۽ ڪپتي کي هٽائين. پر جي لاچار اسمرٿ هجن ته اُنهيءَ سڀا مان ڪبن اُٿي وڃڻ گهرجي ته نه پاپ جا ڀاڱي ٿيندا. پرجا جي رَڪشا ڪرڻ جو دارومدار، راجا ۽ ستپرشن تي ٿيندو آهي. جي اُهي ڌرماتما آهن ته سارو ديش ڌرماتما ٿي وڃيٿو. پر جي راجا پاپي آهي ته ساري پرجا ڪڪرم ڪرڻ لڳندي. جي راجا ستيوادي ۽ گيانوان هجي ته ساري پرجا ستوگڻ گڻن کي ڌاري مڪت ٿي وڃي. وڏيڪ راجا يڌشٽر پاڻ ڌرم پتر آهي، جنهنکي ساري ڌرم جي ڄاڻ آهي. انترو ڇٽي ڀيشم پتامهه بس ڪئي ته دروپدي اُتي هٿ جوڙي لڙڪن ۾ آلسون اکيون ڇوڻ لڳي ته هي پتامهه، منهنجي دل ۾ هڪ شڪا پيدا ٿي آهي. ڪرپا ڪري دور ڪريو. توهانجو چيو ته جنهن سڀا ۾ اڌرم ڪپتي ٿيندي هجي اُتي ووڪي ستپرش جو ڌرم آهي ته پڇڻي سر جي ست ڏيئي به اڌرم ۽ ڪپتيءَ کي هٽائي. جي اُسمرٿ هجي ته اُتي هلو وڃي. سو هي ٻڌايو جنهن سمي دريوڌن جي سڀا ۾ مون اُبلا کي ننگن ٿي ڪيو ويو تنهن وقت توهان سڀئي ويٺا هئا. توهان ٻڌايو ته اُهو ڌرم هو يا اڌرم. نيتي هٿي يا ڪپتي؟ ڀيشم پتامهه اکين ۾ پاڻي آڻي چيو ته پتري، اُهو اڌرم ۽ اُنيتي هئي ۽ پر مون دشٽ دريوڌن جو اَن کاڌو هو، جنهنڪري منهنجو من ملين ٿي ويو هو ۽ ڪجهه ڪچي ڪبن سگهيس ۽ نڪي اُٿي سگهيس. اُنهيءَ پاپ جو ڦل توکان اکين سان ڏسي رهي آهن ته هينئر مان ڀوڳي رهيو آهيان.

اها وارتا ٻڌائي سوامي جن ساري سنگت کي چيو ته شراب

۽ مڇي ماس جو اُشڌ آهار نہ ڪرڻ گهرجي، چاڪاڻ جو پاپ ڪرم جو ڦل اننت جنمن تائين ڀوڳڻو پوندو. پر شپ موقع تي جو منش پاپ ڪري ٿو، سو اُنهن تو وڌي، جنهن د روپڌا جا سيا ۾ چير وڌيا. تنهن ڪالسواءِ دسهڙي، ڏياريءَ، ڪارڪت شراڌ، شورالريءَ، هوليءَ سنڌين، جنم اشٽمي، گيارس، پورنماسي اماوس، چنڊ ۽ ٻين ديوتائن جي شپ ڏينهن تي پڻ ڪي به پاپ نہ ڪرڻ گهرجي. هن وقت هوليءَ جي شپ موقعي تي به پنج ڏهاڙا ڪوئي به ماس مڇي نہ کائي. پنڊپاٽ به هوڪو گهمايو آهي. اسان به توهان کي هينئر چئون ٿا. تنهن تي ساري سنگت همٿ مٿي ڪٽي چوڻ لڳي تہ هي پريو اسان شراب، مڇي ماس نہ ورتائينداسون. الهيءَ وشہ تي ستگرو مهاراج جن ڪيترا پنهنجا ناهيل پڇن اُتي وئراڳ ورتيءَ سان ٻڌايا. ۱۲ بجہ رات جو ستسنگ سماپت ٿيو. تنهن ڪانپوءِ پوڄن ڪائي، ڪلاڪ ڪن ڀڳت قرائي سنگهہ جو ستسنگ ٻڌي سواءِ جن وڃي پنهنجي جاءِ تي آرامي ٿيا.

اهڙيءَ طرح هوليءَ جا ۵ ڏينهن سنالن ڌرم ۽ ست ڪرم جو اُپديش ڏيئي هوليءَ جي آخرين ڏينهن تي صبح جو ۴ بجہ پلڪ پائي ميلو سماپت ڪيائون. تنهن ڪانپوءِ پنڊجن پرساد ۽ پيتا ڪٽي اچي ستگرو مهاراج جن اڳيان رکي. ستگرو مهاراج جن، آنماند ۽ پائي پرمانند کي چيو تہ پئسا ۽ ڪپڙو وغيره غريبن، انائن ۽ ودوائن ۾ وراهي ڇڏيو. پوءِ سڀئي سنت ستگرو مهاراج جن سان گڏجي باغيچا گهمڻ ويا. گهمندي گهمندي هڪ سندر باغيچي ۾ وڃي ويٺا جتي سدا گلاب، چمبيلي، رابيل ۽ موليٽي جا گل ڪڙيل هئا. ڀنورا اوم جي شبد جي مڌر گنجار ڪري رهيا هئا. بسنت رت ڪري قلواڙيءَ مان سگنڌ جي هبڪار اچي رهي هئي. ڏکڻ جي

مٿي، آڏي سيتل هوا لڳي رهي هئي. دل بهار بهار ٿي
ٿي. سنگرو مهاراج جن پيرن کي ڏسي ڏيري ڏيري دل
۾ ٻچن ناچڻ لڳا. ٻچن ناچيندا ٽهڪندا ٽرندا رات جو ٧ بجي
آستان تي آيا. ستسنگ شروع ٿيو. تمام گهڻي خلق آيل هئي.
پهرين ٻين سنتن ڪلاڪ کن ستسنگ ڪيو. تنهن کانپوءِ سنگرو
مهاراج جن ستسنگ ڪيو. وڌ هئي جگياسن جي ٻڌ ڪرمي
باغيچي ۾ ناچيل ٻچن بسنت جي راڳڻيءَ ۾ ٻڌايون.

## سر بسنت

رت رهه ۾ هڪ رنگ صاحب ڪا،
بسنت رت رنگ واري ري.
١- سڏ ڪي لهر پکي، پتر اُبارا، بن بن ڦولي باغ ڦلارا،
ڦول رهي ڦلواڙي ري.
٢- رهه بسنت ڪا ڍڪ نظارا، رل مل پنوري ڪرت گنجارا،
سگهڻ لي سڪاري ري.
٣- بسنت رهه ڪو سستم گاوت، سر لر مٿي جن ڪي من ڀاوت،
جيڪو لاڳت پياري ري.
٤- رهه بسنت ڪي هڪ ڀيت رسالي، ڪٿي ٽيئون ٿي سنت سڪال،
بل بل جائون بليهارا ري.

تاتپرج: ڇهن ئي رتن ۾ ٻرهما پنهنجو رس آنند رکيو
آهي ٻر بسنت جي رت تمام وڻندڙ ۽ سکدائي آهي. لڪن
ئي ڇهه رنگون آهن. شبد، سپرش، روپ، رس، گنڌ ۽
وتراڳ. پنجن وشين روُپي رتن ۾ اهڙو نه رس ۽ آنند رکيل
آهي جو ساري دنيا انهن لئي موهت آهي. ٻر وتراڳ روُپي
رت ۾ مها آنند رکيل آهي. پنورن روُپي جگياسو انهيءَ وتراڳ
روُپي رت جي سنگڏي وٺي مها آنند ۾ ٻڌ ٿين ٿا. جئن
بسنت رت ۾ سڀئي وڻ گل ڦلن سان ٻرجي ساوا ٿين ٿا،
تئن جگياسوءَ ۾ ڏيوي سنپدا جا گڻ روُپي گل ۽ ساڌن

روُپي ڦل لڳندا آهن. جنهن ڦلواڙي اُڙندي آهي تنهن جڳياسوءَ
جون لنڊ ڙيون شب گڻن ۾ تڙي پونديون آهن. جنهن بسنت رت
جو سندر نظارو ڏسي، ڀنورا مٺو سريلو شبد اُچارين ٿا، تنهن
جڳياسو وئراڳ جي نظاري ۾ رام نام جا منا وچن اُچار ڪري
ساري سنسار مان سار روُپي سڳند ڪڍندا آهن. جنهن بسنت رت
سيني رشين منين ۽ ديو ديوتائن کي پياري لڳندي آهي،
تنهن وئراڳ جي رت سيني جڳياسين، مموکين کي وڻندي
آهي. باقي پنج رتيون ڦڪيون لڳنديون آهن. سنت مهاتمائون
انهيءَ وئراڳ کي پائي سدائين سکي ٿيندا آهن ۽ سدائين وئراڳ
تان ٻلهاري ويندا آهن. پر اُهو وئراڳ ڪنهن وڏ ڀاڳيءَ کي
پراپت ٿيندو آهي.

آئي رت بسنت ڪي ڀنورا پهتي سڀاڳ
کهي نيڻون ڪس پٽيه تي، جاڳي تن ڪي ڀاڳ

مطلب: جڏهن بسنت جي رت ايندي آهي تڏهن سڀ
ڀنورا اکيون کولي ساوڌان ٿيندا آهن. تنهن ڀنورن روپي
جڳياسين جو اننت جنمن جي شڀ ڪرمن جي پرتاپ سان ڀاڳ
جاڳي ٿو ۽ اُهي وئراڳ روپي بسنت رت ۾ وشين ۽ ڀوڳن کي
تياڳي مرتيه روپي ننڊرا مان جاڳي ڀڳوان جو ڀڄن ڪنتا.
انهيءَ وشيه تي اُپديش ڪري ستگرو مهاراج جن ستسنگ
سماپت ڪيو.

هوليءَ گذرڻ بعد ڀڳت ڪيڌارام ونيه ڪري، ستگرو مهاراج
جن ۽ سنتن پريمين کي پاڻ سان گڏ وٺي هالين ويو. ڪتارن
۽ ڏڦن سان ڀڄن ڪندا ڪيڌارام جي جاءِ تي پهتا. جنهن به
شهر ۾ ويندا هئا ته بزار مان ڏڦن ڪتارن تي ڀڄن ڪندا
ويندا هئا. پهچڻ تي گلن جا هار ۽ پرساد ڪڍي ستگرو مهاراج جن
... آيا. رات جو ستسنگ منڊپ ۾ ستسنگ ڪيائون.

پريم ۽ پرارٿنا جي مهما ورڻن ڪيائون. ڇاڪاڻ ته ڀڳوان، سنت ۽ مهاتمائون سڀيئي دل جي پريم لئي ترسندا آهن. سچي پريم جي وس ٿي نراڪار پرماتما ساڪار روپ ڌاري پريمين کي درشن ڏيندو آهي.

چوپائي - پريو وياپڪ سروتر سمانا،
پريم تي هوءِ، پرگهٽ مئن جانا.

**ارٿ:** پربرهم پرماتما پتي پتي ۾، ڏالي ڏالي ۾، ڦول ڦول ۾، مطلب ته هر جڳهه سمايل آهي ۽ پريم جي ڪري پرگهٽ ٿي درشن ڏئي ٿو.

اس پريم سي نراڪار ڀي، ديندا آن دکالي جي
پريم پريو ڪو کينچ لي آوي، ديندا جدي اُجالي جي
سچي پريت پاٿي سي ڪئسي، جندا ڪيسي نڪالي جي
روپ شمع ڪا ديک پتنگا، جان اپني جالي جي
ڦولون نال محبت ڀونئري، ڦوندا ڏالي ڏالي جي
ديک پريت پپيهي والي، ڏاڍي عجب نرالي جي
ساگر نديان ڇوڙڪي چاهي، بوند سنواتي والي جي
مور پايل پاپا ٽڪي، جدي گهٽا جد ڪالي جي
شبد بين ڪا سن ڪي جڏهين، گهر ڇڏ آوي ديالي جي
چڪوا چڪوي پريت ڪارڻ، اُڏهين رات اُٿالي جي
پما چڪور اُڏي ڪا ڪرندا، چڙهين رات دا والي جي
چتر درس ڏک هتم ٽس مانش،
جس ني پريت نه پالي جي.

مطلب: سچي پريم جي ڪري نراڪار ڀڳوان ساڪار روپ ڌاري اچي ٿو. پر اهو پريم اهڙو هجي، جهڙو سبيءَ

کي ڄل سان، ڇو جو مڇي ڄل کانسواءِ هڪ پل بہ جيئري
رهي نہ سگهندي آهي؛ جيئن پتنگ جوت کي ڏسي جان
قربان ڪندو آهي، جيئن ڀنورو گلن جي پريت ۾ سوير اُٿي
گلستان ۾ وڃي، گلن کي ڏسي، سارو سنسار ڀلائي ڇڏيندو
آهي؛ جيئن پپيهي ني رات ڏينهن، برسات جي بوند جي
پياس ٿيندي آهي، درياهہ، نديءَ ۽ سمنڊ جو پاڻي زهر
سمان ڄاڻي، صرف سواتي بوند پاڻي پيڻ لاءِ تڙڦندو آهي.
جيئن مور بادلن کي ڏسي، خوش ٿي نچندو آهي؛ جيئن نانگ
جوڳيءَ جي مرلي ٻڌي، خوشيءَ مان جهوليندو آهي؛ جيئن
چڪوي چڪوئي جي پاڻ ۾ اهڙي پريت ٿيندي آهي، جو
ساري رات هڪ ٻئي کي سڏ ڪندي ڄاڳي گذاريندا آهن؛
جيئن چڪور کي چندرما جي پياس ٿيندي آهي ۽ ڏينهن
جو ڇهنب سان ڪاٺين جو ڍڳ ڪري رات جو اُنهن مٿان
چڙهي ويهندو آهي ۽ چندرما جي اُڀرڻ سان چنڊ ڏي
نهاري، پريم ۾ شرير ڀلجي ويندو آهي؛ ۽ جڏهن چنڊ لهي
ويندو آهي، تڏهن چندرما جي وڇوڙي ۾ پنهنجي ڇهنب
زور سان ڪاٺين سان گسائي اگني پيدا ڪري، پرئل الا
سڪ ۾ ڪائيندو ويندو آهي، انهيءَ لاءِ تہ جلد ٿي وڃي
چندرما سان ملان ۽ چوندو آهي:

ڀسمي هوکي پيہ ملون- ششي شوَ کي گات،
يؤن ويچار اگن کر- چهت چڪور جو کات.

مطلب: مان جلي خاڪ ٿي، پنهنجي پريتم چندرما سان
ملان، جو شنڪر ڀڳوان جي مستڪ ۾ آهي. مهاديو سدائين
سٽلالي آهي ۽ ڀڀوت لڳائيندو آهي. ڪڏهن مهل هٿان
اچي لڳکي ۽ منهنجي رک کڻي مٿ ڀري، جڏهن پنهنجي
مستڪ کي لائي تہ چندرما سان ملي ويندس. چترداس

جوي تو ته اُنهن منش کي وار وار ڌڪار آهي، جنکي پرماتما جي ماڻ جو برهم ڪولهي. ڀڳوان جي برهم ڪالواء جي جيو سچو آهي.

جڻن ندي سيجي نير بنا ــ ڄ ڳئُو سيجي کير بنا،
اِستري سيجي چريتر بنا ــ ڪمان سيجي تير بنا،
راجا سچو وزير بنا ــ لشڪر سچو وير بنا.
شهر سچو فقير بنا ــ ساڌو سچو ڌير بنا،
قبعو سچو پير بنا ــ ڄ ٻچڙو سچو کير بنا،
شرير سچو تمير بنا ــ تئن هردو سچو رگهوير بنا.

ڀڄن ڀيروي

ٽل ــ ميري دل ديوالي، درشن کو پاسي،
بنا ديک ديکي، پتنگ جيون اُداسي.
١ــ جيون وام ڪامي، جهت دام دامي،
اُنل ڳگن گامي، مچي ليير واسي.
٢ــ سنسار ستر کر، ڪري آش در در،
پدور ڦوُل اوُبر، ڳڪو ڀچڙي چاسي.
٣ــ جيون ڪتمه لاري، شستر سوُر ڌاري،
دوا دوک پياري، چندن اَهه لواسي.
٤ــ جڪوي پيوُ پاوي، سبي سوالتي ڌاري،
منتا هنس کاوي، جوکي جس اياسي.
٥ــ جيئن گهن ڪو مورا، پريه چند چڪورا،
لون گهر کي لورا، ٽيئون گهر به آسي.

ستنام ساکيءَ جي ڌاپي لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيائون. سنگت پاؤ پرساد وني گهر ويئي.

چند ڏينهن، صبح جو ٻاٿي ڪيارام ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته هن داس جي گهر جا سڀ نيڻ ڏاڙي پنهنجي

جهڙن سان غريبن، اناٿن ۽ ودوائن کي ورهائي ڏيو ۽ داس
کي ڪرپا ڪري، نام جو دان ڏيو ته سدائين توهان جي چرن ڪملن
جي سيوا ڪري، پنهنجو جنم سڦلو ڪريان، تنهن تي ستگرو
مهاراج جن کيس چيو ته بابا، ڀڳتي ڪرڻ تمام ڪٺن آهي.

ڀڳت ڏهيلي ڳر ڪي - جيئن کانڊي ڪي ڌار،
ڊگ مگ تو گر پڙي - نسچل اُتري پار.

ڀڳوان جي ڀڳتي ڪرڻ معنيٰ تلوار جي تيز ڌار مٿان هلڻ. جي
شردا، پريم ۽ پورڻ وشواس رکندو، ته ڀڳوان سان وڃي
ملندو؛ نه ته ڪري اِنهي جهالن کان ويندو. تنهن ڪري
حال تيڙ پيا هجن. باقي توهان کي نام جو اُپديش ڏيون ٿا.
پلي اسان سان گڏ هلو. ستگرن جي آگيا پائي، ڀائي کيارام
پرساد کٺي، ستگرو مهاراج جن کان گرمنتر وٺي شش ٿيو.

ٻئي ڏينهن ڀائي ٽيڪورام، ستگرو مهاراج جن جو ماءُ،
ستگرو مهاراج جن ۽ ساري منڊليءَ کي پيرن وٺي ويو.
اُتي اٽڪل ڏهاڪو ڏينهن رهيا. سَت ڌرم جو اُپديش ڪري،
ڪيترن گهرن کان مڇي ماس، شراب ڇڏائي کين سَت ڪرم ۽
ايشور ڀڳتي ۾ لڳايو، پوءِ ڀائي ٽيڪورام ۽ سندس سارو پريوار
گرمنتر وٺي شش ٿيا. تنهن کانپوءِ ڀائي راڇورام کين ٻنڌ
جي ڳوٺ وٺي ويو. اُتي ستسنگ ۾ موج ۾ اچي چوڻ لڳا ته
جنهن هيءَ منش چولو پائي، ڀڳوان جو درشن نه ڪيو آهي،
تنهن اهڙو ڏوهه ڪيو آهي، جيترو خوني خون ڪرڻ سان. يعني
اهو ڦاسيءَ جي لائق آهي. اُتي هڪ درشٽانت ڏنائون ته هڪ
ڪروڙپتي سيٺ کي هڪ ئي پٽ هو، جنهن سان هنجو گهڻو پيار
هو. هڪ ڏينهن ويچار ڪيائين ته ڪجهه ڌن پٽ لاءِ اڪائي رکان
ته جئن اوکيءَ ويل ڪم اچيس. اِهو ويچار ڪري، هڪ
هيرو لک روپين ۾ خريد ڪري آيو. هيرو سون جي دٻليءَ

۾ وجهي، دلي چانديءَ جي گهاگهر ۾ وڌائين. پنهنجي
مڪان جي اوڀر ڪنڊ ۾ ايتري اونهي زمين کوٽي، اُن ۾
گهاگهر پوري ڇڏيائين. پٽ کي ڪين ٻڌايائين، پر هڪ بنديءَ ۾
لکي ڇڏيائين ته پٽ توکي جڏهن ڌن جي ضرورت پوي،
تڏهن مڪان جي اوڀر واري ڪنڊ ۾ ايتري اونهي زمين کوٽڻ
سان هڪ چانديءَ جي گهاگهر هٿ ايندي. انهيءَ ۾ سولي
دلي پئي آهي جنهن ۾ هڪ لک روپين وارو هڪ هيرو
پيو آهي. هيرو مٽائي پنهنجي ڪرت ڪار ۽ وهنوار
ڪجانءِ. ويهن-پنجويهن سالن کانپوءِ سيٺ ديولوڪ پڌاريو.
مايا به پلٽي وڃڻ لڳي. ڇهن-پنجن سالن ۾ سڀ مايا
موڪلائي ويئي. سيٺ جو پٽ جيڪو ڏلڏو وهنوار ڪري،
تنهن مان گهاٽو ئي گهاٽو پويس. روپيه ڏهه-ويهه هزار قرض
۾ چڙهي ويس. آخر اڌڙو اچي حال پئيس جو مزوري ڪري،
ته ٻه ڏينهن ڪاٽي ته رات کولي ڪاٽي. لهڻيدارن به ڏاڍو
تنگ ڪيس. ڏاڍو اچي دکي ٿيو. هڪ ڏينهن ويچار
ڪيائين ته منهنجو پيتا ڪروڙپتي هو؛ سو بنديون کولي ڏسان
ته متان ڪنهن ڏي رقم وهل هجي ته اُها وٺي اچان. سو
بنديون کولي پڙهڻ لڳو. ٽن ڏينهن کانپوءِ، اُها وڏي بندي
کولي پڙهڻ لڳو، ڏٺائين ته هڪڙي پني تي لکيو هو
آهي ته، هي پٽ، توکي ڌن جي ضرورت پوي ته پنهنجي
مڪان جي اوڀر واري ڪنڊ ۾ ايتري اونهي زمين کوٽڻ سان
چانديءَ جي گهاگهر لڀندي. گهاگهر ۾ هڪ سوليءَ دليءَ
۾ هڪ لک روپين جو هڪ هيرو پيل آهي. اُهو کڻي،
پنهنجو وهنوار ڪجِ. اهو پڙهڻ سان، جيئن مڙدي ۾ اچي
پراڻ پون، يا جيئن ڪنهنجو پيارو پٽ گهڻن سالن کانپوءِ اچي
ملي ۽ دل خوش ٿئي، انهيءَ طرح هن کي به خوشي ٿي.
مڪان جي ڪنڊ کوٽي، چانديءَ جي گهاگهر مان سون جي

ڏبلي ڪڍي کولي ڏسي ته برابر هيرو پيو آهي. سو هيرو کڻي اچي
مالا کي ڏيکاري ساري حقيقت ٻڌايائين. چيائين ته پنهنجي
شهر ۾ اهڙو ڪو شاهوڪار ڪونهي، جو هي ٻه لک روپين جو
هيرو مٽي ڏي. تنهن ڪري مالا ڇا ڪرڻ گهرجي؟

مالا خوش ٿي چوڻ لڳس ته پٽ، هتان ويهن - پنجويهن
ميلن تي هڪ رياست جو راجا اٿئي، جو تنهنجي پتا جو
گهرو متر اٿئي. هن وٽ اهو هيرو کڻي وڃ ۽ مٽائي پئسا
وٺي اچ. ڇوڪرو هيرو کڻي روانو ٿيو. شهر ۾ اچي، پڇائي
راجا جي محلات ۾ آيو. ڏسي ته راڄ سڀا لڳي پئي آهي. هڪ
ڪنڊ ۾ ويهي رهيو. ڪلاڪ کن کانپوءِ سڀا سماپت ٿي. راجا
وزير کي چيو ته اهو غريب ڪير وينو آهي؟ ڇوڪرو پرڻام
ڪري چوڻ لڳو ته، هي راجن، پتا جي پرلوڪ پڌارڻ کان
پوءِ، ماتا ٻه موڪلائي وئي. هي هڪ لک روپين جو هيرو
پتا جو رکيل موڪلي هٿ آيو آهي، سو مٽائڻ لاءِ توهان وٽ
کڻي آيو آهيان. ايترو چئي، هيرو ڪڍي، راجا کي هٿ
۾ ڏنائين. راجا وزير کي چيو ته پنهنجي شهر ۾ جيڪو وڏو
صراف آهي، تنهن کي وٺي اچ ته هيري جو ملهه ڪٿائي
هن ڇوڪر کي پئسا ڏيون. وزير وڃي صراف کي چيو ته
توهان ۾ راجا جو بلڪل ضروري ڪم آهي. سو جلدي هلو.
صراف چيس ته مون وٽ ڪي ٻري کان مهمان آيل آهن،
اُنهن جي بندوبست ۾ لڳل آهيان. موڪلي ٻڌايو ته ڪهڙو
ضروري ڪم آهي. وزير چيس ته هڪ سيٺ جو پٽ هڪ
هيرو کڻي آيو آهي، جنهن جو ملهه توهان کان ڪٿائڻو آهي.
صراف چيو ته وزير صاحب هيرو توهان ٻه ڏٺو هوندو. سو
الهيءَ جا سڀ نشان ۽ پيهڪ موڪلي ٻڌايو. وزير ڪيئن سڀ
ڪنهن ٻڌايو. صراف چيو وزير صاحب، اهو هيرو ٽوي هزار

روپيا لهي. پلي ولوس. انهن پيسن ۾ نه لوهان کي ڪس
آهي ۽ نه ھنگي.

وزير اچي راجا سان ڳالهه ڪئي. راجا چيو ته پاڻ کي
هيرو هٿ ۾ آهي، تنهن ۾ خبر نٿي پوي. پر هن صراف
هيرو ڏٺو ته کولهي، سوگهو ولي هيري جي پرک ڪري،
ڪٿي ٿو ماهه پڌائي؟ تنهن ڪري تون وڃي پاڻ سان ولي
اچينس. وزير صراف کي ولي آيو. صراف راجا کي نمسڪار
ڪري چوڻ لڳو ته، هي پرٿوي ناٿ، انهيءَ هيري جو
ملهه مون لوهان کي ڪٽي موڪليو ته اهو هيرو نوي هزار
روپين جو آهي. هڪ پائي به وڌيڪ نه لهي.

تنهن تي راجا صراف کي هيرو ڏيئي چيو ته منهنجو مگر
سيوادي هو. هو لک روپيه لکي ويو آهي، سو اوهان نوي
هزار ڪٿي ٿا چئو؟ وري جاچي ڏسو. صراف هيرو ڏسي
چيو ته نوي هزارن کان وڌيڪ ڪونه اهي. لوهان کي جي
هيري جي پرک ڪرڻي هجي ته هڪ چانديءَ جي ٿالهيءَ
۾ ڏهه لعلڙيون گهرايو. راجا يڪدم چانديءَ جي ٿالهي ۽ لعلڙيون
گهرائي صراف کي ڏنيون. صراف هيرو چانديءَ جي ٿالهيءَ
۾ رکي، چوڌاري لعلڙيون رکيون، ته انهن جو پاڇو وڃي
هيري ۾ پيو. تنهن کانپوءِ راجا کي چيائين ته، حضور، هاڻي
چوڌاري ڏسو ته هيري ۾ لعلڙين جو پاڇو هڪ جهڙو آهي
يا گهٽ وڌ. راجا ڏسي چيو ته لعلاڻي ته هڪ جهڙي ٿي
ڏسڻ ۾ اچي. صراف چيو ته، هي راڄن، وري جاچي ڏسو.
راجا وري به جاچي، جاچي ڏسي چوڻ لڳو ته هن هڪ
پاسي کان هيري ۾ هڪ لعلڙيءَ جي ڏمڪ ٿوري گهٽ
ڏسڻ ۾ اچي ٿي. صراف چيو ته هيرو برابر لک روپين جو
هو، پر ٢٥-٣٠ سال زمين ۾ پوريل ٿو ڏسجي، جنهن ڪري

ٽورو پاڻي چڙهي ويو آهي. تنهن ڪري، ڏهه هزار روپيه
مون گهٽ ڪيا آهن. اهڙو ٻڌي، راجا ڏاڍو خوش ٿيو.
گلن جو هار صراف کي پائي چوڻ لڳو ته، هي صراف،
تنهنجي ٻڌي ڏن، ڏن آهي، جو پرک ڪئي اٿيئي. مان
توتي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. توکي انعام ڏيڻ چاهيان ٿو.
جيڪي گهرين، سو توکي ڏيان. صراف چيو مونکي ٻيو
ڪجهه ڪونه گهرجي. صرف توهان جي آسيس ۽ دعا گهرجي.
راجا وري ٻه چيس ته صراف، ڪجهه گهر. صراف وري ٻه
انڪار ڪئي. تنهن تي راجا وزير کي چيو ته توهن ٻڌاءِ ته
هنکي ڪهڙو انعام ڏيون. منتري ستسنگي ۽ گياندوان هو.
تنهن چيو ته هي راجن، مان ڇوان ۽ توهان ته ڏيو ته. توهان
مالڪ هيو. جيڪي وڻيو سو ڏيوس.

تنهن تي راجا چيو ته هي منتري، منهنجو وچن آهي،
جي توهان ڪٿي چئو ته هنکي سڄو راج ڏي، ته مان راڄ
ڏيڻ لاءِ ٻه تيار آهيان. باقي توهان سنڪوچ جو ٿا ڪريو:
جيڪي چئو، سو ڏيوانس. وزير چيو ته، چڱو، هن صراف
کي جلد تي ڦاسي ڏيو. راجا ٻڌي، وزير کي چيو ته اڄ تو
ڀنگ يا شراب ته ڪونه پيتو آهي؟ مغز ته جاءِ اٿيئي؟ هيءَ
ڇا ٿيو چوين؟ صراف ته انعام جي لائق آهي! تنهن کي
ڦاسي ڇو ڏيون؟ وزير چيو ته صراف سچ پچ ڦاسيءَ جي
لائق آهي. پرماتما اهڙي تيز ٻڌي ڏني اٿس، سا پٿرن
جي پرک واسطي ڪانه ڏني اٿس. پر پنهنجي آتمڪ هيري
جي سڃاڻڻ لاءِ ڏني اٿس. پر صراف اڃا تائين پنهنجي
آتم روپي هيري جي پرک ڪانه ڪئي آهي. انهيءَ ڪري
هو ڦاسيءَ جي لائق آهي. راجا چپ ٿي ويو. صراف کي
اچي وراڳ لڳو ۽ چيائين توهان منهنجا گرو آهيو. مان برابر

قاسيءَ جي لائق آهيان. ٻر هاڻي اُنويءَ آءُ روُپي هيري کي ضرور سنڀاليندس. ڪرپا ڪري، هيري کي سنڀالڻ جو رستو ٻڌايو. اڄ ڪالهوڪو موڙڪي اهو ڪم ڪرڻو آهي. تنهن ڪالهوءَ، صراف وزير کان گرمنتر وٺي انرڪند. ڏاڍهن هليو ويو. راجا چوڪري کي لکوي هزار روپيه ڏيڻي روانو ڪيو.

اهو درشتانس ٻڌائي، ستگرو مهاراج جن چيو ته ٻرماتما هن منش ڄولي ۾ سڀني جيون کان وڌيڪ اُبر ٻڌي، آتما روُپني هيري جي ٻرکڻ لاءِ رکي آهي. سو جنهن ٻرماتما جو درشن نه ڪيو آهي، سو قاسيءَ جي لائق آهي.

تنهن بعد ستنام ساڪيءَ جي ڏنيءَ مان ستسنگ سماپت ٿيو. پوءِ ڇپائون نه جيڪي ٻه ٻاهر جا مهمان، مسافر هجن، سي ڀنداري مان روٽي کائن. ستسنگ جي سماپتيءَ بعد سدائين سادن مسافرن لاءِ ڇوندا هئا. سدن ٻنگت ۾ ٻه-ٽي سو مهمان، مسافر کائيندا هئا.

ستگرو مهاراج جن ٻند جي ڳوٺ ۾ ١٠-١٢ ڏينهن رهي، وڌالت ۾ ست ڪرم جو ٻرچار ڪيائون. ڀائي واڇو رام ۽ ٻيا ڪيترا ٻريمي، ستگرو مهاراج جن کان گرمنتر وٺي شش ٿيا. تنهن ڪالهوءَ، ڀائي ناڪورام ساري معدليءَ سميت ستگرو مهاراج جن کي جتن جي ڳوٺ وٺي ويو، جتي ٻنڇاس ۽ شهرواسين ستگرو مهاراج جن جو ڏاڍو آدرستڪار ڪيو. رات جو ستسنگ ٿيو. ڇپائون نه هن منش کي وڌيڪ شڪتي وڌائڻ گهرجي، ڇو ته وڌيڪ ۾ ٽي سک آهي.

نا سک ٻڙهيان ٻنڊتان ـ نا سک ڀوُپ ڀيان،
نا سک وچ گرهست دي ـ نا سک ڇڏ گيان،
نا سک ٻانچ وشيه ۾ ـ نس دن ڀوگ رهيا،
تلسي سک ويچار بچ ـ سنتان شرن ٻيان.

مطلب: نہ گهڻي پڙهڻ ۾ سک آهي ۽ نڪي گهڻي ڌن، دولت، اڊمبر ۾... نڪو سک گرهست ۾ ئي آهي. پر جيڪو سنسار کي تياڳي، ورڪت ٿي پهاڙ جي ڪندرا ۾ وڃي ٿو، سو بہ سکي ڪونہ آهي. وشيہ ڀوڳ، وات ڏينهن ڀوڳيندو رهي ٿو بہ سک ڪونہ ملندس. تلسي مهراج فرمائين ٿا تہ سچو سک وچار ۾ آهي ۽ سو وچار مهاتمائن جي سنگ ڪانسواءِ پراپت نٿو ٿئي.

ديپڪ تيل بنا نہ جلي –
اور جلي نہ ڪوءِ پتنگ بنا،
جل پان اِشنان ڪهين ڪرلو –
پر پاپ نہ اُترس گنگ بنا]،
سب جيوسي جيوماي هٿ سون –
پر سمان ملي نهين جنگ بنا،
لاکو يتن ڪرو جگہ ۾ –
پر گيان نہ هو ستسنگ بنا.

مطلب: تيل ڪانسواءِ ڏيئو ڪين ٻرندو، جي ٻاريو تہ وسامي ويندو. پتنگ ڪانسواءِ ٻيو ڪير بہ خوشيءَ سان ڪونہ جلندو، پتنگ ئي خوشيءَ سان جلندو. ڪيترن ئي ندين نالن تان وڃي اشنان ڪريو پر پاپ گنگا جي اشنان ڪانسواءِ ڪين لهندا. پاپن جي دور ڪرڻ واسطي گنگا جو اشنان ئي آهي. سڀ جيو پاڻ ۾ ئي ڏکيا سکيا ملي ويندا پر بہ ڪتا پاڻ ۾ ڪونہ ملي سگهندا. تئن ڪيترا بہ ساڌن، يتن وويڪ لاءِ ڪجن پر سار اسار جو وچار ستسنگ بنا ڪين ٿيندو. جيسين ست اَست کي جتن جو تئن نہ جاتو ويو آهي، تيسين موهہ دور نہ ٿيندو. اها وويڪ شڪتي ڌڻي ورهين جي اوستا کان وٺي چاليهن

وُرهين جي عمر تائين وڌندي رهندي. اُن کانپوءِ وويڪ
شڪتي گهٽجي ويندي آهي جيڪي چاليهن ورهين تائين
وويڪ شڪتيءَ کي وڌائڻ جا ساڌن ڪندا رهندا، تن جي
چاليهن ورهن کانپوءِ به وويڪ شڪتي وڌندي ويندي
آهي. وويڪ شڪتيءَ جي وڌائڻ جو ٻهراون ساڌن آهي
ستسنگ، ٻيو سَت شاسترن جو اڀياس ۽ وچار. ٽيون برهاس
دو آلي نام جو اڀياس ڪرڻ. سوهم آتما مان ڀيا ۽ ڪيترا فائدا
آهن. هڪ ته گهر ۾ لڇميءَ جو واسو ٿيندو. ٻيو نيترن جي
روشني وڌندي. ٽيون شرير آروڳي رهندو ۽ ٻڌيءَ ۾ وچار
شڪتي وڌندي. چوٿون ساڌن وويڪ شڪتيءَ جو آهي.
ٿورو ڳالهائجي، ٿورو کائجي ۽ ٿوري ننڊ ڪجي. پنجون
شڌ آهار ڪجي. ڇهون برهمچريه پالن ڪجي. ستون سادگي
ڪجي ڇو جو سادگيءَ سان ستوگڻ هردي ۾ وڌي ٿو ۽
ستوگڻ سان وويڪ شڪتي وڌي ٿي. اهي ستئي ساڌن
ٻڌيءَ کي پوتر ڪن ٿا ۽ وويڪ شڪتي وڌائين ٿا. پوتر
ٻڌيءَ دواران آتما جو درشن ٿيندو آهي. آتما جي درشن
سان جيو موڪش کي پراپت ٿيندو آهي. الهيءَ وشئه تي اپديش
ڪري ستنام ساکيءَ جي ڌلي لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

سنتن جي ڳوٺ ۾ ٧-٨ ڏينهن رهيا ۽ اُتي ڀائي ٺاڪورام
سامت رام، ڀائي ٿهالچند، ڀلاجراءِ، ڏرمداس، واڌو رام،
لکو رام، ٽلسيداس ۽ ٻيا ڪيترا ستگرو مهاراج جن جا شش ٿيا.

پوءِ ٢٥ ويساک جي منڊليءَ سميت پراڻن هالن ۾ سوامي
آسورام جن جي آستان تي ويا. سوامي آسورام جن کي پيرين
پئي ويٺا. سوامي آسورام جن جيو پلي-آيا. ٿنهن کانپوءِ سوامي
آسورام صاحب ۽ ٻين سنتن سان گڏجي درياهه تي گهمڻ ويا
۽ هڪ پل جي وڻ هيٺان وڃي ويٺا. اُتي گرمکداس هٿ

جوڙي، سوامي آسورام صاحب جن کي ڇيو ته ھي ٻڌايو جيڪي
ماڻھو مري ٿا وڃن، سي وري ساڳيا جنم وٺي ٿا اچن يا
نوان نوان؟ سوامي آسورام صاحب جن مشڪي چيو ابا، اڄ
ڳالھ نه ڏاڍي سني پڇي اٿيئي. ھاڻي ڌيان ڏيئي ٻڌ:

جيڪي منش مري وڃن ٿا سي ساڳيا اچن وڃن پيا ۽ ساڳين
رستن کان. جيڪي منش پاپ ڪن ٿا سي چوراسيءَ جون الٽ
جو ٽيون ڀوڳي، گھڻي وقت کانپوءِ منش ٿي اچن ٿا. جيڪي
ڌرماتما ست پرش نشڪام شبھ ڪرم ڪري مري وڃن ٿا،
سي سرڳ لوڪ ۾ وڃي ديوتائون ٿين ٿا. ديوتائون ٿي گھڻو
وقت ڀوڳ ڀوڳي وري منش ٿي اچن ٿا. جيڪي نشڪام شبھ
ڪرم ڪندا سي پرلوڪ ۾ وڃي وري وڏن سيٺين شاھوڪارن
جي گھرن ۾ جنم وٺي، موٽي منش ٿي اچن ٿا. جيڪي منش
سرڳڻ ڀڳتيءَ وارا آھن، سي جنھن جنھن ديوتا جي اپاسنا ڪن ٿا
اُھيءَ ديوتا جي لوڪ ۾ وڃي، ڪجھ وقت رھي منش ٿي
اچن ٿا. نرگڻ اپاسنا وارا نشڪامي منش برھم لوڪ ۾ وڃي
من لاڇيت ڀوڳ ڀوڳي وري رشين منين ٿو گين ۽ ڀڳتن جي گھرن
۾ جنم وٺي اچن ٿا. باقي صرف برھم گياني، برھم ۾ لين ٿي
[illegible] ٿا ۽ ... واپس ڪين ايندا آھن. اُھيءَ ڪري ڀڳوان

٦- جيئن ماتا ٻچا پاري - ڪيئن ڪي پلڪ نه ٽاري،
جوڻاري ٻرڪ ڏيکاري - ارت اٺين ڪر سيکاري تو.
٧- دوا جنهن درد کي آهي - ٻوٽي تو مينگهه کي داهي،
ڪرو ٽنهن گيان سمجهائي - ڪندو جر جو ٻواري تو.
٨- سچي ڪرجي سندر چالي - ڏني گڻ گيان جي مالي،
ڪهي ٽيئون ڪٿي جالي - مٽل دل کي جياري تو.

اهڙيءَ وشنه تي اُپديش ڪري چيائون ته سڪرن جي جيتري مهما ڪجي اوتري ٿوري آهي. آخر ستنار ساڪيءَ جي ڏنيءَ ماڻ سنسڪ سمايت ٿيو، سنگت پاو پرساد وٺي گهر ويئي.

پنج ڏينهن پوءِ حالي ۾ رهي، سوامي آسورام صاحب جن ڪان موڪلائي روانا ٿيا. ٿورن ڏينهن لنگهي اُيا ميل ڪري پنڌ سو مس ڪيائون ته سڪرو مهاراج جي رستي ۾ ويهي رهيا. پنهنجي منهن ڪائبوءِ گوال لعل جي ڪالئن پڇيو ته ڪٿي ويهي رهيا آهيو؟ چيائون ته اڄ اسان کي شاهه جي پٽ ۾ ڀڪت شيوڪرام، گيالي ٻائي ۽ ايشوري ٻائي ياد ڪري رهيون آهن. سو هلو ته پٽ تان ٿيندا هلون. اهڙو چئي جهنگل مان اڌ ميل ڦيرو کائي شاهه جي پٽ جو رستو ورتائون.

وانهه تي رهاڻ ڪندا شاهه جي پٽ تي اچي پهتا. ڀڪت سيوڪرام، ماتا گيالي ٻائي ۽ ماتا ايشوري ٻائي مهاراج جن جي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. چيائون ته سائين، اڄ صبح جو ننڊ مان اٿي، توهان کي تمام گهڻو ياد ڪري جهوسون ته سڪرو مهاراج جن جڏهن ونا هتان ته جڏهن اسان کي دل مان ياد ڪندا، تڏهن پڻهي توهان وٽ اينداسون. اڄ اسان کي پڪ هئي ته اوهين اسان وٽ ايندا. ڳالهيون ڪري سيون ٻه رڌي رکيون سون ته اچي کائين. سو کائي اشنان ڪري پنهنجون

سيون ڪاٽو. سوامي جن چيو تہ آبا، هالن مان سڌو ڪنڀ ۾ جو رستو وٺي ني وڃاسون. ميل ڪن پنڌ ڪيوسون تہ توهان جي چڪ ني. تنهنڪري خيال ڪيوسون تہ پت ٽان ٽيندا وڃون. اهو خيال ڪري هتي آيا آهيون. پوءِ اشنان ڪري، سيني سيون ۽ ڪپڙيون ڪاٽ پيون. ماتا گياني ٻائي ۽ ماتا ايشوري ٻائي ستگرو مهاراج جن ڪان نام جو اُپديش ورتو.

شام جو مکي لنورام جي گهران جئن پڇڻ ڳائيندا ڀڳت روپي رام جي گهر وٽان لنگهيا تہ روپو ڀڳت بہ اچي ستگرو مهاراج جن سان شامل ٿيو. سيئي جل پان ڪري اچي ستسنگ ۾ ويٺا. ڀڳت چيتارام، ڪرشنداس ۽ مهراج ليکراج جڏهن ستسنگ ڪري اس ڪيو تہ ڀڳت رُوپي جو پت ٻائي ڪيمون ستسنگ ۾ اچي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو تہ هي پڙپوءِ ٻاپي کي سمجهايو. اسان چيس تہ ڳاڻ ڏهي اچ. ڳاڻ کي ڏي لنگ وڃڻي، ٻاءُ ڪن ڪير جو ڏهي، چولٽري اُلي رکي ڳاڻ ڏي لنگيل ٿي چڏي ڀاڻ اچي ستسنگ ۾ ويٺو آهي.

ستگرو مهاراج جن روپي ڀڳت کي چيو تہ ڀڳت صاحب اوهانجو ڇوڪرو چوڻو تہ ٻاٻا ڳاڻ ڏي لنگيل اڌ ۾ ئي ڇڏي آيو آهي.

روپي ڀڳت چيو تہ سائين، هن سنسار ۾ سيئي ڏي لنگيل ڳايون اڌ ۾ ئي ڇڏي هليا ويندا. ڪوبہ ڏهي، ڪم پورو ڪري ڪونہ ويندو. سنسار جا ڪم اڌ ۾ ئي رهجي ويندا. توهان ڀڄن ڪندا اسان جي گهر وٽان اچي لنگهيا. توهان جو ڀڄن ٻڌي برابر مان ڏي لنگيل ڳاڻ اڌ ۾ ئي ڇڏي توهان سان هليو آيس. تنهن ۾ مون ڪهڙي غلطي ڪئي؟ اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن روپي ڀڳت جي پت کي چوڻ لڳا تہ ٻاٻا پٽهي جيڪا ڳالهہ ڪئي آهي، سا بلڪل ٺيڪ آهي سيئي

جيڪو ڪم اڌ ۾ ٿي ته لنگر چڙهي ويندا. ڪم ۾ پورو ڪري ڪونه سگهندو. جنهن کي پورو ڪرڻو هجي، سو پهرين پرمارٿ جو ڪم پورو ڪري ته وهنوار جا ڪم پاڻهي پورا ٿي ويندا. تنهنڪري سيٺي مشن کي پهريائين پرمارٿ جو ڪم پورو ڪرڻ گهرجي. هيءُ مشن چواو خاص ٻچن واسطي ملبو آهي. پنهنجا ٽاهيل ڪپڙا ٻچن آڏو سهت پڌائي رات جو ستسنگ سمايت ڪري چيائون ته سڀاڻي صبح جو اسان ڪنڌوءَ روانا ٿيندا سون. چت ام ۽ پريم ڀڳتي پرسدائين وڌائيندا رهندا. تنهن ڪانپوءِ ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي پنهنجي گهر وئي ۽ ستگرو مهاراج ڀوڄن ڪري آرامي ٿيا.

صبح جو وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳا ته شهر جا ڪيترا پريمي به اچي نڪتا. ڪرشنداس روئي ڪٽي آيو. هٿ جوڙي چيائين ته مون پريو، ٽڪري ڪاٽي وڃو. مهاراج جن چيو ته آيا، هيئنر ڪپ ڪواهي ۽ ڏيو ته ٿئيڻي. تنهنڪري ڪنهن تا وڃون ۽ واٽ تي ڪانئيندا سون. سيٺين کي آشرواد ڪري، آلماڻند، ڪيٺارام، ڀائي منگهن رام ۽ ٻيا ڪيترا ڪنڌوءَ جا ستسنگي روانا ٿيا.

اڌ پند ڪيائون ته رستي تي آلماڻند چوڻ لڳو ته سائين شاهه جي پٽ تي ٻارهين مهيني وارو ميلو ٿيندو. اتان لنگهندا هلون.

ستگورن فرمايو ته ڀلي هلو. اتي پهچي، شاهه جي پٽ تي آيا، جتي سيئي مسلمان ۽ هندو ڪين ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. رمضان فقير، مهاراج جن کي پيرين پئي چوڻ لڳو ته سائين، ڏاڍي سٺي موقع تي آيا آهيو. هاڻي اسان کي ڪجهه رهاڻ ٻڌايو. ستگورن چيو ته پهرين فقير ۽ اوهان ڪجهه ٻڌايو پوءِ اسان ٻڌائيندا سون. رمضان فقير مهاراج جن ۽ ٻين کي وٺي

تلهي لي ويهارو. تنهن کانپوءِ فقير آدم شاھ، محمد فقير سين شاھ جي فقيرن ۽ رمضان فقير راڳ ڇيڙيو. ستگرو ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيا. پوءِ رمضان فقير ڇيو ته سائين، هاڻي توهان چار وچن ٻڌايو. ستگرن پڇڻ شروع ڪيو. ويدانت جي پرڪريا هلائي هيٺيون پڇڻ ڇپائون.

## راڳ آسا

راھ - ڏسان ساڪي سڀ ۾ - سچو مان نور نورالي،
ڪيان تنهن جي متان پنهنجو سر ساھ قرباني.

١- پائي مان پاڻ ۾ جهالي - ڏٺو روشن ڏيهان رالي،
ڪيم هڪ پاڻ اشباتي - جدا سو ناھي دم جالي.

٢- مڃهان ناسوت جي لڪري - ملڪ ملڪوت ماٽيو مون،
جلائي جوش جبروتي - ڪيو مون نفس ڪي فالي.

٣- لڳن لاهوت سان لائي - برھ جي باھ ٻرڪائي،
پتنگ جيون پاڻ پچرائي - سچا سڄ شاھ سلطاني.

٤- ڪر جوڙي ڪهي ٿيٺون لڳي حيرت پسي هاهو،
ڏسي پيرلنگ بقا باهو - ماٽيم سي چون برقالي.

تاڪپرج: طالب جگياسو چوي ٿو ته مان سڀ ۾ پنهنجو خدا، پرميشور ڏسان ٿو. هيءَ ساري جان پرماتما خدا جي حسن تان قربان ڪريان. پاڻ ۾ جهالي پائي اٿهيءَ شڌ آتما کي ڏٺوسين ۽ اٿهيءَ پريم، عشق ظاهر ڪيو ته اهو پرماتما ڏٺي اسان کان جدا ڪونهي. هيءَ ست منزلون يعني پومڪائون جگياسوءَ يعني طالب کي طيءِ ڪرڻيون آهن.

(١) ناسوت (٢) ملڪوت (٣) جبروت (٤) لاهوت (٥) هاهوت (٦) باهوت (٧) ھي چٺن.

(١) ناسوت معنيٰ شپ اڇا (٢) ملڪوت معنيٰ س ويچارٽي (٣) جبروت معنيٰ تن مانسا (٤) لاهوت

معنيٰ ستوا ڀمت (٥) هاهوت معنيٰ اُس سُکتي. (٦) باهوت معنيٰ پدارٿ اُپاولي (٧) ٻي ڇوُن معنيٰ تُريا.

(١) ناسوت معنيٰ سنسار کي ناس جاڻي، جگياسو ساري سنسار جون وشيون، ڀوڳ، خواهشون، اڇائون تياڳي، هڪ پرماتما ڏنيءَ جي ملڻ جي اڇا ڪري -

(٢) ملڪوت معنيٰ اُنهي، وويڪ جي ديس ۾ پهچي، ويچار ڪري ته مان ڪير آهيان، ڀڳوان، ڏٺي ڪهڙي شيءِ آهي.

(٣) جبروت جي منزل ۾ يعني تنوماني ، ، من، نفس کي روڪي پنهنجي شد سروپ ۾ واس، واءُ لڳائي، پنهنجي آتما ۾ استت ڪري.

(٤) لاهوت معنيٰ ستواپتي يعني پاڻ کي الکن جاڻي ته مان ڀڳوان، خدا آهيان. هيءَ سارو جڳت مون پيدا ڪيو آهي. جيئن سمنڊ ۾ لهرون، لڙ لک، حباب، ٻڏ ٻڏا پيدا ٿين ٿا، تئن مون برهم روپي ساگر ۾، هيءَ چوراسي لک جوُڻيون، سڀ لهرون آهن. اهڙي ورليءَ ۾ جگياسو طالب کي، عشق جا اُڌما اچن ٿا، جنهن ۾ جهوپٽو جلي وڃي ٿو. جو 'مان' آهيان، سو 'تون' آهين؛ ڪابه جدائي ڪانهي.

(٥) هاهوت يعني جڏهن جگياسو اُس شڪتيءَ جي منزل تي پهچي ٿو، تڏهن سندس سرير جو اَنالم اُپمان نڪري وڃي ٿو، پاڻ کي هن سرير کان جدا جاڻي ٿو؛ اهو پڪو نشچو ڪري ٿو ته مان سرير نه آهيان.

(٦) باهوت يعني پدارٿ اُپاولي. جا ٻڌي ساري سنسار جي پدارٿن کي سمجهي رهي هئي، سا سڀني

پدارٿن سميت ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي اچي. الهيءَ منزل
تي پهچي، جڳياسو،

(٧) جي چوٿين يعني ڪرپا جي منزل تي اچي ٿو، جتي
نہ 'مان' آهيان، نہ 'تون' آهين. يعني واڻي ملي ٿي
سگهي، يعني ڪرپاڻ، اڀياسي پد ۾ ليِن ٿي وڃي ٿو،
۽ وري سنساري موهہ جي چڪر ۾ نٿو اچي.

اهو پڙهائي پڇن ڳالهہ ٻس ڪيائون تہ، محمد فقير چيو
تہ سائين، اڄ تہ طالبن جي واسطي، سچي قرآن جو مطلب
هڪ ڪلام ۾ ٿي پڙهايو اٿو، جو ٻڌي اسين ڏاڍو خوش ٿيا
آهيون. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيو تہ اسان ٻہ اوچتو
اچي اوهان فقيرن جو ديدار ڪري، رهاڻ ٻڌي، خوش
ٿيا آهيون.

ستگرو مهاراج جن اشنان ڪري، اٺين جي وڻ هيٺان
اچي ويٺا ۽ جيڪا روٽي پٽ شاهہ تان آندي هئائون، سا ٿي
کائي، آرام ڪري ٥ بجي شام جو ڪنڊوءَ روانا ٿيا.

سڄو ڪندا ٧ بجي سج لٿي پنهنجي استان تي اچي،
بابا ڪرشنا کي پيرين پئي مليا. پيا ستسنگي ۽ پريمي پڻ
ستگرو مهاراج جن سان ملي خوش ٿيا. تنهن کانپوءِ ستسنگ
شروع ٿيو جنهن ۾ اپديش ڪيائون تہ هي منش ڄڪي سارو
سنسار ڏرمشالا ڪري ڄاڻڻ گهرجي، جتي ڪي پيا اچن تہ
ڪي پيا وڃن. ڪي ڪتيو پيا وڃن، تہ ڪي هارايو پيا وڃن.
ڪتيو اهي وڃن ٿا جيڪي پاڻ کي سچائي سيني ۾ ڳڻوان
ڄاڻي، ڪنهن جي بہ دل نہ رنجائي چڱا ڪم ڪن ٿا.

**درشٽانت:** هڪڙي ڪروڙپتي سيٺہ کي چار پٽ هئا.
پڇاڙيءَ جي وقت، ويچار ڪيائين تہ متان ڇوڪرا پاڻ ۾
وڙهن، تنهن ڪري، هندڪي ملڪيت وراهي ڏجي. اهو

ويچار ڪري ڇهن ئي ڇوڪرن کي سڌي ساري مالڪيت ورهائي ڏنائين. باقي ٽڪڙو سوا لک جو هيرو اچائي، ڪين چيائين ته مان باقي ۲-۳ مهينا آهيان. جيڪو سڀني کان وڌيڪ چڱو ڪم ڪري اچي مونکي ٻڌائيندو، تنهن کي هيءُ هيرو ڏيندس. اهو ٻڌي، چار ئي وڃي ڪنهن چڱي ڪم جي ڳولا ۾ لڳا. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ، چار ئي گڏجي پيءُ وٽ آيا.

پهرين نمبر ڇوڪرو هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته بابا، مان اڄ چڱو ڪم ڪري آيو آهيان. پنهنجون کولي ڏٺم ته هڪ ٻڪرار جا هڪ سو روپيه هنديءَ ۾ لکيا پيا آهن. چار سال لي ويا هئا، پر ٻڪرار گهر لي ڪاله ڪئي هئي. شايد ڪيس وسري ويو هو. سو سڀ روپيه وياج سميت هن کي گهر ڏئي آيس. ٻڪرار روپيه وٺي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته مان ٻئي ماڪ وڃي ويو هوس. مولڪان پيسا وسري ويا هئا، پر اوهان ڏنا، ڏنا، سچوادي آهيو جو پيسا مولڪي گهر وٺي اچي ڏنا اٿو. اهو ٻڌي سيٺ چيو ته پٽ، لوڪي ڏيوالد هجي جو غريب کي پنهنجو حق موٽائي ڏنو اٿيئي. ڪم سٺو ڪري آيو آهين، پر مٿان ڪوتوڪان ته وڌيڪ سٺو ڪم ڪري آيو هجي.

وري ٻيو نمبر ڇوڪرو چوڻ لڳو ته بابا، مان به چڱو ڪم ڪري آيو آهيان. شهر ۾ هڪ مائي هئي، جنهن لاءِ گهڻي وقت کان وٺي منهنجي من ۾ بري نظر هئي، وڃي ٻئي ڳوليم. اڄ اوچتو اها مائي مولڪي اڪيلي اڪيلائي واريءَ جاءِ لي ملي، جتي ٻيو ڪير به ڪونه هو. آئي مون من کي ٿوڪار وڌي ۽ ڪيس ٻولي وڃائي، ٻيري ٻئي، ڏرم جي مانا ڪري آيو آهيان. سٺ چيو ته لوڪي به ڏيوالد هجي، جو من کي جيتي، پاپ کان بچي آيو آهين. سٺو ڪم ڪيو اٿيئي، پر

پيا ۽ بڌائين، مٿان الهيءَ کان ۽ ڪو سنو ڪم ڪيو هجين.
الي نيون لمبر ڇوڪرو ڇوٽ لڳو ته بابا مان ۽ هڪ چڱو
ڪم ڪري آيو آهيان، اڄ گهوڙي تي چڙهي اوڏر اڳاڙڻ
تي ويس ته شهر کان ٻه ميل پري جهنگل ۾ ڏٺم ته هڪ ڪتي
وهامي آهي جا پاڻيءَ جي پياس ۾ دانهون پيئي ڪري،
مون ويچار ڪيو ته هتي ويجهو پاڻي ڪونهي. ڪتي ٻچن
جي موهه ۾ پونگڙن سوڌي مري ويندي. اڌ ميل ڪن
تي هڪ کوهه هو. آئي وٺس، پاڻيءَ جو دلو ۽ ٿالهيءَ ۾
روني مزور کان کٽائي آيس ۽ ڪتيءَ کي روني کارائي پاڻي
پياريم. پوءِ ڪتيءَ کي پونگڙن سوڌو کاريءَ ۾ کڻائي ڳوٺ
۾ ڇڏي آيس. تنهن کانپوءِ اوڏر اڳاڙي آيس. سيٺ جيو ته
پتر، توکي ۾ ڌ نيواد هجي، جو جيو ديا ڪري تمام سنو ڪم
ڪري آيو آهين ۽ پر ڇوٿون ۽ پلي ٻڌائي. ڇوٿون ڇوڪرو
هٿ جوڙي ڇوٽ لڳو ته بابا اڄ مان ۽ سنو ڪم ڪري آيو
آهيان. هڪ شهر ۾ منهنجو هڪ جاني دشمن رهندو آهي. پاڻ ۾
اهڙو ته وير اٿئون جو جيڪر ڪٿي ۽ هڪ ٻئي کي جيئرو نه
ڇڏيون. اڄ پرڀات جو مان جهنگل ڪرڻ ويس ته ڏٺم ته اهو کوهه
جي ڪناري تي سمهيو پيو هو. ٿورڙو ڌڪو ڏياس ها ته کوهه
۾ وڃي ڪري ها پر مونکي دل ۾ ديا آئي ۽ ويچار ڪيم ته
مٿان کوهه ۾ نه ڪري ۽ مري وڃي، سو پاسي کان پٽ ڏئي
بچاءُ ڪري آيو آهيانس. سيٺ جيو ته پتر تون ڌن، ڌن
آهين جو دشمن کي ۽ پنهنجو سروپ جاڻي هنجي رکيا ڪري
آيو آهين. سو هن هيري جو تون لائق آهين. ايترو چئي
لعل ڇوٿين پٽ کي ڏنائين. اهو درشٽانت ٻڌائي ستگرو
مهاراج جن چيو ته هن منش کي سڀني کي پنهنجو سروپ جاڻي
سيني جيون جي شيوا ڪري جس ڪتي وڃي پرلوڪ ۾ سکي

ٽمڻ گهرجي. سٽسنگ سماپت ٿيو.

اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن هر روز سنتن مهاتمائن جي نت نيم سان شيوا ڪندا هئا. ٻاهر جي ڪيتري خلق ستگرو مهاراج جن جي درشن لاءِ ايندي هئي. شهر ۾ ٻراهمڻن جي شردا ۽ پريم وڌڻ لڳو.

سندن چت ۾ ڀڳتي ۽ وئراڳ ۾ وڌندو رهيو. اِئين ڪجهه وقت ڪنڊوهه ۾ گذري ويو. هڪڙي ڏينهن گرمکداس صبح جو سوير لوڙهن مان آيو. ستگرو مهاراج جن کي ڏنڊوت پرڻام ڪري اچي ويٺو. مهاراج جن پڇڻ لڳس ته ٻابا، عمر ٻڌاءِ ته ڪٿي سڀئي خوش پرسن هئا؟ توهان خوش آهيو.

گرمکداس اکين ۾ جل آڻي چوڻ لڳو ته هتان ته ٻيئي مان ڄڻا، ۽ آئي ڪاڪو شيوڪرام ڇڏي نڪتو. تهڪري اڄ ٻن پاسن جو آئي، چوريءَ هليو آيو آهيان. ماتا چيو آهي ته ڪٿي ماڻهو موڪلي موڪلي پاڻ وٽ گهرايو.

مهاراج جن چيو ڀلي آيا. سرو آنند جو ڪهڙو حال آهي؟

گرمکداس چيو ته سائين هن جو چت مولڪان ۾ گهڻو اداس آهي. موڪلي چوندو آهي ته هتان ڪٿي جند ڇڏائجي. ڪڏهن ستگرو مهاراج جن ڪرپا ڪندا جو هتان جند ڇٽندي. تنهن تي ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ٻابا خيال نه ڪريو. جلد مڙئي چڱي ڪندو.

ٻئي ڏينهن گوال لعل ۽ گرمکداس کي ڇٽي چوڻ لاءِ موڪلي پاڻ گروجن دريا تي اشنان ڪرڻ ويا. اشنان ڪري هڪ شيشم جي وڻ هيٺان وهي رهيا.

هوڏانهن جنگل ۾ گوال لعل گرمکداس کان پڇيو ته سرو آنند جو ڪهڙو حال آهي. تنهن تي گرمکداس چيو ته اُنهيءَ جو چت ته سنسار جي وهنوارن کان اُپرام آهي. پر ڪاڪو

شيوڪرام چڏيس نه. اِهو ٻڌي گوال لعل چيو ته منهنجي مرضي آهي ته پاڻ ٻه ٽيئي ڄڻا گڏجي ڪجهه وقت سفر ڪريون. ستگرو مهاراج جن ٻلي هتي هجن. پاڻ ٻئي ڄڻا اڄ رات جو ١-٢ بجي چوريءَ گهران نڪري نوڙهن جي ڪوٽ هلي هڪ ڏينهن اتي ترسي رات جو اتان سرو آنند کي ساڻ ڪري چوريءَ نڪري هلون. اِها صلاح ڪري ٨ بجي ڇيٽن جون گوٺيون ٻري گهر ڪٺي آيا. پوءِ اِشنان ڪري وينا ته ستگرو مهاراج جن به درياهه تان اِشنان ڪري آيا. ٻائي نهلرام مالا گياني ٻائيءَ کي نوڙهن مان وٺي آيو هو.

شام جو باغيچن مان گهمي اچي ستسنگ ڪيائون. ٻهرياڻين ٻين سنتن ستسنگ ڪيو. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪري ١٠ بجي سماپت ڪيو. ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي پنهنجي گهر وئي. ستگرو مهاراج جن روٽي کائي آرامي ٿيا.

رات جو گوال لعل ۽ گرمکداس آهستي آهستي اٿي انگوڇا ڏلدن کي وڙهيا ته جڻن ڪڙڪن نه. پوءِ يڪتارا کڻي ڏيري ڏيري دروازو کولي، آهستي پيڪڙي نهر جو ڪنارو وٺي نوڙهن جي ڪوٽ روانا ٿيا. پرڀات جو ٤ بجي نوڙهن جي ڪوٽ اچي پهتا ۽ اچي پڳت شيوڪرام کي سڏ ڪيائون. سرو آنند اٿي در لاهي ڏسي ته سوامي گوال لعل ۽ گرمکداس، مٿي اگهاڙا، پيرين اگهاڙا يڪتارا کڻي آيا آهن. پوءِ اندر اچي سيني سان ملي وينا ته مالا ايشوري ٻائي پڇڻ لڳن ته اباڻ ٻڌايو ته ستگرو مهاراج جن ڪٿي آهن ۽ اوهان هيڏي مهل ڪٿان آيا آهيو؟ سوامي گوال لعل جن چيو ته گهڻا ڏينهن ٿي ويا هئا، سو خيال ڪيوسون ته ٢-٣ ڏينهن نوڙهن مان گهمي اچون ڏينهن تڪا ٿا ٿين، تنهن ڪري چالڊوڪيءَ ٻه لڪري هتي آيا آهيون. ستگرو مهاراج جن ڪنڊوءَ ٻه آهن. سيني چيو ٻلي

آيا. تنهن کانپوءِ ڏنڊ پاڻي ۾ اشنان ڪري ٿورو آرام ڪري
پاڻ ۾ رهاڻ ڪرڻ لڳا.

شام جو سوامي گوال لعل، سرو آنند، گرمکداس ۽ ٺاڪورداس
ٻورل ڀڳت مولي ۽ جو پٽ چار ئي گڏجي شهر کان ٻاهر لڪري
جهنگل ۾ وڃي ويٺا. اُتي سوامي گوال لعل سرو آنند کي چوڻ
لڳو ته اسان رات جوري ۽ گهران اُٿي ڪري پڇي آيا آهيون
جو اسان جي مرضي آهي ته توهان ۾ اسان سان هلو ته ڪجهه
وقت سفر ڪريون نه ته ماڻهن ڪنهن نه ڪنهن سنساري
جهنجهٽ ۾ ڦاسائي ڇڏيندا. اڄ رات جو هڪ بجي هتان
نڪري هلجي.

تنهن تي سرو آنند چيو ته اسان پاڻ خيال ڪيو هو ته سياٽي
جوري ۽ ڪنڊ ۾ نڪري وڃجي. سو ڀلائي توهان آيا آهيو سو
ڏاڍو سٺو. اسان جي پاڻ وچنوار ۾ دل اٿي لڳي. تنهن تي
ٺاڪورداس چيو ته مان به توهان سان گڏ هلندس. رات جو هڪ بجي
هلنداسون. اها صلاح ڪري سڀ اٿي گهر موٽي اچي ستسنگ
ڪيائون. مکي نصر رام، ڀائي ٽوپڻداس، دولتداس، ايسرداس
سولارو ۽ شهر جي ڪيتري خلق آئي هئي. رات جو ١١ بجي
ستسنگ سماپت ڪيائون. تنهن کانپوءِ روٽي کائي سمهي
آرامي ٿيا. هڪڙهن سيٺي کي ننڊ اچي ويئي ته ڏهن ڏيري
ڏيري دروازو کولي، ٻاهر نڪري دروازو بند ڪري،
شهدادپور ڏي رستو ورتائون. صبح جو سج اُڀرڻ تي شهدادپور ۾
اُتي سوائي صاحب جي کوهه تي اچي ڏنڊ اشنان ڪري ٿڪائي
، وڃي سنت سان مليا. ٿهڪو سوا سفر ڪري اچي ننڍي آدم
جي الو طرف وارتي ۽ جي ڏڙ ۾ ١٥ ڏينهن ڪن ويٺا. آس پاس
جا ماڻهو واڙ، سنڌ شهوا پٽي ڪئي. هڪ ڏينهن ستگرو
... کي ڪنهن پرني ۽ ڏوارن نسر ٻوڙ لسي ڀڳت

ڪيدارام کي موڪلي سيني کي گهرائي ورتو ۽ اچي ستسنگ ۾ ويٺا.

ايتري ۾ ستگرو مهاراج جن ستسنگ شروع ڪيو. اپديش جي وشيه هئي ڀڳتي ۽ ويراڳ. چيائون ته جن جگياسين کي موکيه جي اڇا آهي، سي سنسار جا وشئي ڀوڳ تياڳي اَبناسي سک کي چاهين ٿا. ڪي پهاڙن جي ڪندرائن ۾، ڪي واريءَ جي ڍڳن تي، ڪي گنگا جي ڪناري تي، ڪي تيرٿ آستانن تي، ڪي جهنگلن ۾، پنهنجي تن جو آرام ڦٽائي، انيڪ قسمن جا دک ڪشٽ سهي، انهيءَ سک جي تلاش ڪري رهيا آهن. پر اهو سک، ڪنهن وڏ ڀاڳيءَ کي ويراڳ ۽ گر ڀڳتيءَ سان ملي ٿو. گر ڀڳتي ڪهڙي هجي، جهڙي هڪ چيلي جي، جنهنجو ورتانت ڪريون ٿا.

**درشٽانت:** هڪڙو مهاتما پنهنجي چيلي کي وٺي سفر تي نڪتو. سفر ڪندي هڪ اجاڙ جهنگل ۾ اچي رات پين. مهاتما شش کي چيو ته اُبا ڪاٺيون گڏ ڪري ڌوڻي ٻار. شش ڪاٺيون گڏ ڪري ڌوڻي ٻاري. مهاتما چيو ته سارو ڏينهن پنڌ ڪري ٿڪجي پيا آهيون. پر جهنگل آهي ڏاڍو ڀيانڪ. سو وازي تي آرام ڪرڻ گهرجي. تنهنڪري پهرين تون سمهه ته پوءِ مان سمهندس. شش سمهي پيو. رات جو ١١ بجي کن جو شمار هو. مهاتما هڪ ڪارو ڪر نانگ ڀري ڪان ايندو ڏٺو. هٿ مٿي ڪڍي نانگ کي چيائين ته خبردار مٿان هيڏانهن آيو آهين. نانگ چيو ته هي مهاتما هٿي ڀري تيءَ، مان تنهنجي چيلي جو رت پي کيس ماريندس، ڇو جو هن اڳلي جنم ۾ مونکي ماريو هو. سو اڄ هن جو خون پي پنهنجو بدلو چڪائيندس.

مهاتما چيو ته هي پيارا، هو منهنجي شيوا ڪندو آهي.

[illegible] هن وقت هن جي رکيا ڪري رهيو آهيان، سو لوکي
[illegible] ڏيندس. ڪريا ڪري هليو وڃ. ناڻگ چيو ته
[illegible] لکيا ڪئي آهي ته هن جو ضرور خون ڪندس. مهاتما
[illegible] تون الي اهي ته مان لوکي خون ڪرڻ لاءِ هٿ
[illegible] ڪري ڪريان. ائترو چئي مهاتما اٿيو. وٺ مان
[illegible] ڪبي، بوءِ کيسي مان چاقو ڪڍي، جيلي
[illegible] آهستي آهستي لت رکيائين. اچا هن جي گردن
[illegible] رکيائين مس ته شش جاڳي پيو. ڏسي ته ستگرو سندس
[illegible] وکي کيس کوهڻ لاءِ سندس ڪنڌ لي چاقو رکيو
[illegible] پنهنجا نيتر بند ڪري ڇڏيا. مهاتما هن جي ڪنڌ کي
[illegible] ٢-٣ ڦڙا ڪڍي پٽي لي رکيا ۽ هن جي
[illegible] لڳائي، خون بند ڪري اچي ناڻگ کي ڏنائين.
[illegible] بندو رهيو. هڪ ٻئي ڏاري مهاتما جيلي
[illegible] جاڳي تون الي ويهه ته مان آرام ڪريان.
[illegible] سمهي پيو. صبح جو ٥ بجي اٿي ڏنڊ
[illegible] ڪري روانا ٿيا.

[illegible] ڪري واپس پنهنجي آستان لي آيا. ٿن
[illegible] جنگل واري ڳالهه ياد ڏياري، مهاتما شش
[illegible] پنهنجي ڪنڌ لي ڪاتي لي وهاڻي
[illegible] ڏسي [illegible] ڪري ڇڏيون، وري چاقو هٽي
[illegible] ڪيئي داڻهن لڪا ڪوڪ. اهين چيو؟

شش چيو: [illegible] ته ستگرو ضرور مهنجي
[illegible] هوندا. اهي ڪري اکيون بند ڪري ڇڏيم ؛
[illegible] چاقو ڪنڌ تي هٽي رت ڪڍڻ آهي ۽ مهل
[illegible] ڪري مون کي چيو:

سمجهه ديک دل بيچ پياري -
عاشــق هوکر سونــا کيا !
جن نئنون کــي نيند گوائي -
تکيــا ليت بچهونــا کيا !
روکــا سؤکــا رام کـــا ٽکڙا -
چکنــا اور سلــونــا کيا !
کهت کمال پريم کي مارگ -
سيس ديا تــــر رونا کيا !

سو ويچار کير نه سر له ائين ني ستگرن کي پيتا چاڙهي ڇڏيو اٿر سو دانهن ڇاجي ڪرهان ۽ روئان ڇو؟ لنهنڪري اکيون بند ڪري ڇڏيم.

پنهنجي چيلي جي اهڙي گر ڀڳتي ۽ اهڙو نشچو ۽ وشواس ڏسي مهاتما ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ کيس ڇهنگل واري ڳالهه ٻڌائي چيائين ته هي پتر، تون ڌن آهين! مان توتي پرسن ٿيو آهيان. جيڪي کپئي سو گهري وٺ.

شش چيو: هي پربو، منهنجي پورن وشواس آهي ته توهان سدائين منهنجي هت پر ئي آهيو. پيو مان توهان کان ڇا گهران؟ اهائي آشيرواد ڪريو ته منهنجو چت سدائين توهانجي چرن ڪنول، گر ڀڳتي ۽ ويراڳ پر وڌندو رهي.

اهو درشتانت ٻڌائي ستگرو مهاراج جن چيو ته جن کي اهڙي گر ڀڳتي ۽ ويراڳ آهي، سي ئي سچي آتم سک کي جلدي پراپت ڪندا. ۲-۳ ڏينهن ڳالهه ستسنگ سمايت ڪيائون.

ستگرو مهاراج جن گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس ڏي نهاري مشڪي چوڻ لڳا ته ابا، هاڻي ته وري ڪيڏانهن ڇوري ٻچي کوڏ وينداؤ؟ اوهانجي دل ۾ جيڪا ڳالهه آهي

سا جلدي پوري ڪنداسون. توهان ٿڪجي آيا هوندا سو
هاڻي وڃي آرام ڪريو.

٢-٣ ڏينهن لنگهيا ته هڪ ڏينهن صبح جو ١٠ بجي ڀائي
لالورام حسن اچي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته سائين،
مون ٻڌو آهي ته ميران پور جهوڪ ۾ مسلمان صوفي فقيرن جو
ميلو لڳندو آهي، جتي ڪيترا هندو، مائنون ۽ مرد ويندا
آهن. ڀرپاسي جا مسلمان هر برڪار جي ماس جي مجلس
ڪندا آهن. پر جيڪي ڪاليون ڳالين ٿي وڃائين، سي ٿي
ڪاليون ڇيلن کي وڍائيندا آهن. ڇيلن جو ماس هندو کائيندا
آهن. اها اَڌرم جي ڳالهه ٻڌي، ڏاڍو ڏک ٿيو آهي. سو
هي عرض، منهنجي ارداس آهي ته توهان ڪرپا ڪري،
اُتي ميلي تي هلي، ڌرم جو پرچار ڪريو ۽ سڀني جيون کي
ڌرم جي مارگ ۾ لڳايو. ميلو اسوءَ جي ١٧ تاريخ آهي ۽ ٤ ڏينهن
لڳندو. منهنجي مرضي آهي ته سڀاڻي ئي سنهري منڊلي
ساڻ هلجي.

ستگرو مهاراج جن چيو ته چڱو هلنداسون. توهان سانجهيءَ
ستسنگ ۾ ٻڌائي ڇڏجو. اُن بعد مهاراج جن ڪلاڪ ڏيڍ،
سنتن سان رهاڻ ڪري آرامي ٿيا. رات جو ستسنگ ڪانپوءِ
ڀائي لالورام سڀني ستسنگين کي ٻڌايو ته سڀاڻي مهاراج ميران پور
جهوڪ جي ميلي تي هلندا. جيڪو به پريمي هلي سو ڀلي
هلي ۽ سنهري رات جو هتي اچي ٽڪي، جو صبح جو ٤ بجي
هتان هلڻ ۾ سولائي ٿيندي.

ٻئي ڏينهن صبح جو ٽيهن پنجٽيهن جي منڊلي، اڪتارا
ڍولڪيون، دنڊا، ڪنجهيون، ڪرتالون وڄائيندا بزار مان
ڀڄن ڳائيندا، رستو وٺي ٻنڌ ڪندا، اڏيري لعل اسٽيشن تي
اچي گاڏيءَ ۾ چڙهيا. حيدرآباد تي لهي بدين واريءَ گاڏيءَ
۾ چڙهي، ٽنڊي محمد خان جي اسٽيشن تي اچي لٿا. اسٽيشن

جي پرسان هڪ وڏي سندر باغيچي ۾ اچي، کوهه تان اشنان ڪري، انبن جي وڻ هيٺان آسڻ لڳائي ويٺا. ايتري ۾ باغيچي جو مالڪ ساڌن جي منڊلي ڏسي اچي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پيو. هٿ جوڙي چيائين ته رسوئي جي آگيا ڏيو ته مان جلدي ٿهران نهرائي ڪٽي اچان. ستگرو مهاراج جن چيو جئن اوهان جي اڇا. رسوئي تيار ٿي آئي. رسوئي کائي، ۴ بجه اُتان روانا ٿيا ۽ ۸ بجه رات جو، پنڊيءَ جي ڳوٺ ۾ پهتا. اُتي هڪ واڻئي جي دڪان اڳيان وڏو ٿلهو ڏسي، اُنهيءَ تي چادرون وڇائي سمهي پيا. صبح جو ۴ بجه روانا ٿيا. ڳائيندا وڄائيندا اُورو آرام ڪندا، ۴ بجه شام جو اچي ميران پور جهوڪ جي شهر ۾ پهتا. هزار مان پچن ڳائيندا، فقيرن جي ڏيري تي، ميلي واري ميدان تي اچي ويٺا.

ستگرو مهاراج جن جو سندر آواز ٻڌي، هندو، مسلمان ۽ ساري ميلي جي خلق اچي ڪٺي ٿي. يڪتارن ۽ پولڪن، ڏنڊن ۽ ساڌن جي آواز پاڻ ۾ ملي اهڙي ته گونج مچائي، جهڙي ساوڻ جي بادلن جي. ساري خلق حيران ٿي ويئي ۽ سيئي ستگرو مهاراج جن ڏي نهارڻ لڳا، نهاريندي پريم جي مستيءَ ۾ اهڙو مگن ٿي ويا، جو سريرجي سڌ پڌ به ڪانه رهين. اُنيئي پٽ تي متيءَ ۾ واهي رهيا.

ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ جڏهن پڄن بند ڪيائون، تڏهن ڪيترا پريمي اچي مهاراج جن کي پيرين پيا. درگاه جا فقير به وڏي قرب سان اچي ڪين مليا. گاهه جو هڪ وڏو ڍير رهڻ لاءِ ڏنائون. اُنهيءَ رات پگت مولي جي پيتا واري روني ساريءَ منڊليءَ کي کارائي.

صبح جو اشنان ڪري درگاه تان گهمي، فقيرن سان ملي، موني پنهنجي جاءِ تي آيا. ڪيترا هندو، مسلمان،

ستگرو مهاراج جن وٽ اچي روح رهاڻ ڪري ويٺا. ١١ بجي تائين رهاڻ هلي. وري شام جو ۴ بجي ستسنگ شروع ڪيائون. گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس ڪان پوءِ مهاراج جن ستسنگ ڪيو، پنهنجا ڪافيون پڙهيون ۽ وڏراڳ جا ڀڄن اهڙي درد مان ڳايائون، جو سڀيئي ساڌ فقير، ميلي جي خلق اچي ڀڄن ٻڌڻ لڳي. ٧ بجي ڀڄن سماپت ٿيو. ساري خلق خوش ٿي، پنهنجي جاءِ تي وئي.

اهڙيءَ طرح ٻه ڏينهن پنهنجي جاءِ تي ڀڄن ڪيرتن ڪيائون. ٽئين ڏينهن صبح جو سوٻل ڀڳت شامداس، جو فقيرن جو وڏو شيواداري هو، تنهن اچي مهاراج جن کي چيو ته لوهاڻ جو راڳ ٻڌي، ساري ميلي جي سنگت ڏاڍو خوش ٿي آهي. درگاهه جي فقيرن چيو آهي ته ميلو باقي ٢ ڏينهن آهي. سو لوهاڻ ڪرپا ڪري، درگاهه تي اچي راڳ ڪريو. مهاراج جن ڪيس شام جو ٥ کان ٧ تائين وقت ڏنو. شام جو سڀيئي ساڌ، ڀڳت، شامداس سان گڏجي، درگاهه تي آيا. درگاهه جي اڳيان هڪ وڏو مالدو لهيل هو، جتي اڳ ۾ ئي فقير ڪبيل شاهه ويهي راڳ ڪيو. ستگرو مهاراج جن ٻه اچي ويٺا.

٥ بجي ستگرو مهاراج جن ڀڄن شروع ڪيو. ڀڄن جي مستيءَ ۾ اچي سنتن ۽ فقيرن جي مهما سندن رهڻي ۽ ڌرم باهت اچي ٻڌايو ويا. چيائون ته سنت، فقير سنسار ۾ سڀني جيون جي ڪلياڻ ۽ سک لاءِ اوتار ڌاري اچن ٿا. جپ، تپ، جوڳ ڪري، پنهنجي سرير کي ڪشٽ ڏيئي، پرماتما يا ڌڻيءَ جي وات کان ٻليل جيون کي سنت جي وات ۾ لڳائين ٿا. اهي سنت، مسلمانون، فقير، درويش جتي واهي ڀڳتي ۽ بندگي ڪن ٿا، سي جايون ئي پوڄا لوڳيه آهن.

## راڳ تلنگ لهرو

ٽل- سڀ سڀ استل تيرٿ جاٿو- سنت چرڻان پڳ ڌرلي هئہ.
١- جس پرڀي پر سنت مني ور- ڀڄن هري ڪا ڪرلي هئہ.
٢- ديس لنگر سي پاون هولي- جنون پر سنت وچرلي هئہ.
٣- سنت ديا ڪر ڏين جنون ڪا- ايہ ڀنڊارا ڀرلي هئہ.
٤- ڪهي ٽيڪڻون سي ڪرتا ساگر- دکيون ڪا دک هرلي هئہ.

سرو شهود ڀڄن ذڪر جو ورلن ڪري چوڻ لڳا.

ساري رات صبحان- جاڳي جن ياد ڪيو،
تن جي عبداللطيف چوي- مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام- اچيو اڳيہ ۾ اُن.

مطلب: جن جاين تي وڏي فقيرن ڀڄن ۽ عبادت ڪئي آهي، تن جي مٽي به پوڄڻ جوڳيہ آهي. هتي به وڏا بزرگ فقير ٿي ويا آهن، جن جا ميلا لڳن ٿا. پر اسان ڏٺو آهي ته هتي مڪاني جي ڀڄاڙيہ واري ڏينهن هر پرڪار جي ماس جي مجلس ڪندا آهن. هاٿي گهوڙن استانن تي جيون کي مارڻ، ڪيڏو نہ گناهہ آهي! هندو هجي خواهہ مسلمان، سڀني لاءِ خدا جو قانون هڪ ئي آهي. پيغمبر حديث ۾ چيو آهي ته:

قاتلل بقر، ساقلل سقر.

مطلب: جو ڳانءِ جو قتل ڪري ٿو، سو سدائين دوزخ ۾ رهندو. سڀني اوتارن، پيغمبرن جو اهو ئي فرمان آهي ته ڪنهن به جيو جي دل نہ دکايو.

چند- مندر توڙي مسجد کو توڙي،
تو مجهي نهين مجا ڪا هئہ،
دل مت ڪسي کي توڙ، يهہ توگهر خاص خدا ڪا هئہ.
مندر ۾ تو بت ڌري هئہ، مسجد ۾ صفن صفائي هئہ،

دل درگاه ۾ جهلڪتا، بلڪل نور خدائي هئه.
ڪيا هئه اِنسان ڪي اندر، ايڪ روشني ڇائي هئه،
ڪمتي ٻڙهتي نهين نظر ۾، آتي ايڪ لائي هئه.
ڇوڙ ظلمت ڪي نيمت ڪو، بهتر سڀ سي خاقا هئه،
دل مت ڪسي ڪي توڙ، يه گهر خاص خدا ڪا هئه.
جئسا درد برا اپني ڪو، تئسا درد برا سڀ ڪو،
جان ستانا نهين ڪسي ڪي، بهت برا لڳتا هئه رب ڪو.
خدا ترازي بيچ تولتا، واجب اور ناواجب ڪو،
ظاهر باطني جانتا هئه وو، سڀ ڪي قاب ڪو.
معاف ڪريگا وان ڪيا، ڪوئي تيرا بابا ڪاڪا هئه،
دل مت ڪسي ڪي توڙ، يه گهر خاص خدا ڪا هئه.
هئه پيرون ڪا پير وهي، جو جاني پيڙ پرائي هئه،
رحم نهين هئه جسڪي دل مين، خوني ؤهي ڪسائي هئه.
بي دردي ڪو درد نهين، جو ماري جان خدائي هئه،
بال بال ۾ جنون ڪي آگ، دوزڪي ڇائي هئه.
نيڪي ڪرلي نا بدي، يهي بهشت ڪا ناڪا هئه،
دل مت ڪسي ڪي توڙ، يه گهر خاص خدا ڪا هئه.

مطلب: سڀني جي دل ۾ منهنجو سائين سمايل آهي. ٻيا ڪارڻ ڪنهن جيؤ جي دل کي دکائڻ نه گهرجي. جهڙو ٻئي جي دک ڏيڻ سان جهڙو دک پاڻ کي لڳي ٿو، اهڙو سڀني کي لڳي ٿو. پرماتما سڀني جي هردي کي ڄاڻي ٿو. سڀني کي حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو. ڀڳوان ڪنهن جو ٻه مت ماٽ ڪولهي، جو انهيءَ کي معافي ڏيندو. اهو ٻي دکون جو درد، پيرن جو پير آهي، جو ٻئي جو دک ڏسي، پاڻ دکي

تنهن تو، جنهن جي دل ۾ ديا ۽ رحم ڪولهي، سو ڪاسائي آهي. انسان جي پاپ ڪرم ڪندو، نه لرڪ، دوزخ ۾ ويندو. جي چڱا ڪم ڪندو، نه سرڳ، بهشت ۾ ويندو، ڇو جو ڀڳوان سڀني ۾ وياپڪ آهي.

دوهرو- خالق جاڻي خلق ۾ - ڪسي دکاي ـ و نانهن،
خلق دکي ڪلتار ڪي - ڪرتا ڪوپي تانهن.

هيءَ جايون نه خاص فقيرن جي ڀڄن، عبادت لاءِ آهن، تنهنڪري اسان جي اُرداس آهي نه ميلي ۾ ماس بند ڪريو نه چڱو آهي.

انهيءَ تي سيٺي فقير هڪ ٻئي ڏي نهارڻ لڳا. اِني فقير خير محمد اُٿي، هٿ جوڙي، درگاه جي گادي نشين فقير عبدالستار کي چيو نه هي مرشد سائين، فقيرن جيڪي ماس بابت چيو آهي، سو بلڪل نيڪ آهي. وڏيڪ توهان مالڪ آهيو. تنهن تي فقير عبدالستار چيو نه چڱو، هن سال بند تا ڪريون. آئينده لاءِ، انهيءَ بابت پاڻ ۾ ملي، چڱيءَ طرح ويچار ڪنداسون.

اهو ٻڌي، ستگرو مهاراج جن چيو نه، اسين ڏاڍو خوش ٿيا آهيون، جو فقيرن اسان جي اُرداس قبول ڪئي آهي. تنهن کان پوءِ، سنتن جي مهما جو هڪ ڀڄن ڳائي، ٧ بجي ستسنگ سماپت ڪيائون.

ٻئي ڏينهن ۾ شام جو ٥ کان ٧ تائين ستسنگ ڪري، سڀني سنتن ۽ فقيرن کان موڪلائي، پنهنجي جاءِ تي آيا. صبح جو منڊلي هلڻ لاءِ تيار ٿي. سوامي جن چيو نه ٻڌو اُٺون نه درياه لنگهي، جهرڪن کان هلي، گاڏيءَ ۾ چڙهبو نه پنڌ ٿورو ٿيندو. تنهڪري اهو رستو وٺي هلجي، اُئين چئي روانا ٿيا.

واٽ تي ڳائيندا رهائيون ڪندا، سج لٿي اچي ٻني
جي ڳوٺ ۾ پهتا. اچي هڪ دوڪاندار جي دڪان اڳيان ٿلهي
تي اچي ويٺا ته دوڪاندار دڪان تان لهي اچي چوڻ لڳو
ته توهان ڪير آهيو؟ هتي ڇو ويٺا آهيو؟ جلدي هتان اٿي
وڃو. تنهن تي ڪيارام اٿي چيس ته ڀائي، ڏيان ته ڪر،
آهيون ته هندو. سنتن کي تون چوين ته هتان اٿي وڃو. اسين
ڪو نه اٿنداسون؛ واڻئي ڪاوڙجي چيو، ڇو ڪين اٿندا؟
توهان جو ٿلهو آهي ڇا؟ جلد ڪريو اٿو. مهاراج جن ڪيارام
کي چيو ته بابا، جهڳڙو نه ڪريو. توهان آلمانند سان گڏجي،
شهر ۾ ڪو ٽڪاڻو يا ڪا اهڙي جاءِ ڏسي اچو، ته اتي هلون.
آلمانند ۽ ڪيارام شهر ۾ ويا. پڇندا رهيا، ويهن منٽن ۾ موٽي
اچي ٻڌائون ته، توهان جي ليلا عجيب آهي. ٽڪاڻو ته ڏاڍو
سٺو ڏسي آيا آهيون، پر ٻاڙوچوي ٿو ته هتي رهڻ جي جاءِ
ڪانهي. جنهن کان به پڇيوسون، تنهن چيو ته هتي سنتن،
مسافرن جي رهڻ لاءِ جاءِ ڪانه آهي؛ باقي شهر جي وچ ۾
ڪنهن سيٺ جي اوطاق ڏسڻ ۾ آئي؛ انهيءَ جي اڳيان،
هڪ وڏو ورانڊو آهي. اهو رهڻ لاءِ جاچي آيا آهيون.

مهاراج جن چيو سامان کڻو ته هلي اتي ٿا رهون.
سڀئي اچي انهيءَ ورانڊي ۾ چادرون وڇائي ويٺا. اچا
ئي مس ويٺا ته جاءِ جي مالڪ جو نوڪر اچي چوڻ لڳو
ته سيٺ چيو آهي ته هتان اٿو، توهان ڪير آهيو؟ هتي ڇو
اچي ويٺا آهيو؟ هيءَ جاءِ مسافرن جي رهڻ جي ڪانهي.
مهاراج جن نوڪر کي چيو ته، پيارا، توهان وڃي سيٺ کي
هيڏانهن موڪليو. چئوس ته ساڌ توهان کي سڏائن ٿا.

نوڪر ويو ۽ ڏهن منٽن ۾ موٽي اچي ٻڌايائين ته سيٺ
چيو آهي ته ايڏانهن اچڻ لاءِ اسان کي فرصت ڪانه آهي؛

چڱائي ڇاڻو ته جلدي اُٿي وڃو. خوشيءَ سان اُٿندا ته واهه،
ڏ ته ڏوريءَ ۾، لوهان کي اُڇاريو ويندو. اهو ٻڌي، سيٺيءَ
ستگرو مهاراج جن ڏي نهارڻ لڳا، مهاراج جن مشڪي،
ڳوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس کي چيو ته بابا، هاڻي يڪتارا
چاڙهي، ڀڄي ڀڳوان جو ڀڄن ڪريو. آڳيا جي دير هئي
ساڌ ته اڳ ۾ ئي تيار هئا سو يڪتارا ۽ ڍولڪون چاڙهي،
ڇهنڇهرن جا ڏڪندا هٿن ۾ کڻي، اچي ته وني ڀڄن ڪيائون،
جو ساري شهر جا هندو، مسلمان، مرد، ماڻهون، ٻار ٻچا،
پنهنجا گهر دڪان ڇڏي، اچي ڀڄن ٻڌڻ لڳا. ساري بزار
خلق سان ڀرجي ويئي. ستگرو مهاراج جن به موج ۾ اچي،
ساڌن سان ڀڄن ۾ شامل ٿي ويا.

پوءِ ته اُنهن ٿي ويو ڄڻ ساوڻ جي برسات. برسات
اڳئي هئي اُن ۾ اُٿي بادلن جي گرجنا ۽ بجليءَ جي
چمڪ! ٺهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن گجڪار ڪري چمڪڻ
لڳا. اُتوا ڄڻ ساوڻ جي برسات زور شور سان ٿيسي رهي
هئي ۽ شهر ۾ اڳيئي پاڻيءَ جي ٻوڙ ٻوڙان هئي، ٿان اچي
ٿئي درياهه جو ٻيڙ. بس، ٿڻ ئي مهاراج جن جي پرام روپي
نديءَ جي پرواهه ۾ ساري سنگت ٻڏي ويئي. رات جو
هڪ اچي ٿيو. تنهن کان پوءِ، مهاراج جن رام نام جي ڌني
لڳائي، سنسنگ سماپت ڪيو.

اُنهيءَ وچ ۾ گولا ڀري ويا ۽ ديگيون چڙهي ويئون.
مختيارڪار ۽ دلا ڪبير جا پراڻي ڪٺي آيو ۽ هٿ جوڙي چوڻ
لڳو ته، هي فقير سائين، هيءَ ڪبير جا ۽ دلا غلام جا قبول
پوڻ ۽ خبر پئي ته ڪي هندو فقير اڄ سڄ لٿي هتي شهر ۾
آيا آهن، جن کي شهر جا واڻيا ٺلهي لي ۽ وهڻ لتا ڏين.
سو ٻڌي مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو، ٻر هاڻي ڏئي. ساڄهه ڏيڍن

جو توهان جي سيوا ڪندا. مختيارڪار پوءِ موڪلائي ويو.
تنهن کان پوءِ، مکيءَ ستگرو مهاراج جن کي چيو تہ سائين، توهان
جي رهڻ واسطي تڪاڻي ۾ سارو بندوبست ڪري آيا آهيون.
ڪرپا ڪري رستي کائي، هلي آرام ڪريو. تنهن لي
ڪيارام چوڻ لڳو تہ لڳي ٿي تہ وڃڻ لڳا ڏين، سو تنهن جي
روٽي ڪجھ کائيندا سون.

مکيءَ جاءِ جي سيٺ؛ پڻ ڪن ٻنهي چيو اسان کان اوڳيا
ٿي آهي، ڪرپا ڪري اسان کي معافي ڏيو. مهاراج جن
چيو پيارا، توهان جو ڪو بہ قصور ڪونهي. سڀ ڀڳوان جي
ليلا آهي. جنهن ڪري، لنهن مالڪ آهي. اسان سڀ ۾
خوش آهيون. توهان ڪو بہ خيال نہ ڪريو؛ اسان رستي
کائون ٿا.

پوءِ کائي، سڀئي اچي تڪاڻي ۾ ويٺا. مکيءَ ڪي
ٻنهي تہ تڪاڻي ۾ آيا. بائو صاحب بہ اچي سوامي جن وٽ
ويٺو. مکيءَ هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي تہ اسين سيئي سوالي
آهيون تہ ڪرپا ڪري واري ونيءَ سان اسان جي غريب
ڳوٺ ۾ چرڻ گهمائي رستي انگيڪار ڪريو. اسان کي
ڌرم، ڪرم جي ڪاڻي خبر ڪانهي. پڻ والڪر هن جهنگل
۾ پيا آهيون. توهان اسان پاپي جيون جي عيبن ڏي نہ ڏسي،
ٻهاجي ڪرپا ڪري بہ چار ڏينهن رهي، ستسنگ ڪري
اسان کي ڌرم جي رستي ۾ لڳائي وڃو. ٻنهي جي ارداس
تي مهاراج جن چار ڏينهن تني جي شهر ۾ رهيا. رات جو ستسنگ
لڳندو هو. ڏينهن ۾ پريم؛ ڪرم، ڌرم جو اپديش ڪيائون.
ڳوٺاڻيءَ جي رات چيائون تہ جيڪي لڏو آڏو تنهن لي وڃار
ڪندا رهندا ڪريو. آئي، ساڌو، مهمان، مسافرن جي شيوا
ادام؛ شرڪا سار ڪندا رهجو. ڪو بہ سنت مهمان شهر ۾

اچي، ته خوشيءَ سان ڪيس رسوئي ڪارائيندا ڪريو. داڻو پاڻي داتار جو آهي. هرڪو جيوُ ديس يا پرديس پنهنجي پرالبڌ ڪٽي تو وڃي. شيوا آهي ڀاڳ وارن جو ڏاج جنهنجو ڀاڳ جاڳي تو، سوئي اُنتي، مسافر جي شيوا ڪريتو. اُتيءَ جي شيوا ڀڳوان جي شيوا کان به وڌيڪ ڦل ڏيڻ واري آهي. ست شاستر چون ٿا ته جنهن گرهستيءَ جي دروازي تان ساڌو برهمڻ، اُدٿي، مسافر نراس ٿي موٽي وڃي تو، اُنهيءَ گرهستيءَ جا ورت نيم، دان، تيرٿ اشنان، سڀئي ناس ٿي وڃن ٿا.

سلوڪ- سنساري تو ڪر ديا - نا تو ڪر ويراڳ،
ويراڳي بندن پري - تانڪي جان اُپاڳ.

مطلب: گرهست ۾ رهي ته سدائين دل ۾ ديا هجيس؛ نه ته ويراڳ ڌاري وڃي جهنگل ۾ گوبند جو ڀڄن ڪري. پر جي اُهو ويراڳي سنسار جي ڀوڳن ۽ مايا جي موهه ۾ ڦاسي پوي، ته اُپاڳي آهي. ڀڳوان جي ڀڄن ڪرڻ جا ٻه رستا آهن. هڪ گرهست جو، ٻيو تياڳ جو. گرهست ۾ رهي ڀڳتي ڪري ته ڪيئن ڪري جيئن ته:

درشٽانت: هڪڙي شهر ۾ هڪ ٽپالي هوندو هو، جو ۲۵ ميلن تي ٽپال پهچائيندو هو. هڪ ڏينهن صبوح جو ٽپال کڻي روانو ٿيو. سارو ڏينهن پنڌ ڪيائين. شام جو سج لٿي اچي برسات پيئي. هڪ وڏو وڻ ڏسي، اُنجي هيٺان اچي وڻ کي پاسو ڏيئي ويهي رهيو. دل ۾ ويچار ڪيائين ته برسات بند ٿئي ته پوءِ وڃان. پر برسات وسندي رهي. رات پئجي ويس. ساري رات اُنهيءَ بيٺو رهيو. صبوح جو ۵ بجه برسات بند ٿي. هاڻ جو ويچار ڪيائين. پر هڪ ته ساري رات برسات ۾ بيٺو رهيو. ٻيو ڪپڙا سارا پاڻيءَ ۾

ٻچي پيا هئس. نيون سياري جي موسم ۾ سارو سرير سڪي
پيو هوس، هلي نه سگهيو. جنهن طرف ڏي لهاري اُڀٽي
واهي رهيو. مٿي وڻ ۾ هڪڙو جهرڪ ۽ جهرڪي آکيري
۾ ويٺا هئا. مسافر کي ڏکي ڏسي، جهرڪ چوڻ لڳو ته،
هي استري، پنهنجي وڻ هيٺان مهمان ويٺو آهي، جو سيءَ
۾ ڏکي پيو. ڏاڍو ڏکي آهي. پاڻ گرهستي آهيون. پنهنجو
ڌرم آهي ته جو گهر ۾ اچي، تنهنجي ايتا شڪتي، دل سان
شيوا ڪري کيس خوش ڪريون. جهرڪيءَ چيو، اسين پاڻ
ننڍي، هن منش جي ڪهڙي شيوا ڪري سگهنداسون؟
جهرڪ چيو منهنجي دل چوي ٿي ته هن وقت، هن مسافر
کي اڳڻيءَ جي ضرورت آهي. هتان شهر تمام ويجهو آهي.
آئون اڳڻي کڻي اچي پنهنجي آکيري کي ڏيون. آکيرو اندران
سڪل آهي ۽ جهٽ ٻري اچي هيٺ پوندو. مهمان اُنهيءَ
تي سيءَ لاهي، خوش ٿي ويندو. پاڻ وري پيو نئون گهر
ڪري ٺاهينداسون. اهو ويچار ڪري ٻئي اُڏاميا، اُڌ مٿل
ڀنڊ ۾ هڪ بڪرار جي واڙي ۾ ويا. اُتي ڀاهه ٻري پئي.
اُتان دکيل سنهڙيون ڪاٺيون چهنب ۾ کڻي، اچي پنهنجي
آکيري کي باهه ڏنائون. آکيرو ٻري اچي ٽانڊيءَ جي ڍير سان
ڪريو. ٽانڊيءَ هٿ سيڪيا. ڪاٺيون ۽ ڪک پن مڙي، اچي ڀاهه
جي مٿان رکيائين. اڳڻي ڏاڍي مچندي وئي. سيءَ
لٿي، کيرا باهه تي سڪائي ڀالائين. کيرا ڀاتي ايا هلڻ
جو ويچار ڪيائين ته جهرڪ جهرڪي جي چوڻ لڳي ته هي
[illegible]، مهمان جي سردي ته دور ٿي، پر ويچارو سڄي
[illegible] ڏکيو آهي، هن کي بک به ڏاڍي لڳي هوندي.
[illegible] ماڻ مهمان بکيو هليو وڃي، ايا ڪيتري ته ڏک
[illegible] آهي. منهنجو خيال آهي ته ڪجهه کائي وڃي ته

چڱو. جهرڪ چيو ڳالهه تمام چڱي ڪئي اٿيئي. پر تون ويچار نه ڪر. پاڻ پکي، اجاڙ جهنگل ۾ رهڻ وارا، ڪوبه ڪاٺ جو پدارٿ گڏ ڪري ڪونه رکون. جيڪو داڻو ملي، سو کائي اچون. تنهن ڪانسواءِ، هن منش کي ڇا کارائي سگهنداسون؟ تنهن تي جهرڪيءَ چيو جي توهان ناراض نه ٿيو ۽ مونکي خوشيءَ سان آگيا ڏيو، ته مان هن مچ ۾ ٽپ ڏيان. هو مونکي رڇائي کائي، ميٺهن جو پاڻي جو گهڻو ٿي بيٺو آهي، سو پي، توهان کي آسيس ڪندو ويندو ۽ منهنجو به جنم سڦلو ٿيندو. جهرڪ چيو، تنهنکي ڌنيواد هجي! تمام سٺو ڌرم جو رستو ٻڌايو اٿئي. پر سر مٿرد ڏيندا آهن. تنهن ڪري تون مونکي خوشيءَ سان موڪل ڏي، ته مان سر ڏيان. جهرڪيءَ چيو، پراڻ ناٿ، جي توهان سر ڏيندا، ته منهنجو سارو جنم دکي ۽ بيڪار ٿي پوندو. تنهن ڪري مان سر ڏينديس.

اهڙيءَ طرح، جهرڪ چوي ته مان سر ڏيان ۽ جهرڪي چوي تہ مان سر ڏيان. آخر اچي جهرڪ ٽپو ڏنو ۽ پٺيان جهرڪيءَ. ٻئي وڃي مچ ۾ پيا. ٽپالي ڪائي خوش ٿي، برسات جو پاڻي پي رواڻو ٿيو.

مطلب: گرهست مارگ ۾ رهي ڀڳتي ڪجي، ته جهرڪ ۽ جهرڪيءَ جهڙي ڪجي. ڪوبه سوالي در تان خالي نه وڃي ۽ ڪنهنکي بہ بکيو نہ ڇڏجي. پوءِ ڇياٺون ته جيڪي چار وچن توهان کي ٻڌايا اٿئون، تن تي ويچار ڪندا رهجو. اسان پرڀات جو ۴ بجي، ڪنڊءَ ويندا سون. ايترو چئي، ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي، سترنگ سماپت ڪيائون. سنگت ياو پرساد وٺي گهر وئي. تنهن ڪانپوءِ ڀائي ايسرداس هٿ جوڙي چيو سائين، منهنجو دوڪان جهرڪن ۾ آهي. هڪ رات اچي رهي، سترنگ ڪري، اچي ڏينهن گاڏيءَ تي

وڃجو. مولڪي پنهنجن ٽڪيٽن لاءِ پيسا به ڏنا آهن. سواميءَ جن
هنجي ڳالهه قبول ڪئي. سياڻي لي صبوح جو روانا ٿيا.
سنگت کي ملول ڏسي ۽ چيائون ته سنت، ڀڳوان، گرو،
سدائين برهمڻ سان گڏ آهن. توهان ڪوبه خيال نه ڪريو.
اسان جو داڻو پاڻي هوندو ته وري به ايندا سون. پنڌ لي
اچي، ٻيڙيءَ ۾ چڙهيا. درياهه ٽپي، ڇوڪن ۾ آيا. رات
جو ٨ کان ١١ بجي تائين ستسنگ ڪيائون.

صبوح جو ريل ۾ چڙهي اَڏيري لعل جي اسٽيشن تي اچي
لٿا ۽ سڀ لڏي ڪنڊوءَ پهتا.

ماتا ڪرشنا، ڀائي ٽهلرام ۽ ٻين برهمڻ سان ڪيترا لوڪ
ملي ويٺا. ساري شهر ۾ ستگرو مهاراج جن جي اچڻ جي خبر
پهچي وئي. سڀني پريمي ستسنگي پرساد کڻي اچي ستگرو
مهاراج جن جو درشن ڪري خوش ٿيا. ڀائي لالورام ۽
ڀائي ڪيارام، مٺي جي ساري خبر برهمڻ کي ٻڌائي.

ٻئي ڏينهن شام جو ۴ بجي، سالاري جو پنڊت گهنبورام
سوامي جن سان ملڻ آيو. مهاراج جن کان مٺي جون خبرون
ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين، جي وري ڪڏاڻهن سنڌ
تي وڃو، ته ڪرپا ڪري، مون کي به ساڻ وٺي هلجو.
مهاراج جن چيو، توهان ايترا آهيو. ڪنهن خاص پريميءَ جو
سڏ ٿيو ته ويچار ڪنداسون. پوءِ پاڻ ۾ رس رهاڻ ڪياؤن.
ڪجهه وقت بعد سنت گهنبورام موڪلائي سالاري ويو.
رات جو ستسنگ ۾ مهاراج جن پنهنجا تاهيل توان اوان پڃن
برهم ۽ ويراڳ مان ڳايا. ڀڳوان جي مايا جو ورڻن ڪري
چوڻ لڳا ته: ڀڳوان جي مايا اَلست قسمن جا کيل ڪري
رهي آهي. جهڙو سندس وڻجهو ٿو وڃي ته هن کي پڪڙي،
موهه رُوپي مڪان ۾ بند ڪندي ٿي وڃي. اَلست جيون

کي بند ڪيو اٿس ۽ ڪيترن کي بند ڪري رهي آهي.
ڪوئي ڪوئي ويراڳي هن کان ڇٽي، ڀڳوان جو ڀڄن ڪري
پنهنجو اڌار ڪري ٿو. ستسنگ سماپت ٿيو.

ستگرو مهاراج جن ٥ مهينا ڪندوءَ ۾ لٽ ليمر سان ستسنگ
۽ سنتن مهمانن جي شيوا ڪندا رهيا. هڪ ڏينهن، تاريخ
٢٠ چيت سمبت ١٩٧٧، صبح جو ١٠ بجي ڀائي گوبندرام
ٺيڪيدار، سکر ضلع جي عظمت جي ڳوٺ وارو، پراڻن حالن
سان اچي نڪتو. هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته سائين، مان ٢-٣
مهينا سيٺ کان موڪل وٺي، ڳوٺ ويو هوس. پنهنجي پٽرن
کي مڱائي، شاديءَ جو مهورت تاريخ ١٢ آکاڙ چوڏس ٿي
ڪڍائي آيو آهيان ۽ ڪرپا ڪري، پنهنجي هٿن سان هلي،
پنهنجي ٻچن جو ڪارج ڪرايو ۽ اسان داسن جي گهر چرن
گهمائي، پوتر ڪريو. منهنجي ڳوٺ جا ماڻهو توهان جي درشن
جا پياسي آهن ۽ ڇڪي ڇڏيو اٿن ته ڪيئن به ڪري، ستگرو
مهاراج جن کي وٺي اچج. سو پريو، ارداس قبول ڪريو ۽
پروگرام ڏيو ته ڳوٺ ڪي ڇڏيان.

ستگرو مهاراج جن سندس سوال مڃيو. ڏهن، پندرهن
ڏينهن کان پوءِ، ڀائي گوبندرام مهاراج جن کي وٺڻ آيو. اُن
رات جو ستگرو مهاراج جن ستسنگ ۾ پريم جو پرسنگ هلايو.
چيائون ته سچو پريم اهو آهي، جو سدائين چندرما جي
شڪل ۾ وڌندو رهي.

سلوڪ - ساچا پريم سوجانئي - ٻيج چنڊ جيون هوءِ،
ڪڇي ٿيئون ڪب نا گهٽي - دن دن بڙهتا سوءِ.
اهڙو سچو پريم جهڙي ڪرڻ سگهندو.
سلوڪ - پريم ڇپايا نا ڇپي - جا گهٽ پرگهٽ هوءِ،
جي پي مک نا بوليئي - نين ديت هيءِ روءِ.

مطلب: ڀڳوان جي سچي پريت ڪيترو به ڪٺي ڪو لڪائي، ته به لڪي ڪانه سگهندي.

ڪبير صاحب جن چون ٿا برهم جي مستيءَ ۾ جي ڪر ڪڇي نه سگهندو، ته به برهم جي وارتا ٻڌي، روئڻ ضرور اچي ويندس. اهو برهم ته تمام ڇڳو آهي، ۽ وڇوڙي درجي جو آهي. الم برهم اهو آهي، جو ڀڳوان پريتم جي وڇوڙي ۾ لڙهندو رهي.

سلوڪ- پيارا ٻيڙي روڙ هين- ساچا پريم نه جان،
ساچا پريم سو جانئي- ٻيڙت جاوي پران.

مطلب: پرماتما پريتم جي وڇوڙي ۾ روئڻ ته ڪچو پريم آهي. پر سچو پريم اهو آهي، جو پريتم، پرماتما جي وڇوڙي ۾ پران ڇڏي. جيئن راجا دسرٿ- سري رام جي وڇوڙي ۾ پران ڇڏيا.

سلوڪ- سارس ڪيهه پريتي سچي- پُگل ڦرت جڳه مانهه،
ڪهي ٽيئون جو اِڪ مري- ڏوُجا جيوت ناهه.

مطلب: سارس پکين جي پاڻ ۾ اهڙي پريت ٿيندي آهي، جو سدائين ٻه گڏ گهمندا آهن. جي هڪڙو مري وڃي ته ٻيو اڪيلو جي برهم وڇوڙي ۾ پنهنجا پران ڇڏيندو آهي؛ تن جن جي هردي ۾ اهڙو برهم آهي، ان سان ڀڳوان، سنت، گرو، لوڪ پرلوڪ ۾ سدائين گڏ آهن. ۲-۳ ڏينهن برابر سان گڏ آهي، سنگت کي ڇپائون ته اسان صبح جو سوهل سکر ضلع جي عظمت شهر ڏاڍون ويندا سون، جو ڀائي گوبند رام نيڪدار وٽ آيو آهي. لوهان سيٺي ستسنگي، ڀائي ٺهلرام سان گڏجي، لت ليم سان ستسنگ ۽ سنتن، مهمانن، مسافرن جي پريم سان سيوا ڪندا رهيو. پنهنجو جت تمام ۽ گرهستيءَ ۾ وڌائيندا رهيو. ستنام ساکيءَ جي ڏليءَ سان ستسنگ سمايت ليو.

# پاڻو پهريون – باب ۵

ٻئي ڏينهن صبح جو گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس،
ڪيارام، ٽالورداس ۽ سنت گهمنورام کي ساڻ ڪري،
گوبندرام سان روانا ٿيا. ٽنهي آدم اسٽيشن تي پهچي،
۱۰ بجه گاڏيءَ ۾ وڃي چڙهيا. گاڏيءَ ۾ ڪيارام چوڻ لڳو
ته روٽي ته ڪنئين ڪاله آٽئون ۽ مونکي ته بک لڳي آهي
۽ اسٽيشن جو ڪاڌو ته کوله ڪائيداسون.
سوامي جن چيو اُبا، پرڀو پاڻيهي ڪارائيندو. توهان وينا
ڀڳوان جا رنگ ڏسو. گاڏي اچي شهداد پور بيٺي ته ڀائي
ڏيوارام، شامداس، چوٿورام، مائي پوڄي، ڀائي آسنداس،
ڪشوري رام، ڀائي ڪيولرام ۽ ٻيا ڪيترا شهداد پور جا
پريمي، گلن جا هار، ميوو ۽ پوڄن کنيو، اڳ ۾ ئي اسٽيشن
تي بيٺا هئا. گلن جا هار پائي، جئه جئه ڪار ٻولائي، ميوو
۽ پوڄن ڏيئي، چوڻ لڳا ته سائين، هينئر اسان توهانکي هتي
لهڻ لاءِ کوله ٿا زور ڀرايون. باقي موٽندي، ڪرپا ڪري
ضرور اسان وٽ لهجو. هفتو کن اڳواٽ احوال ڏجو ته اسان
بندوبست ڪنداسون. ستگرو مهاراج جن ڪين چيو، ته پهريئن ته
ٻڌايو ته توهان کي اسان جي وڃڻ جي ڳالهه ڪنهن ڪئي.
ڀڳت ڏيوارام چيو ته سائين، ڪالهه ڪنبوءَ جو هڪ ماڻهو
هتي گدرا ڪٽي آيو هو، تنهن ٻڌايو. مون رات ئي وڃي،
پريمين کي ٻڌايو ۽ صبح جو گڏجي اسٽيشن تي توهان جي
درشن لاءِ آيا آهيون. هاڻي اسان جي ارداس قبول ٿيوي
ته موٽندي اسان وٽ ضرور لهندا.

مهاراج جن فرمايو ته وچن ڪوته نا ڏيون، پر جي هن
پياسي ڪان آياسين ته ويچار ڪنداسون. گاڏي ڇٽڻ لڳي، سيٺئي
پريمي موڪلائي روانا ٿيا ۽ گاڏي به تيز هلڻ لڳي. شام جو
اچي سکر اسٽيشن تي لٿا ۽ ٻئي سنت بلورام، سنت گنگارام
جي شش جي آستان تي آيا. ڀائي گوبندرام اڳ ئي بندوبست
ڪرائي ڇڏيو هو. سنت بلورام ساڻن پريم ۽ آدر ستڪار سان
مليو ۽ سڀني کي آسڻ تي وهاري، چوڻ لڳو ته وڏي ڪرپا
ڪئي اوهان جو سکر پڌارڻ جي درشن ڏنو اٿو. ڀائي گوبندرام
لوهاڻ جي ڳالهه ڪندو هو، اسان کي به گهڻن ڏينهن کان
پياس هئي، ته ڪڏهن اوهان جو درشن ٿيندو. سڀني جل پان
ڪيو. پوءِ سنت کيارام جيو، سائين ٿڪل به هوندا، پر هتي
به سهڻي پريمي لوڌان جي ستسنگ ۽ درشن جا پياسي آهن.
سو ڪرپا ڪري ڪلاڪ ڪن ڏيو. مهاراج جن چيو ته سنتن
جي درشن سان سڀ ٿڪاوٽ دور ٿي وڃي ٿي. رات جو
ڀائي پريمين کي ستسنگ جو پروگرام ٻڌايو. پوءِ سنت بلورام
۽ ڀائي گوبندرام سان گڏجي، درياهه جي ڇڙ رستي گهمڻ
ويا. ڪيترن گردوارن ۽ مندرن ۾ پڻ ٿي رهيو هو ۽
ڪام سڌو ٿيارو هو. سنت بلورام کي چياٿون، هتي ته سرڳ
پوري لڳي پئي آهي. اٿين گهمندا ڦرندا، رهاڻ ڪندا
اچي ستسنگ جي جاءِ تي پهتا. هزارن جي تعداد ۾ خلق
آئل هئي. سنگت ساز پرشاد رکي، پيرن پئي وهندي وئي.
ستسنگ شروع ٿيو، سرواننڊ، گرمکداس ۽ ٿانوورداس موج
۽ مستيءَ ۾ اچي خوب ڳايو. ان بعد ڪابوءِ، ستگرو مهاراج جن
۽ سوامي ٽوال لعل جي ستسنگ شروع ڪيو. پريم، ستسنگ
۽ سنتن جي مهما جا پڇن ڳائي چياٿون ته جن سچو پريم ڪيو
آهي، ان ئي پرڀوءَ کي پاتو آهي، ڇو جو ڀڳوان پريم تي

پرسن ٿيندو آهي.

سلوڪ - جوڳي جهنگم سيوڙا، سنياسي درويش،
بنا پريم پهچي نهين، درلڀ ستگر ديش.

مطلب: جوڳي جهنگم، سنياسي، بيراڳي آد ڪهڙي به ذات، ورڻ، پنٿ، ڀيک جا هجن، سي پريم سان ئي ڀڳوان سان ملي سگهندا. اها سچي ڀڳتي ۽ پريم سنتن جي سنگ مان پراپت ٿيندو. ستسنگ پريم ۽ ڀڳتيءَ جو گهر آهي. انتريامي ڀڳوان ستسنگ روپي گهر ۾ رهيتو.

**درشٽانت:** هڪ ڏينهن نارد منيءَ کي ڀڳوان جي درشن جي ڏاڍي پياس ٿي. سو وئنڪنٺ پريءَ ۾ ويو. ڏسي ته ڀڳوان آهيئي ڪونه. پڇيائين ته ڀڳوان ڪٿي آهي؟ پارشدن چيس ته الائي ڪيڏانهن لڪري ويو آهي. هڪڙو گهر هجيس ته توهان کي ڏسيون. نارد وئنڪنٺ پريءَ ۾ ڀڳوان جي رهڻ جا آستان، مندر ڳولهي، رستو وٺي روانو ٿيو. جهنگل، بن، تيرٿ، ندين جا ڪنارا ڳولهيندي ڳولهيندي هڪ شهر ۾ اچي نڪتو. ڏسي ته ستسنگ ٿي رهيو آهي ۽ ڀڳوان براجمان آهي. ڀڳوان کي منوميءَ پرنام ڪري، هڪڙيءَ ڪنڊ ڪان ويهي رهيو. جڏهن ستسنگ سماپت ٿيو، تڏهن ڀڳوان کي ڏنڊوت پرنام ڪري چوڻ لڳو تہ هي وئنڪنٺ ناٿ، اڄ توهان کي ڏاڍو ڳولهيو اٿم. الاجي ڪٿي ٿا رهو. مونکي ڪا مقرر جاءِ ڏسي ڇڏيو تہ جنهن مهل توهانجي درشن جي پياس لڳيم، تنهن مهل سڌو اتي اچي توهانجو درشن ڪريان.

ڀڳوان چيو:

سلوڪ - نا هم وسامي وئنڪنٺي يوگينام هرديي نہ چہ
مد ڀڳتايتر گايننتي، تتر تشٽامي نارد

مطلب: هي نارد مونکي نہ وئنڪنٺ ۾، نہ يوگين جي هردي

پر نه تيرٿ نه مندر، نه ندين، نه پهاڙن ۽ نه جهنگلن ۾ گولهيو. باقي جتي ستپرش مهاتمائون، نشڪامي، نرماڻي، اُدار چت منهنجي ڪيرتي ۽ جس ڳائيندا هجن، اُتي اچي منهنجو درشن ڪجِ، ڇو جو ستسنگ ئي منهنجي رهڻ جو خاص استان آهي. پوءِ ڇياڻون نه ڀڳوان ستسنگ روپي گهر ۾ رهي ٿو. اهو ستسنگ روپي گهر، خاص ڀڳوان جي رهڻ لاءِ ڪمترائون نڪليئون وٺي، سنتن ئي ناهيو آهي اُهيءَ لاءِ ته جگياسين، مموکشن ۽ ڀڳوان جي ڀڳتن کي، ڀڳوان جي درشن ڪرڻ ۾ سولائي ٿئي. سنت سدائين پراپڪاري، سدا مَن وچاري پرم اُداري ٿيندا آهن.

سلوڪ - انت ڪرپال نهه دروهه، چِت سهن شيلتا سار،
سم دم آدا ڪام مت، مِردل سرو اُپڪار.

مطلب: سنت مهاتمائون وڏي ڪرپا ڪري انيڪ جنمن ۾ ڀڳوان کان وڇڙيل جيو کي پرڀوءَ سان ملائي ابناسي گهر ۾ پهچائي اُن جو آواڳون جو ڦيرو مٽائين ٿا. جن مهاتمائن جي چت ۾ ڪو دوهه، نڪي ڪا پاکنڊ ڪونهي ۽ چت سدائين ٺريل آهن. ٿنهي جي ڪو ڪٺي ٿيندا، ڪلا ڪا اپمان ڪري ته به اُنکي ڪو بِت پاراو ڪوند ڏيندا آهن ۽ نه ئي چت ۾ دکي ٿيندا آهن. پر اُنکي پنهنجو متر ڄاڻي اُن مان به سار ڪڍي پنهنجي چت ۾ خوش ٿيندا آهن.

هڪ اوڌوت آتم گياني مهاتما هڪڙي گرهستيءَ جي در تي اچي پوڄن لاءِ هري نارائڻ چيو. گهر مان هڪڙو پيارو پاهر نڪري مهاتما کي چوڻ لڳو ته هي ڪراڙ، ڪپتي، ڍونگي، پاپي، بدمعاش، نامراد، ليالا، وح بدنام، حرامي. مهاتما هٿ جوڙي چوڻ لڳس ته پيارا تون ڌن، ڌن آهين. هو سچي شير ۾ ٿوڻي مولڪي سچالو آهي. مان توتان

ٻلهاريِ وڃان جو مونکي سچائي سچي سمجهائي ڏني آڻي. اِهو رنگ ڏسي پاڙي وارا مهاتما کي چوڻ لڳا تہ هن لوهاڻن کي تمام خراب وچن چيا آهن ۽ لوهاڻن وري هن موڙک کي پيا هٿ جوڙيو! تنهن تي مهاتما چيو تہ اُٻا هيءُ موڙک ڪونهي، تمام پنڊيوان آهي، مونکي هيل تائين ڪنهن بہ ڪونہ سچائو هو. هن ئي سچائي مونکي اُپديش ڪيو آهي. چوٿو تہ تون ڪرڀل آهين. سو برابر مان اڳيرن ڳڻ، نراڪار هوس ۽ هاڻي ڪرڃي، سرڳڻ ساڪار تي پيو آهيان. پيو کپڙي يعني ڪايا روپي پٽي پهري آيو آهيان. ٻيون چوٿو تہ پُونگي آهين. برابر ڏونگ ڪري وهنوار جي ڪم ڪار ۽ مَن مائڻن ڪان چتو آهيان. اهڙيءَ طرح مونکي سچائي هن اُپديش ڪيو آهي تہ پاپي يعني پيءُ، جو پرماتما آهي، تنهن کي جلدي پاءِ. بدمعاش يعني سريٖر جو ماس تمام خراب آهي، جو مٽي ڪاپوءِ ڪنهن بہ ڪم جو ڪونہ ٿيندو. تنهن ڪري سريٖر جو ايمان ڇڏي ڏي. نامراد يعني نام جو آراڌن ۽ پڇن ڪر. ليالڳا يعني نانا سنسار جي روپ ليالڳي، وچ حرامي يعني الترمک تي وڃي هريءَ ۾ آرامي ٿيءُ، پنهنجي آتم ابناسي گهر ۾ سکي ٿيءُ. مهاتما جا وچن ٻڌي اُهو ماڻهو مهاتما جي پيرن تي ڪري پيو. اکين ۾ جل آئي، روئي چوڻ لڳو تہ هي پريو مونکي معافي ڏيو. سنت ڪيس آشيرواد ڏيئي روانو ٿيو. اِهو دِرشٽانت ٻڌائي سوامي جن چيو هي گرمکو، جئن پهورو ڪندن کي ڇڏي سيني ڳلن مان سڳنڌي وٺي ايندو آهي، جئن ماکيءَ جي مک نرجي ڪڙي وڻ مان بہ مٺاڻ ڪڍي ايندي آهي. تئن گرمک ويڪي مهاتمائون سيني مان سار ڪڍندا آهن. سر معنيٰ من کي روڪين تا. دم معنيٰ پنهنجي اِندرين کي وشين پوڻ کان روڪين تا. تنهن

ڪالسواءِ ٻيا ٻه ڪيترائي منجهن ڳڻ آهن. سندن دل ۾ ڪنهن ٻه ڀيد ڀاو جي ڪا منا ڪانه رهندي آهي. هر دل معني سدائين ملي ستيه ٻولي ٻولڻ وارا آهن. سڀني جيون جي اڌار واسطي لت اوتار ڌاري سنسار ۾ ايندا آهن ۽ ستسنگ جو ڏيئو ٻاري لڳائي، سڀني جيون کي ٻرهم جي سڃاڻپ ڏيئي ٻياري سندن هردا سيتل ڪري ٻرهم سان ملائين ٿا.

## راڳ کهماري

ٿل - ڏٺا جڳ ۾ سنت اڌاري، سار ڳراهي ست واڇاري

١- سچ هي ڏيوي سچ هي ليوي،
سچ هي ڏيکي سچ هي سيوي
سر دم آدي ڪت ڳڻ ڌاري

٢- اپني شرڻ ۾ دوک سهارڻ،
سڀ جيون کي ڪشٽ اوارڻ
سوارٿ ٻن سي پراپڪاري

٣- ات ڪرپالو ڪرپا ڪر هٿن،
جنم مرن دک ڪو وي هر هٿن
سات پتا لي اسي هتڪاري

٤- ڪهي ٽيئون سي ٻرهم گياني،
رهتي آلس الت ڏياني
هانون لس ۾ مٿن ٻلهاري.

آهر ستسنگ سمايت ٿيو ته سڳت مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته ڪرپا ڪري ڪجهه وقت رهي لام جي ورڪا ڪريو. مهاراج جن ڪين چيو ته اسان کي عظمت جي ڳوٺ ۾ شادي ۾ وڃڻو آهي. موٽندي دائو ٻاٽي هوندو ته اچي رهندا سون.

تاريخ ٦ ويساک، سمبت ١٩٧٧ صبوح جو ١١ بجه عظمت جي ڳوٺ ۾ پهتا. شهر جا پنچ پرمي اڳ تي ڏهل

شر ڏانهن وڌيا، گلن جا هار ڪٺي، شهر جي ٻاهران بيٺا هئا.
ستگرو مهاراج جن ڪي گلن جا هار پائي دهلن دمامن سان
ڀائي گوبندرام جي اوطاق تي وٺي اچي هڪ سينگاريل آسڻ
تي وهاريائون. پرساد پيتا رکي هٿ جوڙي، کبرون چارون
ونڊ لڳا. سوامي جن چيو: کبرون سڀ سک جون آهن.
انترجامي ڀڳوان جتي ڪٿي آنند منگل ڪيا آهن. سينٽي هڪ
ابناسي گهر جا آهيون. پنهنجي اچا ۽ ڪرمن جي ڪري توهان
هتي سکر ضلع ۾ ۽ اسان حيدرآباد ضلع جي ڪنڊوءَ ۾ جنم
ورتو. هتي ڀائي گوبندرام پنهنجن ڀائرن جي شاديءَ تي وٺي
آيو آهي. رات سکر ۾ هئاسون هيئر هتي اوهان پريمين ڪي
ڏسي خوش ٿيا آهيون. پر وڏيڪ خوش تڏهن ٿيندا سون،
جڏهن اصلي گهر ۾ هلي هڪ ٻئي ڪي گڏجون. وڌيڪ کبرون
توهان ڪي ستسنگ ۾ ٻڌائينداسون. هاڻي اوهان پنهنجون
کبرون ٻڌايو.

ٺهٽي مکي راجلداس هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پريو
توهان جي ڪرپا سان وقت چڱو پيو گذري. هرڪو پنهنجي
ڪار وهنوار ۾ لڳو پيو آهي. توهان جي مهما ڀائي گوبندرام
ڪندو هو. اسان ڪي اوهانجي درشن جي آڪير هئي اوهانجي
واٽ نهاري رهيا هئاسون. توهانجو درشن ڪري ڏاڍو خوش
ٿيا آهيون. ڪجهه وقت ويهي سينٽي ڀاو پرساد وٺي، پنهنجي
جاءِ تي ويا.

ستگرو مهاراج جن ڀوڄن ڪائي آرامي ٿيا. شام جو ۴ بجي
اٿي جل پان ڪري سيني سڌن ڪي وٺي سئر تي ويا. ۷ بجي
ڏاري موٽي جاءِ تي آيا. ۸ بجي ستسنگ سڀا ۾ اچي براجمان ٿيا.
سڀا ڀرپور هئي. پرارٿنا جي مهما تي پروچن ڪيائون. چيائون
ته جيو ڪي سدائين ست چت آنند پرپورڻ پرماتما اڳيان پرارٿنا

ڪري گهر جي نه هي ٻيڙو، هن سنسار ساگر کان تاري، موڪلي پار ڪريو!

سلوڪ ـ هئن اناٿ آٿي دکي، ٻڏيو ديک سنسار،
ٻڌُبت هوُن پيو سنڌ مين، موهه ڪرو پرپيو پار.

مطلب: ٻڌو، مان اناٿ، مهنجو سنسار ۾ ڪوئي رکيڪ مددگار، ساٿي ڪونهي. مان تمام دکي آهيان. هيءُ پيالڪ سنسار ڏسي ٻڏي رهيو آهيان ۽ هن سنسار ساگر جي آشا روپي جل ۾ غوطا کائي رهيو آهيان. موڪلي ٻيڙو اباسي گهر ۾ پهچايو. توهان کانسواء ٻيو ڪوئي آسرو ڪونهي.

سوَيو ـ سرڻ اور سٽي هوئي ٽراسا ـ

چــرن آپڪــي آن گــهي،
لاک چوراسي جون چڪرپ ـ
ڦــر ڦــر هم ٻهه دوک سهي،
ڪرپا ڪرڪر اپنا ڪيجي ـ
طــرف تمهاري ديکه رهي،
ڪهي ٽيئُون گرپار ڪرواب ـ
پيــو سنڌ ۾، مٺُن جاٿ ٻهي.

مطلب: جئن ڪانگ جهاز تي اچي وهندو آهي ۽ جڏهن جهاز سمنڊ ۾ ٻه چار ميل ٻري هليو ويندو آهي، تڏهن خيال ڪندو آهي ته هاڻي جهاز کي ڇڏي ٻئي هنڌ وڃي وهان. اهو خيال ڪري جڏهن چئن ئي طرفن کان ڦري ڏسندو آهي ته وهڻ جي جاء ڪانهي ۽ چوڌاري پاڻي ئي پاڻي آهي، تڏهن جهاز کي ئي پنهنجو آسرو سمجهندو آهي. تئن ستگرو مهاراج جن انترجامي، مون هن سنسار ساگر ۾ چئن ئي طرفن کان ڦري ڏٺو آهي ته ڪٿي به سک ڪونهي. جيڏانهن ڪن ٿو ڏجي

تيڏانهن دک جو آواز ٿو ٻڌجي. سو تراس تي توهان جي چرن ڪنول ۾ آيو آهيان ته منهنجو اُڌار ڪريو. چوراسي لک جوڻين ۾ ڦرندي ڦرندي مون تمام گهڻو دک پاتو آهي. هاڻي ڏاڍو ٿڪجي پيو آهيان. موکي آتم گيان جي جهاز ۾ چاڙهي، هن ڀيانڪ ساگر کان پار ڪري پنهنجي اصلي اَبناسي ديس ۾ پهچايو.

انهيءَ وشيہ تي ڪيترا پرارٿنا جا پد ڳائي بس ڪيائون ته ڀائي گوبندرام چرڻ لڳو ته هي پريو، شاديءَ ۾ ڪجهہ رڪاوٽ ۽ ڪٿ ڦٽ تي پيئي آهي. ڪرپا ڪري پلئہ پايو ته سک سان ڪارج راس ٿئي. اِها اَرداس ٻڌي فرمايائون ته بابا ڪاڻي چنتا نہ ڪريو. انترڀامي پريو سيني ڪي سمت ڏيندو ۽ توهانجو ڪارج نروگهنتا سان سمپورڻ ٿيندو. سنگت کي چيائون ته پلئہ پائي پريوءَ کي پرارٿنا ڪريو. پلئہ پائي، پرارٿنا ڪرائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

اهڙيءَ طرح هر روز رات جو ستسنگ ڪندا هوا. ٻُڍڙهي عادوشاهہ، چڪ، ڪاهي ۽ ٻين ڪيترن ڳوٺن جي خلق مهاراج جن جو جس ۽ ڪيرتي ٻڌي، درشن لاءِ ايندي هئي. ماستر ڪيشوداس ۽ ڪي ٻيا شش ٿيا. آخر ڀائي گوبندرام جي ڀائرن جي شادي تي ويئي. ٻُڍڙهي عادوشاهہ جي مکي آنندرام ۽ چڪ جي ڀائي جشن مل ڀائي چوئٿ رام ستگرو مهاراج جن کي پنهنجي ڳوٺ چرڻ گهمائڻ لاءِ وينتي ڪئي جا سوامي جن سويڪار ڪئي.

ٻئي ڏينهن صبوح جو ستگرو مهاراج جن سيني کان موڪلائي عادوشاهہ جي ٻُڍڙهين ويا. اُتي شام جو درياهہ جي ڪناري گهمڻ ويا ۽ هڪ ٻير جي وڻ هيٺان وڃي ويٺا. اُتي ڀائي گوبندرام هٿ جوڙي سوال ڪيو ته هي ڀڳوان! هن سنسار

۽ رهندي ٻنهن وڪارن کان ڪيئن رهائي پائجي تنهنجو سولو اُپاءُ ڪري ٻڌايو؟

ٽهڪندي مهاراج هن هيءُ هيٺيون شبد ڳائي سڀني کي ٻڌايو.

## راڳ جوڳ

ٽل - ڪر ڪو ديهه سڌار پيارا، پانچ وڪارن کان نه ٻچائي.

١- ڪام جڏهن تو زور لڳائي، شوم مرم سڀ شان وڃائي هردم ٿيءُ هوشيار پيارا، جمع ست سان تون پريتي پائي.

٢- ڪروڌ جڏهن تو هوش ڇڳائي، جان جگر ۽ جسم جلائي دل کي ڏي ٺون ٺار پيارا، کمبا شانتي صبر پرائي.

٣- لوڀ جڏهن تو لاني لوري، ڏن مڙئي جي ٿي جيءُ ڇهوري سڀ جو ڪر وهنوار پيارا، هردي ۾ سنتوش وڌائي.

٤- موهه جڏهن تو من کي منجهائي، ڏيرج ٻل ۽ ٻڌي گنوائي من مان ڪڍ النڪار پيارا، برهم گيان جي جوت جڳائي.

٥- گرب جڏهن من واس ڪريتو، ڏم ڪرم کي ناس ڪريتو پاءِ حلمت هار پيارا، ڪهي ٽيئُون ايمان مٽائي.

اهو پنهن ٻڌائي جياڻون نه هي پيارا، هن پنهن جي ويچار ڪرڻ ۽ رهڻي رهڻ سان منش جم حلدي سڌري پوي ٿو ۽ هيءُ جو وڪارن کان رهائي پائي سگهي ٿو.

سلوڪ - موهه مهادوک روپ هئه، ٽانڪو ديو نڪار،
پريت جڳت کي ڇاڏکي، اپنا ڪرو اُڌار.

مطلب: سنساري پدارٿن جي پريت وڏي دک ڏيڻ واري آهي. تنهنکي لياڳي پنهنجو اُڌار ڪريو. پر جيئن سڀ سمجهائين ٿا ته اڳيان پانچ وڏيڪ موهه روپي گهري الڊيري ۾ اٿي وڃي رهيا آهن.

چند- ري من سڀ ڪا موه ڏيا ڳو، موه مها وڪرالا هئه،
موه ڪٽنب سي ڪيئا جسني، موه ٺسڪوگهالا هئه،
ارجن جهسي وير بهادر، تسي موه ڪي جالا هئه،
ڪهي ٽيئون جو موه ڏيا ڳي، سو جن رهنتا سکالا هئه.

انهيءَ موهه روپي اوندهه کي ناس ڪرڻ واسطي هڪ آتم گيان روپي هي لٽيءَ جو پرڪاش ڪپي. سو آتم گيان برهم ليشني، برهم سروتري، ديهه ڌاري پورن ستگروءَ جي دوارا ئي ملندو آهي. انهيءَ گيان جي پرڪاش ڪري موه روپي اونده دور ٿي وينديءَ. تنهن ڪالپوءِ جگياسو لڙيءَ تي آتم سک کي پائيندو. انهيءَ موه روپي اونده جي کڏڻ واسطي بس اهو ئي ساڌن آهي. شام جو منڊليءَ سميت موٽي جاءِ تي آيا. رات جو ستسنگ ۾ هيٺيون ڀڄن چيائون.

## راڳ ٽوڙي

تل- ڪتا سن ڪوڻ ڪيئه وچار
اوجل ديهي ائين گنوايئه- بنا ڀڄن ڪرتار
١- ڪتا هريءَ جي آهي جڳ ۾- سڀ ڪرمن ڪان سار
سٽي لا سمجهه پرايئه- جنم ڪيئه بيڪار
٢- موهه ممت متسر نا ڇڏيئه- ڪام ڪرود اهنڪار
ڪرڻ لڳين ات ڀچر پرائي- تانعي لوهه ڌڪار
٣- وڏڀاڳو ٿي جنهن لئه آئين- سو نه ڪيئه واپار
ڌرمراءِ آتي ڪين ڇڏيندءِ- ڀوڙو ڪندءِ آچار
٤- من جي مس ڪر سرلي ليکڻ- تيءَ لون لکٽي هار
ڪهي ٽيئون لک رام نام آر- پائين موکيه دئار

ان ڀڄن جي ارٿ ڪندي ٽن پرڪارن جي ٻڌين جو بيان ڪيائون. چيائون ته ستسنگ ۾ جيڪي ماڻهو اچنتا، تنجي

ھڏي ٽن پرڪارن جي آهي. (۱) لوڏي (۲) مولي (۳) ليلي.

(۱) لوڏي ھڏي: گھوڙي جي ٽل کي لوڏ چئبو آهي، جنهن ۾ سئيءَ سان سوراخ ڪڍبو نه ڪڏهن پورجي ويندو. لهَن ڪششن جي لوڏي ھڏي آهي. هڪ ڪن ھڏن ۾ ٻئي ڪن ڪان ڪڍي ڇڏين. لوڏ وانگر ھِن کي ڪوبه اثر ڪونه ليندو آهي.

(۲) مولي ھڏي: ڪن جي ٻڌي موليءَ وانگر ٿيندي آهي يعني جئن موليءَ ۾ جيترو سوراخ ڪبو اوترو ئي سوراخ ظاهر ٿي ٻيهندو. لهَن جيترو سنت مهاماڻن اپديش ڪندا، اوترو ئي کين ياد ٻيهندو.

(۳) ٽين معش جي ھڏي ليل وانگر آهي. جئن ليل جو ڏڙو پاڻيءَ ۾ ڇڏبو آهي نه پکڙجي رنگ رنگ ٿي چمڪندو آهي لهَن اهي سار اپديش ياد ڪري اُهيءَ وڇار سان وستار ڪري وڌائي وجي آتما جو ساڪيات ڪار ڪندا آهن.

وهنوار حواه پرمارت جو گيان ٻڌيءَ جي ڪرٽي ٿئي ٿو. اِنهيءَ ڪري سدائين ھڏيءَ کي اُلر ۽ پوتر ڪندو رهجي. ھڏي اُلر ۽ پوتر ڪئن ليندي، لنهن لاءِ هي چار اُپاءَ آهن. ۱- شُڌ ساتوڪي آهار ۲- ستسنگ ۳- ست شاستر چنتن ۽ ۴- نام جي اڀياس ڪرڻ سان ھڏي اُلر ۽ شڌ ٿئي ٿي. اهڙي طرح جي وياکيان ڪندي مٿيون ٻچن ارت سهت چئي ستسنگ سماپت ڪياؤن.

اتان ڏهرن جي ڳوٺ ۾ سيٺ پرچومل ولي آين. اُتي ۵ ڏينهن رهي پنهن ڪيرتن جو ڏاڍو آنند ڪياؤن. هڪ ڏينهن ستسنگ وچ ۾ سيٺ پرچومل اُٿي ستگرو مهاراج جن کي پرارٿنا ڪئي نه ڀڳوان! توهان هرتا ڪرتا ڄاڻي ڄاڻڻ هار آهيو. هن داس کي سنتان ڪاهي. سو ديا ڪري مهنجي جهول

پريو. سوامي جن ستسنگ ۾ پلٿي پاتو. سيٺ کي ١٢ مهني
پت ڄائو جنهن جو نالو طوطلداس رکيو ويو. اُتان پائي چوٿرام
پائي لهرومل مکي، پائي ڄشن رام آدي ستسنگي ستگرو
مهاراج جن کي پرارٿنا ڪري چڪ وٺي ويا.

رات جو ستسنگ ٿيو. ست ڪرم جي وارتا هلي، چيائون
ته هيءُ منش چولو پرڀوءَ جي پرچن لاءِ ئي مليو آهي. پڳوان
جي پڄڻ ۽ ست ڪرم ڪانسواءِ هن جيو جو ڪوبه سنگي ڪونهي.
ڪٽنب پريوار سڀ جيوکي وچ ۾ ڇڏي ويندا. ائين چئي هينيون
پڄن شروع ڪيائون.

## راڳ ڌلنگ

ٽل - ديس ڇوڙ پرديس ۾ آئي - ساچا وٺج وهاننا ري
١ - اوُٺ مسافر جاڳو جلدي - نيند لـ ڪرنا دانا ري
٢ - اس جڳ ڪي بازار منجهاري - ستسنگ ڪلا دڪانا ري
٣ - سنت جنان ڪي سيوا ڪرڪي - هرڪا درشن پانا ري
٤ - ڪهي ٽيئُون ستگر پرسادي - پاتو پـل نـر بانا ري

## راڳ ڪاهول

ٽل - منشيه ڪاهي ڪو تون آيا ري
جـڳ ۾ جنسي جنم دٿيا هٿ - تسڪو نالهه ڌيايا ري
١ - مات گرڀ ۾ اُلٽي ٽـي جب - هرسي پول بنڌايا ري
٢ - بـاهر نڪسي تـالهه بسارا - موهه ليٽا تجهه مـايا ري
٣ - پانچ تتو ڪي ديهه ديڪڪي - نج سوروپ پلايا ري
٤ - ڪهي ٽيئُون هر پڄن بنا تون - پرڪي هاٿ پڪايا ري

سلوڪ - گانٺ هوءِ سو هاٿ ڪر، هاٿ هوءِ سو ديءِ،
آگي هاٿ نه باڙيان، لينا هئه سو سي ليءِ.

مطلب: توکي پنڌ ۾ جيڪو پيسو هجي، سو کٽي همت ۾

ڪر، جي هٿ ۾ هجي ته اوڏيءَ مهل پرلوڪ جي لاءِ پر دان ڪر، ڇو جو پرلوڪ جي مارڳ ۾ پيو ڪوبه سهائتا ڪرڻ وارو ڪونه آهي ۽ نڪو ڪو دوڪان آهي، جتان لوڻ خريداري ڪندين. انهيءَ ڪري سڀني جيون کي پرلوڪ جو سمر لاهڻ گهرجي.

سلوڪ - وکر سو وهاءِ، جنهن ۾ پئي پراڙو نه ٿئي
ويچيندي ولايت ۾، ذرو ٽٽي نه ذايع
ساڪا هر هلاءِ اڳهن، اڳهه جنهن جي ابهين.

مطلب: اهڙو ڪو گيان ڀڳتيءَ جو وکر ڪر، جو نه پراڻو ٿئي ۽ نه ئي جنهن مان گهاٽو نه پوي يعني ڏيندي وٺندي جنهن مان ڪوبه نقصان نه پوي ۽ جنهن جي آسري لوڪ پرلوڪ ۾ وڃي سک پائين. هيءُ مالش ڇولو پرلوڪ جي لاهڻ واسطي ٺي مليو آهي، نه بگاڙڻ واسطي. چوراسي لک جوڻين ۾ هيءُ جيو ڪجهه به ڪمائي نه سگهندو. انهيءَ وقت ٿي ڪبيرا اڄ ارٿ سهت پڌائي ستنام ساکيءَ جي ذري لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

ٻئي ڏينهن شام جو ڪاهيءَ جي ڳوٺ جو پاڻي وانو رام ڪاهيءَ جي پنڌڇن طرفان سوامي جن کي ڪاهيءَ ۾ چرڻ گهمائڻ واسطي اچي ٽڪيو. سوامي جن کي وينتي ڪيائين. سوامي جن ڪس چيو ته پيارا اسان کي هتي اچا شايد هتو ڪس لڳي ويندو. انهي پاڻي جنهن رام چيو ته سائين، پندرهن ڏينهن ته اوهانجي رسولي پرامن وٽ آهي. سو ڀڳت وانو رام کي اچا ڪو ڏينهن مقرر ڪري نه ڏجو. ٻه، ٽي ڏينهن پاڻ هتي ترسي، هن سو پڇڻ ته هڪو. ڏاڍو سر هلو ڳالهيندڙ آهي.

مهاراج جن چيو ته چٽ روپي بالڪ کي خوش ڪرڻ لاءِ سنسار ۾ چار جڳهون آهن: (۱) درياه جو ڪنارو (۲) سندر

ٻاغيچو (٣) سرسبز ٻهاڙ (۴) ستسنگ.

(١) درياه جي ڪناري تي اچي ويهو يا گهمو ته ٻه چت پرسن ٿيندو.

(٢) سندر ٻاغيچي ۾ وڃي گهمو ته ٻه چت ڦلواڙيءَ کي ڏسي خوش ٿيندو آهي.

(٣) ٻهاڙ تي چڙهي هيٺيون نظارو يا مٿيون نظارو ڏسي چت خوش ٿيندو آهي.

(۴) سنت پرش ۽ مهاتمائن جي ستسنگ ٻڌڻ سان ٻه چت پرسن ٿيندو آهي.

پر ٿتو جيستائين درياه جي ڪنارو يا ٻاغيچي يا ٻهاڙ تي پيو گهمبو، تيستائين چت خوش رهندو. پر جيڪي سنتن مهاتمائن جي ستسنگ ۾ وڃي پريم روُپي ٻينگهي ۾ چت روُپي ٻالڪ کي وهاري لوڏين ٿا ۽ رام نام روُپي کير پياري، چت روُپي ٻالڪ کي ويدانت جي وچن روُپي راليڪن سان شانت ڪرائين ٿا، تن جو چت، آتم گيان ٻائي پنهنجي سروپ ۾ لنو لين ٿي سدائين آنند جي هندوري ۾ لڏندو رهي ٿو. جهنگل مان موٽي آيا. ٨ بجه رات جو ستسنگ شروع ٿيو. ٻهرين ڀڳت واتورام پنهنجي ڀڄن سان سنگت کي موهي ورتو. ستگرو مهاراج جن ٻوءِ ستسنگ ڪيو. هي جيو ست چت آنند سروپ آهي. اهي ٽيئي سروپ هن جيو آتما ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ٻهرين ست آهي. ست الهيءَ وستوءَ کي چئجي ٿو جو ٽنهي ڪالن ۾ ڪنهن سان ٻه ناس نه ٿئي. ٽي ڪال: ٻهريون ڀوت، ٻيو ڀوشيه، ٽيون ورتمان. ٻهريون ڀوت، جو وقت گذري ويو. ٻيو ڀوشيه، جو وقت سياڻي ايندو. ٽيون ورتمان جو هيئر هلي پيو. انهن ٽنهي ڪالن ۾ جنهن جو ناس نٿو ٿئي، سو ست آهي. ٻيو

آتما چت سروپ آهي. يعني پرڪاش رُوپ آهي، اُنهيءَ ست ۽ پرڪاش روپ جي آڌار تي ٽيئي سرير، اسٿول، سوکيم ۽ ڪارڻ، استٿي اندر باهر، سارو وهنوار ڪري رهيا آهن. ست ۽ پرڪاش جي ڪري سارو برهمنڊ، چندرما، سورج، آڳ، چمڪي، سوڀيا پائي رهيا آهن. جنهن اَمر آنند جي ڪري سڀني پدارٿن مان آنند اچي ٿو. هڪ انهيءَ ست وستوءَ ڪالسواءِ ٻي ڪنهن به پدارٿ ۾ آنند ڪونهي. سنسار ۾ پٽ جهڙو ٻيو ڪو به پدارٿ پيارو ڪونهي. پٽ مان ڏاڍو آنند اچي ٿو، پر پٽ ۾ آنند اصل ڪونهي. اُتي هڪ درشٽانت ڏئاٿون.

**درشٽانت:** ڪنهن سيٺ جو پٽ ولايت ۾ وڃي پڙهي ٿو. ڏهه سال پڙهي وڏو امتحان پاس ڪري پنهنجي ماتا پتا کي چٺي لکي ٿو ته مان هاڻي پڙهي پاس ٿيو آهيان. فلاڻي تاريخ ٦ بجي صبح جو، هوائي جهاز ۾ هتان روانو ٿيندس. واٽ تي گهمندو، ڦرندو فلاڻي تاريخ رات جو ١٢ بجي واريءَ گاڏيءَ ۾ پهچندس. پٽ جي اچڻ جو پڙهي، سيٺ خوش ٿي پنهنجي استريءَ کي وڃي ٻڌايو. هر هر چٺي پڙهي، خوشيءَ ۾ نه پيا ماپن مٺن ماڻهن کي پيا ٻڌائين. هڪ هڪ ڏينهن پيا ڳڻين. ڇو ته هنن واسطي اُهي ڏينهن به سال ٿيڻ جي برابر هئا. آخر اُهو ڀاڳيءَ جو ڏينهن به اچي ٿو. اڄ هنن ته پٽ جي خوشيءَ ۾، اهو ڏينهن ئي سنڌ لاءِ وڏو ٿي پوي ٿو. سنسار جو ڪم ڪار ڀاڄي وڃن. ڪنهن به پدارٿ مان آنند نٿو اچين؛ سڄو چت پٽ ۾ لڳي ويو اٿن. گهڙيال پيا ڏسن، ڪلاڪ پيا ڳڻين. ڳڻيندي ڳڻيندي، رات جا ڏهه اچي ٿا لڳن، استري سيٺ کي چوي ٿي، رسوئي کائي، سنبري، موٽرڪاهي اسٽيشن تي وڃي، ڇوڪري کي

وٽي اَچو. تنهن لَي سيٺ ڇو ڀِس اُوڙ، ڇوڪري کي اِسٽيشن تان وٺي اَچان، نه پوءِ گڏجي پٽ سان کائيندس. اڄا مونکي بک ڪانه لڳي آهي. تون ڀلي کاءُ. اِستريءَ چيو، مونکي به بک ڪانه لڳي آهي. سيٺ گڏجي کائينداسون. ڇو بک ڪانه لڳي اُٿن، جو پٽ جي پياس ۾ پيٽ ڀرجي ويو اُٿن. بک، هڪڙي پٽ جي درشن جي اُٿن. آخر ١١ بجه موٽر کاهي سيٺ اِسٽيشن تي وڃي ٿو. پليٽفارم لي، واچ هٿ ۾ جهلي، وقت ۽ گاڏيءَ کي ڏسي رهيو آهي. انهيءَ وقت هڪ منٽ به مهيني سمان پيو سمجهي. گاڏيءَ جي اچڻ جي گهنٽي لڳي ٿي، سنگل لهي ٿو، ۽ سيٺ کي سنسار ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي؛ هڪ گاڏي ڏسڻ ۾ اچيس ٿي، دل ۾ آنند جي لهر اُٿيس ٿي. گاڏي اَچي اِسٽيشن تي بيهي ٿي. پٽ کي گاڏيءَ مان لهندو ڏسي، پٽ ڏي وڃي ٿو. دل آنند سان ڀرپور ٿي وڃيس ٿي. وري جنهن وقت پٽ کي ڀاڪري پائي ملي ٿو، تنهن وقت دل ۾ آنند ماپي نٿو سگهيس. اُڇل کائي، پاڻيءَ جي روپ ۾ اکين مان ٻاهر نڪري ٿو، ڪنٺ روڪجي وڃيس ٿو ۽ وار ڪانڊارجي وڃنس ٿا. بس، اُنهيءَ وقت جي آنند کي، فقط سيٺ ئي ڄاڻي ٿو. پٽ کي پاڻ سان موٽر ۾ چاڙهي گهر وٺي اچي ٿو. رسوئي کائي سمهي پون ٿا. صبح جو اُهو آنند گهٽجڻ لڳو. اُٺن ڏينهن کانپوءِ، سيٺ کي پٽ مان اُهو آنند نٿو اچي. آخر مهيني کن کانپوءِ، هنجو پٽ اهڙو ڪو ڪم ٿو ڪري جو سيٺ ڪاوڙ ۾ اچي پٽ کي چوي ٿو ته، هي موڙڪ، تو هيءُ ڇا ڪيو. اهڙيءَ طرح گهٽ وڌ ۽ ڪڙا وچن پٽ کي ٻڌائي ٿو. جي پٽ ۾ آنند هجيس ها، ته سدائين اِسٽيشن وارو آنند اچڻ گهرجيس ها.

انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته پٽ ۾ آنند ڪونهي. اِهو

آنند هن جنهو جو سروپ آهي ، ۽ پنهنجي ست چت آنن
سروپ کان ڀاڄي ٻيو آهي . وري مهاتمائن جي ستسنگ ۾
ست شاسترن جا ويدانت وچن سڻي ، سدگرن جي ڪرپا سان
آتم گيان پائي ، پنهنجي سروپ کي سڃاڻي سنسار ۾ جيون
مڪت ٿي رهي ٿو . الهيءَ وشيه تي پڇن ڳالهيون ستسنگ جي
اندر مها آنند جاڳي پيدا ٿيون . ستسنگ جي سماپتيءَ وقت
ٻاني جشن رام عرض ڪيو ته ستسنگ جي مرضي آهي ته صبح
جو ۷ کان ۹ بجي تائين ستسنگ ٿئي . ستگرو مهاراج جن
سندن واڻي سوڪار ڪئي .

صبح جو ۷ بجي ستسنگ شروع ٿيو . ٻهراڻين پڳت وانورام
۽ ڀڳت چوئٿرام ڳالهيون موج مچائي ، جنهن کانپوءِ ساڌي ۽
سه تائين سوامي جن ستسنگ ڪيو .

ڀڳت وانورام جو ڪاڇيءَ واپس ڪرڻ وقت سو آتان جا
... گوسدرام ۽ ٻاني سومن رام اچي ڪٿا ۽ سواءِ . جن کي
... ۽ جرن گهمائڻ لاءِ ٻنهي طرفان پلاءِ وڌائون . جڪ
... سوامي جن کي چوڻ جي . ته ڪئي ۽ چياڻون ته
... ڪي ته وچون ۾ ستگرو مهاراج جن جڪ جي پرامين
... ابا ، پلي ڪاڇيءَ جي برهمڻ جو جت ته خوش
... وت ١٥ ڏينهن ڪن رهنداسون . ڪاڇيءَ جي
... سائين اسين وچون ٿا . ڀڳت وانورام الي
... ٠٠ گرام ناهي ڏجو ته پوءِ اسان ولڻ اينداسون .
... ساڌ ۽ ڪيترا باهر جا مهمان ستگرو
... ست گنگارام جي آستان تي ويا .
... برسهت آدرستڪار ڪيو ۽ چيائين
... موسکي ڏاڍي خوشي ٿي آهي .
... ني حال احوال ڏنائون ...

پوءِ سنت گنگارام به پڄڻ ڳايا ۽ اُن ڪلاڪ ڪن ستسنگ ڪيائين.
سوامي جن به ستسنگ ڪيو ۽ پنهنجا مڌر گيت ٻڌايائون.
سنت گنگارام کان موڪلائي، پاڻي چانڊورام جي آستان تي
آيا. سنت چانڊورام، مهاراج جن کي ڏسي، ڏاڍو خوش
ٿيو. اُلي به سنت چانڊورام جي پرڀرنا لي، سيني سادن
سان ماڻي ۽ هڪڙو پڄڻ ڳاياڻون. اُتان موڪلائي آيا، چوئٿ ڀال
جي آستان تي. چوئٿ ڀال ستگرو مهاراج جن کي آسڻ تي
وهاري، چاهه پاڻي، چير ٻڌي وڏي پريم مڃهان، سنتن
جي مهما جا به پڄڻ ڳايا. ٿنهن کان پوءِ چوئٿ ڀال کي وني،
سڌو ستسنگ جي مانڊي ۾ اچي، ستسنگ شروع ڪرايائون.
ست ڪرم جي وارتا هلي چيائون منش کي سدائين ست ڪرم
ڪرڻ گهرجن. جي ڪرم ٻن پرڪارن جا آهن:

١- سڪام ٢- نشڪام- پهريون سڪام ڪرم، يعني ڦل
جي اڇا رکي ڪرم ڪرڻ. ٻيو نشڪام ڪرم، اُن جو ڦل آهي،
اُتنش ڪرڻ جي شڌي. سيني جيون کي پنهنجي اُنتهڪرڻ
جي شڌيءَ واسطي نشڪام ڪرم ڪرڻ گهرجن.

آهار ۽ وهنوار شڌ ڪرڻ گهرجي. ڦي گڻ آهار يعني
مڇي ماس آدي کائڻ ڪري اُتنش ڪرڻ ملين ٿئي ٿو.
انهيءَ ڪري شڌ آهار ڪرڻ گهرجي. ڪنهن به جيو کي بنا
ڪارڻ دک نه ڏجي. سنگت کي پرتگنا ڪيائون ته ماس
مڇيءَ کان ڪنارو ڪندا ته ڀڳوان اوهان کي اوهان جا اڳيان
پاپ به بخشيندو. ڪن تورن ماڻهن هٿ مٿي کڻي وچن ڏنو
ته ماس مڇي نه ورتائيندا سون. سوامي جن اُنهن کي ڌنيواد
ڏني ۽ وري سنگت کي چيائون ته جي سدائين لاءِ مڇي ماس
ڇڏي سگهو ته جيستائين توهان جي نگريءَ ۾ آهيون،
تيستائين پاسو ڪريو ۽ پوءِ تي، ستسنگ ۾ اچي پوءِ ڀڳوان

سان ملو. اها ڳالهه سڀني قبول ڪئي. ستگرو مهاراج جن جي ٻچن چيو.

## راڳ پهاڙي

ٽل- منش ڪي ڪڏهن ماس کائڻ نه گهرجي،
اشد کاج پر دل، لڳائڻ نه گهرجي.
١- ڪرڻ جيو هنسا، آهي پاپ ڀاري،
ڳلي ڪنهن جي ڪاٽي، وهائڻ نه گهرجي.
٢- کائڻ ماس وارو، وڃي تو نرڪ ۾،
نرڪ ٻاڻ پهچڻو، رلائڻ نه گهرجي.
٣- کائي ماس جو ئي، منش نادهه سوئي،
پشن جيئن جيون، ٻڌائڻ نه گهرجي.
٤- ڪهي ٽيئون شاستر، چون سنت سڀ ٿا،
ڪڏهن جيو ڪنهن کي، ستائڻ نه گهرجي.

مکي ڀيرومل اٿي چيو ته صبح جو پنچائتي هوڪو ساري شهر ۾ ڏياريو ته جيسين سنت نگريءَ ۾ آهن، تيسين ڪو به مڇي ماس نه کائي. تنهن کان پوءِ، ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي، هڪ ٻيو ستسنگ سماپت ڪياؤن.

اهڙيءَ طرح هر روز صبوح جو ٧ کان ٩ بجي تائين ۽ رات جو ٨ کان ١٢ بجي تائين ستسنگ ٿيندو رهيو. ڏينهان ڏينهن شهر جو پريم وڌندو ويو ۽ ٻاهران به ڏهن ٻارهن ميلن جي مفاصلي تان خلق ايندي هئي. شهر جا ڪيترا پريمي ستگرو مهاراج جن جا شش ٿيا جن ۾ ڀائي تارورداس، ڀائي جيسنرام ڀائي پهلاڄ رام، ڀائي پريتم داس، موهنداس به هئا. شهر وارن جي اڻي پريم ڪري مهاراج جن ٢٠-٢١ ڏينهن چڪ ۾ رهيا. تنهن کانپوءِ کاهيءَ جا پنچ ڪمن وٺڻ آيا. شام جو ٤ بجي ٻچن ڳالهيندا شهر مان روانا ٿيا. ساري شهر جي خلق مهاراج جن

جي پٺيان هلڻ لڳي. چوئنٽ ٻال چيو جامو پائي اڳيان لنگهندو هليو. سيٺ لونڌاس رستم واري جي پاڻي، پاڻي آولرام کي نه اهڙو اچي ٻره لڳو جو بازار مان ڪاڻيون، ڪانا، پڪين جا ڪمپ پٽڪي ٻروچهي، چوئنٽ ٻال سان گڏ اچڻ لڳو. سيٺ آولرام کي لنگهندو ڏسي ماڻهو حيران ٿي ويا ۽ هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا ته سيٺ آولرام کي ڇا ٿي ويو آهي، جو ٻڍهڙو سيٺ شان مان پلائي، سادن جي اڳيان لنگهندو پيو هلي. خبر ناهي ته سادن جي پچن ۽ ڏنڊن جي گهنگهرن ۾ اهڙو ڪهڙو ٻرهم جو جادو ڀريل آهي جو اسانجي دل ۾ ائين پئي چاهي ته جيڪر سنتن جي پٺيان هليا وڃون.

اهڙيءَ طرح چڪ جا ٻرهمي، ٻرهم ۾ گدگد ٿيندا مهاراج جن سان گڏ شهر کان ڇگو ٻاهر ٿائين ويا.

مهاراج جن ٻوه سيٺي کي چيو هاڻي توهان موٽي وڃو. اسين پنڌ سفر ڪندا، ڪاهيءَ ويندا سون. توهان سانجهيءَ جو سنسنگ ۾ اچجو. ٻرهمن مهاراج جن کان موڪلايو.

آولرام ۽ ڪيترا چوڪرا مهاراج جن جي پٺيان هلڻ لڳا، آولرام جي ڪاڪي لونڌاس رستم واري مهاراج جن کي چيو ته آولرام توهان جي ٻريم ۾ مست ٿي ويو آهي. سو پلي توهان سان گڏجي ڪاهيءَ تائين هلي - ٻر ٻري نه وٺي وڃجوس. هن اچي ٿي ڪرپا ڪري ڪيس سمت ڏجوس. پيا ڪي ٿورا چوڪرا به مهاراج جن سان ويا.

سوامي جن جي سواگت لاءِ ڪاهيءَ جا پنچ اڳيئي ٻاهر بيٺا هئا. سوامي جن کي ڍهلن، شرنائين سان وٺي ويا. پچن پاڻ ڪندا بزار مان لنگهيا. چوئنٽ ٻال ۽ آولرام به لنگهندا هليا. شهر جي وچ آيا ته آولرام کي لنگهندو ڏسي ماڻهو حيران ٿي ويا. چوڻ لڳا ته هڙو سيٺ جو ڪڏهن ساڌ کي پيري

نه ٻوي، سو ڪيئن ٻنهجي ساهراڻي ڪُونت ۾ پيو لڳي!
آنورام جي ساهرن ڪيس لڳندو ڏسي شرم کان ڪنڌ ڪڍي
هيٺ ڪيو. اهڙيءَ طرح ٻئي هي موج ڪندا ڏيڍار ۾ آيا
جتي سنڌن رهڻ جو بندوبست ڪيو ويو هو. رات جو ليم
اوسار ستسنگ ڪيائون جو رات جو هڪ ٻجي ٻرو لٿو.
ٻيءَ ستگرو مهاراج ساڌ ۽ مهمان رسوئيءَ لاءِ پنداري جي
جاءِ ڏي ويا. اُتي ڀائي وانورام ۽ ڀائي سوڀن رام گهبرائجي
مهاراج جن کي آکڻي چوڻ لڳا ته سائين رسوئي ته ١٠٠-١٢٥
ڪن ڄڻن لاءِ تيار ڪئي اٿئون. ٻر مهمان ته ٤٠٠-٥٠٠ ڏسڻ
۾ اچن ٿا. هن وقت ٻي رسوئي به مشڪل تيار ٿي سگهندي.
تنهن ڪري ڄڻن آگيا ڏيو لڳن ڪريون. اهو ٻڌي مهاراج جن
اُتي پنداري جي جاءِ تي آيا. شيواداري کي چيائون ته اُبا،
جلدي لوٽو ملي پاڻيءَ جو ڀري اچو. ٻيو ڏيگيون ڇنڊائي
تڏن تي ليٽايو ۽ هڪ ننڍين يا ڏوٽل چادر ڪڻي اچو.

شيواداري حڪم جي پيروي ڪئي. مهاراج جن ستنام
ساکي چئي پاڻيءَ جو ڇنڊو هڻي چانورن مٿان چادر وڌي ڇاڙو
هٿ ۾ کڻي، ستنام ساکي چئي، چانورن جي ٿالهي پرياڻون.
ڇاڙو سوڀن رام کي ڏيئي چيائون ته اُبا، توهان هاڻي دل ۾
ستنام ساکي چوندا ڪڍندا وڃو ۽ شيواداري کارائيندا
وڃن. اهڙو چئي ستگرو مهاراج جن اوچي سنگت ۾ ويٺا.
ڀوڄن ورتائڻ شروع ٿيو. سڀئي ساڌ مهمان رسوئي کائي اُٿيا.
تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن پنداري واريءَ جاءِ تي اچي
ڀائي سوڀن رام کان پڇڻ لڳا ته اُبا، ڀنڊارو ڪيئن آهي؟
ڀائي سوڀن رام هٿ جوڙي چيو ته ٻرپور اچا ڪنهن تي ٻيو آهي.
مهاراج جن چيس ته توهان ۽ سڀئي شيواداري کائين پوءِ جيڪي
اُٻرو سو ٻاهر فقيرن ۾ ورهائي ڇڏجو. ستگرو مهاراج جن پوءِ

وڃي آرامي ٿيا.

صبوح جو ٧ بجي ستسنگ منڊپ ۾ آيا. مکي ڀيرومل سوامي جن کي وينتي ڪئي ته ان سلوڪن جو ارٿ ورڻن ڪري ٻڌايو. سوامي جن سندس وينتي سويڪار ڪري، سلوڪن پڙهڻ لاءِ چيو. مکي ڀيرومل هيٺيان ٻه سلوڪ پڙهيا.

سلوڪ - پانيڻ چائو پار، نپؤسنڪ جي نسار ڪسي،
جنهنجو رنگ نه روپ ڪو، نڪو انگ آڪار،
ڏسي جيو ٿري پيو، ڪنهنجو دب ديدار،
از غئبي اسرار، اچي نه واڻيءَ واچ ۾.

ارٿ: ستگرو مهاراج جن چيو ته سوامي صاحب جن فرمائين ٿا ته نپوسڪ آهي برهم، جو برهم نه پرش آهي ۽ نه استري. تنهن برهم جي استري آهي برهم آڪار ورتي. تنهن برهم آڪار ورتيءَ کي گيان روپي ٻار ڄائو آهي، جنهن جو رنگ روپ، آڪار ڪونهي. اهڙو روپ ديدار ڏسي، هي جيو جو تاپن ۽ ڪليشن ۾ تتو پيو آهي سو ٺري سيتل ٿي پويو. اهو اهڙو عجيب نرواڻ پد آهي جنهن کي واڻي ڪٿن نٿي ڪري سگهي.

سلوڪ - گهڙو ڀڳو منڌ مئي، وسيلا ويا،
ڪنهان پوءِ سٺا، سهٽيءَ سڌ ميهار جا.

ارٿ: گهڙو آهي سرير جو اپمان. منڌ آهي ممتا، اتوا استول آڪار ورتي. اپمان جي ناس ٿيڻ سان ممتا مري وڃي ٿي ۽ استول ورتي جا ٻاهر مکي آهي سا سوکيم ٿي وڃي ٿي. وسيلا يعني دنيا جا لاڳاپا، آسرا سڀئي وڃنا. تنهن کانپوءِ سهٽي يعني جگياسو ... ستگرو جا ٻڌايل ويدانت جا مهاوا... يعني سمجهي سگهي ٿو.

سلوڪن جو ارٿ ٻڌي مکي ڀرومل ۽ سڀئي ستسنگي ڏاڍو خوش ٿيا.

ستسنگ سماپت ٿيو. مهاراج جن جاءِ تي آيا. شيواڌارين کين ٻڌايو ته سڀني مٺيرن کي ٻه ڪرائي ڪارايو ويو ۽ گهر لاءِ به کين ڏنو ويو.

ٻئي ڏينهن صبح جو ساري شهر ۾ ڳالهه پکڙجي وئي. شام جو ساڌن ۽ برهمڻ سان گڏجي، ڄنگل جو سئر ڪندي پاڻي هرپارام جي کوهه تي آيا ۽ ٿاري جي وڻ جي سنڌر ڇايا هيٺ اچي ويٺا. پاڻي هرپارام ڪٽ وڃائي مهاراج جن کي وهاريو. بيا ساڌ ۽ برهمڻ لڏن تي ويٺا. اُتي مهاراج چرامداس پرشن ڪيو ته ست شاستر چون ٿا ته ڀڳوان هر منش جي اندر آهي. سو ڪهڙي جاءِ تي براجمان آهي ۽ اُن جو درشن ڪيئن ٿئي؟

مهاراج جن اُتر ڏنو:-

ڪوٽ - ڪوٽو تو ڪهت برهم -

نابيءَ ڪي ڪنول مڌ ۾،

ڪوٽو تو ڪهت برهم -

هردي ۾ پرڪاش هيءَ،

ڪوٽو تو ڪهت ڪنٺ -

ناسڪا ڪي آگر ڀاڳ،

ڪوٽو تو ڪهت برهم -

ترڪٽي ۾ واس هيءَ،

ڪوٽو تو ڪهت برهم -

دسمي دوار بيچ،

ڪوٽو تو ڪهت پونر - غفا ۾ نواس هيءَ،

پنڊ برهمنڊ ۾ نرنتر - براجي برهم،
سند راکنڊ جمسي - وياپڪ آڪاش هيءَ.

مطلب: ڪي چون ٿا تہ برهم لاءِ ۾ رهي ٿو. ڪي چون ٿا تہ ڀڳوان هردي ۾ براجمان آهي؛ ڪي چون ٿا ڀڳوان ڪنٺ ۾ ويهي ٻولي رهيو آهي. ڪي چون ٿا تہ ڀرڪُٽي ناسڪا جي چوٽيءَ ۾ ويٺو آهي؛ اُلٽي درشن ڏيندو. ڪي چون ٿا تہ ڀڳوان ترڪٽيءَ ۾ پرڪاش ڪري رهيو آهي، ڪي چون ٿا تہ ڀڳوان ڏسمي دوار رهي ٿو، ڪي چون ٿا تہ ڀڳوان ڀنور غفا ۾ رهي ٿو، پر سندر مهاراج جن فرمائين ٿا تہ جيئن آڪاش سڀ هنڌ وياپڪ آهي. تيئن ڀڳوان بہ هر هنڌ وياپڪ آهي. تڏهن هو لڏي بہ ڀڳوان هردي روپي غفا ۾ رهي ٿو. باقي اُلهيءَ جو درشن ڪيئن ڏيندو، سو ستگرن جي دوارا نام جي اڀياس ڪرڻ ڪري انتش ڪرڻ نرمل يعني اوجل ٿئي ٿو. اُلهيءَ نرمل ٿيڻ ۾ جگياسوءَ کي اُتي سان ساڪيات درشن ڏيندو. مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي مهراج جيرامداس ڏاڍو خوش ٿيو. تڏهن ڪان پوءِ سيٺي موٽي پنهنجي جاءِ تي آيا.

رات جو ٨ بجي ستسنگ جي منڊپ ۾ مکي ڀيرومل اُٿي چيو تہ سوامي، اسان جي ڳوٺ جا ڇوڪرا بسنت، پرمانند، مرليڌر گليشانند، سنتداس ۽ گوبندرام هر رات تڪاٽي ۾ ڪتا ڪالهوءَ ڏاڍا سنا ڀڄن ڳائيندا آهن، سو اڄ ڀلي اُهي ڇوڪرن کان ٢-٣ ڀڄن چوارايو. ستگرو مهاراج جن جي آگيا پائي سڀني ڇوڪرن گڏجي اڌ ڪلاڪ کن ڏاڍي پريم سان ڀڄن ڳايا. تڏهن ڪالهوءَ سوامي گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس جن ڀڄن جي موج لڳائي ۽ ساري سنگت پريم ۾ جهولڻ لڳي. بعد ۾ مهاراج جن ستسنگ شروع ڪيو. جڏهن ڀڄن جي موج ۾ آيا ڏهن ست اُپديش جي وارتا هلائي چيائون تہ:

سلوڪ ـ نند را، پوڄن، پوڳ پڳه، يه پسون پروش سمان،
نر نه گيان نج اڌڪتا، گيان بنا پشون جان.

مطلب: کائڻ پيئڻ، ننڊ ڪرڻ، ڊپ ڪرڻ ۽ ٻار ٻچا پيدا ڪرڻ، اهي چارئي سڀاءَ، پسن ۽ مڻش ۾ هڪجهڙا آهن. منش کي سمت اُست جو ويچار ۽ آتما جو گيان آهي نه آلسر آهي، نه ته پسن جي سمان آهي. پر انهن ٻنهي ڌسڻ ۾ اچي ٿو ته گهڻن ماڻهن کان وري به پسون چڱا آهن، جئن چيل آهي ته:

پسون مري دس ڪاج سنواري،
نــر مري نر ڪام نــه آوي .

مطلب: پسون جيئري به منش جي ڪم اچن ٿا ۽ مئي کان پوءِ به ڪم اچن ٿا جيئن:

ڪوت ـ هاٿي ڪي ٿو دانت سي ـ
ڪلونا بني پانت پانت،
شيرن ڪي کال شــو کپي ـ
مــن پــاتــي هـتّــن،
مرگهه ڪي کال ڪو تــو ـ
اوپت هئن يوگي جتي،
بڪري ڪي کــال ٿــورا ـ
پاني پــر لائــي هئن،
سانبر ڪي کــال ڪو تــو ـ
بانڌت سپاهي لــوڪ،
گيــنــڊن ڪـــي کـــال ـ
راجا رائي ڪوسهائي هئن،
ڪهي ڪـــوي ديـــارام ـ
رام ڪـــي پيچن بــن؛

منش کي تو کال -
کسي کام نهي آئي هئن.

مطلب: هاٿين جي هڏن ۽ ڏندن مان چوڙا ۽ کيترن
قسمن جا رانديڪا ٺهندا آهن. شينهن جي کل شڪر پڳوان،
رشي منئي وچائي وهندا آهن. هرڻن جون کلون ورکت
يوگي، جتي، ابدن تي پائيندا آهن. ٻڪريءَ جي کل مان پکال
ٺهندي آهي. سانڊهه جي کل مان لشڪر لاءِ پٽا ٺهندا آهن ۽
گيهڊي جي کل جا ڪوٽ، وڏا وڏا آفيسر، امير، وزير،
راجائون پائيندا آهن. ڪوي ديارام جن چون ٿا ته پرڀوءَ جي
ڀڄن کانسواءِ منش جي کل ڪنهن به ڪم ۾ نه ٿي اچي انڪري
بيڪار آهي، جو جيڏي اتوا مٽي کان ٻوءِ ڪنهن به ڪم نٿي
اچي. ڪنهن ڪري هن منش کي پرم اداري، پر اپڪاري
تيرٿ گهرجي. پرم اداري جا کي چئبو آهي؟

پرم اداري اُن کي تو چئجي جو مايا آدي پدارٿن مان پاڻ به
سک وٺي ۽ ٻئي کي به سک ڏي. پرم اداري اُهو آهي
جو پاڻ کي دک ڏيئي به ٻئي کي سک ڏي. اُن بابت کي
درشٽانت ڏيئي ۽ ٻڌن جڏي ستسنگ سماپت ڪيائون. اِتري ۾
هونن جي پنچات جي ڀاران پائي تاراچند هٿ جوڙي پرارٿنا
ڪئي ته پرڀو ڪرپا ڪري اسانجي ڳوٺ پيرا پائي لڳريءَ
کي پوتر ڪريو. ستگرن فرمايو ته آيا چڱو. ٿنهن ڪالپوءِ سيٺي
روٽي کائي آرامي ٿيا. اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن صبوح
۽ رات جو ستسنگ ڪندا هئا، ڏينهان ڏينهن شهر جو پريم
وڌڻ لڳو. مهراج جيرامداس ۽ سندس پيڙ جمنا ٻائي هر روز
ستگرن واسطي مکڻ، ڏڌ ۽ جوئر جي روٽي پچائي کڻي ايندا
هوا، جي ستگرو مهاراج جن پريم سان انگيڪار ڪندا هئا
۽ پريمين کي وراهي ڏيندا هئا. کيترا پريمي ستگرو مهاراج جن

جا جڳياسو ٿيا جن مان ڪن مکيه جڳياسين جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

مهراج جيرامداس، ماتا جمنا بائي، ڀائي گوبندرام؛ سندس سارو ڪٽنب، ڀائي سومن رام، ڀائي هرنارام؛ سندس سارو ڪٽنب ڀائي ٽوٽارام؛ ٻيا نه ڪيترا شش ٿيا. شهر جو آئي ٻرپر ڏسي، ستگرو مهاراج جن ٨-٩ ڏينهن ڪاهيءَ ۾ رهيا. هڪ ڏينهن گرو مهاراج جن صبح جو اٿي جهنگل ڏانهن ٿي ويا ته هڪ غريب مائي جيرامداس جي زال درٻار جي ڀرسان حسب وڃي بيٺي. اهو حال ڏسي سوامي جن دل ۾ دَيا آئي؛ مائيءَ کي ٥ روپيه ڏئي پاڻ جهنگل هلندا ويا. رات جو ستسنگ سماپت ڪري ستگرن سڱت کي چيو ته "سڀاڻي شام جو اسان هولن جي ڳوٺ وينداسون." الي ته ڪڪ؛ عبدوءَ جي ٻڀمڻ وڃي ڪئي ته اسين ٻنهين جي ٻارن اوهان کي مڻائڻ آيا آهيون. ڪرپا ڪري ٻنهي هلڻ جو پروگرام ٿاهي ڏيو ته وڃي بندوبست ڪريون. جڏهن ڏينهن ڏيو ته اُن ڏينهن اوهان صاحبن کي وٺڻ اچون. ٻڀمڻ جي اُداس ٻڌي، مهاراج جن ساڌن کان پڇڻ لڳا ته "بابا! توهانجي ڪهڙي مرضي آهي؟"

ساڌن چيو ته سائين هتان وارن جو پريم ته ڏاڍو سٺو آهي؛ وڌيڪ جيئن اوهان جي مرضي مهاراج جن فيصلو ڏين انهن کان اڳ ڀائي گوبندرام چيو، داس جي اُداس آهي ته، سکر ضلع ۾، توهان ڀيرا اُن پرو آيا آهيو؛ وات لي سکر ٽائين سڀني ڳوٺن جا ٻڍا توهان جي درشن لاءِ پياسي ويٺا آهن. مولڪي چيون؛ لياڻا پيا موڪلين ته سوامي جن هيٺئر ڪٿي آهن؛ وڃيا اَچن ته، اسانکي ٻڌائجو ته اسان مڻائڻ ايندا سون؛ سو هي ٽرلوڪي ناٿ! توهان جلدي وڃڻ جي نه ڪريو، اسان جي ملڪ جا مالڪ، جي موڪ روڪي اڳيان جي ٽنڊ ۾ ستل هئا؛ سندس ٻروٺ ۾ ٻلبل هئا، ٽنڪي

توهان اچي، لنڊ مان ڄاڻايائين سڄاڻ ڪيو آهي. توهان جي شڪتيءَ جي خبر ٿي هاڻي پيئي آئون. ڪي ٻيا چون ٿا سنت ويراڳي آهن، جنهن جي واڻيءَ ۾ شڪتي آهي. ڪي ٻيا چون ٿا ته وسي ڪرڻ منتر پڙهي، ماڻهن کي وس ٻيا ڪن. وري ڪي ٻيا چون ٿا جادوگر آهن، جن جي ڏاڍن جي گهنگهرن ۾ جادو ڀريل آهي. جيڪو سندن ڀڄن سڻي ٿو، سو پنهنجو گهر ڇڏي، پٺيان ڪاهي ٿو پوي. هي ڀڳوان! هي سنت مهاتمائون ته گهڻيئي ٻيا اچن! پر توهان جهڙا آئيڏي، نرمائي ۽ نشڪامي ساڌو، هن ڪڏهن ڏٺا ئي ڪونه آهن. انڪري داس جي اُرداس آهي ته جيڪي پريمي، وات اِي سوال وجهن، ڪن سيٺ جي آس پورن ڪندا هلو. مهاراج جن پريمين کي چيو "چڱو، اوهان جو ماڻهو، هوتن جي ڳوٺ ۾ ساڌن کي وٺڻ اچي."

اهو ٻڌي سيٺئي پريمي خوش ٿيا. تنهن ڪالپوءِ ساري سنگت ڀاو پرشاد وٺي گهر روانا ٿي. صبح جو ستگرن ٧ کان ٩ تائين ستسنگ ڪيو. مکي ۽ شهر جا پنچ ۽ پريمي پيتانون ۽ ڪپڙو کڻي اچي ستگرن جي اڳيان رکيو. ستگرن آهي پيسا ۽ ڪپڙو، ڀائي گوبندرام ۽ ڀائي سومن داس کي ڏيئي چوڻ لڳا ته اَبا! هي پيسا ۽ ڪپڙو شهر ۾ غريب اناٿن ۽ ودوائن کي وراهي ڏجو. ستگرن کي جيڪي ملندو هو، سو غريبن، اناٿن، ودوائن ۾ وراهي ڇڏيندا هئا. تنهن کان پوءِ آرام ڪري شام جو ٤ لڳي شهر مان ڀڄن ڪندا شهر کان ٻاهر نڪري، سيٺ پريمين کي چوڻ لڳا ته جيڪي اسان سان گڏ جي هلڻ سي ڀلي هلن، باقي ٻيا پنهنجي گهر موٽي وڃن، پنڌ ڊگهو آهي.

رات جو سيٺئي ستسنگ ۾ اچجو. مرليڌر کان پڇيائون

آبا! توهان هلندا؟ مرليڌر چيو ته ”هي پريو! مون رات
سپني ۾ ڏٺو ته ستگرو مهاراج جن موڪلي هلڻ لاءِ چون ٿا.
سو مون صبح جو اُٿي پڪو پڻ ڪيو ته جيتوڻيڪ مان
انگريزي پيو پڙهان، تڏهن به جي مهاراج جن هلڻ لاءِ چيو
ته مان پڙهڻ ڇڏي، سائن هميشه لاءِ ويندس ۽ اُنين سمجهندس
ته منهنجو سنو ڀڄو ٿيو آهي؛ سو مان هلان ٿو. پسترام،
پرمانند، گڏيشانند ۽ سنتداس ٻينا هئا؛ تن به چيو ”سائين!
اسان نه هلندا سون. ٻيا ڪيترا ڇوڪرا پڻ مهاراج جن سان
گڏ هلڻ لڳا. ايتري ۾ ڪنهن پريميءَ وڃي ڇوڪرن جي
مائٽن کي ٻڌايو ته توهان جا ڇوڪرا، سائين سان گڏجي پيا
وڃن، ڇوڪرن جي مائٽن اچي ٻارن کي پڪڙي، جماڻون هٽي،
ڪين موٽائي پنهنجي گهر وٺي ويا. ستگرو مهاراج جن ۽ سيٺ
ساڌ، پڇن ڪندا هوڻن جي ٽولن ۾ اچي، ڀائي ٽاراچند جي
اوطاق ۾ براجمان ٿيا. رات جو ستسنگ شروع ڪيائون.
ٻاهر جي خلق تمام گهڻي آيل هئي. مهاراج جن پريم جي
وارتا ٻلائي، جنهن ته ڀڳوان جي ملڻ جو رستو تمام ڏکيو
آهي. هڪڙو پريم ئي آهي جو جلدي پرڀوءَ سان ملائي
ٿو. پريميءَ ۽ وڏاڳيءَ کي ڪوبه سنسار جي اندر مت مائٽ
يا پدارٿ روڪي نٿو سگهي. ڪوبه سنسار جو ٻنڌن ان
کي ٻڌي نٿو سگهي.

چند - پريم کي ريت ڪاهون نهين ديست -
ذات نہ پات نهين ڪل گارو،
پريم نہ نيم ڪاهون نهين ديست -
لاج نہ ڪان لگو سڀ کارو،
لين ڀيو هرسؤن اُر آنتر-
آنو يام رهي متوارو،

سندر ڪوئــو اِڪ جـٺـان سڪي يـهــ -
گـوڪل گـام ڪو پنٿ ئي نيارو •

مطلب: جنکي پريوءَ جو سچو پريم لڳو آهي، اُنهنکي پنهنجي ذات، ورن، آشرم جو بنڌن لٿو بڌي سگهي؛ لوڪ لڄا، ڪل لڄا، ويد لڄا تنهي کي ٽوڙي اڳتي وڌن ٿا • سنسار جا ماڻهو کي نندا ڪن، کي ساراهه ڪن، پرلتو اُنهيءَ تي ڪو به ڌيان نه ڏيندا آهن• نام جي مستيءَ ۾ اُنهن جي ورتي لوُلين هوندي آهي• سندر مهراج جي چون ٿا ته پريم جو رستو سنسارڪان بلڪل نيارو آهي•. جيڪي سنسار جا ماڻهو وشين جي ڀوڳن ۽ مايا ۾ موهيا پيا آهن، سي اُنهيءَ پريم جي رستي کي ڄاڻي نٿا سگهن• اِنترو چئي ستگرو مهاراج جن هي ڀڄن شروع ڪيو•

## راڳ آسا

ٽل- جنکي ليهن نسنگ ڪيو نيهي -
تنجي لوڪن کي ڪل ڪيهي •

١- مورک پنُڊِت دِرگند چاهن- عاشق پوُرا سگهڻ اُنانِ،
پـارِ ڏنـو جـن پيهي •

٢- مورک بگهه جٽن مچي چگـن ٿـا-
عـاشق آهـار ڪن مـوتين جـا،
سچ کـي ڪري سنيهي •

٣- بـاڪري لعلن مان چـا جاڻـن-
سـت جواهـري صاف سڃاڻـن،
ٿـيـا سڄاڳ سهجيي •

٤- ڪهي ٽيڏون ٽن لـوڪن ۾ جي -
سـورج والـگـي ڪين چڻن سـي،
آهـن پـرگهٽ جي ٽـي •

اڌيءَ وشش لي ڪيترا ڀڄن ارٿ سهت ڳائي، ستگرن رات جو ۱۲ بجي ستسنگ سماپت ڪيو. ساري سنگت پاو پرساد وٺي گهر رواني ٿي. ٻئي ڏينهن صبح جو ڀائي ٽاراچند ۽ سندس سارو ڪٽنب ستگرو مهاراج جن کان نام جو اپديش وٺي شش ٿيا.

رات جو ست اپديش جي وارتا هلايائون، چيائون ته هيءَ منش جنم ڀڳوان جي پراپت ڪرڻ لاءِ مليو آهي. ميلاپ ۾ ئي سگهي آهي. سو ميلاپ ٻن پرڪارن جو آهي. هڪڙو ٻاهر جو ميلاپ، ٻيو اندر جو ميلاپ، ٻاهر جو ميلاپ هي اٿو. اندروني ميلاپ سڀئي جيو چاهين ته پر اهو ڪري ئتا سگهن، ڇو جو ميلاپ رستي ڪالسواءِ ٿي نه سگهندو. پورن، ٻاهرين ميلاپ جو رستو هي آهي ته، جيڪو ميلاپ ڪرڻ چاهي سو اول پنهنجو سوارٿ ڇڏي، مان اپمان کي نه ڏسي. ٻالڪ ڀڳوان جو فرض سمجهي، سڀني جيون جي سگهه لاءِ دل ۾ سچو ڀاءُ ڌاري. سڀني سان ميلاپ ڪري هلي. ٻيو اندروني ميلاپ يعني جيو برهم جو ميلاپ جو سڀ شاسترن، سنتن جي سنگ ۽ پورن ستگرو جي ملڻ سان ٿيندو آهي. اهڙي ٻئي ميلاپ هن جيو کي سک ڏيڻ وارا آهن. اڌيءَ وشش لي ڪيترا ڀڄن ڳايائون. ستسنگ سماپت ٿيو. رواني ڪالهي سمهي پيا. صبح جو ڀائي چوڏارام جي گهر ستسنگ ڪري لهرن ڪاڏانهن آلي ۾ جيڪو ڏن ۽ وستر ملن سو سڀ غريبن ۽ فقيرن کي ورهائي ڏنائون. ٽهن ڪالهه سنڌري پڪتارا چاڙهي، ڀڄن ڪندا، شهر کان ٻاهر نڪري، سڀني برهمڻ کي آشيرواد ڏيئي پرڪرڻ جي ٻوٽ ۾ آيا.

شام جو ۳ بجي مرليڌر اچي، پيرن پئي ويو. مهاراج جن نهاري چوڻ لڳس ته ”ڪشن بابا! خبر پئي ته چوريءَ ۾ پيئي آيو

آهين ڇا؟ مرليڌر هٿ ٻڌي چوڻ لڳو تہ، ڀڳون! ٽيون ڏينهن شام جو اسان سيٺي کي مانٽ واٽ تي ماريندا گهٽيندا گهر وٺي آئي ٻڌي ڇڏيائون. بسترام کي تہ ماڻهن کوٺيءَ ۾ پوري ڇڏيو آهي. اڄ منهنجو ٻارُ روئي ڏئي، ڇڪ جي شهر ۾ ويو. ڍڍهڪاڻوءَ مون ڇاڇيءَ کي چيو تہ ڀڳوان جي نالي مونکي ڇوڙي ڇڏيو. هاڻي مان ساڌن ڏي ڪونہ ويندس. ڇاڇيءَ مونکي ڇوڙي ڇڏيو. مان اوڏو ڪٽي، سڌو هيڏانهن ڇوريءَ هليو آيو آهيان ۽ هاڻي مان گهر ڪونہ ويندس. ستگرن چيس تہ ابا! وڃ جي آڳيا ۾ رهو ۽ پنهنجي گهر ۾ وڃي ڀڳتي ڪيو. ڀائي گوبندرام مهاراج جن کي ٻڌايو تہ، شهر جي ڀرسان، هڪ مائي ليسوڙيءَ جو آستان آهي، انهي ڀرڻ ڀرتي سنت رهندا آهن: هلو تہ جهنگل جو سير بہ ڪري اچون ۽ سنتن ولان بہ گهمي اچون. ستگرن چيو تہ چڱو، سير تہ هلون. سيٺي ساڌ، مهمان ۽ شهر جا ڪيترا پريمي، ستگرن سان گڏجي، مائي ليسوڙيءَ جي آستان تي آيا. دربار جي ساڌن، ستگرو مهاراج جن ۽ سيٺي ساڌن ۽ پريمين کي پريم سان وهاري، خبرون چارون ورتيون. جڏهن بس ڪيائون تہ ستگرن چيو ڀي تہ خبر ٻڌايو تہ هيءَ مائي ليسوڙي ڪير هئي. جنهن جو هيءُ آستان آهي؟ آستان جي ساڌن ٻڌايو تہ هڪ ويراڳي مهاتما پنهنجي موج مستيءَ ۾ گهمندي ڦرندي، هيءُ جيڪو گيدوڙيءَ جو وڻ آڏو ڏسو ٿا، اُنهيءَ ليسوڙي جي وڻ هيٺان، وڃي ڀڄن ڪرڻ لڳو.

ڀڄن جي پرتاپ سان هن آستان جو نالو مائي ليسوڙي پئجي ويو آهي. پريو! سڀ توهان سنتن جي ڀڄن جو پرتاپ آهي، جو جو جن جاين تي سنت مهاتمائون ويهي ڀڄن لڳيا ڪن ٿا، سي جايون پوتر ۽ پوڄڻ جوڳ ٿي پون ٿيون. ان

ڏُومراءِ غريب کهي - تنجو ويروال سپ،
چڱن سري آمبرتا - سر ۾ لڳائيئي.

هن چند ۾ شهرن جا نالا آهن، ۽ ارٿ سان ڀريل آهن. جيئن ته ٻاهران پورب يعني ولايت جي ڪمائي، هن پڇم يعني الهندي ديش ۾ وڃائو ڪائين. آگري مان توڻ واپار ڪري، ڪمائي ڪانه آئين. ڇا جي ڪري، جو وات تي دهليءَ جي شهر ۾، دلالن آگري جو سودو بگاڙي ڇڏيو. تنهن تي توکي اچا تي ته هاڻي تيرٿ ڪري، پوءِ موٽي پنهنجي گهر وڃان. پٽيالا شهر جي ڀرسان جڳادري تيرٿ آهي، سو ڪري اچان، ۽ پٽيالا رياست ۾ راڄائي لشڪر رهي ٿو، ان ڪان ڊڄي توڻ تيرٿ ڪونه ڪري سگهئين. وري تو خيال ڪيو ته سهارنپور ڪان وڃي، هردوار ۾ ماتا گنگا جي ٽٻي ڏيئي اچان. اُتهيءَ وچ ۾ جيڪي سنگي ميلي ۾ توسان اچي مليا، سي توکي روز چون ته، هلو ته لاهور گهمي اچون. انهن جي لت پت ڪري، توڻ هردوار جو تيرٿ به ڪري ڪونه سگهئين. تڏهن توکي سنڪلپ ٿيو ته سري امرتسر ۾ گرو نانڪ صاحب جي دربار جو درشن ڪري اچان. سو جڏهن ويروال جي اسٽيشن لنگهي ويندين، تڏهن وڃي سري امرتسر جو تيرٿ ڪري ايندين. اهو تيرٿ به توڻ ڪونه ڪري سگهئين. خالي ٺڪي، موٽي پنهنجي گهر آئين. هن جو سدانت: هيءَ جيءُ پورب جي ڪمائي، يعني اڳلي جنمن جي شڀ ڪرمن جو ڦل، هن جنم ۾ وڃائو ڪائي. آگري ڪي ڪيپ، سو تو ڪبي نا چلائي. آگرو يعني اڳتي پرلوڪ جي واسطي ڪجهه به ساڌن نه ڪري. وري هن کي خيال ٿيو ته پرلوڪ جو توشو بنايان، ۽ دلي کي دلالن تي سودا ته بگاڙ ڏيئا، يعني هين دل جي

دليل، سڌسن، برهمن پرلوڪ جو شب ڪرمن روپي سودو
ٻگاڙي ڇڏيو. ٻيالي ڪي اوٽني سي جڳادري نه پاليٿي.
پٽ معنيٰ نرم ۽ آلو معنيٰ آستالو. معنيٰ اٿش ڪري، جنهن ۾
من راجا جو لشڪر رهي ٿو. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه،
اهنڪار آدي وڪار، لن قاسالي ڇڏيو. تنهن ڪري
جڳادري نه پاليٿي. معنيٰ جڳتر ۾ آدر ڪونه پاتو. سنگي
اڙ سالي لبري لت هي سدائين، لاهور ڪهي. سنگي
معنيٰ پٽ، استري ۽ ڪٽنبي، سدائين چون ته لاهور معنيٰ
لي آئو. هڙ معنيٰ ٻيو ٻه ڪمائي اچ. سهارن ڪي رستي
سي تو هردوار جاليٿي، معنيٰ سهاري ڪري سان ڀڳوان جي
دربار ۾ وڃي سگهيو، سو ٻه ڪٽنب جو سهارو ڪونه ڪري
سگهيو. معنيٰ جيئن ڪٽنب چوي ليئن ٿي ڪري ٿو.
ڏومراءِ سنت چوي ٿو ته لچ سڀ وهروال. معنيٰ واهر پاءِ
ٻاليءِ ڪي ڇڏ. چت سري امرتسر ۾ لڳاءِ، معنيٰ پنهنجو چت
امرتسر معنيٰ امرت تلاو معنيٰ برهم آنند ۾ لڳاءِ. پر تون
ڪجهه به ڪونه ڪري سگهين. پنهنجو سارو جنم بيڪار
ڪري ڇڏيئه. جهڙو جاڻين تهڙو نه جاڻين ۽ پرلوڪ معنيٰ
پنهنجي گهر ۾ خالي موٽي وڃين. ان وقت تي ستگرن ڪيترا
شبد ڳايا. برهم جي حد نه رهي. وقت جي سرت نه رهي.
رات جو هڪ وڳي ويو. پوءِ ستنام ساکيءَ جي ڌنيءَ سان
ستسنگ سماپت ڪيائون.

ٻئي ڏينهن سويل صبوح جو مرليڌر جو ڀاءُ قيمت رام
اچي لڪتو. سوامي جن کي ٻڌايائين ته مرليڌر ٻيا موڪلائي
گهران ڀڄي لڪتو آهي ۽ سوامي جن کي ڏهتا سان رهتي
ڪيائين ته ڪيس سمجهائين ته موٽي گهر هلي. ستگرو مهاراج جن
چيو ته بابا! اسان ڪيئن ڪيس سمجهايو آهي ته ماٽن جي آگيا

۾ رهو. اسين ڇهليولس ڪونه ٿا، ٻلي وٺي وڃوس. قيمت رام مرليڌر کي ٻلهن ڪان وٺي ڏهڪا ڏيندو گهر وٺي ويو.

ستگرو مهاراج جن پرڪرٽ ۾ ۷-۸ ڏينهن رهي، عبدوءَ روانا ٿيا. صبوح جو ايڪتارا چاڙهي پڇن ڪندا شهر کان ٻاهر نڪتا، ۽ ڳائيندا وڄائيندا اچي عبدوءَ ۾ پهتا.

شام جو باغن جي سئر لي ويا، رات جو اچي ستسنگ جي منڊپ ۾ ستسنگ شروع ڪرايائون. ست اپديش جو ورلن ڪيائون. چيائون ته: هيءُ منش جنم پرڀوءَ جي ڀڄن واسطي مليو آهي.

سويو- سنتن کو ستسنگ بـرو مل-

سنتن سي پـوسنڌ تـرو ري،

جي سنـگت نـانهه بني تـو-

نام جپو ڪڇهه دان ڪرو ري،

جي يهه دونون ڪر نه سڪو تو-

نـا سر پاپن پوٽ ڌرو ري،

گر پاپن تي تم نـانـهه ڊرو تو-

اِس جيون تي ڊُوب مرو ري.

مطلب: سنتن مهاتمائن ۽ لتوگيانين جو سنگ وڏي ۾ وڏو ساڌن يعني ڪرم آهي، سو ڪري آتم گيان پائي سنسار ساگر مان پار ٿري، پنهنجي آدي امر گهر ۾ آرامي ٿيءُ. ۽ جي سنتن جو سنگ نه ڪري سگهين ته ڀڳوان جو ڀڄن ۽ دان اِشنان آدي شڀ ڪرم ڪري سرڳ لوڪ جا وڃي سک ماڻ. جي اهي ٻئي ڪم به توکان نه ٿي سگهن ته ڪڏهن ڀلجي به پاپ ڪري پاڻ کي نرڪ جو گامي نه ڪجانءِ. سدائين پاپ ڪرم کان ڊڄندو رهجانءِ. جي تون پاپن کان ڊڄي به ڀڄي

نه سگهندين نه پوءِ هن جيئڻ کان مرڻ بهتر اٿيئي. سنت مهاتمائون رات ڏينهن پڪاري رهيا آهن ته هيءُ منش جنم مليو آهي پنج ڪرڻ لاءِ. پر جي پنج نه ڪري سگهين ته پاپ نه نه ڪر. منش جو ڌرم آهي دان ڪرڻ. جي ٻاڻا دان نٿو ڪري ته ٻين کي دان ڪرڻ کان نه روڪي. منش جو ڌرم آهي سڀني جيون کي سک ڏيڻ، پر جي ڪنهن کي سک نٿو ڏئي سگهي ته ڪنهن جيو کي دکائي نه نه. ٻيا ڪارڻ ڪنهن جيو کي دکائڻ وڏو پاپ آهي. هن سنسار ۾ چئن پرڪارن جا منش ٿيندا آهن: هڪڙا ٻير جهڙا، ٻيا سوپاريءَ جهڙا، ٽيان بادام جهڙا ۽ چوٿان ڪشمش جهڙا:

(١) ٻير جهڙا: يعني جئن ٻير ٻاهرين ڪل ڪري تمام سندر ٿيندو آهي پر اندر ڪکڙيءَ سان ڀريل آهي، تئن گهڻا منش ٻاهران تمام غريبڙا، مٺڙو ڳالهائيندڙ، ڏاڍا سهڻا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، پر انهن جي دل ڪپٽ، لالچ ۽ پاپ سان ڀري پيئي هوندي آهي. پنهنجو سوارٿ ڪڍي، اڳلي کي ڌڪو ڏئي ڇڏيندا آهن.

(٢) سوپاريءَ جهڙا: يعني جيئن سوپاري اندر ٻاهر ڪنور (نوسد) ٿيندي آهي، تيئن ڪيترا منش اندر ٻاهر ڪنور، ڪرڙا ۽ ڪوڙي سڀاءَ وارا ٿيندا آهن.

(٣) بادام جهڙا: يعني جيئن بادام ٻاهران سخت ٿيندو آهي پر اُن جي اندر گري، يعني مٺي گري ٿيندي آهي، تيئن ڪي منش ٻاهران ڳالهائڻ جا شوخ ۽ ڪڙا ٿيندا آهن، پر اندر ۾ نرم ۽ دل ۾ دايا وارا، پر اپڪاري ٿيندا آهن.

(٤) ڪشمش جهڙا: يعني جيئن ڪشمش اندر ٻاهر هڪ جهڙي نرم ۽ مٺي ٿيندي آهي، تيئن اهي منش

الله، باهر هڪ جهڙا پر اُپڪاري، سچ ۽ مٺي ٻولڻ وارا، پرم اُداري سيني جيون جا سڪاري تيندا آهن. جيڪي ڪشمش وانگي آهن، سي ڀڳوان جو روپ آهي.

اُنهيءَ وشئه تي ڪيترا ڀڄن ڳايائون ۽ ارٿ سمجهايائون. رات جو هڪ بجي پرارٿنا ڪرائي ستسنگ سماپت ڪيائون. اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن هر روز ست اُپديش ۽ ڌرم جو پرچار ڪري، ست ڏينهن عبدوءَ ۾ رهي ناپرن ويا. ناپرن جا پريمي ستگرن ڏي ونڻ لاءِ آيا هئا. صبح جو پريمين کان موڪلائي بازار مان ڀڄن ڪندا، شهر کان ٻاهر نڪتا. پريمين کي آشيرواد ڪري روانا ٿيا. واٽ تي ڳائيندا، وڄائيندا، رهاڻيون ڪندا، ناپرن جي ڳوٺ ۾ آيا. شام جو سئر ڪري چاءِ تي آيا. ڏٺائون ته باگڙجيءَ جي شهر جو ڀڳت موڻ رام اڳيئي اُتي ويٺو آهي. موڻ رام پرشاد پيتا رکي هٿ ٻڌي چيو ته ”هي ڀڳوان! مونکي ڀائي ڪلومل موڪليو آهي ۽ پرشاد ڏنو اٿن ۽ چيو اٿن ته تاريخ ۱۱ اسوءَ جي سيسا ڪريون ٿا. ڀائي ڪنوررام صاحب جن به ايندا توهان به ڪرپا ڪري، اُنهيءَ شڀ موقعي تي درشن ڏيو. ٻه چار ڏينهن اڳ اچجو. اِها ڪرپا ضرور ڪندا. اسان توهانکي ۵ تاريخ ونڻ ايندا سون.“ اهو ٻڌي ستگرن چيو ته چڱو، هينئر هلو ستسنگ ۾. سيئي ساڌ ستسنگ جي منڊپ ۾ آيا. اُتي ڀائي آوترام مهاراج جن کي ٻڌايو ته ”سائين، ڀڳت موڻ رام تمام چڱو ڀڄن ڪندو آهي. پهرين هن کان ڀڄن ڪرايو.“ مهاراج جن جي آگيا پائي ڀڳت موڻ رام چير ٻڌي، ڪلاڪ کن ڀڄن ڪيو. ننهن کان پوءِ ستگرن ستسنگ ڪيو. چيائون ته هن جيو کي سنگ تي ٻوڙي تو ۽ سنگ تي تاري ٿو.

دوهرو- هوت سَ سنگت سهج سک -
دک کُ سنگت جان،
گانڌي اور لوهار کي-
ديکو بڻت دوکان.

مطلب: چڱيءَ سنگت مان هن جيو کي سهڄيڻي سک جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ خراب سنگت مان دک ئي ملي ٿو جيئن عطر واري جي دڪان تي وڃي ويهو ۽ ڪجهه خريد ڀ نه ڪبو ته ڀ سڳنڌ ته ضرور ايندي. عطر وارو شيشن کي ڍڪڻ ڍڪي بند ڪري، ڪيترو ڀ اڪالي رکي ته ڀ خوشبوءِ ضرور ايندي. پر جي لوهار جي دوڪان تي وڃي ويهو ته باهه جي گرمي، دونهون، چڻگون ضرور لڳنديون.

دوهرو- نيچ نرن ڪي سنگ ڪر- ڀوڳي دوک اپار،
نسچي جاوي نرڪ يا- ڀوڳي دوک هزار.

ارٿ: هيءُ جيو ڪڪرمي، پاپين ۽ مورکن جي سنگ ڪرڻ سان وڏو دک پائي ٿو ۽ گهڻو ڪري وڃدو ته نرڪ پر، نه ته ڀ هتي ڪافي دک ڀوڳيندو.

دوهرو- سريشٽ جنون ڪا سنگ ڪر-
کهه نيڻون ڪر پيار،
پاوينگي پد پرم ڪو- نالو سرگ دوار.

ارٿ- آلم گياني، پرم ووهڪي پرشن جي سنگ ڪرڻ ڪري ابناسي پد کي پائي، جنم مرڻ جي دک ڪان ڇٽي مڪت ٿي ويندا. پر جي او پر ڪا ڪسر رهجي ويئي ته به سرڳ لوڪ پر ته ضرور وڃي سک پائيندين. هن جيو کي هيءُ مانش چولو پرمالما ڏنو آهي پنهنجي ماڻڻ واسطي.

ڏوهرو – آب ڪا بڇڙيئا نا ملي، ڪري يتن ٻهه ڪوءِ،
ڪهه تيئون من سمجهه لي، جوُ هويا سو هويه.

**ارٿ:** هي جيو هن وقت جي وڇڙيو ته پوءِ ڪيترا به يتن ڪندو ته به ملي ڪونه سگهندو. هي من! ويچار ڪر، ڀڳوان جي ملڻ جو سادن هي منش چولو ئي آهي. هن جنم جو وڇڙيو، جڳان جڳ جو وڇڙيو ۽ هن جنم جو مليو جڳان جڳ جو مليو.

ڏوهرو – آب ڪا ملا نه بڇڙي – رهي جڳان جڳه ميل
ڪهه تيئون من سمجهه ڪي – چلو ملن ڪي گيل

مطلب: هن وقت جي پرماتما سان ملي ويو ته سدائين مليو ئي رهندو. هي من! ويچار ڪري ملڻ جو رستو وٺي ڀڳوان سان مل. بنا رستي نه ملي سگهبو. سو ڀڳوان سان ملڻ جون ته گهڻيئي واٽون آهن، پر ڪي تمام ننڍڙيون آهن ۽ ڪي وري ڏنگيون، ورن وڪڙن واريون آهن، جن مان وڏو چڪر ڪاٽڻو پوي ٿو. پر هڪڙو ئي وڏي ۾ وڏو رستو سڌو ۽ ويڪرو آهي، جنهن مان هي جيو جلدي لنگهي پنهنجي مقصد تي پهچي سگهيٿو.

**ٿاڦيرج:** (۱) ڀڳوان جي ملڻ واسطي ورت، نيم، ڄوڳ جپ، تپ، پاٺ پوڄائون، سنڌيا گائتري جهڙا گهڻائي ساڌن روپي ننڍا ۽ سوڙها رستا آهن، جن مان هي جيو بلڪل ڏيري ڏيري وڃي ڀڳوان سان ملي ٿو.

(۲) ڀڳوان جي ملڻ واسطي تيرٿ، دان، اشنان ۽ يگين روپي ور وڪڙ ۽ ڏنگا رستا آهن، جن مان لنگهي سرڳ لوڪ آدي گهمندو گهمندو، جيو، ڪن جنمن کان پوءِ وڃي ڀڳوان سان ملندو.

(۳) بلڪل سڌو رستو آهي ستو ويتائن سنتن، مهاتمائن

جي سنگ جو. سو سنگ جو رستو وڏي ڀروڏو آهي، جنهن
۾ ڪو ٻڙو، ڪنڊو، ڪانهي رڪاوٽ لڳي ٿوي ۽ سڌو جلدي
ڀڳوان سان وڃي ملائي ٿو. تنهن ڪانپوءِ هيءُ جيو جنم مرڻ جي
چڪر ۾ اٽڪو اچي، سدائين ڀڳوان سان جڳان جڳ مليوئي رهي
ٿو. تنهنڪري مهاتمائن جو سنگ ڪري ڀڳوان سان ملڻ گهرجي.
هڪ واري ملڻ کان پوءِ هيءُ جيو ڀاڻا جدائيءَ جي اِڇا سوڌ
ڪري، باقي ڀڳوان هن کي ڪڏهن به جدا نه ڪندو.

سلوڪ – ملا پيارا لٿي دلگيري – من وچ پئي خوشحالي،
جت ول ويکان تس ول دسندا–
اُس باجهون جاءِ نه خالي،
آپي خاوند آپي بردا – آپي جگ دا والي،
سنت رڻ رو مليو سان نون جنهن دي –
وڇڙن دي نهين چالي.

مطلب: جڏهن هيءُ جيوُ پرماتما سان ملي ٿو، تڏهن جتي
ڪٿي ڀڳوان کي ڏسي تمام خوش ٿئي ٿو ۽ ڀڳوان به خوش
ٿئي ٿو. پوءِ ٻئي پاڻ ۾ ملي هڪ روپ ٿي وڃن ٿا.
سنت رڻ جن فرمائن ٿا ته اسان کي اهڙو ڀڳوان مليو آهي جو سدا
ديالو آهي ۽ جنهنجي اهڙي رت ٿي ڪانهي جو هڪ واري
ملائي جدا ڪري ڇڏي. سو اهڙي پرم ديالو ڀڳوان سان سڀني
جيون کي ملڻ گهرجي. اهيءَ وشئه تي مهاراج جن ڪيترا
ڀڄن ارٿ سهت چيا، رات جو هڪ بجي ستنام ساکيءَ جي
ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيو.

اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن ٽاپرن جي ڳوٺ ۾ رهي
ست اُپديش ۽ ڌرم جو پرچار ڪندا رهيا. تاريخ ۵ اَسوءَ جي،
ڀڳت موڻا رام ٻاگڙجيءَ مان ستگرو مهاراج جن کي وٺڻ لاءِ
آيو. تاريخ ٦ اَسوءَ جي صبح جو ستگرو ڀهڄي منڊليءَ سميت

شهر مان پڇن ڪندا شهر کان ٻاهر نڪري، سڀني برهمڻن
کي آشيرواد ڏيئي، پنڌ ٻاگڙجيءَ روانا ٿيا. ستگرو مهاراج جن
سدائين چت جا پرم اُداري هوندا هئا. پاڻ کي دک
تڪليفون ڏيئي بہ ٻين کي سک ڏيندا هئا. سائين اپيدواٽيءَ
سان سچ جو اُپديش ڪندا هئا. ڪپٽ، پاکنڊ آديءَ جو کنڊن
ڪري، سنسا ڀرم دور ڪري، سڀني کي لرپڻ ڪري
سچ جي مارگ ۾ لڳائيندا هئا. جڏهن شهر ۾ ايندا هئا
تہ بازار مان پڇن ڪندا ويندا هئا. شهر کان ٻاهر نڪرندا
هئا تہ پڇن ڪندا ويندا هئا. تنهنڪري ستگرو
مهاراج جن پنڌ ئي پنڌ اچي ٻاگڙجيءَ پهتا، جتي سيٺ
ڪلورام ۽ شهر جا ڪيترا پريمي اڳيئي دهل شرنائون وٺيو ۽
گلن جا هار کڻيو ستگرو مهاراج جن جي سواگت لاءِ انتظار ۾
بيٺا هئا. ستگرو مهاراج جن ۽ سادن کي ڏسي تمام خوش ٿيا
۽ گلن جا هار پائي پيرين پيا. تنهن کانپوءِ اڳيان دهل
شرنائون وڄڻ لڳيون ۽ پٺيان ساڌ پڇن ڪندا، ساري شهر
مان گهمندا اچي سيٺ جڙيارام جي اوطاق تي لٿا، جتي اڳ
ئي آسڻ وڇائي سنئون بندوبست ڪري ڇڏيو هئائون. ستگرو
مهاراج جن کي هڪ سينگاريل آسڻ تي وهاري، سڀئي
پريمي پرشاد رکي، پيرين پئي، خبرون چارون ڏيئي وري
پنهنجي جاءِ تي ويا.

شام جو نيم انوسار سڌ ڪري آيا ۽ رات جو ستسنگ
ڪيائون. ستسنگ جي وشيہ هئي شبہ ڪرم. چيائون تہ
شبہ ڪرم ئي جيو کي، لوڪ انوا پرلوڪ ۾ سهائتا ڪن ٿا
تنهن لاءِ هڪ درشٽانت ڏنائون.

**درشٽانت:** هڪڙو سيٺ ڪمائڻ لاءِ ولايت ويو. اُتي
ٿي سال رهيو. چڱن سيٺين سان ڀائيواري ڪيائين. ٽئين سال

جي ٻچاڙي ۽ پر وطن کان چلي آهس ته هڪدم هليو اچ. وڃار
ڪيائين ته وچڻ کان اڳ جن سيلين سان ٻالهواري ڪئي اُن
لنکان موکلائي وڃان.

پهريائين اُنهي ۽ سيٺ وٽ ويو جنهن سان رهيو پريم
رکي هئائين. اُن کي ٻڌايائين ته وطن کان چلي آئي آهي ته
جلدي اچ. سو مان وڃانٿو ۽ موکلائڻ آيو آهيان. توهان
مولکي هن وقت کهڙي مدد ڪندا؟ سيٺ چيس ته مان
لوکي ڪابه سهايتا ڪري نٿو سگهان. تو ئي مولسان پريت
رکي آهي ۽ مان توسان پريم ڪانه رکي آهي. رکو جواب
ٻڌي ڏاڍو دک ٿيس ۽ اُتان ٿي ويو ٻئي سيٺ وٽ، جنهن
سان سندس پارهن آنا پريت هئي. هن به جواب ڏنس ته اِئي
ڪا مدد ڪري نٿو سگهان. البت دروازي تائين ساڻ هلندس.
اُتان به خالي هٿين موٽي ويو ٽئين سيٺ وٽ، جنهن سان
سندس اُٺ آنا پريت هئي. سهايتا جي ٻاري پر هن به ٽي
ڏاڍيون ڳالهيون. رکو اهڙو چيائينس ته ڀائي، اُسين توسان گڏجي
اسٽيشن تائين هلنداسين. دل ۾ چيائين ته اِين ٻن کان ته وري
به چڱو آهي جو اسٽيشن تي اُپرائڻ ته هلندو. هاڻي هليو
چوٿين سيٺ کان موکلائڻ، جنهن سان چار آنا پريم هئس.
اُن کان به پڇيائين ته کهڙي مدد ڪندا. سيٺ پيار مان چيس
ته هي پيارا! مان توهان لاءِ نڪمت وٺي رستي لاءِ ضروري
سامان ساڻ سان ڪٺي توهان کي وطن پهچائيندس. توهان
ڪو به خيال نه ڪريو. سيٺ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته
هي ۽ سيٺ ته سڀني کان سٺو آهي. هن سان ٿي رهيو پريت
رکان ها ته چڱو ٿئي ها.

**ستانت:** سوامي جن چيو ته اِهو آهي درشٽانت. اُنجو
سڌانت آهي ته هي ۽ جيو هڪڙو سيٺ آهي جو پنهنجي

وطن يعني پرلوڪ کان هن ولائت يعني مرت لوڪ ۾ منش
چولو ڀري، گڻ گيان ڀڳتيءَ روپي ڌن ڪمائڻ آيو آهي.
هتي مرت لوڪ ۾ ٽي سال رهي ٿو يعني ٽن اوستائن مان
گذري ٿو. (١) بالاپڻ (٢) جواني (٣) ٻڍاپو.

(١) بالاپڻي ۾ اگيان جي وس ٿي، اها اوستا کيل ڪود
۾ وڃائي ٿو. جڏهن جوانيءَ جي اوستا ۾ اچي ٿو تڏهن چئن
سينهن يعني (١) ڌن (٢) استري (٣) ڪٽنب (٤) سنتن سان
پريت رکي ٿو. تنهن ۾ ڌن سان روپئي جو روپيو، استريءَ
سان ٻارهن آنا، ڪٽنب سان اٺ آنا، ستگرو، سنتن ۽ ست
ڪرمن سان چار آنا پريت رکي ٿو.

جڏهن ٻڍاپي جي ڀڃاڙيءَ ۾ جيو کي پنهنجي وطن يعني
پرلوڪ مان چٺي اچي ٿي يعني ڪال روپي سڏ ٿئي ٿو، تڏهن
جن سان پريت رکي اٿس، تن ۾ اميد رکي گهبرائجي نهاري
ٿو تہ هن وقت منهنجي اهي سهايتا ڪندا. پر جڏهين ڌن
ڏي نهاري چوي ٿو تہ مون سان ساڻ هلندين؟ ڌن رکو جواب
ڏئيس ٿو تہ ”مان توسان هڪ قدم بہ ساڻ نہ هلندس.“ تڏهن
وچان ڌن کي چوي ٿو تہ مون توکي ڪوڙ، پاپ، انگيون ڪري
گڏ ڪيو، مگر تون هڪ پير بہ ساڻ نٿو هلين. ڌن چويس
ٿو تہ مون توکي منت نہ ڪئي هئي تہ مون سان ايتري
پريت رک. هي مورک! توکي شايد اها خبر ڪانهي تہ
جيڪو مون سان گهڻي پريت رکندو آهي، تنهن کي مان لوڪ
چار دروازا ڏيکاريندو آهيان. جواب ٻڌي نپ ٿي ٿري ويس.
وري استري، جنهن سان ٻارهن آنا پريت اٿس، تنهن ڏي
نهاري، ڏاڍي اڪير مان چويس ٿو تہ مان هاڻي پنهنجي وطن
پرلوڪ وڃان ٿو، تون تہ سهايتا ڪندينءَ نہ؟ استري چويس
ٿي تہ هي پيارا! مان ٻي تہ توهانجي سهايتا ڪري ڪانہ

سگهندس، باقي درواري لاءِ ساڻ هلندي ساڻو. تڏهن ڪالهه
ڪٽنب کان پڇي ٿو ته هن الست وبلي سهالي آيندا ڇا؟ ته
جواب مليس ٿو ته اسان اسٽيشن يعني شمشان ڀوميءَ لاءِ ساڻ
هلنداسون. اڳتي ڏٺهجا ڏر، ڏٺهجا ڪرم. جيڪو ڏاڍو ڏکي
لڳي ٿو ۽ وچار ڪري ٿو ته ڏن، استري ۽ ڪٽنب سان
هيتري پريت رکم، پر پڇاڙيءَ جو پرلوڪ لاءِ ڪوبه سنگي
ڪونه ٿو لڳي. باقي چار آنه پريت سنتن ۽ ست ڪرمن سان
رکي هيم، سو هاڻي اُهي کان موڪلائڻ گهرجي. تڏهن ستگرن جو
ڌيان ڌري روئي چوڻ ٿو ته ”هي ڀڳوان! پنهنجي وطن يعني
پرلوڪ مان جلدي اچڻ لاءِ چئي آئي آهي سو هاڻي مان
وڃان ٿو. توهان سنگي ٿيندا؟ هن وقت ٻيو ته ڪوبه سنگي
ڪونه ٿيو. جن سان هيتري پريت ڪيم تن دوکو ڏنو.“

تڏهن ستگرو پريم ڏيالو دلداري ڏئي چوڻس لڳا ته ”اچا!
تون ڪوبه خيال نه ڪر. اسان توکي ڳڻ ڳيان، ڀڳتيءَ روپي
ٽڪيٽ ڏني، آتم گيان روپي هوائي جهاز ۾ چاڙهي، پنهنجي
آدي گهر ۽ امرلوڪ ۾ پهچائيندا سون.“

ستگرن جي دلداري ٻڌي، دل ۾ پڇتاءُ لڳو ته جي مان
ڀرپالين ستگرن سان ٿي ريهو پريت رکان ها ته ڏاڍو چڱو ٿئي
ها، پر وري به چڱو ٿيو جو سنتن سان چار آنه پريت رکيم، جا
هن وقت ڪم آئي. اهو سڏالت سٽائي ستگرن فرمايو ته ”سڀني
جيون کي ڪجي ته شب ڪرمن کي ئي پرلوڪ جا سنگي ڄاڻين.
ٻيو ڪوبه سنگي ڪونهي.“ انت ۾ هيليون هي ڄڻ ڳائي
رات جو هڪ بجي پرارٿنا ڪرائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

## راڳ ضلع

ٽل- پرمشور جي پريم ٻنا آهي جوڀي باليداري آ
١- مورک مايا کي تون ڄاڻج، دم ٻل جي دلداري آ
ساڻ ڀيچار، سندر ماڙيون، جوڀي دنيا ساري آ

۲- جنهن ناريءَ سان پريت رکي تو، ساري عمر گذاري آ
ساڻ هلي تي در تائين سا، خد مطلب جي ناري آ
۳- ڪٽنب ڪبيلو ڪرنا اينديءَ، جنهن سان دل تو ڏاري آ
مرڻ پڇاڙان گهڙي نه رکنديءَ، جڙني تن جي ناري آ
۴- مانس هڏن جي ديهي جا تو، شوق رکي سنگاري آ
سا ڀي تو سان ساڻ نه هلندي، ٿيڻي خاڪ جي ڪاري آ
۵- جونسي جڳ سان پريت رکي جن،
تن جي مت مت خواري آ
کهي ٽيڻون ڪر پريت پريوءَ سان،
جنهن ۾ جڳ جڳ ڪاري آ.

## راڳ ڀيروي

ٿل- ڏيان پريوءَ جو ڌاري، سچو سک ماڻ سدا
۱- ڌيان بنا سک ڪين ملي تو، تاڪ اندر جو ڪين کلي تو
وچن اهو وچاري، سچو سک ماڻ سدا
۲- ڌيان بنا نا شانت اچي ٿي،
هر رنگ ۾ دل ڪين رچي ٿي
ڌيان سان من کي ماري، سچو سک ماڻ سدا
۳- کهي ٽيڻون هر ڌيان ڌري تون،
ڌيان سان پراپت گيان ڪري تون
ليکو جنم جو واري، سچو سک ماڻ سدا.

شهر جي براهمڻ ۾ جڏهن پوءِ ٽئين پهر، شرڌا وڌڻ لڳي ۽ سڪر ۽ بين ڪيترن وڃهن ڳوٺن مان گهڻي انداز ۾ پريمي اچڻ لڳا. جڏهن پنجين ڏينهن کان پوءِ ڀائي ڪنور رام صاحب جن به آيا. شام جو ۳ بجي سيٺ چوڙهارام ستگرن کي اچي ٻڌايو ته ڀائي ڪنور رام صاحب جن ۽ ساڻن ٻيا ڪيترا ڀڳت آيا آهن. ساڻن ستسنگ جو پروگرام هتي آيا آهيون.

توهانجو ساڳيو وقت آهي. توهان کان پوءِ ٻيون ٽوليون وهنديون.
پرڀات جو ۴ بجي کان وٺي ڀڳت ڪنور رام صاحب جي ٻاڳ
ٻڌندا. هيٺ ساڍي ۴ بجي ڏاري ڪنور رام صاحب جن توهان
سان ملڻ ايندا. ڇڙهارام اهو پروگرام وٺي ٻڌايو ته ڀسترام
پرمانند، سنتداس، گٽيانند، مرليڌر، ڀائي گوبندرام،
ڀائي سومنداس، ڀائي پرچارام ڪاهيءَ وارا، ڀائي ٺاڪرورام
رستم وارو، ڀائي ٽيڪارام ۽ ٻيا ڪيترا پريمي ڀاڳڙيءَ ۾
اچي لٿا. مهاراج جن مشڪي چيو آها! اوهين ڪٿي اوچتو
اچي لٿا. ڀائي گوبندرام چيو ته سوامي هي سڀ ڇوڪرا
مائٽن کان چوريءَ ڀڄي آيا آهن. شايد اڄ سياٽي مالڪ کين
وٺڻ اچن. سيٺ ٽولنداس ۽ سياٽي ڀائي آوترام کي وٺي ايندو.
اٿي ڀائي ڪنور رام صاحب جن پنهنجي منڊليءَ سميت پرشاد
کٽي ملڻ آيا. مهاراج جن اٿي ڀائي ڪنور رام صاحب جن ۽
ٻين سيني ڀڳتن سان ڀاڪر ملپا ۽ ڀائي ڪنور رام صاحب
جن کي ٻاڙ سان گڏ آسڻ تي وهاريائون. ٻيا ڀڳت ساڌن سان
گڏجي ويٺا. تنهن کانپوءِ مهاراج جن سيني کي ڀاو پرشاد ڏيئي
جل پياريو، ڀائي ڪنور رام جن کي چوڻ لڳا ته هاڻي پنهنجون
خبرون چارون ٻڌايو. ڀائي ڪنور رام صاحب جن چيو ته ڀڳوان
جي ڪرپا سان آنند منگل آهي. اسان پنهنجي ڳوٺ جهڙوارن
۾ رهندا آهيون. دڪان ۽ ٻين ڌنڌن ڪم ڪندا آهيون. ڪو
سوال وجهندو آهي ته اوڏانهن ۾ ويندا آهيون. هتي ٻيري
توهانجي پاسي اڏيري لال تي ۾ آيا هئاسون. اڄ ۱۰ بجي هتي
آيا آهيون. هتان ۱۴ تاريخ ماڇي ۾ ڀائي گوبندداس صاحب
جي ورسيءَ تي ويندا سون. ڪن پريمين اچي ٻڌايو ته حيدرآباد
ضلع جي پاسي جا ڪي سنت تمام ويراڳي پرچڪ، ڇڪ
جي پاسي کان هتي آيل آهن، خيال ڪريون ته سنتن جو

درشن ڪري اچون. توهانجو درشن ڪري تمام خوش ٿيا آهيون. هاڻي توهان پنهنجون خبرون چارون ٻڌايو. ستگرن چيو ته اصلي پاڻ سيٺيئي هڪڙي ملڪ جا آهيون، پوءِ پنهنجي خوشيءَ سان يا ايشور اچا سان توهان جڙوارن جي ڳوٺ آيا ۽ اسين حيدرآباد ضلع، ڪنڊوءَ جي شهر ۾ آياسين. اسان ٻه دڪان ۽ ٻنهين جو ڪم ڪندا آهيون. هيءَ سيٺيئي سنت پڻ دڪان ۽ ٻنين جو ڪم ڪندا آهن. پوءِ هينيون سلوڪ اچاريائون:

سلوڪ - هر جن ڪيڙي هٽ - ويٺا سؤدي سار جو،
سم رکيائون تڪڙي - سم رکيائون وٽ،
جيڪو جڳياسو اچي - چڏي ڪوڙ ڪپٽ،
سامي سر سان مٽ - توري ڏين ٿا تنڪي.

مطلب: سنت سيٺيئي دڪاندار آهن ۽ ڀڳتيءَ روپي ٻوڪ ٻوڪي اٿن، سا پيا سنڀالين ته متان اشاء ترشنا روپي آدي چهر ڪيون نه کائي وڃن. سو اسان ٻه الهيءَ ڪم ۾ لڳا پيا آهيون.

ڀائي گوبندرام جن پنهنجي ڀائرن جي شاديءَ لي عظمت جي شهر ۾ وٺي آيا هئا. واٽ لي برهمين جا سوال پورا ڪري ناپرن جي ڳوٺ ۾ آياسون جتي ڀڳت مونڻرام جن اچي چيو ته مولڪي سيٺ ڪلومل موڪليو آهي جو هو ١١ تاريخ لگن ڪرائي ٿو. ٻڌاپائين ته ڀائي ڪنوررام صاحب جن ٻه ابندا سو توهان ٻه ڪرپا ڪري ٢-٣ ڏينهن اڳواٽ هلو. الهيءَ ڪري اسان هتي تاريخ ٦ اسوءَ جي آيا آهيون. اڄ توهان جو درشن ڪري تمام خوش ٿيا آهيون. اهو ٻڌي ڀائي ڪنوررام صاحب جن خوش ٿي چوڻ لڳا ته اڄ توهان خبرون ڏ. سٺيون ٻڌايون آهن. ايترو چئي ڀڳت ڪنوررام جن موڪلائي پنهنجي جاءِ تي ويا.

ستگرو مهاراج جن ۽ سيٺي سانڌ سٿر لي لڪري ويا. راس
جو لبر پٺاندڙ ستسنگ شروع ٿيو. ٻهراڻين سروالند ۽ گرمکداس
گڏجي ڀڄن جي خوب موج مچائي. ٻرابر اچي ڀائي گوئندرام
ڀائي آوترام، ڀائي سومنداس، ڀائي چوئنت ڀال، ٻسمت رام،
مرليڌر، ٻرهمانند، سنتداس ۽ ٻيا ٻه ڪيترا ٻرامي آئي، ڪي
ٻنهان ڪارائڻ لڳا ته ڪي اچڻ لڳا. ٻوءِ ته اهڙي اچي موج
لڳي جو ساري سنگت ٻرابر اچي جهولڻ لڳي. ڪلاڪ
کن ڀڄن ڪيائون. ٽنهن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج جن ۽ سوامي
گوال لعل جن ڳايو. جڏهن ستگرو ڀڄن جي مستيءَ ۾ آيا تڏهن
اُپديش ڪيائون ته "ڀڳوان جي پاسي ڀڳتيءَ جي رستي ۾
ڌرم جي مارگ ۾ سمجهي اچهي، ڏاڍي ڏاڍي ٻير وجهڻ
گهرجي، ٻر ٻير وڌهي وري ٻوئتي هٽائڻ نه گهرجي. ڀڳتيءَ
ڌرم جو ڪو سالڪ ٻهري، الت ٽاڻين لباهڻ گهرجي.
اُهيءَ سالڪ کي هرگز لچائڻ نه گهرجي. سالڪ ٻٽائڻ سوکو
آهي ٻر رهڻ ڏکي آهي. اُهيءَ ٿي هڪ ڀڄن ٻڌائي
ان جو ارٿ ڪندي هڪ درشٽانت ڏنائون.

## راڳ ڪوهياري

ٿل - سالڪ ٻٽارڻ آهي سوکو، آهه لنو چاڙهن اوکي ڏهري
١- ڀالڻ ٿي جي ويسد وڪاڻن، هيڙ ايش جي سڌ ٻه ٻيڇاڻن
گرهه ٻرم جي کس ٻڙگيري
٢- ناوا ٿي لچ ٻوڏ نه ٻڏائن، چڏي جهتن کي ٻٽو ٻچائن
جوڳ نه ساڌن ڪرن امري
٣- ڪوڙڪ ملان ڪر لوڪ سٽائن، الله اڪبر سڀ ۾ نه ڀائن
عالم سان سي ڪرن گڏهري
٤- سالڪ ٻٽائي شاهه سڏائن، ڏاڍا ڦيٽا ٽاوڙ هلائن
ڪري پاکنڊ ڏيکارن ٻيري

۵ - ٽيٽون آل جن عاشق آهن، پڳہ ڌرڻيءَ تي ڪڏهن نہ لائن
گهمن ڳگن سي ڳٽي ڳنڀيري.

**درشٽانت:** هڪڙي راجا وٽ هڪ سانگي رهندو هو. هفتي هفتي جيڪو سانگ راجا چوندو هوس، سو سانگ ڀري اچي راڄ دربار ۾ کيل ڪندو هو. راجا امير ۽ وزير ڏسي تمام خوش ٿيندا هئا. راجا هنکي ۱۰ روپيا هڪ سانگ جا انعام ڏيندو هو. راجا کي ۲۵ ورهين جي اوستا جو هڪ نوجوان پٽر هو. هڪ ڏينهن راجا ويچار ڪيو تہ پٽ جي شادي ڪرائي، کيس راڄ گديءَ تي وهاري مان وڃي گوبند جو ڀڄن ڪريان، ڇو تہ سنتن چيو آهي:

”اڃي راڄ سڀ پوٽن راسي، چوٿين ڀر لرپ بنواسي.“

سو هاڻي مونکي گوبند جو ڀڄن ڪرڻ گهرجي، اهو پڪو سنڪلپ ڪري وڏي وزير کي گهرائي چوڻ لڳو تہ هي وزير! منهنجو ويچار آهي تہ هڪ مهيني جي اندر پٽ جي شادي ڪرائي، کيس راڄ گديءَ وهاري مان وڃي گوبند جو ڀڄن ڪريان. تنهن ڪري توهان جلدي وڃي راجڪمار جي شاديءَ جي تياري ڪرايو. آڳيا پائي وزير هڪ وڏي راجا جي ڪنيا سان راجڪمار کي منگائي شاديءَ لاءِ انهن ڏينهن جو مهورت ڪڍائي آيو. شاديءَ لاءِ خوب تياريون ٿيڻ لڳيون. نوبتون نغارا، دهل شرنايون خوب وڄڻ لڳون. شاديءَ جي ڏينهن وڏي راڄ سڀا لڳي، جنهن ۾ ڪيترين رياستن جا راجائون اچي براجمان ٿيا. هڪ پاسي ڀٽ استتي ڪري رهيا هئا تہ ٻئي پاسي کان نوبتون، نغارا وڄي رهيا هئا، ٽئين پاسي کان آتشبازي جلي رهي هئي تہ چوٿين پاسي کان ناچ گانا ٿي رهيا هئا. راجڪمار وچ سڀا ۾ مور مکٽ ٻڌي سيجا تي ويٺو هو. اڳيون ۽ پنڊت سانت سڳن ڪري رهيا هئا. راجا

وزير کي چيو ته سالک واري کي چئو ته هو شينهن ۽ سالک
ٻڪري اچي سڀا ۾ کيل ڪري. وزير وڃي سالک واري کي
چيو. سالک وارو خوش ٿيو، شينهن ۽ سالک ٻڪري ٻنهي
۾ اچي گڏڪار ڪري، ٻنهي کان ٻاهر نڪري راڄ سڀا ۾
۾ اچي ڦرڻ لڳو. ڪڏهن ٽپا پيو ڏئي ته ڪڏهن ڳچڪوڙ
پيو ڪري، راجائون، امير وزير، ساري سڀا ڏاڍي خوش
ٿيڻ لڳي. اهڙيءَ طرح اهو شينهن گهمندو ڦرندو جتي راجا
جو پٽ مور مکٽ پائي سڀا ۾ ويٺو هو، اتي اچي ٽپ
ڏيڻ لڳو. راجڪمار لڪ هٽي پوئتو ڏاس. سالک واري
شينهن ڳچڪوڙ ڪري راجڪمار کي اهڙو ته زور سان جهٽو
هنيو، جو هو سڀا تان ڪري پيو ۽ مري ويو. اهو حال ڏسي
ساري سڀا ۾ هاهاڪار مچي وئي ۽ سالک وارو شينهن ٻنهي
۾ هليو ويو. راڻيون روڻ پٽڻ لڳيون. راجا حڪم ڏنو ته جلدي
سالک واري کي پڪڙي وٺي اچو. وزير سالک واري کي
پڪڙائي ڪهي راجا وٽ وٺي آيو. راجا وزير کي حڪم ڪيو
ته هن دشٽ کي جلدي ڦاسيءَ تي چاڙهيو. راجا جي حڪم
ٻڌي سالک وارو هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پرٿوي ناٿ!
توهان راجائون آهيو، نياءُ ڪريو. جي موکي ڦاسيءَ جي سزا
لائق لڳي ته پوءِ ڀلي موکي ڦاسي ڏيو.

راجا غصي ۾ لعل ٿي ويو ۽ چيائين ته مها مورک! نياءُ وري
ڪهڙو ڪجو؟ تو اڄ وڏو ڏوهه ڪيو آهي. سالک وارو
وري ۾ هٿ ٻڌي چوڻ لڳو ته هي راجن! منهنجي ڳالهه
ٻڌي انصاف ڪريو. راجا رڙ ڪري چيو ته نالائق! انصاف ڪهڙو
ڪريان؟ اتي وزير ۽ ٻيا راجائون چوڻ لڳا ته سالک واري
جي ڳالهه ٻڌڻ گهرجي. تنهن تي راجا سالک واري کي چيو
چڱو، ٻڌاءِ ته تو منهنجي پٽ کي ڇو ماريو؟ سالک واري نمرتا

سان چيو ته راجن! توهان مونکي حڪم ڪيو ته ببر شينهن
جو سانگ ڏاري اچي کيل ڪر. سو مان شينهن جو سانگ
ٻڌائي سڀا ۾ گهمڻ لڳس. گهمندي گهمندي راجڪمار جي
آسڻ ڀر سان پهتي اچڻ لڳس، ته توهان جي پٽر مونکي تڪ
هڻي پوُندو ڏنو. توهان نياءُ ڪريو ته ڪنهن به ببر شينهن
ڪڏهن تڪون ۽ پوُندا کاڌا آهن جو مان پوُندا ۽ تڪون
کائي شينهن جي سانگ کي لڄايان؟ هاڻي توهان انصاف
ڪريو ته مون ڪهڙو قصور ڪيو؟ اهو ٻڌي سڀيئي راجائون،
وزير، امير، ساري سڀا چپ ٿي ويئي. پنجن منٽن کان پوءِ
راجائن چيو ته هن جو ڪوئي قصور ڪونهي تنهن ڪري هن
سان قاسيءَ جي سزا لاڳو ٿي نٿي سگهي. راجائن جي راءِ
ٻڌي وڏي وزير سانگ واري کي چيو ته هاڻي تون پنهنجي
جاءِ تي وڃ. سانگ وارو هليو ويو. تڏهن راجا روئي وزير
کي چيو ته وزير، هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ وزير چيو ته راجن!
توهان ڪائي چنتا نه ڪريو. مان هڪ اٽڪل ڪريان ٿو. جي آئيءَ
حساب ۾ اچي ويو ته پوءِ سانگ واري کي پنجن منٽن جي
اندر توهانجي اڳيان ٿي ڦاسيءَ تي چاڙهبو. ايترو چئي وزير
سانگ واري کي اچي چوڻ لڳو ته هي نٽوُر! راجائون ۽
راڻيون ۽ ساري سڀا شوڪ ۾ ويٺي آهي. تنهنڪري توهان
هينئر سوامي شڪديو مهاراج جو سانگ ڌاري اچي اپديش ڪريو
ته جئن سڀني جو شوڪ دور ٿئي ۽ چت شانت ٿئي. ايترو چئي وزير
سڀا ۾ آيو. هڪ سندر آسڻ وڇارايائين. نندي وزير کي موڪلي
هڪ ٿالهه سونين مهرن جو ۽ هڪ ٿالهه سچن موتين جو گهرائي
رکيائين. ايتري ۾ سانگ وارو به شڪديو مهاراج جو سانگ
ڌاري اچي سڀا ۾ پڌاريو. سڀني اُٿي کيس نمسڪار ڪيو.
وڏي وزير گهڻي آدرستڪار سان کيس سڀا تي وهاريو.

ساريءَ سڀا ۾ شانتي ڇانئجي وئي. وزير هٿ ٻوڙي شڪديو مهاراج کي چيو ته هي برهما! اڄ ڀراڳ قدرت سان راڄ پتر ديولوڪ پڌاريو آهي. ته ڪري اسان سڀني جو چت تمام اداس ٿي پيو آهي. توهان ڪرپا ڪري ٻڌايو مڪاروند مان ڪجهه چار وچن پڌايو، جنهن چت ۾ شانتي اچي. اهو ٻڌي، شڪديو مهاراج وشالت تتو جو اپديش ڪرڻ لڳو. جياڻن ته سنسار اسار ۽ ڄڙلو آهي ۽ سڀيئي سرير انتي آهن. هن سرير ۾ جيوآتما اڀناسي آهي، جنهنجو ڪڏهن ڪال ۾ ناس ڪونه ٿئي. پوءِ هيٺيون سلوڪ اچاريائون:

سلوڪ ـ نئنم ڇندنتي شستراڻي ـ

نئنم دهتي پاوڪهه،

نه چئنم ڪليدينتياپو ـ نه شوشيتي ماروتهه.

مطلب: هن جيوآتما کي ڪو به شستر ڪٽي نٿو سگهي. نڪي باهه ساڙي ٿي سگهي ۽ نه ئي پاڻي ٻوڙي ٿو سگهي ۽ نه ئي هوا سڪائي ٿي سگهي. آتما سدائين ٻنهدي پاڻ ۾ استٿ آهي.

ايشور انس جيو اڀناسي، چيتن امل سهج سک راسي.

اهڙا ڳالهه ڪن ڪٿا ڪري ٻس ڪيائون. تنهن وزير سولين مهرن ۽ سچن موتين جا ٿالهه ڪٽي سندس اڳيان رکيا ۽ هٿ ٻوڙي چوڻ لڳو ته ”هي برهما! اسان جي هيءَ ڀيٽا سويڪار ڪريو.“ تنهن شڪديو سولين مهرن ۽ موتين جي ٿالهن ڏانهن نهاريو ۽ ڪين ۽ سيجا تان اٿي هلڻ لڳو. وڏو وزير ورِي به ٿالهه کڻي اڳيان اچي هٿ ٻوڙي چوڻ لڳس ته هي پڀو! توهانجو اپديش ٻڌي راجا ڏاڍو خوش ٿيو آهي. ڪرپا ڪري هيءَ ڀيٽا انگيڪار ڪريو. تنهن به شڪديو منهن قيرائي ڪٿي ٻئي پاسي ڪيو. وڏي وزير

وري ڇيو تہ هيءَ لکن جي پيتا راجا ٽوهان کي وڏيءَ خوشيءَ سان ڏيئي رهيو آهي. انگيڪار ڇو نہ ٿا ڪريو. نقلي شڪديو وراڻيو تہ هن وقت مان شڪديو مهاراج جي سانگ ۾ آهيان. شڪديو مهاراج مها تياڳي هو ۽ پيسي کي هٿ ۾ نہ لائيندو هو. مان اِها پيتا وٺي ڪئين شڪديو مهاراج جي سانگ کي ڪلنڪ لڳايان؟ جڏهن مون شيڻهن جي سانگ کي نہ لڄايو هو، تڏهن هاڻي شڪديو مهاراج جي سانگ کي ڪين لڄائيندس. دليا ۾ گهڻيئي سانگ ڀري مؤجون ڪيون اٿم. ٻراج جو سانگ ڪونہ لاهيندس. اُتراکنڊ وڃي گوبند جو ڀڄن ڪري ٻنهنجو جنم سڦلو ڪندس. ائين چئي اُتراکنڊ هليو ويو. وزير راجا کي هٿ جوڙي چيو تہ، هي راجن! مون گهڻي انڪل ڪئي تہ پيتا وٺي تہ اوڏيءَ مهل ئي ڦاسيءَ تي چاڙهيونس، پر هن شڪديو مهاراج جو بہ سانگ نہ لڄايو. اهو درشتانت ڏيئي مهاراج جن چوڻ لڳا تہ هي ٻريميو! جيڪو سانگ ڀرجي، تنهنجي رکيا پوريءَ طرح ڪجي.

جئسا ڌريئي سانگ، چال پي تئسي چاليئي،
کهي ٽيڻون سنسار ۾، پرڻ اپنا پاليئي.

اُن بعد پرارٿنا ڪرائي، ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيو ويو.

صبوح جو سوامي جن ۽ سيٺي ساڌ سوير اُٿي اِشنان پاڻي ڪري پائي ڪنوررام صاحب جي پڳت ۾ ويا. ڪنوررام صاحب جن ڪين ٻري ڪان ڏسي ڏاڍو خوش ٿي ڪين وڌاريو. پڳت صاحب جن وينتي ڪئي تہ سوامي ڪرپا ڪري هڪڙو هڪڙو سلوڪ سيٺي ساڌ ٻڌايو.

تنهن تي ستگرن ۽ سيٺي ساڌن واري واري تي سلوڪ ڏنا. پائي ڪنوررام صاحب جن ۽ ساري سنگت ٻڌي ٻرسن

ٿي. ڏهين بجه صبوح جو ٻيٺڪ سماپت ٿي. تنهن ڪانپوءِ
ٻيٺڪ صاحب جن ستگرو مهاراج جن ۽ سڀئي ساڌن کي ولي
پنهنجي جاءِ ٿي ويا. جل ٻهاري ڇيائون ته اساڃي مرضي
آهي ته سڀاڻي اسان سان گڏجي مانجهند هلو. دربار جو پرامي
جو اسالڪي ولٽا آيو آهي. سو به تمام گهڻو پيو چوي ته منهنجي
ٻاران لوهان سنتن کي جئو ته مبلي ٿي هلن.

مهاراج جن ڀائي ڪنوررام صاحب جن جو أٿي ٻرٻر ڏسي
هلڻ سويڪار ڪيو. مهاراج جن منڊليءَ سميت موڪلائي
پنهنجي جاءِ تي آيا. شام جو ڇهين بجه ڀائي آوترام، ڀائي
ٺاڪرورام، ڀائي پرچارام ستگرن جي اڳيان پرشاد رکي،
ڪر منتر ولي شش ٿيا. مهاراج جن شام جو ستر ڪري جاءِ تي
آيا ته سيٺ لوڪنداس، ڀائي ليکراج مل، ڀائي هاسارام، ڀائي
واڌومل ۽ ٻيا به ڪيترا چوڪرن جا مالڪ ۽ پرامي ستگرن جي
اڳيان پرشاد رکي اچي ويٺا. مهاراج جن سڀني کان سمچار ورتي.

سيٺ لوڪنداس چيو ته هي ٻرٻو! اوهان جي ڪرپا سان
الله منگل آهي. اسان خيال ڪيو ته آوترام کي ولي اچون
۽ اوهان جو درشن به ڪري اچون. هي ڪاڇيءَ جا پرامي آهن،
جن مان ڪي پنهنجي چوڪرن کي ولٽا آيا آهن ۽ ڪي اوهان
جو درشن ڪرڻ آيا آهن. وڻنتي آهي ته آوترام ۽ ٺاڪرورام
کي خوشيءَ سان موڪل ڏيو ته سڀاڻي اسان سان گڏجي ڳوٺ
هلن، جو سندن مالڪ تمام اداس ٿي پيا آهن. ستگرن چيو ته
اسان ٻارڻ کين چيو آهي ته مائٽن جي آگيا ۾ رهي، وڏن
جي سيوا ڪريو. سو ڀلي صبوح جو ولي وڃون. اسين به
سڀاڻي ڀائي ڪنوررام صاحب جن سان گڏجي مانجهند
ويندا سون. جڏهن ڪانپوءِ چوڪٽ ڀال چيو ته سائين! موڪلي
موڪل ڏيو ته پنهنجي آستان ٿي وڃان. ڀمترام ۽ مولڏ؛

چوڻ لڳا تہ اسان هلنداسون. مهاراج جن چيو تہ بابا ساڌ تيڻ کنن آهي توهان اسان وٽ رهي نہ سگهندا. اسان اُتي سيٺي کان ٻنهين جو ڪم ۽ ٻي شيوا وٺندا آهيون. تنهن تي ٻنهي چيو تہ "اسان سڀ ڪم ڪرڻ ۽ آگيا مڃڻ لاءِ تيار آهيون پر اسان کي ساڻ وٺي هلو. ائين چئي روئي ڏنائون. مهاراج جن چيو تہ اُبا روئو نہ ڀلي ساڻ هلو. ايترو ٻڌي واڌومل مرليڌر کي ۽ ليکراج بسنترام ۽ گرڌاري کي، هاسارام سنتداس کي وٺي گهر روانا ٿيا ۽ باقي پرمانند گوئندرام آوترام سنتن سان گڏجي مانجهند هليا. ڀڳت واٿورام، پرمانند، گٽيشانند ۽ سنتداس بہ چيو تہ اسان بہ توهان سان گڏ هلنداسون. مهاراج جن چيو تہ اُبا! جيڪا توهان جي مرضي. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن پنهنجي منڊليءَ سميت سنيري، سيٺي پريمين، سيٺ ڪلومل ۽ جڙيارام کي آشيرواد ڏئي، ڀائي ڪنورام صاحب جن سان گڏجي تاريخ ١٣ اُسوءَ جي مانجهند روانا ٿيا.

تاريخ ١٤ مانجهند اِستيشن تي اچي لٿا. جتي ڀائو ڌرمداس صاحب ۽ ٻيا ڪيترا گرهستي پريمي، ڍول شرنايون وٺيو، گلن جا هار ڪٺي اڳ۾ تي بيٺا هئا. ڀڳت صاحب ۽ سنتن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. ڪين گلن جا هار پائي ڍول شرنايون وڄائيندا سيٺي کي پنهنجي آستان تي وٺي ويا. سيٺي سنت اِشنان پاڻي ڪري رسوئي کائي آرامي ٿيا. شام جو ٥ بجي ستگرو مهاراج جن ڀڳت ڪنورام صاحب جن ۽ ساڌ درياه جي ڪناري تي گهمڻ ويا. تورو گهمي، درياه جي ڪناري تي، هڪ سندر جڳهہ تي اچي ويٺا. اُتي ڪنهن پريميءَ شنڪا ڪئي تہ شاستر چون ٿا تہ پرڪرتي مايا جڙ آهي ۽ برهم پرڪاش ڪرتا ڪانہ آهي، تنهي گڻن کان پري آهي. پوءِ هن برهمنڊ جو ڪاروبار ڪيئن ٿو هلي؟ تنهن تي ڀڳت صاحب

لي. ڏهين بجي صبوح جو پڪت سماپت ٿي. ٿهن کانپوءِ پڪت صاحب حن سٽگرو مهاراج جن ۽ سڀني سادن کي ولي ڀيهجي جاءِ تي ويا. جل پياري جياٽون ته اساڃي مرضي آهي ته سڀاڻي اسان سان گڏجي ماڃهند هلو. دربار جو پرامي جو اسانکي ولڻ آيو آهي. سو ته تمام گهڻو پيو چوي ته منهنجي ياران لوهان سڀني کي چئو ته ميلي تي هلن.

مهاراج جن ڀائي ڪنوررام صاحب جن جو آئي پريم ڏسي هلڻ سوڪار ڪيو. مهاراج جن منڊلي ۽ سمت موڪلائي ڀيهجي جاءِ تي آيا. شام جو ڇهين بجي ڀائي آورام، ڀائي ٺاڪرداس، ڀائي پرڇارام سٽگرن جي اڳيان پرشاد رکي، گرمنتر وٺي شش ٿيا. مهاراج جن شام جو ستر ڪري جاءِ تي آيا ته سيٺ لونداس، ڀائي ٽيڪراج مل، ڀائي هاسارام، ڀائي واڌومل ۽ ٻيا به ڪيترا چوڪرن جا مالڪ ۽ پرامي سٽگرن جي اڳيان پرشاد رکي اچي ويٺا. مهاراج جن سڀني کان سُرچار ورتي.

سيٺ لونداس چيو ته هي پريو! اوهان جي ڪرپا سان آنند منگل آهي. اسان خيال ڪيو ته آورام کي ولي اچون ۽ اوهان جو درشن به ڪري اچون. هي ڪاڪي ۽ جا پرامي آهن، جن مان ڪي ڀيهجي چوڪرن کي ولڻ آيا آهن ۽ ڪي اوهان جو درشن ڪرڻ آيا آهن. وڌيڪ آهي ته آورام ۽ ٺاڪرداس کي خوشي ۽ سان موڪل ڏيو ته سڀاڻي اسان سان گڏجي گهر هلن، جو سڀني مالڪ تمام اداس ٿي پيا آهن. سٽگرن اسان ڀاڻ ڪين چيو آهي ته ماڻهن جي آڳيان رهي، جي شيوا ڪريو. سو ڀلي صبوح جو ولي وڃون. [1]

سڀاڻي ڀائي ڪنوررام صاحب جن سان گڏجي ويندا سون. جل پان کانپوءِ چوڻ لڳا ته سائين! موڪل ڏيو ته ڀيهجي آستان ڏسي وڃان. سترام ۽

ڪير به نه ڪاٽي سگهي. وزير چيو ته حضور مان اهڙو تو بندوبست ڪريان جو خود پهريدار به ڦل ڪاٽي نه سگهندا. وزير هڪ سورداس ۽ هڪ لنگڙي کي باغيچي ۾ پهري لاءِ رکيو. ڦل پچڻ تي آيا ته وزير راجا کي وٺي اچي باغيچو گهمايو. راجا ڦل ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وزير کي چيائين ته ڦل هڪ ٻن ڏينهن ۾ پچي راس ٿيندا جيڪي ڦل هر روز پٽي سي اسان کي پهچائجو.

ٻين ٽن ڏينهن بعد، ڦل پڪا. لنگڙي سورداس کي چيو، ته هي ادا، ۲-۳ ڦل اڄ پڪا آهن ۽ ڏاڍا سندر آهن. منهنجي دل پيئي چوي ته ٻاڻ ٻئي ڪاٽي مزو وٺون. جڙ واٽ ڏينهن ٻنا عيش جي هتي جهنگل ۾ پيا آهيون. سورداس وراڻيو ته، پيارا مان سورداس اکين ڪان ڪجهه به ڏسي نٿو سگهان، تون لنگڙو هڪ قدم به هلي نه ٿو سگهين ۽ سو ٻاڻ اهي ڦل ڪيئن ڪاٽي سگهنداسون. تنهنتي لنگڙو چوڻ لڳس ته، ادا تون جي مون سان شامل ٿئين ۽ جيئن مان چوانءِ تيئن ڪرين، ته پوءِ مان رڪتي ٻڌايانءِ. سورداس چيو، مان توسان هر طرح ٻڌل آهيان، جيئن چوندين تيئن ڪندس. لنگڙي چيس ته چڱو، تون ٻلوان آهين. مونکي ڪلهي پنهنجي ڪلهن تي چاڙهه. سورداس ڪلهي ڪلهن تي وهاريس. لنگڙي چيس ته هاڻي پنهنجي ساڄي پاسي هل. سورداس ساڄي طرف هلڻ لڳو ۽ جڏهن جتي ڦل لٽڪي رهيا هئا، اتي آيو، تڏهن لنگڙي چيس ته ادا هاڻي اتي بيهه. سورداس اتي بيٺو. لنگڙي ٻانهون ڊگهيون ڪري، ۲-۳ ڦل پٽيا. پوءِ سورداس کي چيائين ته هاڻي منهن ڦيرائي پنهنجي ڏائي پاسي هل ته پنهنجي جاءِ تي هلي، وڃي ڦل کائون. سورداس خوشيءَ ۾ انڌو لنگڙو پنهنجي ٻنهي واريءَ جاءِ تي اچي پهتو، لنگڙي کي ڪلهن تان لاهي هيٺ وهاريائين. انهن

ڪاٺيون ٻڌي جهٽ تي رکي ڪاڏا. تي ڪاٺي، سورداس چوڻ
لڳس ته ڏ اڄ ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي جو اميرن جي
سمان مٿا تي ڪاڙايا آڻيئي. اڳتي به روز آهڙا تي ٻتي ڪاڙائج.
مان روزني به ڪونه ڪاڙيندس. لنگڙي چيس ته، تي ته ٿوڪي ڏل
ڪاڙيندس، پر هڪڙي ڳالهه آهي، جواڄ ته سڀاڻي، اِهيءَ
ڳالهه جي خبر ضرور راجا ۽ وزير ٻنهي وٽ ٿيندي ۽ پوءِ اسان
ٻنهي کان پڇندا. تون اصل نه ڪڇج. مان پاڻهي جواب
ڏيندوسان. سورداس چيو ادا، ڪهي رڄهندا ته به مان
ڪونه ڪڇندس. اِها صلاح ڪري، هر روز پڪل تي ڪاٺي
چڙهندا هئا. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ، وزير باغيچي ۾ ڪهي ڏسي
ته، جهڪي تي پچي لڳي هئا، سي آهن ئي ڪونه. سو لنگڙي
۽ سورداس کان پڇڻ لڳو ته، هتان تي ڪهن پچا آهن.
لنگڙو هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته، حضور! اسان کي ڪاٺي
خبر ڪانهي. رات ڏينهن ويٺا آهيون. وزير ويچار ڪيو
ته باغ جو دروازو کليل آهي، شايد ٻاهران ڪي ماڻهو اچي
تي چوري ڪري ويندا. اِهو خيال ڪري دروازو بند
ڪرائي، مضبوط تالو ڏيئي، چاٻي پاڻ سان کڻي هليو ويو.
روزني به وقت سر لنگڙي ۽ سورداس کي ٻنهي خاص
ماڻهوءَ هتان ڏياري موڪليندو هو.

هوڏانهن لنگڙو ۽ سورداس ته اچي هريا. سو جهڪي
ته ٻه چار تي پچن، سي صبح جو سوير پٽي، ڪاٺو چڙهن.
ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ وري وزير باغيچي ۾ اچي ڏسي ته
جهڪي تي پچا لڳي هئا سي آهن ئي ڪونه. اِهو حال ڏسي،
ڪروڌ ۾ ڀرجي، لنگڙي ۽ سورداس کي گهٽ وڌ ڳالهائي
چوڻ لڳو، ته تي ڪير لڪي وڃي؟ يا ته توهان ٽا پٽي
ڪاٽو. لنگڙي هٿ جوڙي چيو ته حضور! اسان ته ڪهن
کي ڪونه ٽا ڏسون. توهان ويچار ڪري ڏسو مان لنگڙو،

هڪ پير ۾ اڳتي هلي ڪونه سگهان ۽ هي ويچارو سورداس
ڏسيئي ڪونه. پوءِ اسين ڦل ڪيئن پٽي کائي سگهنداسين؟
وزير چپ ڪري سڌو راجا وٽ آيو ۽ اچي سچي حقيقت
ٻڌايائين. چيائين ته دروازو بند ڪري تالو به لڳايو اٿم،
سورداس ۽ لنگڙو به پٽي ڪونه سگهندا، پر ڳالهه سمجهه ۾
نٿي اچي، ته ڪير ڦل پٽي وڃي. هيترا ڏينهن
مون ڊپ کان توهان سان ڳالهه لڪي ڪئي. پر هاڻي ڪنهن
ڏينهن مان ٻاهر لڪي، جاچ ڪندس. راجا چيو، "وزير!
ڳالهه نه ڳري ٻڌائي اٿيئي. هاڻي باغيچي جي ٻاهران چوطرف
پهرو رک، متان ڪو رات جو پٽ نٿي نه ويندو هجي.
وزير باغ جي ٻاهران به زبردست پهرو بيهاريو. جيڪي ڦل
پڪڙ تي هئا، تن تي نشان ڪري، پنهنجي جاءِ تي آيو.
ٻئي ڏينهن ڪاٿو، شام جو وري باغيچي ۾ ويو. ڇا ڏسي
ته ڦل آهن ئي ڪونه. اهو حال ڏسي ويچار ڪيائين ته
باغيچي جي ڪنڊ ۾ لڪي رات جاڳي ڏسان، ته ڪير ٿو
ڦل پٽي وڃي. اهو ويچار ڪري ٻاهران زبردست تالو
ڏياري، ٻاڙ ڏيري ڏيري، وڻن جي ٻوٽن ۾ لڪي ويهي
رهيو. ساري رات جاڳي، چڱيءَ طرح جاچ ڪيائين، پر
ڪوبه آدمي نظر ڪونه آيس. صبح جو ٧ بجي کن خيال
ڪيائين ته جاءِ تي وڃي اشنان پاڻي ڪري روٽي کائي،
پوءِ اچي جاچ ڪيان، ته ايتري ۾ ڏسي ته سورداس لنگڙي
کي ڪلهن تي چاڙهي، پڪل ڦلن وٽ اچي بيٺو. لنگڙي
هڪڙو ڦل مس پٽيو، ته وزير، جو اڳي لڪو ويٺو هو ۽ سارو
رنگ پٽي ڏٺائين، سو هڪل ڪري چوڻ لڳس ته خبردار!
متان ٻيو ڦل پٽيو اٿو. وزير جي رڙ ٻڌي، سورداس ته ڊپ
وچان آليئي ڪري پيو. وزير ڪروڌ ۾ اچي، لنگڙي ۽
سورداس کي چيو ته "توهان ئي ڦل چني کائيندا آهيو."

ٻڌي. جنهن تي ”حضور! برابر اسان ٺڳي ڪاليندا آهيون، پر اڄ
ڪان وٺي ڪوڙ ڪاليندا سون. هيٺر اسان کي معافي ڏيو.“ ايترو
چئي، روئي وزير جي پيرن تي ڪري پيا. وزير چيو ته
آهيو ته ڦاسيءَ جي لائق، پر توهان جي حرفت ٻاري ڏسي،
توهان کي معافي ٿو ڏيان. جي اڳتي ٺڳي ڪندا ته، توهان کي
ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويندو. اهين چئي وزير راجا وٽ آيو. راجا
چيو، وزير! ٻڌاءِ ته ڪهڙو حال آهي؟ ٺڳن جو ڪو پتو پيو؟
وزير مڙئي ساري حقيقت راجا کي ٻڌائي. راجا ٻڌي ڪِلڪِ
لڳو. چيائين ته اڄ تمام ٺڳين عجيب ڳالهه ٻڌائي آهي.
چڱو، هاڻي جيڪي ٺڳ ٺڳي سي ڪٽي اڇيو. ستگرن ٻوءِ
الهيءَ درشٽانت جو سڌالت هن راهه ورڻ ڪيو.

ستگرن چيو ته، پرڪرتي، مايا ٺڳ، سورداس جي سمان
آهي. ساڪي چيتن جيوالما ٺڳيو آهي، جنهن پر ڪاٿي
ڪريا ڪالهي، پر ٻنهي جي ميلاپ ڪري، هن ساري سنسار
جو ڪاروبار هلي رهيو آهي. اهي وڇن ٻڌي، ڀائي ڪيور رام
صاحب چيو ته سڀ برهمي تمام خوش ٿي چوڻ لڳا ته اڄ ته
ڏاڍي ٺڳين ڪٿا ٻڌائي الئو. اهين ٻاڻ ۾ رس رهاڻ ڪري،
موٽي پهتجي جاءِ تي آيا. ٨ لڳي ستسنگ شروع ڪيو ويو.
سنتن جي مهما جي وارتا هلايائون. چيائون ته ”سنت،
مهاتمائون ساري سنسار جو جيون آهن. هن پر اُپڪار واسطي
اوتار ڌارڻ ڪيو آهي.“ ٻوءِ هيٺيون ڇند چيائون:

ڪونڊاچند- امر لوڪ سي سنت پڌاري -
ڌرڪي نت اوتارا جي،
نشڪامي نرماني نسنگي -
نر پکيہ نب جيئون نيارا جي،
برهمر گياني انتر ديساني -
داني [illegible] اُدارا جي،

پرم ويراڳي ھر انراڳي -
تياڳي رھت وڪارا جي،
اپني سر پر ڏوک سھاري -
ڪرتي پر اپڪارا جي،
نيت ڌرم ڪي مارگ چل ڪر -
اور چلاوَن ھارا جي،
جو مُمکڇي موکھ اڇا سي -
آوت تانھن دوارا جي،
تانڪي سنسي سرو نوازي -
ڪرھين ڀؤ سي پارا جي،
کھي نيڻون تن سنتن اوپر -
جائون مَن بلھارا جي.

مطلب: سنت مھاتمائون امر لوڪ مان جيون جي اڌار واسطي اوتار ڌاري سنسار ۾ آيا آھن. سدائين نشڪامي يعني نراڇا، مان پوڄا کي نہ چاھيندڙ مذھب ڪان پري، اپيدي تي رھندا آھن. تتو ويتا سدبوڌي ويراڳي، آتم گيان جي اپيہ دان ڏيڻ وارا آھن. پڇھنجي سر تي نندائون گلائون، جنيون ڦتيون ۽ مذھب جا مھڻا طعنا ۽ ڪڙا وچن سھي، سچ جي رستي ھلڻ وارا آھن. اُنھن جي مٿان ھزار وار بلھار وڃان. لن سنتن جي مھما جي انت نہ آھي. پوءِ ھينيون پڇن چيائون:

راڳ پيلا

ٽل- امراپور ڪي يوڳي آيا- جُڳ- جُڳ جيو اُبارا.
١- ڪميا سر سنتوش وڇاري- پرمارٿ سي پر اپڪاري،
پرڇمين ڪيا پڪارا- تب ڌار ليا اوتارا.

٢- ڏاڍي جيت سنت ڏيرج ڌاري - ٻاهر ڀيتر اڄ ٻيداري،
گيان امر ڦل سارا - سنت ڪرڻي سنت اُڌارا،
٣- ٽن ٻهرُمي جي باغ لڳايا - چارون ساڌن چمن سهايا،
پُشپ گلشن گلزارا - اُپديش هوئا عجب ڪارا.
٤- اشٽ ڪمل پر آسڻ ڪيا - امر ديش ڪو ديک س ليا،
پايا دوپ ديدارا - لن ڏيکا اگم اپارا.
٥- ڪهي ٽيئون ڪر جوڙ پڪاري -
پاپ جگي گهر آئي هماري،
ليکا جنم سنوارا - لاڀ هويا جنم هزارا.
”سنت ڪي مهما وڏي نرالي - جتا سنت اڌا وکاري.“

اهڙيءَ وقت اٺ ايا ۽ ڪيترا ڀڄن پرماڻ ڏاڍي اونت سوڀت ٿيو، رات جو ١٢ بجي پورا ٿيا ڪرائي، ستسنگ سمايت ڪيائون. اهڙيءَ طرح، ستگرو مهاراج جن مالجهند ۾ ٽي ڏينهن سنتن جي ميلي لي رهي، سنتن جي مهما، ڌرم ۽ سنت اُپديش جو پرچار ڪيو.

ٽئين ڪالبوءَ واري ڪنور رام صاحب جن کي چيائون ته، هاڻي ڪرپا ڪري، اسان سان گڏجي اسان جي ۽ کنڌوءَ شهر ۾ هلو. ڀائي ڪنور رام صاحب جن چيو ته هن وقت اسان ٻين ٻاهي وچن ڏنا آهن. ڪڏهن ٻي ڪنهن وقت اهڙو ڪو موقعو ٿيو ته ضرور ايندا سون. ستگرو مهاراج جن سڀني سنتن کان موڪلائي پنهنجيءَ منڊليءَ سميت پيڙيءَ ۾ چڙهي درياهه پار ڪري ڳوٺ کاڌوٺ پهتا.

کاڌوٺ جي ڳوٺ ۾ جل پان ڪري پيدل روانا ٿيا. شام جو ٥ بجي پنهنجي شهر کنڌو لنگريءَ ۾ پنهنجي آستان تي پهتا. مالڪ ڪرشنا ۽ سڀني سان مليا. ستگرو مهاراج جن جي اچڻ جي خبر ساري شهر ۾ پکڙجي وئي. ڪيترا پريمي،

ستسنگي ۽ جگياسو ڪم ڪارن ڇڏي درشن لاءِ اچي مڙيا.
پوءِ اسين پٺي اکين ۾ جل آڻي، چوڻ لڳا، "هي ترلوڪي ناٿ!
توهان تمام گهڻو وقت ستر لئي ٿا لڳايو. توهان کانسواءِ اسان
تمام اداس ٿي ٿا پئون. سنسار جو ڪوبه پدارٿ مٺو نٿو
لڳي. هاڻي ڪرپا ڪري ڪيڏانهن به نه وڃجو." ستگرن
مشڪي چيو "اَبا! اِها ڳالهه اسان جي وس ڪانهي. جيڏانهن
داڻو پاڻي ڪڍي ٿو وڃي، اوڏانهن هليا ٿا وڃون." رات جو
ستسنگ شروع ٿيو. ڪيترو سالاري شهر مان گهڻي انداز ۾
خلق اچي ڪٺي ٿي. ڪلاڪ ڪن کان پوءِ سادن سنگت کي گدگد
ڪيو. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ۽ سيٺيءَ ساڌ گڏجي
ستسنگ ڪرڻ لڳا. ڀڳوان جي پريم جي وارتا هلي.
مهاراج جن چيو ته هي جيءُ ڀڳوان جي پريم کانسواءِ سڃو آهي.

دوهرو- جان گهٽ پريم نه سنچري -
سو گهٽ جان مساڻ،
جيئسي کال لوهار ڪي- سواس ليت بن پراڻ.

مطلب: جنهن جيءَ جي هردي ۾ ڀڳوانت جي ملڻ جو پريم
پيدا نه ٿيو آهي، انهيءَ جو هردو شمشان جي برابر آهي.
جئن مساڻن ۾ الوُ، چمرا، ڏائڻيون ۽ پشاچڻيون اچي واسو
ڪنديون آهن، تئن انهن جي هردي ۾ به ڪام، ڪروڌ،
لوڀ، موهه، اهنڪار، آشا ترشنا، چنتا، آدي وڪار اچي
گهر ڪندا آهن. اهو منش مڙدي جي سمان آهي. جئن لوهار
جي کل، ڌوڻي خالي پران ڇڏيندي ۽ ڪڍندي آهي. تئن
اهو منش به اجايا پران پيو ڪڍي. انهيءَ لوهار جي ڌوڻيءَ
جا پران ڪنهن ڪم ۾ ته اچن ٿا، پر انهيءَ منش جا پران
گوبند جي ڀڄن کان سواءِ وِيرٿ آهن. جن جي هردي ۾
ڀڳوان، سنتن ۽ گرن جي لاءِ پريم آهي، تن جو جنم سنسار
۾ سڦل آهي.

### واڳ حسيني

ٽل- اک هي برهم برهو کو پايا-

جاسے ورڻ کل کرم نه ديکا برهم کي ساڌ بکايا.
١- برهم اَنڊل جب کيوت کيا- رام ديک مسکايا،
جن چرڻن کو ڇوئي جاتت- سي لج چرڻ ڌلايا.
٢- برهم پهلي کا جب ديکا- وڳورو لب گهر آيا،
برهم جتانو کا لک هرلي- اُبڄي ڌام پٺايا.
٣- برهم ديک سگرپو کا هرلي- اُپنا متر بنايا،
برهم ڀڳون شت- انسا کيا- وگهت کنت لڳايا.
٤- برهم وبيشڻ کا جب ديکا- تب هر راح دلايا،
کهي ٽيئون اهه برهم دري کا- پاڪ بڙي ڪس پايا.

اهو ڀڄن ارت ۽ ڀرماڻن سهت ڳائي ستسنگ سمايت ڪيائون. ساري سنگت خوش ٿي پاڙ پرشاد وني، پنهنجي گهر وئي. اهڙيءَ طرح نت نيم سان ستسنگ ڪندا رهيا. هڪڙي ڪن ڪاپوءِ، ڏک ڏيندڙ، پاڻي ٽنڊارام، عادو شاهه ڳڙهي سکر ضلع جو ستڪرو مهاراج جن وٽ سوالي آيو. پرشاد رکي، پيرن پئي، هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي گرديوا اسان سان اڌرم ۽ ڪياءَ ٿي رهيو آهي. منهنجي ننڍي ڀاءُ پيولدمل جو مکڻو، موناڻن جي ڳوٺ ۾ ٿيل آهي. ڇوڪريءَ جو پتا گذاري ويو آهي. اها مائي ڇوڪريءَ جي ماءُ رضا خوشيءَ ڪئي آهي. پر مائيءَ جي ڏيرن اها ڇوڪري مياڻيءَ جي ڳوٺ جي مکي دولتداس جي پٽ سوڀراج سان مڱائي ڇڏي آهي. اِلهيءَ ڳالهه تي پاڻ ۾ جهيڙو ٿي پيو آهي. مائي پنهنجي ڌرم تي قائم آهي ۽ چوي ٿي ته جتي مون پيرن ڇوڪري مڱائي آهي، تتي ڏيندس. اها ڳالهه مائيءَ جا ڏير نٿا مڃين ۽ چون ٿا ته جتي اسان مائي ڪئي آهي

آلي پرٿائيندا سون. لاچار اها ڳالهہ پرڳڻي جي پنچات ۾
هلي، پر پنچ بہ انهيءَ ڳالهہ جو فيصلو نہ ڪري سگهيا، ڇو جو
مائيءَ جا ڏير تمام هلنديءَ وارا آهن ۽ ڪنهنجي بہ نٿا
مڃين. تنهنڪري هيءَ داس ٻيو ڪو رستو نہ ڏسي، توهان
جي در تي سواليءَ تي آيو آهي. هلي ڌرم جي رکيا ڪري
اسانجو ٻيڙو تاريو.

اِلي سنت گهنبورام جن پريم لنگر سالاري وارا، ستگرو
مهاراج جن سان ملڻ آيا. ستگرو مهاراج جن ڪين پريم ستڪار
سان وهاري، خبرچار ڏئي وٽي ڪين ڇيو تہ ڀائي ٻخشارام جن
عادوشاه ڳڙهيءَ وارا سواليءَ تي آيا آهن. توهان بہ اسان
سان گڏجي هلو. سنت گهنبورام ڇيو تہ جڏهن توهان جي
مرضي. جيتوٽيڪ ڇهن مهينن ڪالپوءِ مس ڪنڌوءَ ۾ آيا هئا،
۽ شهر جي پريمين ۽ ستسنگين بہ ستگرو مهاراج جن کي نہ پئي
ڇڏيو، تہ بہ ستگرن پريميءَ جي آرداس سويڪار ڪئي ۽
پنهنجي منڊليءَ سميت، سنت گهنبورام کي وٺي روانا
ٿيا. واٽ تي ڪٿي بہ ڪو نہ ترسيا. سڌو موٽائن جي ڳوٺ
۾ پهتا، جو مسلمانن جو هڪ ننڍو ڳوٺ، درياه جي ڪناري
تي هو. اُتي صرف ٻہ ٽي گهر ۽ دوڪان هندن جا هئا.
مهاراج جن ڀائي ٻخشارام جي ڪچن ڪکن جي ڪتيائن ۾
۾ اچي لٿا. ٻئي ڏينهن صبوح جو مائيءَ کي گهرائي ساري
حقيقت پڇيائون. مائيءَ ڇيو تہ مون برابر خوشيءَ سان ڇوڪري
مڱائي آهي ۽ پنهنجي ڌرم تي قائم آهيان. توهان سنت
آهيو ۽ هيءَ ڌرم جو ٻيڙو تاريو. مهورت ڪڍائي ليائي
همت سان پرٿائي وڃو. ستگرن ڪٿيءَ جي ست ناراڻ جو
مهورت ڪڍائي ڀائي ٻيسو، ناريل، آنگوڇو ۽ ٻہ روپيا
مائيءَ کان وٺي، ڀائي ٻخشارام کي ڏنا. هفتي کن ڪالپوءِ
جڏهن اها خبر مائيءَ جي ڏيرن کي پئي تہ ساڌن مهورت

ڪيائو آهي ۽ ستاراڻ ٿي شادي ٿيندي، تڏهن ماليءَ جا
ڏهر ۳۰-۴۰ ڄڻا ٻاڻ سان وٺي، جهيڙي لاءِ موناڻن ۾ آيا.

ستگرن سڀني کي منع ڪئي ۽ چيائون ته وڙهڻ چڱو
ناهي ۽ جهيڙو ڪرڻ ڌرم به ناهي. ڳوٺ جا مسلمان،
وڏيرو غلام نبي، وڏيرو محمد پناه، سيد مجيد شاهه،
سيد اچل شاهه جي ستگرو مهاراج جن جو ڏاڍو سٺي پرامي ٿي
پيا هئا، ليڪن جڏهن خبر پيئي ته هنن هندن کي چيو ته
سردار، جي درويش سان جهيڙو ڪيو اٿو. مسلمانن جي
دٻاءُ ڪري اهي چپ ٿي ويا.

ماليءَ جي ڏهرن جي پاسي وارن مان، ڀائي جهنگل مل،
سنتو مل ۽ ٻيا به ڪي ٻه-ٽي ڄڻا ساڌن جي پاسي هئا. اهو
به ڪين سمجهايو. پر ڪين سمجهائون. راتو رات ماليءَ جي
ڏهرن، ڇوڪريءَ جي مامي ٽلو مل کي چيو ته هتي مسلمانن
جو زور آهي. هتان سنتن سان ملي، ڇوڪري زوريءَ ٻراڻي
جڏهن ۽ ليڪري مٿيجي صلاح آهي ته عظمت جي ڳوٺ
ڇوڪري وٺي هلجي. اها صلاح ڪري، ڇوڪريءَ کي رات
جو هڪ ٻجي چوريءَ عظمت وٺي ويا. صبوح ٿيو اها خبر
ساڌن ۽ ساري ڳوٺ کي پئجي وئي. وڏيرن ۽ سيدن کي
جڏهن اها خبر پئي، ته مهاراج جن وٽ آيا ۽ چيائون ته هي
فقير سائين! توهان حڪم ڏيو ته عظمت مان ڇوڪري کڻي
اچي توهان جي اڳيان حاضر ڪريون. ستگرن چيو ته زوري
ڪرڻ ٺيڪ ناهي، ڌڻي سڀ ڪنهن کي پنهنجو حق ڏيندو.

ستگرو مهاراج جن ٻه-ٽي ڏينهن موناڻن ۾ رهيا. هڪ
ڏينهن ڀائي نشارام ۽ ڀائي گوبند رام، مهاراج جن کي چيو ته
هي ڀڳوان! هاڻي هتي وڌيڪ رهڻ مان ته ڪو به ڦل ڪونه
نڪرندو. ليڪن اسان جو ويچار آهي ته ٻاڻ سڀئي عظمت

جي شهر هلڻ ، مکي آنندرام کي گهرايون ۽ توهان انهيءَ
باري ۾ اُن تي ڪجهه زور رکو. مهاراج جن فرمايو ته ابا!
چڱو، پلي تياري ڪريو ته هلون.

مهاراج جن مدد ليءَ سميت عظمت ۾ آيا. ٻئي ڏينهن جڏهن مکي
آنندرام کي ٻڍهي عادو شاه مان گهرائي ، ساري حقيقت هن
سان ڪيائون ۽ چيائون ته توهان هن ڳالهه جو فيصلو ڪريو. مکي
آنندرام چيو ته هي ٻڌيو! اسان تمام گهڻي ڪوشش ڪئي
آهي ، پر مائيءَ جا ڏيئر نٿا مڃين. وري ۾ توهان جي آگيا
پائي ، پرڳڻي جي پنچايت ڪني ٿا ڪريون ۽ مائيءَ جي
ڏيرن کي ۾ ٿا گهرايون . ٽئين - ٻئين ڏينهن بعد پرڳڻي جا مکي ،
جهڙوڪ عظمت جو مکي راجل مل ، آباد جي ڳوٺ جو مکي
چيوترام ، محمدآباد جو مکي راموملُ ٻڍهياسين جو مکي ٽيرٿ مل ،
صرفوءَ جي ڳوٺ جو مکي هاسومل ، چڪ جي شهر جو مکي
لهرومل رستم جي ڳوٺ جو مکي نولنداس ، مياڻيءَ جي ڳوٺ
جو مکي ديولداس ، جنهن جي ڇوڪري سان مائيءَ جي
ڏيرن ڇوڪري مڱائي هئي ۽ ٻين ڳوٺن جا مکي اچي گڏ ٿيا .
مائيءَ جي ڏيرن کي گهرايائون .

آچار هليو . ڪي پنج مائيءَ جي پاسي ۽ ڪي مائيءَ جي
ڏيرن پاسي ٿيا . ٧ - ٨ ڏينهن ڏاڍو بحث هليو ، پر ڪو ۾
فيصلو نه ٿي سگهيو . تنهن تي مکي آنندرام ۽ عظمت جو مکي
راجلداس مهاراج جن ڏي انهاري چوڻ لڳا ته سائين هاڻي ڇا
ڪرڻ گهرجي ؟ هيءُ فيصلو پنچايت کان زور آهي . ستگرن
پنچايت کي چيو ته جي توهان هي فيصلو نٿا ڪري سگهو
ته ساڌ هيءُ فيصلو ڪري ٿا وجن ته هيءَ ڇوڪري اُئي پوءِ
پيوندرام کي ملندي . تنهن کانپوءِ ڀائي اهشارام کي دلداري
ڏيئي آشيرواد ڪري گاڏيءَ ۾ چڙهي شهدادپور کان لهي

شاهه ڀٽ، سويڪندڙ ۽ شهڪ جي ڳوٺ مان ٿيندا ٻرچار ڪندا ستگرو ڪنڊوءَ پهنجي استان تي آيا.

ستگرن جي اوچتي اچڻ جو ٻڌي، ساري شهر جا ٻرهمي مهاراج جن وٽ آيا. پيرين پئي چوڻ لڳا ته ترلوڪي ناٿ! هيترو ته وڏي ڪرپا ڪئي اٿو، جو جلدي سفر ڪري موٽي آيا آهيو. ٻريوا جنهن ڪارج لاءِ ويا هئا تنهن جو ڇا ٿيو؟ وري نه ڪوا ويندا؟ ستگرن چيو ته آبا! جنهن ڪارج لاءِ ويا هئاسون، سو ڪارج ڀڳوان جي ڪرپا سان پورو ٿيندو. هاڻي ڪجهه وقت ٻاهر ڪونه ويندا سون. اهو ٻڌي سيئي ٻرهمي خوش ٿيا.

رات جو ۸ بجه ستسنگ شروع ٿيو. ستگرو مهاراج جن ٻچن ڪيو. وشيه ڀوڳن جي اثر جي وارتا ڪيائون.

دوهرو- آل پتنگ مرگهه مين گج-

اِڪ اِڪ رس ڪي آنچ،

تلسي وان ڪي ڪؤن گت-

جاهي وياپت پانچ.

**ارٿ:** آل معنيٰ ڀورو، جو ڪنول گل ۾ سر ڏيندو آهي. ڀورو ڪنول گل ۾ وڃي ويهندو آهي، اُن گل جي سندرتا، ڪوملتا ۽ سڳنڌيءَ ۾ لولين ٿي، پهنجي سرير جي سڌ ٻڌ ڀلائي ڇڏيندو آهي. جڏهن رات جو گل بوتجي ويندو آهي، تڏهن ڀورو اُنهيءَ ڪنول جي گل ۾ مري ويندو آهي.

۲- پتنگ ٻتيءَ جي پرڪاش تي اکيءَ ۾ جلي خاڪ ٿي ويندو آهي.

۳- هرڻ ناد جي آواز تي ناس ٿيندو آهي. جنهن هرڻ جي دن ۾ ڪستوري ٿيندي آهي تنهن کي گوڏو ڪونه ٿيندو آهي. سو جي ڪري بوي نه اُلي ڪونه سگهندو آهي.

وڻن کي ڀاسو ڏئي آرام ڪندو آهي. شڪاري جهنگل جي ٻرسان ميدان تي اچي زمين ۾ ڪاني کوڙي، اُن ۾ اوڙي ٻڌي، اوڙيءَ کي وٽي ٻري لڪي وڃي ناد وڄائيندو آهي. هرڻ اچي اُنهيءَ ڪانيءَ کي ڀاسو ڏئي ناد ٻڌندو آهي. انهيءَ آواز جي رس ۾ اچي سرير جي سڌ ٻڌ ڀلجي ويندي اٿس. اُن مهل شڪاري اوچتو اوڙيءَ کي وٽي ڇڪيندو آهي. ڇڪڻ سان لڪڙي ۽ هرڻ ٻئي ڪري پوندا آهن. پوءِ شڪاري وڃي هرڻ کي ماريندو آهي.

٤- مڇيءَ جو ناس ڪنڍيءَ ۾ ٿيندو آهي. ماري ماس يا اٽي جون گوڙهيون ناهي، ڪنڍيءَ ۾ وجهي، پاڻيءَ ۾ اڇليندو آهي ۽ مڇي اُن ڪنڍيءَ ۾ ڦاسي پوندي آهي.

٥- هاٿيءَ جو ناس ڪام جي وشيه ۾ ٿيندو آهي. جنهن ٻن ۾ هاٿي رهندا آهن، تنهن ۾ ماري وڏي کڏ کوٽي اُن جي مٿان سنهڙيون ڪانيون ۽ وڻن جا ٽن رکي مٿان ٿوري مٽي وجهي ڍڪي ڇڏيندو آهي. ڪاغذ جي هاٿڻ ناهي، کڏ جي مٿان بيهاري ٻاڻ وڃي وڻ تي چڙهي ويهي رهندو آهي. جيئن مهل هاٿي ٻري کان هاٿڻ کي ڏسندو آهي، تنهن مهل مستيءَ ۾ اچي گجڪار ڪري وٽي ڊوڙندو آهي. ڊوڙندو ڊوڙندو وڃي کڏ ۾ ڪرندو آهي. اهڙيءَ طرح ڀورو، پتنگ، هرڻ، مڇي ۽ هاٿي اِهي پنجئي جيو هڪ هڪ وشيه جي ڪري ناس ٿيندا آهن. تلسيداس مهاراج جن فرمائين ٿا ته اُهيءَ منش جي ڪهڙي حالت ٿيندي، جنهن ۾ اُهي پنجئي وشيون موجود آهن؟ ۽ تنهن منش جي ڇوٽڪاري لاءِ ڀڄو ڪرڻ رستو ڪونهي سواءِ هڪ جي.

دوهرو- پانچهه هووين نو ڪيا - ٻوڙي هون پچيس،
تلسي رج لاڳي نهين - جان گرچرني سيس.

مطلب: پنج وشيون هجن يا پنجويهه، پر جنهن جگياسوءَ جو ستگرن جي چرن ڪملن ۾ الشي پهر ڌيان لڳو رهي ٿو، تنهن کي سنسار جون اهي وشيون راڪاس مالن ڪ ٿي بتگ ڏي نه ٿيون سگهن. تنهن ڪري جيڪي سدائين ستگرن جي اوٽ آڌار ولي ڪونه ڪر ڪنثا، تنجو برشارت ستل ئي ٿو. انهيءَ وشئه لي ستگرو مهاراج جن هيءَ شبدارت سهت ڳائي ستنام ساکيءَ جي ڏني لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيو.

## راڳ ڪنسو

ٿل - جڳمت جا پوڙ پکوت ڪان هندا لوکي پلائن لا

۱ - ڌرتي ۾ لي ملي ماکي، دکي انهين جکي چاکي
سمجهه رک لون هٽي ساکي، جگر کي سي جلائن ٿا

۲ - ڪتب ڪلسمت پڌؤ تاري، لبي سان لون لرک باري
وجهي لو پيار جي جاري، ٿندڪ وانگي قسائن ٿا

۳ - اجها لو الت سر آئي، ذرم دل سان ان ڪبٽه پائي
ڪٽي هلندءَ هتان ڪاني، لنهن جي لات لائن ٿا

۴ - ڪرن جي دتار لي ڪولي، ڪهي ذمؤن جهلي جهولي
ملي لس جي پدح دولي، اسرم پهولا متالن ٿا

اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن هر روز لت ليرسان سنسڪ ڪندا رهندا هئا.

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن جي وجط جي خبر پڌي هشتي ڪن ڪابوءَ ماليءَ جي ڏيرن آئي مهورت ڪڍائي وٺاو جي پڪ ڪئي ۽ جتي چوڪري مڪائي هتائون، انهن کي چرائي موڪليائون ڏنلاٽيءَ تاريخ عظمت ۾ اچي گهورت پرتائي وچڻو. پاني بشارام بنهنجي پاءَ کي منڪ پڌائي انهيءَ تاريخ لي عظمت ۾ حج ولي آيو. عالمي ڪوار هڪڙي ڏهورت پر. اهو حال ڏسي ساري شهر جا ماڻهو عجب کاني پائي گوسدرام

ڪي چوڻ لڳا ته تنهنجي سنتن جي ڳالهه سچي ٿئي ٿي يا نه!

ڀائي گوبند رام جن سيٺي کي چيو ته جڏهن ستگرو مهاراج جن چئي ويا آهن ته اوس ٿيندو. سنتن جو وچن ڪڏهن به ڪوڙو نه ٿيندو آهي.

دوهرو- رو ڪو تيج گهٽي نهين،
جو گهن جڙي گهمنڊ،
سنت وچن پلٽي نهين،
پاٽ جاءِ برهمنڊ.

مطلب: بادل ڪيترو به سورج کي ڍڪي ڇڏين، تڏهن به سيڪوئي چولدو نه ڏيئهن آهي، ڇو جو سورج جو پرڪاش ڪڏهن به ناس نٿو ٿئي. هيءَ سارو سنسار بدلجي ناس ٿي وڃي نه ٿي وڃي، پر سنتن جو وچن ڪڏهن به جهوٽو نه ٿيندو. توهان هاڻي وينا رنگ ڏسو ته ستگرو مهاراج جن ڇا ٿا ڪن. ڪنهن ماڻهوءَ وڃي چڪ جي پوليس ۾ رپورٽ ڪئي ته عظمت جي ڳوٺ ۾ هڪ ڪنوار واسطي ۾ گهوٽ ڇڏون وٺي آيا آهن، سو وڏو تڪرار ٿيندو. توهان انهيءَ ڳالهه جو بندوبست ڪريو. اهو ٻڌي صوبيدار پوليس وٺي يڪدم عظمت اچي پهتو. پنچن کي گهرائي يڪدم شادي روڪايائين. پنچن سان صلاح ڪري يڪدم اهو فيصلو ڪيائون ته ڇوڪريءَ کان زباني وٺجي. صوبيدار ۽ ٻه چار پنچ گڏجي آيا ۽ ڇوڪريءَ کان پڇيائون ته تنهنجو ڪهڙو رايو آهي؟ ڇوڪريءَ چيو ته منهنجي ماٽا جيڪو مونکي پهريائين ور ڏنو آهي سو مونکي قبول آهي. ڇوڪريءَ جي زباني اچي سيٺي ماڻهن کي ٻاهر ٻڌايائون. ڪي چوڻ لڳا ته اها ڳالهه ٺيڪ آهي، ته ڪي چوڻ لڳا ته ٺيڪ ناهي. ماڻهن ۾ گوڙ ٿي پيو. صوبيدار گوڙ ڏسي ڇوڪريءَ کي سيٺ گوڊومل جي گهر ۾ پنچايت جي حفاظت ۾ وهاري

پوليس جو پهرو رکي سڀني کي چوڻ لڳو ته ”شادي ڪيئن
ڪانه ٿيندي. اهو فيصلو سرڪار ڪندي.“

صبح جو صوبيدار ۽ مکي راجلداس پاڻ ۾ گڏجي صلاح
ڪري فيصلو ڪيو ته ٻن ڪاغذن تي ٻنهي ڳوٺن جا نالا
لکي، رومال ۾ ويڙهي ننڍي ڇوڪريءَ جي اڳيان رکجن.
ڇوڪري جنهن نالي وارو ڪاغذ کڻي، انهيءَ ڳوٺ سان سندس
شادي ڪرائي وڃي. اها صلاح شهر جي پنچائت، ماليءَ جي
ڌرين ۽ ماليءَ کي ٻڌايائون. ٻهراڻن ته اهو فيصلو قبول نه پيا
ڪن پر آخر سڀني اهو فيصلو قبول ڪيو. تنهن ڪالهوءَ صوبيدار
سڀني کان صحيون ورتيون. ٻه ڪاغذ گهرائي ٻنهي ئي ڳوٺن
جا نالا لکي رومالن ۾ ويڙهي ڇوڪريءَ جي اڳيان رکيائون.
مکيءَ ڇوڪريءَ کي چيو ته ”بابا! ڀڳوان جو نالو چئي ڪري
هنن ٻنهي مان هڪ رومال کڻ.“

ڇوڪري ٿه مدت الترڏيان ٿي هڪڙو رومال کنيو. ماليءَ
جا ڌير ڏاڍو خوش ٿيا. پر رومال کولي نالو پڙهيائون ته ڏسن
ته پيولدرام جو نالو لکيو پيو هو. اهو اچرج ڏسي ماليءَ جا
ڌير چپ ٿي ويا. مکيءَ صوبيدار پاڻ اچي اهو ڪاغذ سڀني
ماڻهن کي ڏيکاريو. اتي پاڻي گوبندرام ۽ ٻيا جيڪي سنتن
جا پريمي هئا، سي خوش ٿي ستگرو مهاراج جي جئه جئه ڪار
ٻولائڻ لڳا. صوبيدار چوڻ لڳو ته هيءُ فيصلو ڌڻيءَ جي
قدرت سان ٿيو آهي، ڪاٻي ڪوڙ نه ڪجو. بنشارام کي
چيائون ته جلدي ڳوٺ کي وٺي اچي پرڻاءِ.

بنشارام پنهنجي پاءُ پيولدرام کي پرڻائي پنهنجي گهر
وٺي آيو. اها خبر ساري سکر ضلع ۾ بجليءَ وانگر ڦهلجي
وئي ته ماليءَ جي ڌيرن تمام وڏا زور لڳايا پر جئن سنتن
پنهنجي مکاوند سان وچن ڪندي ويا هئا، آخر تئن ئي

ٿيو. سيٺيءِ ماڻهو ستگرو مهاراج جن جو جس ۽ مهما ڳائڻ لڳا.
شاديءَ جي ساري حقيقت ٻڌائي گوبندرام جن اچي ستگرو
مهاراج جن ۽ سيٺيءِ ساڌن کي ڪٿاوٽ ۾ ٻڌائي.

ستگرن چيو ته الشرياهي ڀڳوان اَنتر روپ ڌارڻ ڪري
ڌرم جي رکيا لاءِ ايندو آهي.

سلوڪ - يدا يدا هي ڌرم سيہ، گلانير ڀوتي ڀارت،
آڀيوٿانمڌرسسيہ تدانمانم، سرجا ميهم.

مطلب: ڀڳوان گيتا ۾ چيو آهي ته جڏهن جڏهن ڌرم جي
هاڃي ٿئي ٿي، تڏهن مان پاڻ سرگڻ روپ ڌاري
ڌرم کي بچايان ٿو. سو اهو ڪارج ڀ ڀڳوان پاڻ اچي ڪيو
آهي. ڏاڍو چڱو ٿيو. ايتري ۾ ڀڳت شيوڪرام سروانند جو
پتا ٿوڙهن جي ڳوٺ مان اچي لٿو. اچي سيٺيءِ سان ٻيا لوڪ
مليا، ستگرو مهاراج جن جي اڳيان هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته
هي ڀڳوان! توهان سنسار ۾ سيٺيءِ جيون جي اڌار واسطي آيا
آهيو. اسان جي هڪ ارداس آهي ته سروانند ۽ گرمکداس
کي ڪرپا ڪري هاڻي خوشيءَ سان آگيا ڪريو ته هلي باغيچي
۽ ٻنين جي سنڀال ڪن جو ڪم تمام رلي ويو آهي. جي نه
ته اسان کي به آگيا ڪريو ته سنسار جو ڪم سميٽي سيٺيءِ اچي
توهان وٽ گوبند جو ڀڄن ڪريون.

ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته توهان ڪوئي خيال
نه ڪريو. اسان ايشوري ڪارخانو کوليون ٿا، جنهن ۾ سروانند
۽ گرمکداس جن جي پاڻيواري نه رکون ٿا. توهان کان جيترو
وهنوار جو ڪم ٿي سگهي اوترو وڃي ڪريو. جي نه ٿي سگهيو
نه ڇڏي ڪٽي اچي هتي ويهو. روٽي کائي وڃا ڀڳوان جو ڀڄن
ڪيو. ستگرو مهاراج جن جا وچن ٻڌي ڀڳت شيوڪرام ڳوٺ
ويو. باغيچو، ٻنيون، گهر جي جاءِ وڪڻي، ٿيڙ اٿن ٿي ڪٿائي،

اچي ستگرو مهاراج جن وٽ ويلو. ڪجهه وقت گذرڻ بعد هڪ ڏينهن ستترام، پرمانند، مرليڌر ۽ گرڌاري ستگرو مهاراج جن وٽ ڪنڊوءَ ۾ آيا. اچي ستگرو مهاراج جي پيرن پئي وينا. ستگرو مهاراج جن ڪين چيو ته ڀلي آيا. ٻڌايو ته خوش پرسن وينا آهيو. سڀني چيو ته هي پريو! توهان جي درشن کئي گهڻا ڏينهن لنگهي ويا هئا. چت تمام اداس ٿي پيو هو. ان ڪري پاڻ ۾ صلاح ڪئي سون ته ستگرو مهاراج جن وٽ هلجي سو مالڪن جي ها موڪلائي آيا آهيون. ستگرن چيو ته بابا! ڀلي آيا. انهي ستترام، پرمانند، مرليڌر، ڪلپبانند چوڻ لڳا ته هي پريو! اسان پرساد ۽ ڪٺي آيا آهيون. ڪرپا ڪري اسانکي نام حودان ڏيو. ستگرو مهاراج جن سڀني کي اپديش ڏنو.

ستگرو مهاراج جن دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳا ته هاڻ ستسنگي ۽ پريمي ۽ گهڻا اچي گڏ ٿيا آهن. شهر وارن جو پريم ۽ گهڻو ٿيو آهي. سو هاڻي هن شهر کي ڇڏڻ گهرجي. ڪنهن ٻئي هنڌ آستان ڪجي. اهو ويچار ڪري گهمي ڦري سج لٿي ٻيهڻجي جاءِ تي آيا. اچي ستسنگ جي تياري ڪيائون. سنت آلورام جن ٻيرالي مان آيا. ستگرو مهاراج جن سان مليا ۽ ويهه ڪيائون ته ڪرپا ڪري مٺلي تي درشن ڪرائجو. مائٽهو توهان کي وٺڻ لاءِ موڪليندا سون.

ستگرن چيو ته اسان هولي هتي ڪنداسون. توهان مائٽهو هتي موڪلجو. انهن ڪان پوءِ سنت آلورام جن ٻئي ڏينهن ڪنڊوءَ ۾ ڪي موڪلائي ٻيراليءَ ويا.

(ڪنڊوءَ جو اتهاس سمايت)

## ڀلنامو

| صفحو | سٽ | أشد | شد |
|---|---|---|---|
| ١٠ | ١٩ | صاحب | سوامي |
| ٣٨ | ١٤ | چٽن | مٽن |
| ٤٢ | ٢٥ | ويچارو ويچار | ويچار |
| ٤٣ | ١٣ | مڪوڙي | مڪڙو |
| ٦١ | ١٧ | ني | هٿ |
| ٧٤ | ١٣ | آويا | آوي |
| ٨١ | ٤ | شان | سيام |
| ٩٩ | ١١ | مڪتي | مڪت |
| ١٠٠ | ١٨ | مان پٽي | منهنجي پٽي |
| ١٠٢ | ٢١ | چيتارام | چيتارام |
| ١١٦ | ١٠ | پشيه | پٽيه |
| ١١٦ | ١٠ | أسم | آر |
| ١١٦ | ١٢ | ديڪا | ليڪا |
| ١١٩ | ٨ | صورت | مورت |
| ١٢٦ | ٧-٨ | گانء | گام |
| ١٣٠ | ١١ | لڳاء | نڳاء |
| ١٤٠ | ١٠ | گور | گر |
| ١٤٣ | ٨ | سي | وسي |
| ١٤٨ | ٢٢ | ڌر | ڌرم |
| ١٥٠ | ١٢ | لتو وشين | لتو ويتن |
| ١٥١ | ٥ | اسمپ بڪاني | اسپؤ بڪالي |
| ١٥١ | ٨ | لين | ليش |
| ١٥١ | ١١ | اهه | ام |
| ١٥٨ | ١٣ | ڪري | ڪرلي |
| ١٥٨ | ١٥ | مري | مرلي |
| ١٦٢ | ١٨ | جيون | جو |
| ١٦٣ | ١-٢ | مرنا ؛ مرلي | مرن |
| ١٨٩ | ١٥ | گيان | گياني |
| ١٩١ | ١٣ | لوهه | أهم |
| ١٩١ | ١٥ | پلايا | رلايا |
| ١٩١ | ١٧ | ڪرپا | ڪي |
| ١٩٣ | ١٤-١٦ | بر | مانهه |
| ١٩٦ | ١٦ | برمايا | پرمايا |
| ٢٠٤ | ٢٢ | چت | رچت |
| ٢٢٤ | ٧ | بنواري | نظر سان |
| ٢٣٢ | ؛ | | |
| ٢٣٣ | ٢٢-٤ | برٽاڌ رن | برٽيڌان |
| ٢٣٣ | ٨ | پنگهه | سنگهه |
| ٢٣٤ | ١٧ | رهت | وهت |
| ٢٣٥ | ١ | دئي | أت |
| ٢٣٦ | ٢٣ | ڪروٽ | ڪروت |
| ٢٣٨ | ٢٢ | ٻلي | چلي |
| ٢٤٠ | ٩ | لسان | انسان |
| ٢٤١ | ٢٢ | مهي وشو | مهيوانشو |
| ١٤١ | ٢٥ | ٽانهه | ڌامنهه |
| ٢٤٣ | ٨ | آلما روئي | آلمارئم |
| ٢٤٣ | ٨ | اسهن | أسمن |
| ٢٤٣ | ٩ | پرمرپراپڪارارقايه | پرم پروپڪارا رٿم |

## ڀلنامو

| صفحو | سٽ | اشد | شد |
|---|---|---|---|
| ١٠ | ١٩ | صاحب | سوامي |
| ٣٨ | ١٤ | جتن | مٿن |
| ٤٢ | ٢٥ | ويچارو ويچار | ويچار |
| ٤٣ | ١٣ | مڪورڙي | مڪڙو |
| ٦١ | ١٧ | ني | هٿ |
| ٧٤ | ١٣ | آويا | آوي |
| ٨١ | ٤ | شان | سيام |
| ٩٩ | ١١ | مڪتي | مڪت |
| ١٠٠ | ١٨ | مان پٽي | منهنجي پٽي |
| ١٠٢ | ٢١ | چتارام | چيتارام |
| ١١٦ | ١٠ | پشيم | پٽيم |
| ١١٦ | ١٠ | أسم | أر |
| ١١٦ | ١٢ | ديڪا | ليڪا |
| ١١٩ | ٨ | صورت | مورت |
| ١٢٦ | ٧-٨ | گانء | گام |
| ١٣٠ | ١١ | لڳاء | نڳاء |
| ١٤٠ | ١٠ | گور | گر |
| ١٤٣ | ٨ | سي | وسي |
| ١٤٨ | ٢٢ | ڌر | ڌرم |
| ١٥٠ | ١٢ | لتو وشين | لتو ويتن |
| ١٥١ | ٥ | اسميُ ڀڪاني | اسيوُ ڀڪاني |
| ١٥١ | ٨ | لين | ليش |
| ١٥١ | ١١ | اهه | ام |
| ١٥٨ | ١٣ | ڪري | ڪرلي |
| ١٥٨ | ١٥ | مري | مرلي |
| ١٦٢ | ١٨ | جيون | جو |
| ١٦٣ | ١-٢ | مرنا ؛ مرلي | مرن |
| ١٨٩ | ١٥ | گيان | گياني |
| ١٩١ | ١٣ | لوهه | أهم |
| ١٩١ | ١٥ | پلايا | رلايا |
| ١٩١ | ١٧ | ڪرپا | ڪي |
| ١٩٣ | ١٤-١٦ | ۾ | مانهه |
| ١٩٦ | ١٦ | پرمايا | پرمايا |
| ٢٠٤ | ٢٢ | چت | رچت |
| ٢٢٤ | ٧ | ٻواري | نظر سان |
| ٢٣٢ | ؛ | | |
| ٢٣٣ | ٢٢-٤ | پرٽاڌرت | پرٽيتان |
| ٢٣٣ | ٨ | پنگهه | سنگهه |
| ٢٣٤ | ١٧ | رهت | وهت |
| ٢٣٥ | ١ | دني | أست |
| ٢٣٦ | ٢٣ | ڪروڻ | ڪروت |
| ٢٣٨ | ٢٢ | پلي | چلي |
| ٢٤٠ | ٩ | لسان | السان |
| ٢٤١ | ٢٢ | مهي وشو | ميوانشو |
| ١٤١ | ٢٥ | ناٿهه | ناٿنهه |
| ٢٤٣ | ٨ | آلما روئي | آلمارئم |
| ٢٤٣ | ٨ | اسهن | أسمن |
| ٢٤٣ | ٩ | پرمپرا پڪارا رقايه | پرمپرو پڪارا رقم |

| صفحو | سٽ | اشُد | شد |
|---|---|---|---|
| ۲۴۳ | ۹ | ٻرجيوي س جيوي | |
| | | ٻوجيولي سجيولي | |
| ۲۴۵ | ۱۰-۱۱ | السچت | سنچت |
| ۲۴۶ | ۵ | شاهہ | شام |
| ۲۴۷ | ۲۱ | ني | لي |
| ۲۵۹ | ۱۲ | دليا | ديا |
| ۲۶۲ | ۵ | ٻهر- | بدهر |
| ۲۶۲ | ۵ | سبٿانند | ٻتانند |
| ۲۶۲ | ۶ | ڪہ يا آن ڪوُ | |
| | | نکو يا آن نکو | |
| ۲۶۲ | ۱۳ | اسٿ | الست |
| ۲۶۲ | ۱۴ | سو | ٻيو |
| ۲۶۳ | ۵ | جنم | حم |
| ۲۶۳ | ۱۰ | ڪهو | ڪهيو ڻ |
| ۲۷۳ | ۲۰ | مٽن لي | مٽن لي |
| ۲۸۰ | ۲۳ | پرليب | پرلمب |
| ۲۸۲ | ۲۲ | سنکر | اسنکر |
| ۲۸۷ | ۲۰ | شڌ | لنڌ |
| ۲۹۳ | ۱۲ | ست سني | سنشي |
| ۲۹۳ | ۲۱ | سنا | سنسا |
| ۲۹۹ | ۸-۱۱ | ملوسي | ملدسي |
| ۳۰۹ | ۲۳ | عام | ڪام |
| ۳۱۰ | ۲۳-۲۴-۲۵-۲۶ | | |
| | | مٿش | مالش |

| صفحو | سٽ | اشُد | شد |
|---|---|---|---|
| ۳۱۱ | ۲۴ | ٻگهہ ست | ٻڪتاهہ |
| ۳۱۱ | ۲۷ | ٻمبو | وامبوڙ |
| ۳۱۴ | ۱۹ | ڪهي | ڪجي |
| ۳۱۴ | ۲۲ | الش | التهہ |
| ۳۱۹ | ۵ | لومٽي | مومٽي |
| ۳۲۲ | ۱۱ | سڏڪي | سوڪي |
| ۳۲۳ | ۱۸ | مرٿهہ | موهہ |
| ۳۲۴ | ۱۸ | ڌٻالي | وٻالی |
| ۳۲۶ | ۲۲ | گهر | گر |
| ۳۲۶ | ۲۲ | گهر | أر |
| ۳۳۶ | ۲۰ | ٻيء چڌ رٿي | |
| | | ٻہ ڪندر ملی | |
| ۳۵۵ | ۹ | اٿهہ ٻران آسٿان ھی | |
| ۳۵۶ | ۳ | لاني | رانی |
| ۳۵۶ | ۴ | ليمٿ | لوامٿ |
| ۳۶۹ | ۴ | جهنڪلم | جهنگر |
| ۳۶۹ | ۲۳ | ڻ پ | ڻچ |
| ۳۷۲ | ۱۱ | سر | سم |
| ۳۷۴ | ۱۰ | ستي | سين |
| ۳۷۹ | ۱۸ | جسي | جسٽي |
| ۳۹۷ | ۲۳ | سوچي | سنچهيٽي |
| ۴۰۲ | ۱۰ | ٻرو | ٻڙو |
| ۴۰۲ | ۱۲ | سنگت | ستسنگمت |